# منهنجو تخليقي سفر

خيرالنساءِ جعفري

Sindhica
سنڌيڪا



ڪتاب جو نالو: منهنجو تخليقي سفر
ليکڪا: خيرالنساءِ جعفري
ڇپجڻ جي تاريخ: جنوري ١٩٩٢ع
تعداد: هڪ هزار
ڇاپيندڙ: ذڪي سنز پرنٽرس، ڪراچي
ڇپائيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي

**قيمت: 75 رپيا**



**Munhunjo Takhleeqi Safar**
(My Literary Endeavours)
Language: Sindhi
By: Khairun- Nisa Jafery
Published by: Sindhica Academy, Karachi

**Price Rs. 75.00**

سول ڊسٽري بيوٽرز
**آزاد ڪميونيڪيشنز**
B- 24 نيشنل آٽو پلازه
مارسٽن روڊ، ڪراچي.
فون: 7737290

# فهرست

# پبلشر نوٽ

خيرالنساءِ جعفري سنڌي ادب ۾ جنهن بيباڪي ۽ حقيقت پسندي سان لکيو آهي، ان حوالي سان ڪي ٿورڙا لکڻ وارا هوندا جيڪي سندس همسري جي دعويٰ ڪري سگهن. ادب جي دنيا ۾ لکندڙن جي ڪڏهن ڪڏهن اهڙي تخليق پڌري ٿيندي آهي، جيڪا ڏهاڪن ۽ صدين جو شاهڪار بڻجي ويندي آهي. نسيم کرل جي 'چوٽيهون در' ۽ امرجليل جي 'سرد لاش جو سفر' وانگيان خيرالنساءِ جعفري جي 'حويلي کان هاسٽل تائين' ڪهاڻي جڏهن شايع ٿي ته سنڌ جي سماج ۾ وڏا وڏا 'مقدس' بت پاش پاش ٿيندا نظر آيا. اتان ئي سندس فن ۾ زندگيءَ، نواڻ ۽ اعتماد جي نڪتل خوشبوءِ ڪيترن عرصي تائين نئين ٽهيءَ جي سوچن کي واسيندي رهي آهي.

ذاتي حوالي سان خيرالنساءِ جعفري کي سندس سچي، سهاجهڙي ۽ اڏول شخصيت طور سنڌ جي علمي ۽ ادبي حلقن ۾ پڻ عقيدت وارو مقام حاصل آهي. جنهن ڪري ادب جي قلندر لاڏي جي خواهش رهي آهي ته خيرالنساءِ جعفري سندن ڪتاب جو مهاڳ لکي، سندن سڏايل تقريب کي رونق بخشي ۽ مجلس ۾ پنهنجي موچارن لفظن ۽ جملن جي سڳنڌ هير ڦهلائي.

'منهنجو تخليقي سفر' خيرالنساءِ جعفري جي 'تخليق جو موت' کان وٺي مختلف ڪتابن تي لکيل مهاڳن، تقريرن ۽ انٽرويوز ۽ انديا جي سفر تي مشتمل ڳتڪو آهي، جيڪو سنڌيڪا اڪيڊمي جي پاران سٽين اشاعتي سلسلي جي طور تي پيش ڪندي پنهنجي لاءِ فخر محسوس ڪريون ٿا.

نوراحمد ميمڻ
چيئرمين
سنڌيڪا اڪيڊمي

# پنهنجي متعلق

حيات جي ڪنهن Horo Scope پٽاندر...

آئون بنا مرضي جي 17 آگسٽ، 1947ع تي خميس جي ڏينهن ڄائي هئس. وقت! پنهنجو پاڻ گذرندو آهي، پر ڪجھ ماڻهو وقت کي پنهنجي مرضيءَ تي گذاريندا آهن. آئون انهن مان آهيان جن کي 'وقت' پنهنجي مرضيءَ سان هلائيندو آهي. ڪو وقت ايندو جڏهن خيرالنساءِ جعفري هِن دنيا ۾ نہ هوندي، پر اُن وقت جي مون وٽ تاريخ ڪونهي!!

ٽائيم ٽيبل پٽاندر زندگي گذارڻ منهنجي وس ۾ ڪونهي. نہ ٽائيم ئي وس ۾ آهي ۽ نہ ٽيبل تي اختيار آهي!... ٽائيم ٽيبل مطابق زندگي چڱا ۽ عقلمند ماڻهو گذاريندا آهن. زندگيءَ جا هو نہ، زندگي هنن جي محتاج هوندي آهي. مون تہ انڪساري وچان ٽيبل تي ويهي ڪڏهن ماني بہ نہ کاڌي آهي. ماني صندلي تي ويهي کائيندي آهيان. صندلي سستي پوندي اٿم پر (ڪٺڪ جو داڻو) يعني ماني ڏاڍي لڳائتي پوندي اٿم. جو پيٽ ڀري بہ چار ڳرنھ وڌيڪ کائڻ جي مون کي قيمت ڀاسٽي پوندي آهي! يعني Suger فوراً Stand- up ٿي ويندي آهي.

صندلي سستي ان ڪري پوندي اٿم جو انڪسار جي ڪا قيمت ڪونهي. صندلي تي ويهي سمهندي بہ آهيان لکندي بہ آهيان. گلا جو گلم بہ صندلي تي ئي وڇائيندي آهيان– گويا منهنجي جيئڻ جو Scope، منهنجي رهڻ جي دنيا تمام سستي ۽ portable آهي!

1970 ۾ منهنجي مرضي هئي تہ مون کي ڪٿ ماستري ملي پوي! جو هر مهيني 50 رپين جي سخت ضرورت محسوس ٿيندي هئي. بڪ اسٽالن جي ڪتابن خريدڻ جي شوق ۾! ماستري نہ ملي....

پر اوچتو ان ئي سال ئي 1970 ۾ يونيورسٽي نفسيات ۾ ليڪچررشپ ملي ويئي. پگھار 50 رپين جي بدران 450 رپيا پئي مليو. پر! منهنجي ڪتابن پڙهڻ جو شوق ئي لهي ويو. اڄ بہ منهنجو مطالعو، ڪتابن پڙهڻ جي حد تائين نہ هئڻ جي برابر آهي!

'ماڻهو' منهنجي دلچسپيءَ جو هميشہ محوَر رهيو. خصوصاً اهُو ماڻهو جيڪو

هميشہ صندليءَ تي رهيو ۽ صندليءَ کان اڳيان پنهنجا پير ٻڪاري نہ سگهيو!

1974 جو وقت آيو! ڪهاڻيڪار نہ هوندي بہ ڇهہ ست ڪهاڻيون لکي ڇڏيم، جن منهنجي وقت ۾ بہ، البت 1977- 1978 ڌاري ڪافي ميتا ورتي. 1978 کان 1982 تائين مون رڳو پنهنجي وقت کي، پويان گذريل وقت کي مڙي ڏسڻ ۾ ئي وقت گذاريو!

1982 جي آخر تائين گذريل وقت کي ميڙي سيڙي هڪ اسٽور روم ۾ ڦٽو ڪيم، پنهنجي مرضي سان. نہ رڳو هند جو سفر ڪيم پر پنهنجي پسند تي بہ قسطون بہ لکيم.

ان کان پوءِ پراڻي قلم مان ڪجهہ ڪَس لٿي. ڪجهہ سهڻن ماڻهن جي سهڻن ڪتابن جي ايماندارانہ دلالي بہ ڪيم، يعني Preface لکيم! ۽ پوءِ وقت پٽاندر! مرضي نہ هوندي بہ، ڪڏهن پاڻ سان ڪڏهن پاڻ کان وڌن سان شامون ملهائڻ جي موقعن تي ڪي لکتيون، ڪي لفظ، جن کي ماڻهو تقريرون چوندا آهن. منهنجون مڙيئي لکتيون! ڪهاڻيون، پريفيس، انٽرويوز، تقريرون. هن وقت جون تازه دم نہ پر گذريل وقت جون پراڻيون شيون آهن. پنهنجي مرضي تي انهن مڙني چيزن کي هڪ هنڌ ڪنهن اسٽور ۾ بند ڪيو اٿم. ان اسٽور جي چاٻي اوهان کي ڏيان ٿي. ڪا اوهان جي پسند جي چيز ملي پوي، جي نہ ملي تہ پوءِ هي اسٽور روم تہ منهنجو آهي... اوهين شوروم يا ڊرائنگ روم کي ئي ڏسو.

—— خيرالنساءِ جعفري

# گُڏي، خيرو ۽ خيرالنساءِ جعفري

گڏي، خيرو ۽ خيرالنساءِ جعفري- هڪڙو ماڻهو، هڪڙو روپ، ٽي نالا جنهن کي جهڙي ڏسڻ ۾ آئي، انهيءَ کٽي اهڙو نالو رکيو هوندس. اِک اِک جو ڦير آهي، سوچ سوچ جو تفاوت آهي نہ تہ خيرالنساءَ آهي تہ هڪڙي ئي روپ رنگ جي مالڪ. وقت جي نزاڪت کي اک ۾ رکي پنهنجو روپ ڪو نہ بدلائي. جهڙي پرپٺ هوندي اهڙي منهن تي. منهن تي جيڪڏهن شينهن شير خدا جو سڏائي تہ پوءِ گدڙن وارا ڪم ڪو نہ ڪندي. ان ڪري 'مڙس ماڻهو' هئڻ جي باوجود پنهنجو پاڻ کي 'شيردي بچي' چورائڻ جي ڪوشش ئي ڪا نہ ڪئي اٿس، جيتوڻيڪ انهن رسمن جو ڪاروبار ادب جي دنيا ۾ چوٽ تي چڙهيل آهي. بقول هڪ دوست جي تہ جنهن وچولي طبقي مان خيرو ڪنيءَ وانگر ڦٽي نڪتي آهي، اتي Masksسان مارڪيٽ ڀريا پيا آهن. جيڪو ڪپيئي سو منهن تي چاڙهہ، جيئن ڪپيئي تيئن هل.

نندپڻ لاءِ سندس نالو' گڏي' رکڻ وارو ڪو مستقبل جو نجومي ٿو نظر اچي. معاملو ڪيترو بہ ڌيان طلب هجي، معاملي ۾ ڦاٿل ماڻهو ڪيترا بہ ويجها هوندس پر سندس منهن تي اهڙي تہ معصوميت، سادگي ۽ لاتعلقي ڇانيل هوندي آهي جو ڪيس بي اختيار گڏي چوڻ تي دل چوندي آهي، پوءِ چوڻ واري جي عمر ڇا بہ هجي. چوڻ وارو چاهي سٺ سالن جو ٻار هجي يا ويهن سالن جو پوڙهو. مون کي تہ شڪ آهي تہ سياڻ جيڪو اولاد ٿيندس، اهو بہ ڪيس 'امان' جي بدران 'گڏي' نہ چئي ونيس. قد بت ۽ ڪپڙن ۾ بہ گُڏي لڳندي آهي. ڪنهن ڳالهہ پٺي ڪئي تہ شادي وقت جڏهن ڪيس سنواري سينگاري سندس سهيلين سهرا پئي ڳايا تہ انهن کي پنهنجو نندپڻ ياد اچي ويو ۽ جڏهين هو گڏيون پرڻائينديون هيون. هونئن تہ هر ڪا عورت شادي

ٿين وقت 'گڏي' هوندي آهي. پر هيءَ تہ شادي ٿي گُڏي جي هٿي.

آرٽس فئڪلٽي جي نراليءَ دنيا ۾ ڪير ڪنهن کي سڃاڻي نہ سڃاڻي، ڪير ڪنهن تي مڃ چڙهي يا نہ چڙهي گهڻيءَ خلق خدا جي ڪاريڊارن جو فرش پيٺي ڪچي، پر جڏهن خيرو، ليلاءَ ٽنوءَ جو قافلو ليڊيز روم مان نڪري ڪاريڊار جي فرش تي پنهنجا پير ڌريندو آهي، تڏهين فرش ڪچڻ جي بدران وڄڻ شروع ڪندو آهي ۽ ڪڪريون اڏامنديون آهن.

ليلىٰ کي چڱ مڙسيءَ جو پٽڪو ٻڌي اڳيان هلڻ جي عادت آهي، ائين ڪندي جيڪڏهن ڪنهن کي اڳيان تنگ ڏيئي ڪيرائڻو پوي تہ انهيءَ ڏنڌي کي توڙ تائين پهچائڻ ۾ عيب ڪو نہ سمجهي. پر خيرو ساٿس ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي جوڙ تي هلندي ۽ ٻنهي ٻنهي تنو ائين پٺي ايندي جڻ چنئوريءَ تي چڙهي هجي، پر ساٿ ڪو نہ ڇڏيندي. ڪاريڊار ۾ هلندي سڄيءَ خلق کي منهن ڏينديون اينديون. ڪٿي ڪنڌ جي لوڏ، ڪٿي منا اکر، ڪٿي ڪڙا ۽ تيز اکر، ڪٿي ٽڪ بجو. ڪين پري کان ايندو ڏسي کي 'ڌريون' اٺ پکيءَ وانگر واريءَ ۾ مٿو لڪائينديون نظر اينديون پلا جي ڪنهن جي ٻنهين سر تي اچي پيئيون تہ پوءِ ٽوري گهڻي وات ٽڪائي ڪري جند ڇڏائڻ جي ڪندو. ليلىٰ سان تہ هني ڏٺي پڇي وڃجي. پر خيرو...؟ اسان جا تہ ٻئي هٿ ڪنن تي آهن. جنهن کي ڪٿي ڪٿي... خيرو ڳالهائيندي، ليلا وارو ڪٽائيندس، تنو ٺهڪ ڏيندي ۽ سامهين ڌر جي پيرن هيٺان واري نڪرندي. ڪنهن ماڻهوءَ کي پنهنجي رحم جي جذبي کي آٿت ڏيڻي هجي تہ اهڙيءَ محفل جو پاسو جهلي. مجال آهي جو خيروءَ جو جملو گسي! سَنڌ اچي جهليندو. زبان جي ملهہ جو انگ سجهيس. کهڙو حملو ڪهڙي هنڌ تي ڪجي، ان جي وڄا اٿس. ائين ڪرڻ وقت خيروءَ جي 'معصوم گڏي' پر ڪري الائي ڪيڏانهن اڏامي ويندي آهي. هڙو ڏکيو چيٽڙ مون ڏٺو، ڪي ڏٺو هٿ هٿ ڪري ونندي آهي. ان ڪري گهڻي خلق ڪانئس الرجڪ آهي.

خيروءَ جهڙو دوست دنيا ۾ ملڻ مشڪل آهي، خيروءَ جهڙو دشمن دنيا ۾ ملڻ مشڪل آهي. گهنگهرائي ۾ سر ڪبي وڃ. ٻڙڪ ڪانہ ڪڍندي. ڏک سک ۾ ٻني ڪلها وهي ويندي. قائل دل جي مالڪ آهي، سو بہ اهڙيءَ دنيا ۾

جتي دلين جا دروازا نہ رڳو بند هوندا آهن پر مٿن پنج سيرا ڪلف بہ لڳل هوند آهن. خلوص خرچ ڪرڻ وقت ٻئي هٿ ڪليل هوندا اٿس. روايتي سخين وانگر هٿ لڪائي خلوص خرچ ڪو نہ ڪري. جيڪا چلهہ تي سا دل تي. ڳالھ ڪبي تہ کلي ڪبي ۽ صاف صاف ڪبي. ڪنهن کي وڻي، نہ وڻي، ان ۾ خيروءَ جو ٽڪو اڌ ٽڪو تين پئي.

خيرو دشمن ٿيڻ جي فن کان بہ چڱيءَ طرح واقف آهي. دشمنيءَ (عارضي) کي هڪڙيئي ڌڪ ۾ ڇڏائي ڏيندي، پوءِ جي رينگ رينگان ۽ گيهل گيهلان مان نہ ڇائي. ذاتي طرح تہ نقصان اصل نہ ڏيندي، باقي زبان جي جهٽڪي سان ايترو گهرو چير ڏيئي ويندي جيڪو پوءِ ڏينهن تي وڃي چٽندو ۽ خيروءَ کي اها خبر ئي ڪانہ هوندي ڳالھ آئي ويئي ٿي ويئي، پرائين قبرن کوٽڻ مان ڪهڙو فائدو! هوئن بہ خيرو ويچاري مستقل دشمني رکي ڪانہ ڄائي. 'منهن تي سچ چوڻ' جي بندوق جي گهوڙي تي هر وقت هٿ هوندو اٿس. نشانو ورچڙهي آيس تہ گهوڙي تي آڱري دٻائيندي دير ڪانہ ڪندي ۽ ظالم جو نشانو اهڙو پڪو آهي جو شست ئي ڪانہ ٻڌي، بارود جي دونهين وچان رڳو ڪنيڙاٽيون اُڏرنديون نظر اينديون.

رسڻ پرچڻ ۾ خيرو ٻين اديبن وانگر آهي. ڪڏهن تہ مٿانس هاٿيءَ جا پير چاڙهي ڇڏينس تہ ڪانہ ڪچندي ۽ ڪڏهن مک جي پڃڪي تي ڳالھ ١٠٪ تان چاڙهہ ڪائي ١٠٠٪ تي وڃي پهچندي، ڳالھ، نہ ڳالھ جو پڇ، خيرو پٺي ٻهرندي. گهڻگرن سان ڊائيلاگن جي ڏي وٺ پيئي هلندي. سندس ذهانيت ڊائيلاگن ۾ پيني وٽ ڪائيندي ۽ ٺوهاڪا ڏيندي. اهڙن سندن تان جهلبندي، جو ويندا هٿ پير ٺرندا. اهڙن ڏکين وقتن تي صرف ليلا ئي اهڙي شخصيت آهي، جيڪا پنهنجا هٿ پير بچائي ويندي بلڪ ڪڏهن ڪڏهن خيروءَ کي سڄي ٽوٽ پرٽي پوندي آهي. قاسم ٻگهيو، جيڪو ڊائيلاگن اڇلائي هڻڻ جو ماهر آهي، هر وقت ڊائيلاگن جو دڪان ڪليل هوندو اٿس، اسان جهڙين جهنگ جي بلائن کي بہ ڊائيلاگ هڻڻ سيکاري ڇڏيو اٿس، ان کي ڏس ڏيندس تہ، "پٽ! بہ تي سبق خيروءَ کان پڙهي اچ، اها هٿ نہ اچڻئي تہ ليلا جا پير جهل."

گهڻگرن سان رسڻ پرچڻ ۾ البت خيرو هڪڙيءَ ڳالھ ۾ ٻين اديبن کان

ڏار بيٺل آهي. اها ھيءَ تہ خيروءَ جي ڪاوڙ چڱي خاصي ڊيگھہ وٺيو وڃي. هٽي هٽي وڏيءَ جاڪوڙ ڪانپوءِ سرچندي آهي. ۽ جڏهين سرچندي آهي، تڏهن اڳيان ڪارا ڪيل سڀ پنا نہ رڳو ڦاڙيندي آهي، پر انهن کي ساڙي بہ ڇڏيندي آهي، جيئن تہ جيترو بہ نشان نہ رهي. جن ڀوتن ۾ اڳ ڇُريون ڦُٽنديون هيون انهن ۾ گل ڦٽڻ لڳندا آهن.

خيرو اٿڻ وهڻ، ڳالهائڻ ٻولائڻ ۾ عورت جي بجاءِ مرد وڌيڪ لڳندي آهي. کهڙي بہ ڳالهہ اڳيان اچيس تہ ڪن تار نہ ڪندي ۽ نہ وري وٽبي سٽبي. عام چوڪرين وانگر ذهني تحفظات تہ صف نہ رکندي آهي.سچ سان اک ملائيندي چنبيندي بہ ڪونہ، ان ڪري ڪٿان بہ اٽي ويندي تہ پويان 'حيرت' جا نشان ڇڏي ويندي. نہ رڳو ڳالهائڻ ۾ پر کائڻ کارائڻ ۾ بہ مڙس ماڻهو آهي. گهڻگرن کي ماني کارائڻ جي شوق سان گڏ پاڻ بہ 'کائڻ' جي شوقين آهي. جنهن ماحول ۾ چانهن جو ڪوپ بہ غنيمت آهي، اتي خيروءَ جا هٿ "هٿ جنين جا هبڻ..." هوندا آهن. ماني کارائڻ لاءِ خيرو باقاعدي سازش سٽيندي آهي، چار وڇائيندي آهي، منصوبو گهڙي ان تي عمل ڪندي آهي. اڄ نہ تہ سياڻ، سياڻ نہ تہ پرينهن ڪونہ ڪو 'مهمان' ڦاسي پوندو آهي ۽ خيروءَ جي ماني کائي پوءِ هر وقت ان چار ۾ ڦاسڻ لاءِ واجهہ پيو وجهندو آهي.

هاڻ اچون خيرالنساءَ جعفريءَ تي.

گُڏيءَ مان خيرو ۽ خيروءَ مان خيرالنساءَ ٿيڻ ۾ وقت تہ الائي ڪيترو لڳو، پر ان لاڳيتي عمل جي رسي ۾ اهڙيون ڪي گنڍيون نہ آهن جنهن جي نشاندهي ڪري سگهجي. پر خيرو ادب جي دنيا ۾ وڏي شان مان سان ڳائي وڃائي خيرالنساءَ جعفري ٿي آهي.

سنڌي افساني جي ارتقا ۾ ماٺڪ جي ٽئين روپ ۾ مشتاق شوري جي نالي کانپوءِ ڪجهہ وقت مانار ۾ اچي ويئي ۽ ڪو اهڙو نئون نالو ڏسڻ ۾ نہ آيو، جنهن کي سٺن ڪهاڻيڪارن ۾ ڳڻي سگهجي. ڪهاڻي ۾ نيون فڪري راهون ڳولي لهڻ پنهنجي جاءِ تي پر هڪ تازي توانائي 'نالي' جو وجود ۾ اچڻ، جيڪو هن پيڙهيءَ ۾ پڙهندڙن کي پليون ڪهاڻيون ڏيئي سگهي، وڏي خوشيءَ جي ڳالهہ آهي. پوءِ چاهي ڪٿي ان ڪهاڻيڪار نيون

فڪري راهون ڳولي نہ لڌيون هجن. پر سندس فن ۾ زندگي، نواڻ ۽ مستقبل ڏانهن سڃيل اُڳر هجي. سنڌي افساني جي اها ڪمي خيرالنساءِ جعفري جيتوڻيڪ هونئن تہ ڪافي وقت اڳ کان ڪهاڻيون لکندي اچي، پر سندس اندر ۾ وينل آرٽسٽ سندس تخليق "تخليق جو موت" ۾ پڌرو ٿي پيو. ان بعد سندس ڪهاڻي ٦٩-٦٨-١٩٦٧ ڇپجي پڌري ٿي (جيڪا ڪافي وقت اڳ جي لکيل هئي) ۽ ان کانپوءِ "حويليءَ کان هاسٽل تائين" لکي اٿس جيڪا ليکڪ جو نالو ڇٽن اکرن ۾ لکائي ڇڏيندي ۽ اينڊڙ ادبي پيڙهين ۾ بہ ياد ڪئي ويندي.

خيرالنساءِ جعفري ڪهاڻي لکڻ وقت پنهنجي ماحول،طبقي ۽ ان طبقي جي بي پاڙن ڪردارن کي پاڻ سان ڳنڍيل رکيو آهي. اهڙائي ڪردار ڪنيا اٿس جيڪي سندس آسپاس موجود آهن ۽ سندس ماحول سان گهاٽو تعلق رکن ٿا. نہ تہ شيرين ڪارنر جي ڪنهن ڪمري جي"ٿڌيءَ"ڪنڊ ۾ ويهي هارين نارين جون ڳالهيون ڪيون اٿس ۽ نہ وري ٿنڊي ولي محمد ۾ رهي ڪري جيٺ ايچ جو پوٽ سوار ٿيو آهي ۽ نہ وري مغربي ادب جا چاليهارو سال اڳ جا ڦٽا ڪيل خيال دست بن مان ڪڍي، پنهنجي منهن تي ملي، پنهنجو پاڻ کي زوري ماڊرن ازم جو شڪار بنايو اٿس ۽ پنهنجي اصلي شڪل ڦٽائي ويهي رهي آهي. اهائي سندس فن جي وڏي ۾ وڏي سچائي آهي. ها، البت ٻوليءَ جي نڪتہ نگاهہ کان ڪن جڳهين تي مٿس اعتراض ڪري سگهجي ٿو. جيڪو اڳتي هلي مسلسل لکڻ سان ختم ٿي سگهي ٿو.

ڪهاڻي جي ڪردارڪي، جيئن بہ آهن، جهڙا بہ آهن، قبول ڪري، پنهنجو پاڻ کي انهن کان ڇني ڌار ڪري، غير جانبدار ٿي، انهن کي لکت جي سٽاءَ ۾ آڻي Sure realism جي مڪتب فڪر ۾ اچڻ جي بدران خيرالنساءِ پنهنجن ڪهاڻين جي ڪردارن سان 'نسبتاً وڌيڪ' Involve ٿيل آهي ۽ هر ڪردار ۾ خيرالنساءِ سڄي ساري تہ نہ پر سندس پاڇولا ڏسڻ ۾ اچن ٿا، ان ڪري ڪيس بنا شڪ جي Sure realism جي مڪتب فڪر ۾ ڳڻائي سگهجي ٿو. (هت اهو بہ سوچڻ گهرجي تہ اسان وٽ ٿيندڙ پرک ۾ فن جي جوڙجڪ جي مڪتب فڪر جي نڪتہ نگاهہ کان تمام گهڻين ڪهاڻيڪارن کي Realist سمجهيو ويجي ٿو. حالانڪ ائين نہ آهي. مثلا جمال ابڙي،

غلام رباني ۽ منهنجي لاءِ اهو چيو ويندو آهي تہ اهي Social realist آهن پر حقيقيت انهن تنهين ليکڪن جون ڪهاڻيون غور سان پڙهبيون تہ ليکڪن جي ڪردارن سان گهري Involvement ڏسڻ ۾ ايندي.ان ڪري ڪين Realist چوڻ بدران جيڪڏهن Sure realist جا سنا مثال رسول بخش پليجو، نسيم کرل ۽ غلام نبي مغل آهن. هت وري اهو سوال اٿندو تہ ڪردارن سان Involvement جي سلسلي ۾ آخر جديد نکتہ نگاه رکندڙ ڪهاڻيڪارن جن جو تعلق Stream of Conciousness Existantialism ۽ بئي جديد فڪر سان آهي، انهن کي ڪٿي بہ لکجي مثلاً آغا سليم، مانڪ، مشتاق شورو ۽ شوڪت حسين شوري جون ڪجهہ ڪهاڻيون؟ ان لاءِ عرض آهي تہ ڪردارن سان 'نسبتا وڌيڪ' Involve هئڻ جي بجاءِ مڪمل طرح تي Involve آهن، بيءَ صورت ۾ هو خود ڪردار آهن.

بهرحال خيرالنساءِ جعفريءَ جو فني نکتہ نگاه کان ڪهڙي بہ مڪتبہ فڪر سان تعلق هجي پر ڪهاڻيءَ ڏانهن سندس سخت Artistic approach هئڻ ڪري سندس ڪهاڻيڪارن ۾ اوچو مقام آهي.

**عبدالقادر جوڻيجو**



# حويليءَ کان هاسٽل تائين

ڇا آئون بہ ڪائي مومل آهيان! جا پيڻ کي پاڪر ۾ پري راڻي جو ويس ڪري اندر جي اُڇل کي آٿت ڏيئي سگهان ٿي ؟ ڇا منهنجو جيون! هي جيون بہ ڪوئي ريڊيو اسٽيشن آهي جو ڇيل پروگرام جي جاءِ تي باقي ڪوئي بہ پروگرام ڇيڙي مَن کي مالو ڪري سگهي ٿو! اِهي بہ سوال آهن. جي اڪثر غير مرد جيان منهنجي ذهن کي جسم سمجهي چنبڙي پوندا آهن. ۽ آئون پڙهيل ڪيل اُتم زادي ڪٽولي تي ليٽندي ليٽندي اِنهن ڏارين مگر خصي ٿيل خيالن مان حامل ٿيندي ٿيندي رهجي ويندي آهيان. ۽ سندم خانداني تقدس واري برتريءَ جو پرم ويندي ويندي رهجي ايندو آ. اُهو پرم جو منهنجو پڦيءَ کان نپاهيو نہ ٿيو. هن کي... رهجي ويو ۽ آئون... رهڻ کان رهجي ويندي آهيان- دراصل... رهڻ ۽... رهجي وڃڻ پنهنجي نوع کان ٻہ مختلف جملا سهي پر فرق منجهن فقط ٿوري ڦير جو آ- جو پلصراط جيان

هڪ کي زوريءَ جنت جون چاٻيون مڙهيو ڏين دنيا ٻنهين ۾ سرخرو ڪيو ڇڏي ۽ ٻئي کي خواريءَ جي ڪاري سان ڏرم مان ڏڪيو ڏار ڪري ... اِن ليکي سان جيون کي ڏاگهي جيڏا ڏک ڀائيندي بہ ٻئيءَ جي مقابلي ۾.... آئون ڀاڳ کي چڱي بخت جو ڀانيان ٿي.

ميحان ٿي مقدس آهي هيءَ حويلي- جنهنجي اوچين ديوارن تان سچ صدين کان لنگهڻ ڇڏي ڏنو آهي. ڏينهن جو تہ من حويليءَ تان ڪڏهن گذر ٿيو ئي ناهي نہ- هر وقت، هر سو رات ئي رات سان رسڻ پرچڻ ٿيندو رهندو آ. پوءِ جتي ڏينهن اچڻ ڇڏي ڏين. صرف رات ئي رات جو ديرو دڪندو رهي، اُتي ناجائز مال ڪيڏو نہ اُپائي ۽ نپائي سگهجي ٿو. پر سچ پچ صرف اُپائي ئي سگهجي ٿو، سڌي طرح نپائي هرگز نہ...

۽ تڏهن سرخروئيءَ جو وچولو انداز اسان ٻيو بہ سوچيو هو. پنهنجو خانداني تقدس بہ روا رهي، ۽ جسم کي جيئڻ لاءِ ٻارڻ بہ مهيا ٿيندو رهي، جي ٻن مختلف، پر ضروري تقاضائن کي نڀائڻ جو هڪ نئون انداز- سولي ۽ سپتي وجهہ سان- تڏهن جڏهن حويلي جا ڪنگر مٿي تمام مٿي تهائين مٿي هجن، ۽ حويليءَ جي ويڙهن ۾ اندر- تمام اندر تهائين اندر مسندن تي روح کي رانهن لاءِ خدمتون خاص انهن جون هجن. جن جو سنگ صدين کان آذان جي آواز ناتي 'بلاول' جي لچ سان مٺل هجي. مسندن تي. شهزادين سمان حاڪم زاديون- پيرانديءَ پريل بدن، زنجيري وارن ۽ چنجهي اکين سان حبشي ٻانهيون- پر جن تي روح جا راز- ايڏا جو الاءِ ڪيترين بيوس اکيون، ۽ پنيا وار مٽائن واري ڇڏجن، جبريلي جوت آڪا سندن پيڪا ڇڏيندڙ بدن ۾- جو هڪ دفعو سيني سان لاهين تہ سئو ورهن جا ذڪڙا لحظي ۾ لهيو وڃن.

ڪٿولي جي هيءَ نوار...

اَلاءِ ڪهڙو محرڪ آهي هن نوار جي نرميءَ ۾ بہ- جو هن تي ليٽندي ئي اَلاءِ ڪهڙن ڪهڙن ويچارن سان ويڙهجي ويندي آهيان- اَلاءِ ڇو ننگائپ اچي ويندي اٿم، سوچن ۾- مريض بنجي ويندي آهيان مانسڪ جي- هيڏي حويليءَ ۾ آهي ڪا ٻي مون جهڙي ڳهيلي نينگر- ماٺهن ليکي نينگر پڙهي لکي سنجيده ۽ سئو پري ٿي ٻئي آهي. پر منهنجي هن من ۾ جا پائي پت

متل آهي ان جا لياڪا تہ ڪڏهن ڪو اڪيئ مان بہ پائي نہ سگهيو- آڙي علم تہ انسان ڪي حالتن سان نباه ڪرڻ سيکاريندو آ- پوءِ مون چو حالتن کي قيرڻ لاءِ خود حالتن سان ٺي قيٽ ڪاڏي هئي؟... گهڻو وقت اڳي هڪ اهڙي بغاوت تي پنهنجي حويلي ڇڏي هاسٽل ڪان وچي نڪتي هئس، نہ تہ کهڙي نينگر نڪتي آهي حويليءَ ڪان ٻاهر اڄ ڏينهن تائين؟ ڪنهن ڏنو آ جڳن جي ريت کي ان طرح رينجندي؟

پر شايد هن حويليءَ جي مڪينن جون قسمتون ڪاتب تقدير اتي ٺي ڳري مرڻ لاءِ جوڙيون آهن- تڏهن تہ ٻن ٻن پتڪي وري اتي ٺي اچي پهتي آهيان- اهي ٺي پراڻا پيچرا- پهريان ٺي دڳ- اهي ٺي چگهه اهي ٺي لاٽون.

پلا ازل کان ٺي جن قسمتن ۾ محبت جي بنواس ۾ پڪشوءَ جيان ٻن ٻن پتڪڻ لکيل هجي، اهي ڪٽ ٿا هڪ هنڌ گوتم جيان گيان ۾ گهارين- شايد آئون بہ پڪشو آهيان. ۽ مون کي بہ ٻن ٻن پتڪڻ ٺي آهي.

پهرين ويڙهہ اندر ۾ تڏهن متي هئم، جڏهن ننڍڙي لاٺي حويليءَ ۾ هرڻ جيان چالون ڏيندي سون سريکي پڦيءَ کي ڏٺو هوم- جنهن جي ٻانهن ۾ پڪوڙجي سمهندي سمهندي چرکي پوندي هئس- هوءَ جڏهن چانديءَ جيان چمڪندڙ ٻانهون منهنجي گرد ورائيندي هئي- تڏهن پانءَ تہ ڪو سچ جو اولڙو آرسيءَ تي لڙي آيو آ هنڌ ۾!... پر سچ مچ اولڙو ڪونہ لٿو هو. واقعي سمورو سچ لهي آيو هو. انڪڻ تي جڏهن حويليءَ ۾ منهنجي پڦيءَ ڪان دين جي حفاظت ۾ آيل رشتن جي حفاظت نہ ٿي سگهي هئي.

حويليءَ لاءِ عام- ۽ پڦيءَ لاءِ خص خدمتن ۾ وقف ٿيل خاص الخاص ٻانهي. ڇئن سالن جو ٻالڪو ڇڏي پڦي کي پارت ڪري ان ديس سڌاري ويئي- جت جو ويو- وري ڪڏهن نہ وريو.

۽ تڏهن سندس خدمتن جي صلي ۾ پڦيءَ ٻالڪي جي نگهداشت جي ذميداري پاڻ تي ڪنئين... مجنون کي ليلا جو تہ ڪتو بہ پيارو لڳو هو... هي نيٺ بہ تہ انساني ٻار هو- جي هو ڪني شيدڪاٺي لچ مان تہ چا ٿي پيو- ڏاڍن تازن سان پليو- ڪن ڪن باداميون- پل پل پستا ڪاٺي.

پڦيءَ ڪري سڏيو هوس دين جو پٽ- ديني ديوارن جي حفاظت ۾ پلجندي- پسون کي نڪا جهل نڪا پل- جهٽ مچي مڙس ٿيو ـــــ ان مان

نکو ڪنهن کي اهنج نه کو اوکو.

پر اوچتو ئي اوچتو-

سچ لهڻ سان قيامت ڇانئجي وئي هرسو- جڏهن حويليءَ ۾ پوري هندستان جي تاريخ ڏوڪجي آئي-

ملڪ ڪافور جهڙي ڪماندر شيديءَ سان شهزادي رضيه جو نياءُ!

پُٽ مان پُٽ ائين ٿيو جيئن قدرت ڪٿي مان ڪٿون ڪري- ڪيڏا ڪوڪڙا متا هئا- حويليءَ ۾ تاريخ جي ان ورجاءَ تي- ڪيڏانهن ويون حفاظتي تدبيرون- ڇا ٿيو انسان جي اُتمهٽي جو- ڪهڙي لهر ۾ لڙي ويا سڀ شاهاڻا سلسلا!!!

ميان ٿي، ڀڦي منهنجي پوءِ به مقدس هئي- هوءَ ڪمتر ڪنهن به ريت نه هئي- شري ڪرشنا به ته چيو هو نه ته 'سڀ کان ڪمتر آهي اها عورت جا محض موقعن نه ملڻ جي ڪري پاڪدامن رهجي ويجي'- سو ان الزام کان بچڻ لاءِ جيڪڏهن ڀڦي منهنجي بقول ڪرشنا جي 'موهيندڙ مرد کي ڏسي ائين وڳهري وئي جيئن سج آڏو ريتانهون پٽر' ته ان ۾ ڀڦيءَ منهنجيءَ جو ڪهڙو ڏوه؟

ننڍي لاءِ ڪتابن ۾ هڪ پهاڪو پڙهيو هوم-

"پلي بک پرم جي... شال نه وڃي شان."

محاورو ناهڻ واري جو تعلق بک سان الاءِ ڪهڙو هو- جڏهن ته ان بک کي ئي متائڻ لاءِ انسان ڌرتيءَ تي آيو- ۽ جڳن کان جهيڙيندو آيو... 'شان' سان ڏءُ ته صرف خوديءَ جو ٿي ٿيو- پر هيءَ اندر جي بک به ته ريڻٽي هئي ڪنهن طرح-

مسئلو جي جسم کي جيارڻ جو ئي هجي- ته اکين کي ڏسڻ- ڪنن کي ٻڌڻ ۽ جسم کي جيئڻ جي بک کي منهن ڏيڻ لاءِ- ڪنهن ٻله جو سهارو وٺڻو ئي پوي ٿو- تڏهن ته ٿوري تي شڪر ڪندي... پاڻ کي پرپائڻ لاءِ- حويليءَ جي اندر حاڪم زادين کي انهن شيدڻين... "من وسلويٰ" جو ڪم ڏنو هو...

جڏهن آرياڻيون انهن حبشاڻين کي سيني سان لاهيو مراقبن ۾ مست هونديون هيون- تڏهن منهنجي اسرندڙ ذهن- ننڍا ننڍا ڪتاب هانءَ سان لاهي

Sublimation جو نئون طريقو ڳولهيو هو- ان کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ بابي سائين جو ويچاريو هوم- جنهنجي شڪل سالن کان منهنجي ذهن تان ڏنڌلي ٿي وئي هئي. بابو منهنجو هو سپ رنگ سانول- ڏسبو هو ڪڏهن ١٢-١٢ مهيني- سو بہ ان لاءِ تہ جنهن هنڌ کان نڪرجي، وري اتي ئي اچڻو پوي ٿو- جو ڏرتي آهي گول. فصل لهندا، بابو ايندو، پوءِ جو ڪيسا پري نڪتو ٻاهر تہ ١٢ مهيني يا نصيب!

۽ پوءِ الاءِ ڪيئن ڪيئن جهيڙي، ڪنهن ڪنهن سان جهيڙي، نڪري پئي هنس حويلي مان. علم سکڻ لاءِ چين تہ پري رهيو، پر هاسٽل سوڌي ايندي جي صعوبتون هن ساھ سٺيون، اها ڳالهہ ڪرڻ کان ڳري.

هاسٽل! منهنجي عملي محبت جي پهرين خوابگاه!! جنهن کي ساري هاڻ اچ بہ ائين هڇيو پويم، جيئن ڪائي اپاڳڻ، پنهنجي سهاڳ سان سنجوڳ جون پياريون پلڪون ساري.

سال رکيل هي پراڻا ويچار، اچ بہ اهڙا تازا آهن جڻ اجهو اجهو هينئر هينئر. يادن جي ممي خاني مان چندڪو ڪائي ٻاهر نڪتا هجن. هاسٽل جي پهرين رات! ها، هاسٽل جي پهرين رات...

سياري جو وڳڙو. ڇوڪرين اندر رومن ۾ جوڙا جوڙا ٿيو، هڪ ٻئي جي هنڌن ۾ گهڙيو، من مستيون ٿي ڪيون. ڪنهن ايڪڙ ٻيڪڙ مذاق ڪندي نيزا ڪائي ان جا چلڪا ٻيءَ کي وهائي ٿي ڪديا. ڪا هڪ اڌ اڪيلي ڇوڪري هنڌ يا ڪرسيءَ تي پنهنجي جسم کي ڍرو ڇڏيو ڪنهن وچڙيل وينجهار جي يادن ۾ گم هئي- ڪيڏو هيسيل ۽ آپاٽڪو هو منهنجو من. ان ڏينهن، ڏينهن وارن احساسن هيڪاري من کي ڳوڙو ۽ وياڪل بڻائي وڌو هو.

ان ڏينهن ڪلاسن ۾ بہ تہ ڪجهہ سمجهہ ۾ ڪونہ آيو هوم. دماغ دبيل ۽ سمجهہ ساٿي پاڻي هئم. پريشان ٿي ٻاهر هلي آئي هئس. ڪلاس جي... سامهون نظر نهار تائين وڏو وڏو ڦهليل لان. لان تي پري پري تائين پلٿي ماري وينل ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون. پر ۾ ڪاريڊور جي ٻنڌ تي وينل جوڙا. وڏي وڏي ڇوٽين سان ڇوڪريون... ڇوڪرا.

هرسو کل، مذاق ۽ مسخري...

ڪليو آسمان... هلڪي روشني... ٿڌي ۽ تازي هوا...

وايومنڊل اهڙو منڊائتو ڏسي هوائن من کي لڳڻ شروع ڪيو. هوا جي هلڪورن تي هوريان هوريان اندر جي اونهاين ۾ ڪو ستل شڪاري ننڊ ڪڙا نيڻ کڻي مٿي نهارڻ لڳو. اکين جي دونالي بندوق کڻي سيڌ ۾ آتي هن سامهون نهاريو.

پر هي ڇا؟ هر طرف Stricktly prohibited جو بورڊ!

اندران ڪنهن مون کي ننڊڻ شروع ڪيو.

تون اُتم زادي آهين سلطانہ- اندر جي آمي' کي تنهنجي پنڊتن جي ناهي خبر شايد... اِن اندر جي ڪافر کي ڪلمون پڙهائي سمهاري ڇڏ... هي اڪون پلي ڇڏ... ماحول جون هي رسمون توکي روائينديون ڪين... شڪاريءَ جي هٿان بندوق ڇڏائجي ويئي. من ۾ ڪنهن ڇڙا ڪورا جو احساس ڇڏي ڪنيل نظرون پنهنجو پاڻ ڪري ويون.

ايڏي مايوسيءَ ڪان پوءِ بہ الاءِ ڇو... ڪنهن جهيڻي ترشنا جو احساس... ڪنهن بيقراريءَ ۽ بيزاريءَ جو داہو...

ذات نيات جو چڪر... جنت جي آچ... دوزخ جو دڙڪو... سماجي اُتم پٽو پاٺيءَ ۾ ڪنهن پاچولي جيان ہڏي تري رهيا هنا.

ان پهرئين ڏينهن ئي دل انيڪ قسمن جو دہالٽ محسوس ڪيو هو. جسم ۾ ٽوٽ هئي- روح ۾ ٽوٽ... سرير ڪڏهن سوٽ ڪڏهن ساٿو.

پاڻ کي سمجهايم: اهڙي جي ڪيفيت رهي من جي تہ پڙهيئن سلطانہ تون بہ... شعلا تہ هميشہ مشعلن جي ميراث رهيا آهن. تو انهن کي مشعلن مان چني پنهنجي شڪتيءَ کي ڇو شعلہ زار بنايو آ... هي هلڪو هلڪو تؤ... هي دہيون دہيون چڻنگون- هي ڪتاب، ڪاغذ ساهہ سرير درو ديوار سڀ ڇڻ ڪنهن شعلن جي لاٽ مان لنگهي رهيا آهن... تون حاڪم زادي آهين سلطانہ- مارئي تہ مقدس من سان، آڳ مان لنگهي آڳ کي گلزار بنائي وڌو هو، هي تنهنجو ڪهڙو تقدس آ رائي جو ٿڌيءَ کي تتي ۽ تتيءَ کي تيلي ڏيو وجهين... ۽ پوءِ الاءِ ڪهڙا ويچار ويڙهي سيڙهي سيرانديءَ رکي، اچي پنجي رهي هنس پلنگ تي.

ٻاڻ انڌيارن ۾ اندر جي پٽن ۾ پٽڪندي ٻتي ٻه ته نه ٻاري هنم روم جي- تڏهن اوچتو وڃهن واري وڏي چوڪٽ تان چڪ هڻڻ جي آواز سان روشني ڦهلڻ جو احساس ٿيو هوم.

ڪنهن روم ۾ اڃي ٻٽڻ دٻائي روشني ڦهلائي هئي.

اهڙي ڪليش جي موسم ۾ قدرت آسمان تان من سلويٰ لاٿو هو. تيئن اوچتو رضوانه لٿي هئي آڪاس تان. جنهن ٻٽڻ سان گڏ من جي ڪا ڪل دٻائي اوچتو روشنيون وکيري ڇڏيون هيون اندر ۾...

روشني روم ۾ ڦهليل هئي... روشني منهنجي روح ۾ به ڦهليل هئي. رضوانه منهنجي روشنين جي پيامبر، جنهن سان پريت ونڊيندي مون حيات جا الاءِ ڪيترا ڏينهن ساٿس هڪ ڪلاس، هڪ روم ۽ هڪ هنڌ تي گذاريا.

جيئڻ جا ڪي ٻيا ڏانءَ به ٿيندا هوندا پر مون هڪ ڏانءُ سکيو هو ڪانئس ۽ سوچيو هوم... ته جيئڻ جو جواز ڪجهه ته ممڪن آهي. جي حياتي ۾ رضوءَ جون وفاداريون ساڻ رهن... ۽ شايد ان ئي ويلا ڪو ڪاتب تقدير ڪي به ڪو قلم هيو هٿ ۾. جو تڏهن ته اُتي جو اُتي هڪ رهڙ سان ٻنهين جي انگن کي هڪ ئي ڍنگ سان جڪڙي ڇڏيئين...

ياد اٿم هوءَ ٻتي ٻاري اچي منهنجي پيرانديءَ کان ويٺي هئي. چيو هئين؛ آئون تنهنجي روم- ميٽ رضوانه آهيان. اڄ انگلش پڪچر جو پروگرام نهيو هو سو وٺي هئس اوڏي. آئنده ٻئي توکي به اڪيلو نه ڇڏبو."

هن منهنجي اکين ۾ عجب نظرن سان نهاريو. اکيون نه هيون... پر ڪا ويبسٽر جي ڊڪشنري، جنهن ۾ پيار ۽ اُڪير جا مڙئي اکر اکري آيا هئا... پر تڏهن ذهن هوم دٻالٽ- سو اکرن جي اُچارن کي پروڙي ڪانه سگهي هئس. البت ايترو سو سمجهيم ته انهن نظرن پويان ڪي لفظ هئا- انهن لفظن پويان ڪا معنيٰ هئي ۽ ان معنيٰ پويان ڪي مقصد هئا... جن جي نسبت الاءِ ٻنهين مان ڪنهن هڪ سان وڃيو ٿي ملي. يا ته سندم وجود ئي هو ڪو همدرديءَ جوڳو، جنهن کي هن پيار جي ٻالوٽ سان جيارڻ ٿي چاهيو. يا ته ذهن ۾ هئس، شام واري انگلش پڪچر جو پرتوؤ... جنهن کي هن مون تي آزمائڻ ٿي چاهيو...

مون اکين جا پَلر چڪي مٿي ٿي ڏانهس نهاريو... الاءِ پيارڙي هئي ڪن

لڳي هئي... پر ياد اٿم تہ من کي ڏاڍي وڻي هئي. پريل بدن، سونهري رنگ، چپن تي گهري گهري لپسٽڪ جو ليپ... چپ! بقول ڪنهن جي "ڪجھ بند ڪجھ کليل شرير چپ"... جي پين چپن تي اُچن تہ لڳي، چڻ خون جي وهڪ ۾ چٽنگون مچي پيون آهن، چڻ جذبو وگهري خون ۽ خون وڳري شعلا ۽ شعلا پڇري چميون بنجي ويا هجن.

ڪيڏي وڻي هئم... ڪيڏي وڻي هئم... تڏهن تہ شايد اِن پوَ ڪان تہ ڪٽي ايڏو پيار پرڙا هئي منهنجي اکين مان اُڏري نہ ويجي... اکيون پوري ڇڏيون هئم. هوءَ هراسجي پيرانديءَ ڇڏي اچي سيرانديءَ بيٺي. الائجي هراس هوس ڪن حرامپائي- پر مان بند اکين سان ڪجھ ڏسي ڪانہ سگهي هئس. البت ايتري ويجهي قربت سان هن جي لپسٽڪ جي خوشبو منهنجي روح ۾ گهڙي وئي هئي... هن جا گرم گرم چپ منهنجي سوچن سان سنيا ٿي منهنجي ذهن تي ترڪڻ لڳا... نرم نرم ڳاڙها چپ- بقول بوسفيلڊ "جن حو گرم گرم لمس جيڪر روح جي زخمن کي ريتي ڇڏي-" ياد اٿم تہ هن منهنجي منهن تي منهن رکي ڪي لفظ چيا... جي گهري گهري اُماس ۾ آتي ئي گم ٿي ويا. پرندڙ بلب هوريان هوريان حواسن تان هٽي ويو... چڻ هيڪر وري اندرين جي لهر ۾ لڙهندي وڃان... پر ان لڙهڻ ۾ لٽي هئي پوَ نہ هو...

جسم جو جسم سان الجهاءُ، موت ۾ روح جي ايڏي سلجهن! پهريون تجربو. ڪائنات جي هن ڪايا ۾ جسم جي رعنائي ايڏي هوشربا!! پيو تجربو. سرير ۾ ايڏي سونهن جنهن کي اندرين ۾ ڏسي نہ پر محسوس ڪري سگهجي ٿو!!! ٽيون تجربو.

واقعي ملڪ ڪافور کي جئي! پهرين ٿي وجھ ۾ رات جي ٽن تجربن- جن پوءِ جسم جي گاڏي کي اڳيان رڙهڻ لاءِ ڊيزل جو ڪم ڏنو...

سچ تہ هاسٽل جي پهرئين ڏينهن ڪلاس ۾ Theory جيڪي ڏنجھ ڏنا، اوترو ئي رات وارو Practical رانهين ويم روح کي...

ٻئي ڏينهن سائي مٿري ڪلاس ۾ تاريخ ۽ جاگرافي پڙهي بيڪڙين دروازن ۾ ان کي ۾ بيڪڙهڪن ۾ ٿي ورحاتي ... پريت کي راند نہ ... رضوءَ کي بيجي مڪري ضرور پاتيم... نئي سوندي لاشعور ۾ رسيل

هئم هڪ حويليءَ جي ريت جنهن کي پر کي ڏنم هاسٽل ۾- پهرئين ئي ڏڪ جي ٽن تجربن ۾ سمجهي ويس تہ علم واقعي ٿيوري آهي، پر صرف علم ٿيوري ناهي. علم جيسين پريڪٽيڪل ناهي تيسين فقط ٿيوري علم ناهي. ڏينهن جو ڪلاس ۾ ٿيوري، رات جو روم ۾ پريڪٽيڪل... راتين پويان راتيون- ڏينهن پويان ڏينهن لنگهڻ لڳا هئا...

منهنجو علم بہ وڌڻ لڳو هو- پڙهيو هوم- الاءِ ڪيڏي وڏي وسعت آهي ڪائنات ۾- آڪاس تي ألاءِ گهڻا وڏا ۽ ڪهڙا ڪهڙا سياره آهن. زهره- شمس- عطارد- سج- چنڊ- ڌرتي... هڪ گول ننڍڙو دائرو آهي. انهن سيارن اڳيان انهن سيارن تان بهي جي هيٺ ڌرتيءَ تي نظر اُڇلبي تہ هڪ ٽبڪو نظر ايندي- پر جي اهو ٽبڪو آچي ويجي اکين ۾ تہ الاءِ ڪيترا گره ۽ سيارا واري ڇڏجن مٿانئس...

رضوءَ کي بہ تہ بانهن ۾ پري سمجهندي هئس سڄي ڌرتي سموئجي آئي آ منهنجي سرير ۾... هڪ ٽبڪو، پر الائجي ڪيڏا ور وڪڙ... زاويا اونچايون ۽ گهرايون هيون اُن ۾- محسوس ٿينديون هئم منجهس ڪينجهر جو گهريون گهريون گهرايون- ڪارونجهر جيان وس ۾ ايندڙ اوڀاريون... سٽيا سنيا چيڪي مٽيءَ جا پيٽ، لسڙيون لسڙيون ترايون..

ايڏو حسن، ايڏا زاويا ڏسي محسوس ٿيندو هوم پاڻ ۾ هڪ وحشي پر مار... جنهن ان جسم جي ڌرتي کي ڪنبڻ ۽ ڪوئڻ ٿي چاهيو- تر تر پيهڻ ٿي چاهيو- لوئڻ ۽ نچوئڻ ٿي چاهيو تڏهن تہ منهنجو سڄو جسم، هٿ، لب ۽ لمس جاگرافي جي جوڙي جيان هن جي جسم تي جهپٽي پوندا هئا... هن جي جسم جي جاگرافي تي نظر رکي ئي ٿي تہ مون کي ڪلاس ۾ ڪڏهن تاريخ ڏکي نہ لڳي... سمجهي ويندي هئس اهي سبب جنهن ڪري ڏاريان پرمار ڳڪ جيان لڳڙ ٿي چو لڳي پوندا هئا وسندي وستين تي، چو ٻاهريان پرمار اُچي- پر گهٽ ٿيندا هئا ڪنهن پرٿويءَ تي.

تڏهن تہ تاريخ جي ورجاءَ جيان هاسٽل جي هر رات پاڻ کي ائين ئي ورجائيندي هئي.

اُڪنڊ ۽ اُڪير- ڪير نڪاڻي- ۽ ڪنهن ڪان لڪائي تي سيني کي تہ

پروڙ پئجي ويئي اسان جي پريت جي...

هاسٽلرز ڪلنديون هيون... چيڙينديون هيون اسان کي.

"هو اوهان جو... ۽ اوهان هنن جو لباس آهيو." ها. واقعي شايد اسان هڪ ٻئي جو لباس آهيون- بقول موهن ڪلپنا، اسين باغ عدن جا فرشتا ناهيون... اسان جي اکين ۾ اُهي ڀيد آهن جي لباس جي پويان ٻـ جسم ڏسي سگهن ٿا!

رضو! لاشڪ تہ جنهن کي مون حواسن سان ڏسي نہ پر احساس سان محسوس ڪري ڏٺو هو.

پر لباس جي اندر جسم- جسم جي اندر ٻـ تہ ڪا جهيڙ ٿي سگهي ٿي- تڏهن تہ هو اوهان جو- ۽ اوهين هنن جو لباس آهيو... هو اوهان جو ۽ اوهين هنن جي پناهہ آهيو! جهڙا جملا هرو ڀرو ڪنهن عتاب جيان ڳوڙو ڪري وجهندا هئا من کي...

رات ڀل ڪٽي وقتي وندر لاءِ هئي ٻـ سهي- پر ڏينهن ٻـ تہ اوتروئي ڏانوٽيو بيٺا هئا ڏکن کي.

هوريان هوريان رات ٽرڻ سان اندر جا گرم گرم احساس. پنيرڪي جي ماڪ ۾ پچي پچي نستا ٿي پوندا هئا- جي باک ڦٽڻ سان لاشن سمان ضمير کي چنبڙي پوندا هئا- جي پينو بار جيان ڇڏائي نہ ڇڏين الاءِ ڇو کي لاشا ضمير کي بيطرح ضربيندا آهن ڪجهہ اُجهاٽيل آس جو وڏيڪ احساس ڏياريندا آهن- تڏهن تہ سر تي الاءِ ڪهڙا ۽ ڪيڏا بوجهہ ڊوئي ڏينهن جو منڊين منڊين اکين سان نهاريندي هنس هر ڪنهن ڏي.

الاءِ گهڻا دفعا خيال آيو هوم تہ پاڻ تان اها ساداتي تقدس جي چادر لاهي ان ۾ ڪنهن ڪفن سمان انهن آزاريندڙ احساسن جا لاشا پوري پري ڦٽو ڪري ڇڏيان زندگي گذاريان هلڪي ڦلڪي ڪنهن رواجي نينگر وانگر... جنهن ۾ واقعي لباس جي عظمت برقرار رهي سگهي... سچ پچ ڪوئي مون لاءِ ۽ ڪنهن لاءِ آئون ڏک ٻنجي وڃان...

پلا هي احساسن جا بار... شرم عتاب ۽ گهٽتائيءَ جا خيال- ذات نيات جا چڪر- اندر جا اُڌما سيئي هڪ وقت وارو ڪري مون کي مريض نہ بنائي وجهن ها ما ـسڪ جو...

ميان ٿي جا زندگي مون ٿي گذاري نارمل، نہ هئي ڪنهن نوع ڪان- انسان جي سماجي جانور آهي... ۽ عقيدتن آسين جي مساوات جا قائل آهيون- تہ آئون ڇو باقي سماج ڪان اُتم پانيان پاڻ ڪي... ڪو عام ماڻهو مون تائين رسي نہ سگهي... ڪنهن عام تائين رسڻ لاءِ آئون هيٺ لهي نہ سگهان... تہ ڪٿان رهي ها لائق نارمل.

تڏهن تہ روز صبح جو آرسيءَ تي بيهي پنهنجي نستي ۽ نپل ڇهري کي ڏسي اندر ۾ ڪنهن مزيد داب ۽ زور جي گهٽتا پائيندي آهيان- روز ڪنهن بيوسي ۽ بيقراريءَ جو احساس ويچاريندي آهيان... آرسيءَ آڏو پنهنجي اکين ۾ اکيون پائي اندر پتلين ۾ ويٺل هڪ دالو پارڙو ڏسندي آهيان- ۽ پاڻ کي اُن سان پيٽيندي آهيان... ڇا ڇريو هو منهنجو من- پالڪي راما جيئن! ڪنهن آرسيءَ کي گود ۾ پري پانيو هئين چنڊ منهنجن چرنن ۾ اچي ويو آ...

سچ تہ ڇريو هو منهنجو من... چنڊ تہ پري- بنهہ پري- پولارن ڪان پري هو- صرف گود ۾ لهي آيل اولڙي کي ڏسي دلبي ۾ اچي وئي هئس روز روز دلبا! انهن دلبن سان ئي Adjustment!!

ڪير ٿو چوي تہ جيئڻ لاءِ ڪوڙائي صحيح پر جواز ضروري ناهن؟ ڪير ٿو چوي تہ حقيقتون جي واقعي ڪوڪليون هجن تہ صرف دلبا ڪافي ناهن؟؟

رضو! منهنجو حالتن سان Compromise جو اُهجاڻ! منهنجي هم نشين- منهنجي غمگسار-

جنهن کي آخري دفعو بدلائيندي ســندم آڏو صلاح الدين جو هڪ جملو ورجايو هوم رضو- توڪان چاهڻ جي تمنا جيتري قدر مون ڪئي آهي، ديوتائن اوتري پاڻ مڃائڻ جي بہ نہ ڪئي هوندي.

پر انهن آخري ڏينهن ۾ هن تي انهن جملن جو ڪوئي اثر نہ ٿيو هو... شايد جن اکين- ۾ پرش جي پريت سمائجي وڃي اُهي اکيون- سڀ اکيون- محمود غزنوي، جون بنجي ونديون آهن- جنهن بت شڪن جو لقب ورتو هو سومناٿ جا الاءِ گهڻا بت پيڃي- هئي نہ پنهنجي اندرئين پرمار جي آنا جي تسڪين- نہ تہ هن جي پنهنجي ساهہ ۾ ڪي سومناٿ ڪين سانپيل هوندا ڇا؟...

ها ته- ڌرتي جو سڀ کان اهم قضيو اهو هو جنهن جو ذڪر الاءِ ڇو قرآن ۾ نه آيو نه... رضوءَ مون کان اکيون بدليون هيون- هن جي اکين ۾ ڪنهن مرد جي محبت سمائي هئي-

هجان ها آئون به ڪو مرد ته- جيڪر عمر جيان چاڙهي وجانس ها ڪرهي ته ڪڏهوڪو- پر، هاءِ ڙي هي عورت پڻو! ۴۰۱ دفعه مرد کان مضبوط احساس هوندي به ڪلها هئم ڪمزور... ۽ مثان ٽريجڊي اِها ته رضو واقعي پنهنجون اکيون بدليون هيون- هوءَ بيرخي برتڻ لڳي هئي مون سان.

مَن وديا وارن جو چوڻ آهي- ته جي حساس ماڻهو کي درگذر ڪبو ته هو پنهنجي عمر کان ڏهه سال اڳي ئي درگور ٿي ويندو- ڀلا جي من جو مسيحائي اکيون ڦيري وجهي ته ڪنهن کان پڇندو- ۽ ڪير چاهيندو جيئڻ- ڪٽ رهنديون حيات جون باقي رنگينيون- ۽ ڪنهن کان پڇندو ڪائڻ ۽ ڪوئڻ- حيات جي هرشيءِ تچ نه لڳندي من کي؟- جڏهن ته ڪپڙن مان نرمي- ڪاٺي مان گرمي ۽ ڪل مان شوخي ئي نڪري وڃي.

تڏهن موت کي برحق چاٽي، قسطن ۾ قبولڻ جو فيصلو ڪيو هوم... هوريان هوريان... آهسته آهسته- آه در آه- هاسٽلرز مون کي ڏسي سسڪا هنديون هيون.

"رضوان اڄڪلهه Part III واري عاصم سان Attach آ... پڪ آهن سان جهٽ شادي به پئي ڪري."

"پئي هونئن به روشني وڪيرڻ لاءِ ضروري آ ته Positive ڪرنٽ کي Negative سان لڳائجي... اگر سائين به ڪرنٽ ٿيا هڪ جهڙا ته نتيجو آهي فيوز!"

"رضو اڄ ڪلهه روشنين ۾ آ..."

"سلطانه ويچاريءَ جو ته فيوز ئي فش!"

اهڙا ريمارڪس ٻڌي ڪيڏي شدت سان احساس ٿيندو هوم پنهنجي زندگيءَ جي بيڪاري جو... جڻ زندگي نه هئي ڪو رگيل رئو هئي- جنهن کي ڪنهن پاٺي مان ڪڍي اُس ۾ ڦهلائي ڇڏيو هجي- جا بجا اَڏريل رنگ... داغ... داٽ ڦٽ.

اڙي سلطانه... تون سماج ۾ ايڏو اوچو مقام رکين ٿي ڇُهيلي- اُن جي

زندگي ته ڪنهن ثقيل ڪتاب ۾ ڪنهن اهم سيٽ سمان به ناهي جنهن کي ڪٿي اندر لاٿين ٿي ڪري سگهجي-

انهن احساسن ٿي ڏنجايو هوم جو هر شيءِ تياڳي ويچي پنجي رهي هنس پلنگ تي- ڪنهن اڪيلائي ۽ اُپائڪائي جي شدت سان- ياد ٿم هوءِ شروع شروع ۾ ٿورو گهڻو پڇندي به هئي، خيال رکندي به هئي- پر پوءِ...

هڪ لڳان اٿين ٿي هيڊ هاريل منهن سان ٻاهر آڳر ۾ پئي هئس ته هن ٻاهران گيٽ مان مرڪندڙ منهن ڪڍي اندر نهاريو هو... مون تي اوچتو نظر پيس ته جهٽ منهن تي سنجيدگي طاري ڪري پڇيو هئين "اڙي تو اڃ به پنهنجي ماني نه کاڌي!- مان ٿورو ٻاهر هلي وئي هئس- پلا هينئر بک اٿئي؟ چيم "ها. ڏک اٿم ته سهي رضو." الاءِ ڇو من ڪنهن ڦوڪيل ڦوڪڻي جيان ڦسي پيو... ڳوڙهن جو لڙيون ڳلهن کي لڳي ويون. "جي اهي ئي آزار بخشا هئي، رضو ته ڳنڍيو ڇو هئي... ڇا ڇنڻ لاءِ؟" هن سنجيدگيءَ سان چيو- "آئون نه ته ڪا ٻي سهي- تون پل پيچي بدلائي ڇڏ..."

"مون کي تنهنجي همدردي ۽ ڏيان جي ضرورت آهي رضو... ڪنهن پيچيءَ جي نه- هيءَ هيڏي ساري پريت ڪا راند ته نه هئي رضو؟"

وراٽيئين: "هي پريت محض تنهنجي ذهن جي اختراع آهي ورنه هر جاندار سڏي يا اڻ سڏي طرح پنهنجي ٿي ضرورتن جو محتاج آهي." "منهنجي ضرورت تون- ۽ آئون تنهنجي محتاج آهيان رضو" مون چيو. چوڻ لڳي "هو آئيڊن جو نظريو نه پڙهيو ٿئي ته هر جاندار پنهنجي ئي ضرورتن جو محتاج آهي- ايتريقدر جو ڪڪڙ جو آرو به ممتا جي ڪشش ناهي- پر محض مسلسل آنن لاهڻ ڪري مڪاني سوزش ۽ سوچ کي ٺارڻ جو هڪ طريقو: خبر ٿئي سلطانه- هن مرڪي مزيد وار ڪيو ثبوت ثابت ڪرڻ لاءِ هن نر ڪڪڙ کي پچيءَ تي ڪارا مرچ هڻي آري تي جو ويهاريو ته هن بنهه ماديءَ جون سڪون لاٿيون هيون...

اهو ٻڌڻ کان پوءِ قيامت جو ڏينهن بيو ڪهڙو هو. مون کي خبر نه هئي...

'بس' هاڻ ته ناڪار جو ڪوبه پاسو نه آهي، جي مصداق هن آڏو ليلائڻ ڇڏي ڏنو هوم... هن کي حالتن جي وس ۽ پاڻ کي قسمت جي وس سمجهي پنهنجن چپن تي خاموشيءَ جي مهر هڻي ڇڏي هئم... هن ته پاڻ تان ڏوه

لاهي سڀ ڏوھ ڏنو هو منهنجي ڪتنب ۽ ڪيڙ ڪي... پر مون سڀ پنهنجي ڪرم ڪان ڪري ڀانيو هو. چپ ڪانسوءِ ڪو ٻيو چارو نہ ڏسي ٿي تہ چپ ٿي وئي هئس... هڪ دفعو نرجي ٿي پڇيومانس اڄ هيڏي دير ڪاڏي وئي هئين رضو-؟ چيو هئين "Walk تي..." "ڪو وقت هو جڏهن مون ڪان سواءِ Walk ۾ مزو نہ ايندو هئي... هاڻي شايد اچيئي ٿو..."

چيئن "اخلاقاً نہ اچڻ ڪپي- پر اصولن اچي ٿو. ۽ سچ مچ اچي ٿو... خبر ٿئي نہ سلطانہ... منهنجي شادي جي ڊيٽ Fix ٿي وئي آهي." "تو ڪڏهن ٻڌايو ئي ڪونہ..." مون ڳالھ ٽاريندي چيو - پر هن جملو جاري رکيو - "سچ سلطانہ...Opposite sex جو فيور ولي ڏس اهڙي تازگي ٿي اچي وڃي طبيعت ۾... جڏهن عاصم صرف تعريفي ئي نگاهن سان مان ڏي نهاريندو آ... تہ محسوس ٿيندو ٿم - مان، مان ناهيان بلڪہ مادام ڪيوري آهيان ۽ اجهو، اجهو ڪنهن ١٠ لکن جي چيڪ تي صحيح ڪري آئي آهيان... ايڏو اعتماد، ايڏو حوصلو پرجي ايندو اٿم پاڻ ۾- جڻ زندگي جو هر ليکو سولو ٿي پيو هجي... سچ سلطانہ جيڪو Security جو احساس ۽ تحفظ جو خيال هڪ سني ساٿي مان ٿو ملي... اهڙي امان ۽ اهڙي پناھ ٻي ڪٿي؟ تون بہ انهن جُوني نياٽن مان ڪڍي ڇڏ پاڻ کي. پنهنجي شخصيت کي سنوارڻ لاءِ ڪنهن مضبوط سهاري جي آڏ وٺ. جنهنجو هٿ تنهنجي هٿ ۾ اعتماد جي لهر آڻي ڇڏي- حيات ۾ نياءُ جو اهوئي سلسلو سپاويڪ آ... باقي ان نوع جو هر فرضي پيار Perverted آ... جو وقتي وهنوار جي وندر تہ ٿي سگهي ٿو پر من کي ڏوتل پوتل ڪهڙي جيان پوتر نٿو بنائي. آسپاويڪ پريمن ۾ رکيوئي ڇاهي، رڳو پڇ ۽ پاپ، پڇتاءُ ۽ پيڙا! پاڻ کي انهن اٽڪائن مان آزاد ڪر... ان Deception مان ڪڍي وٺ... آزاد ڪر پاڻ کي سچ سلطانہ آزاد ڪر..."

'هيئن ڪرڻ گهرجي' ۽ 'هوئنئن ڪرڻ گهرجي' جي فارمولا تي جيڪر هلڻ ممڪن هجي ها تہ زندگي کي آلجبرا جي فارمولا پٽاندر ڪاٿوءَ کي ڪاٿوءَ سان جوڙي 'جوڙ' نہ بنائي سگهجي ها- جيون ڪمپيوٽر جيان رڳو منافعي جا ڪارڊ نہ پاسيرا ڪندو وڃي ها- پر هتي تہ ڳالھ هئي Taboos

جي سفر ۾ پٽڪيل اُن مسافر جي، جنهن جي هٿن ۾ هٿا رڳو ڪاٺوءَ جا نشان– پوءِ اهي مسافر جن جي منزل جو ڪو خاص تعين نہ هجي، پيار جي هر ننڍڙي ننڍڙي اسٽيشن تي پنهنجي ساهہ جو سمورو سامان لهڻي هيٺ لهي پوندا آهن... اهو ڄاڻندي بہ تہ اسٽيشن غلط ۽ بيحد فاني آهي.

آءٌ بہ بن بن پٽڪيل مسافر هئس، پيار جي آسري ڪنهن غلط اسٽيشن تي لهي پئي هئس...

ڪنهن ڇيو جا ٽاڪ ٿو هر جيان ڪندا ڏي اوهان ڪي، اهو هنڌ ئي ڇڏي هليا ويچو.

ان ڪان پهرين جو رضو شاديءَ جي لمبي موڪل تي هٿان هلي ويجي ڇو نہ آءٌ ئي اهي ماڳ مٿي ويحان– تڏهن اٿي هوريان هوريان نستي بدن ۽ جهريل جيءَ سان ميز تان ڪتاب ۽ ڪٻٽ مان ڪپڙا ڪڍيا هئم... سپ ليڪا چوڪا لاهي سامان پيتين ۾ ۽ الاءِ ڪيڏا سور سيني ۾ سموهي آخري وار رضوءَ ڪان موڪلائڻ وئي هئس...

ڇيومانس. "آئون وڃان پئي رضو." پڇيو هئين "ڪيڏانهن–؟"

ڏبج وڇان وراٺيومانس "پنهنجي پراڻي حويليءَ ڏانهن... اسين جتان آيا آهيون... اسان ڪي واپس اتي موٽي اچڻو آ..."

اڄ هن حويليءَ ۾ آئي ڪي سال ٿيا... حويلي! منهنجو اصلي مسڪن– منهنجي پراڻي پناهگاهہ– جنهنجي مقدس ڪنگرن تان سج ڪڏهوڪو لنگهڻ ڇڏي ڏنو آ... رات ويلا بين آرياٽين جيان ڪنهن بلاؤز ڪي پاڪر ۾ پري زندگي پٽراميشم جيان پنهنجي ئي وجود جهڙي حصي سان لٽي ۾ اچي لڙهڻ لڳندي آهي... روز جيان جسم سان جسم جي ٽڪراءُ سان احساس گرم ٿي ويندا آهن– عام ماڻهو جيان منهنجا بہ لنئوٽا تهندا ۽ رڳون تاڻجي ويندبون آهن. انڌيرن جي خوف ڪان... ڪن بستري جي پوَ ڪان سماج، اُتم پٽو ۽ ساداتي تقدس سپ ساٿ ڇڏي پري هليا ويندا آهن– هوريان هوريان هميشہ رات جي پوئين پهر جي ماڪ ۾ اهي احساس پڄي پڄي نستا ٿي پوندا آهن... باڪ ڦٽڻ سان اهي نستا احساس لاشن سمان منهنجي ضمير ڪي ضربون هڻڻ شروع ڪندا آهن... اهوئي ڪنهن اڻ ڏٺي پاپ ۽ پيڙا جو احساس! ڪنهن پڇ ۽ پڇتاءُ جي پوڄنا!!

ڪنهن ڪاتب تقدير ڪان ڪا شڪايت نہ آهي- شايد اهوئي اسان جو در ڀاڳ آهي... پر ڪڏهن ويچارن جي ويرن ۾ لڙهندي لڙهندي اڪثر پاڻ ڪان پڇيو اٿم "ڇا آءٌ بہ ڪائي مومل آهيان- جا پيڻ ڪي پاڪر ۾ پري راتي جو ويس ڪري اندر جي اُڇل ڪي اُٿت ڏيئي سگهان ٿي؟ ڇا منهنجو جيون- هي جيون بہ ڪوئي ريڊيو اسٽيشن آهي جو ڇپيل پروگرام جي جاءِ تي ڪوئي بہ پروگرام ڇيڙي من ڪي مانو ڪري سگهي ٿو؟؟

اهي بہ سوال آهن جي غير مرد جيان اڪثر منهنجي ذهن ڪي جسم سمجهي...



# پيڙا جو پڙلاءُ

ڪڏهن ڪڏهن ڪتابي علم به انسان کي ڪيڏو نه بيويساهه ۽ بزدل بڻايو وجهي، ان جي شايد توکي سڌ نه هجي- جو تون ان ماحول ۾ اچڻ کان پوءِ به ان لڄ کان آجوئي رهين، ورنه هيڏو ڏيساور ڏورڻ- پئسا خرچ ڪرڻ- پنهنجن کان پري ٿيڻ سب اجايا ته ڪين هئا!!

'بوسٽن' اچي ته تنهنجون روشون اهي ئي رهيون جي شايد تنهنجون پنهنجي ديس ۾...

ها دوست، تون جو ايتري لوڏ سان ٿي هلين- بارن ۾ ٿي وينين ۽ گرل فرينڊز سان ٿي گهمين.

مان به هتي تعليم سانگي آئي هيس ۽ تون به، پر هت اچي اسان ٻنهي جا 'مطلب' ساڳيا هوندي به 'منزلون' بدلجي ويون هيون يا منزلون ساڳيون هجڻ کان پوءِ به گس مٽجي ويا هئا...

ٻاڻ ٻنهي مان غلط ڪير هو ۽ صحيح ڪير؟- ان جو فيصلو ته وقت به نه

ڪري سگهيوَ. جو چڱائي ۽ لڱائي غلط ۽ صحيح جون جوڙون اسان پاڻ ئي نه جوڙيون آهن. وقت ۽ حالتن، جا سانچا انسان کي به مينڻ جيان مٿايو ڇڏين ته معيارن کي به اڄ تون چوندين ته تون صحيح هئين ۽ مان پائيندس مان. باقي "حقيقت" جو "ڪاٺو" اڇي سو ڪٿان؟

تون ۽ مان هڪ ڪناري جون ڇڻ به ڪُنڊون هئاسين، جن جا رخ ڇڻ ازل کان جدا.

تون درياءَ جي مست وهڪري جيان جتان چاهئي اتان لنگهندو وئين. زندگي جي هر تجربي کي پاڻ ۾ پائي- بي فڪر ٿي رُوم ۾ هلندو وئين؛ جيئن جو، پانيءَ تيئن ڪيءُ، سوچڻ ۽ لوچڻ تنهنجي اڳيان اجايا هئا. تو آڏو زندگي جو ساز رڳو موج ۽ مستي جي آواز لاءِ هو. پنهنجي هر ڪرڻي کي بهادري ۽ ويساهه پانيءَ. شايد اعتماد جي اها گهڻائي هئي تو ۾، جو مون هميشه توکي پرسڪون ۽ سانتيڪو ڏٺو.

ان جي ابتڙ مان هميشه کان بي اعتمادي جو شڪار، ازل کان بيويساه ۽ بزدل- ماڻهو نه ماڻهو ڪڏهن نه خدا تي به اجايا... مان پاڻ کي هميشه دريا ۾ ان ڪن جيان پانيو، جو ماٺ کان پري هميشه مانڌاڻ جي چڪرن ۾ هوندو آهي. سنگين کان سنگين حقيقتون پاڻ ۾ لڪائي ۽ ڏيکاءَ ۾ ڪجهه نه ڏيکاري. مون جيون جي جهورين کي ايئن پاڻ ۾ ملائي هڪ ڪيو آهي جو ڪن جٿان غمن جي غرقابي، هاڻ ڇڻ حيات جي فطرت بڻجي ويئي آهي.

هاڻي نه من جون مرادون ڪجهه اهڙيون وڃي ٿيون آهن، جو هينئر به جيڪر مون آڏو اهنج ۽ سهنج سامهون ڪرين، نه مان هٽ ڏڳهيريندس اهنجن ڏانهن. جو من کي هاڻي انهن ۾ ئي مزو ملي ٿو. ڇو؟ ان جي شعوري ڪارڻ جي نه خود مون کي به ڪل ڪانهي.

دوست، اڄ دنيا توکي ڇا به چوي پر تون پاڻ نه جيل جي چوديوارين ۾ چين سان آهين نه نه اڄ تون به مون وانگيان سوچ جي صحرا ۾ ڀٽڪندو رهين‌ها.

مون کي ياد آهي نه جڏهن مان هتي نئين نئين آئي هيس تڏهن ڪيترو وقت ايڊجسٽ ڪرڻ ۾ لڳو هو. جيڪڏهن پيٺي به هجي ۽ پرجهلو به، نه پوءِ مقصد ماٺ هروڀرو ڏکيو ڪونه لڳندو آهي. سمرڪ ايندي ئي مان پنهنجي

مقصد ۾ جنبي ويس. ڪتابن جي دنيا ۾ مون پاڻ کي ڪافي حد تائين گم ڪري ڇڏيو جو منهنجي آڏو منهنجو پهريون مقصد ئي اهو هو.

همت افزائي لاءِ جتي استادن جي همت افزائي هئي اتي ادي عبدالقادر جي رفاقت بہ، پاڻ هتي بہ سال مون کان سينئر هو. اصل شڪارپور جو هو، ڇريءَ ۽ نيت بريءَ جي چوٽي جي بنهہ ابتڙ. بيشڪ هتي جي ماحول ۾ ڪبي ويحڻ ۾ مون کي ادي قادر جي ڏاڍي مدد هئي. ڇڱي دوست جو ملڻ بہ تہ خوش نصيبي آهي نہ، تڏهن مان بہ پاڻ کي ڏاڍو نيڪ نصيب پائيندي هيس.

پر هڪ ڳالهہ ٻڌايان ءَ تہ تن ڏينهن اسان جي خوش نصيبيءَ جو معيار ئي ڪجهہ اهڙو هو. خوشيون ايتريون سستيون پائيبيون هيون جو ڪٿي اگر پرائي باغ ۾ ڪو گل ٽڙندو هو تہ دل پنهنجي پئي خوش ٿيندي هئي. ڪٿي ڪو سٺو راڳ ٻڌم يا سٺو ڪتاب هٿ آيو تہ پائيندي هيس تہ ڄڻ قاروني خزانو ملي ويو. ٻيو تہ ٻيو چانهہ جو هڪ سٺو ڍوز بہ خوش نصيبيءَ جي علامت پئي لڳندي هئي- ۽ هاڻي حالتون ٻيون، ماڻهو ٻيا، ۽ ماڻهن سان گڏ معيار بہ ٻيا...

منهنجي هتي اچڻ کان ٻارنهن مهينا پوءِ تون آئين. جڏهن پهريون دفعو قادر کان تنهنجو بوسٽن اچڻ جو ٻڌم تہ دل خوشيءَ کان ٻلهار ٿي ويئي. نہ تہ توکي سڃاڻندي هيس، پر ٻرپان سندي ٻار جي مڙيئي مٺائي.

جڏهن تون آئين ۽ ادي قادر تنهنجي مون سان سڃاڻ ڪرائي تہ مون توماں ڪو خاص امپريشن نہ ورتو. سواءِ ان جي تہ تون بلڪل سادڙو، هاڻي ڪاليءَ جو مضبوط ٿورڙو بي ترتيب ۽ ڪافي رف شيءِ هئين، باقي ان کان وڌيڪ مون تو کان ڪو بہ تاثر نہ ورتو، جو تو ۾ متاثر ڪرڻ جي ڪا ڳالهہ ئي ڪونہ هئي. ان لاءِ نہ تہ ڪر تون ديار غير ۾ اچڻ ڪري ڪو هيسيل هئين، بلڪ تو ۾ ڪو لڇڻ ئي ڪونہ هو. گهٽ ۾ گهٽ ان وقت مون اهوئي محسوس ڪيو.

مون کي تنهنجي اوائلي ڏينهن جي ڪا بہ خبر ڪانہ هئي تہ تو ڪٿي پئي گهاريا ۽ ڪيئن پئي گهاريا البتہ ايتري سا خبر پيم تہ توکي رهڻ لاءِ ايم-سي- اسٽريٽ ۾ ئي روم مليل آهي! يعني منهنجي هاسٽل جي سامهون لان جي هن پر ٻئي ونگ ۾ منهنجي روم جي اڳيان. وراندي جي وڃهين ۾

منهن هٽي جي سڌي نهار ڪبي هئي تہ لائين ۾ ٻئي پورشن جي مڙني فليٽن جون دريون قطار ۾ ڏسڻ ۾ اينديون هيون. قادر ٻڌايو هو تہ توکي ٻئي فلور ۾ پيو نمبر روم رهڻ لاءِ مليل آهي.

آءٌ ڪڏهن ڪڏهن اسٽڊي کان پوءِ ٿڪ ڀڃڻ لاءِ انهن وڃهين مان نهاريندي هيس تہ تنهنجي روم جون بتيون رات جي ٻارهين وڳين سوڌي بند ٿي رهنديون هيون. ان کانپوءِ البتہ هڪ ڏيڍ وڳين ڌاري تنهنجي روم جي شيشن مان روشني جا ڇاڇولا اچي ۽ لڙي ويندا هئا. جنهن مان منهنجو اندازو هو تہ تون چڙو روم ۾ اچيو ۽ سمهيو رهين. خدا ڄاڻي تون اسٽڊي اورس ڪٿي صرف ڪندو هئين؟

ڪنهن لئبريريءَ ۾، ڪنهن دوست ڏڙي وٽ يا ڪنهن هوٽل يا بار ۾. تن ڏينهن مون کي تنهنجي ڪا خبر ڪانہ هئي.

باقي سو توسان ڪڏهن ڪڏهن رسمي طور ملڻ ٿيندو ٿي رهندو هو، جو اسين سيئي ڏيساور کان آيل هم زبان هئڻ جي ناتي ۾ محفلون ڪندا ٿي رهندا هئاسين. جتي ٻين ٽاپڪس سان گڏ، اڪثر ٽاپڪ پنهنجي سوني ڌرتي جو بہ هوندو هو.

تون هوندو نہ ماٺ ماٺ ٿي هئين، پر قادر ٻڌايو هو تہ سخت قوم پرست آهين. توکي پنهنجي ديس جي محبت ۾ ڪافي دفعا اسٽرائڪون ڪرڻيون پيون هيون ۽ ڪيئي ڀيرا جيل بہ وڃڻو پيو هو. تو ديس ۾ رهي جو ڪجهہ ڪيو هو ان ۾ جيتري صداقت هئي تنهن لاءِ آءٌ ڇا چوان.

اڄ تنهنجي سار سان گڏ 'مارٽن' بہ ٿو من ۾ هريم. مارٽن اسان واري پورشن جي انچارج جو پٽ هو. ١٨-١٩ سالن جو ڏاڍو ٺاهوڪو جوان. اڪثر شام جو چاڪليٽ چٻاڙيندو ۽ گٽار وڄائيندي نظرايندو هو. 'بوب' سندس ڪٿو هر وقت ساڻس گڏ. اهڙو ذهين اهڙو ٽرينڊ جو ماڻهو کي مات ڪري. مارٽن ۽ بوب منهنجا پڪا دوست هئا. آءٌ هر روز شام جو لان ۾ سگريٽ ڪٽي ويندي هيس برب لاءِ. جتي مارٽن پيو گٽار وڄائيندو هو ۽ بوب پاسي کان اکيون بند ڪيو شايد سرن مان پيو سرور وٺندو هو. اتي اسان جون خوب ڳالهيون ٿينديون هيون. مارٽن مون کان سنڌ متعلق ايڏي تہ پڇ پڇ ڪندو هو، جو منهنجي خيال ۾ هاڻي سندس ناليج بہ سنڌ متعلق

اوتروڻي هٺي جيتري منهنجي ۾.

بوب بسڪوٽن جو ايترو تہ عادي ۽ شوقين هوندو هو جو مجال آهي اڌ ڪلاڪ کن دير ٿئي ڪيس ڏيڻ ۾. زنجير چڙهائي، ڪڙڪائيندو سڌو منهنجي روم ۾. اڳيان بوب پنيان مارٽن. سزا جي طور تي بوب کي تہ بسڪوٽ ملندا ئي هئا، پر مارٽن جي چانهہ بہ لڳندي هئي مٺي تي. حقيقت ۾ منهنجي مارٽن جي دوستي پڪي ٿي هئي هڪ رليءَ تي. مارٽن کي منهنجي پاڻ سان آندل رلي ڏاڍي وڻي هئي. اڪثر ان رليءَ کي مفلر جيان ڳلي ۾ ويڙهي پيو گهمندو هو.

هڪ دفعي اندر روم ۾ آيو تہ نظر وڃي پيس سامهون رکيل ڪئلينڊر تي، جنهن تي عمر ۽ ماروئيءَ جي ڏاڍي سهڻي تصوير ڇپيل هئي. تصوير ۾ عمر ماروئيءَ کان پاڻيءَ جي آڇ ڪري رهيو هو، ۽ ماروئي اڳيان وڌي پاڻي پيش ڪري رهي هئي، پاسي کان هڪ اُٺ پڻ بيٺل ڏيکاريل هو. جيڪو رليءَ سان خوبصورت ڪجاوو اوڍيل هو. مارٽن ڪئلينڊر ڏسندي ئي هميشہ جيان سوال جواب ڪرڻ شروع ڪري ڏنا هئا. ۽ مون جواب ۾ ڪيس سڄو عمر ماروئيءَ جو داستان ٻڌايو هو. ان سان گڏ ڪجهہ لوڪ گيت بہ ٻڌايامانس جي مون پاڻ سان گڏ ٽيپ ڪري آندا هئا.

هڪ ڏينهن آيو تہ ڏاڍو سرهو هو. رليءَ واري چادر ڪلهن ۾- ڪنڌ ۾ گٽار. ڪئلينڊر ڏانهن ڏسندي چيائين: "ڪمال آهي هڪ عورت ۾ ايڏو عزم، وفا ۽ پوترتائي!"

چيومانس تہ، "شابس تہ ان مرد کي بہ ڏي نہ مارٽن، جو وڏو حاڪم هوندي بہ ايترو با اصول، بهادر ۽ ڊيموڪريٽ هو".

"بيشڪ بيشڪ". چئي کن ڏسي پنهنجي ڳلي ۾ چادر ڏانهن ڏسندي هڪ شرارتي مرڪ مرڪي چيائين، "فرينڊ، هيءَ چادر بہ ڪٿي اوريجنل تہ ناهي. جا مسٽر عمر جي اُٺ تي ڏيکاريل آهي؟"

"ها، ها پائي"، مون چيو.

"اُٺ بہ تہ هي اوريجنل ئي آهي نہ، جنهن تي رلي اوڍيل آهي!" مون ڏانهنس اشارو ڪندي وراڻيو.

اهڙي طرح مارٽن اسان جي تهذيب، اخلاق ۽ بهادري کان ڏاڍو متاثر هو.

ڪڏهن ڪڏهن ڪلي چوندو هو ته، "فرينڊ جڏهن تون پنهنجي ديس موٽي واپس ويندين ته توکي مان به ڪمپني ڏيندس ۽ پنهنجي اکين سان ان ڌرتي کي ڏسندس جنهن جا رهواسي ايڏا سندر ۽ سپاجها آهن".

توکي ياد آهي ته هڪ دفعو تون اسان واري فلور تي وڃڻ لاءِ وراندي ۾ بيٺل هئين، ان مهل مان به يونيورسٽيءَ مان موٽي هئس. آءٌ مٿي وڃڻ لاءِ لفٽ جي انتظار ۾ هئس ۽ تون منهنجي وجود کان بي خبر ٿي چپ چاپ بيٺو رهين، ۽ مون پاڻ ئي توسان ڳالهايو هو.

"توهان اڄ هن پاسي ڪيئن؟"

"قادر ڏانهن".

"توهان پنهنجو وقت ڪيئن گذاريو؟"

"دوستن سان، دوستن وٽ". تو تمام مضبوط لهجي ۾ نڌڙو جواب ڏنو.

"پر وقت جي گهرج توهان کان ڪجهه پيو به چاهي ٿي؟"

"دوستن لاءِ منهنجي جان به حاضر آهي، ۽ ان کان وڌيڪ ڪا گهرج، گهرج ناهي".

ان کان پوءِ تون مون کي نو لفٽ ڪري خاموش ٿي وئين ۽ مون به هرو ڀرو ڳالهائڻ مناسب نه سمجهو هو.

پوءِ هوريان هوريان مون محسوس ڪيو ته قادر وٽ تنهنجا پنڌ پير وڌي ويا آهن. اڪثر يا تون قادر وٽ ايندو هئين يا قادر تو وٽ. شايد تنهنجي دوستن ۾ هاڻي قادر به شامل ٿي ويو هو.

مون کي پن- ڇڻ رت جي اها پيلي پيلي شام ياد آهي جڏهن تو پهريون پيرو مون کي پاڻ ھر تو سلام ڪيو هو.

مان لان ۾ ويٺي هئس. بوب بسڪوٽن ۾ مگن هو، مارٽن گٽار تي هلڪا هلڪا سر پيو ڇيڙيا. سڪل سڪل پن هوا جي رخ تي هيڏي هوڏي ٿي وڪريا. موسم تي اداسيءَ جو عجيب اثر هو.

مان رکي رکي غير ارادي طور تنهنجي درين ڏانهن ٿي ڏٺو جي هميشه جيان اڄ بند هيون. شاهه لطيف ان ئي ويل لاءِ چيو هو:

ڪڏهن ٿا هيون ڏين، ڪڏهن درڪلن دوستن جا
ڪڏهن اچان ته اچڻ نه لهان، ڪڏهن ڳجهاندر.

ائين ٿي لڳو ڄڻ درين تي صدين جي دز وري وئي ھجي. انھن جي ماٺ ۾ ڪڏھن ڪا چر پر ٿي نہ ٿي ھجي. سوچيم ڪڏھن ڪڏھن بند دروازا بہ من کي ڪيڏو ڏکيا لڳندا آھن. اھڙين ڳالھين جي چٽ ۾ چنتا ڪري وجھندا آھن، جن جو ڏسڻ ۾ ڪو سبب ئي ڪو نہ ھوندو آھي.

اسان بہ ناداني ۾؛ ہہ ڪتاب پڙھي پاڻ کي سمجھ جو صاحب پائي ويھندا آھيون. ائين چو پائيندا آھيون تہ حالتن جا حاڪم اسان پاڻ آھيون؟ ھر ڳالھ جي نفعي ۽ نقصان تي ويچارڻ تي آتا! ان ڳالھ کان قطعي بي خبر تہ ڪڏھن ڪڏھن ڪجھ ڳالھين جا ڪارڻ، حالتن ۾ نہ، ازل کان ڪرم ۾ جڙيل ھوندا آھن. جن ڳالھين تي اسان کي ڀھرين ڪل ايندي ھئي ۽ اسين انھن کي ڀين جون بيوقوفيون پائيندا ھئاسين اھي ئي اسين اڻ ڄاڻائي ۾ پاڻ تي لاھي ويھندا آھيون. ان لاءِ جو اھي ڳالھيون اسان جي جنم پتري ۾ جنم کان ئي جڙيل ھونديون آھن، جن کلن جند ڇڏائي ئي نہ سگھبي آھي.

ان شام ڀھريون دفعو مون ڏٺو تہ درين تان دز ٽوري وکري ھئي. ماٺ ۾ ھلڪو تحرڪ ۽ مستي ھئي، ۽ درين جا تاڪ کلي پيا ھئا، تنھنجي روم ۾ روشني ڦھليل ھئي ۽ تون شايد شام جي سوگواريءَ کان ڇڪجي اچي دريءَ ۾ بيٺو ھئين. تو سگريٽ جا ڊگھا ڊگھا ڪش ٿي ھنيا، ۽ ھيڏانھن ھوڏانھن ڏسندي تنھنجي اوچتي نظر مون تي پئي.

عزت مان تو سگريٽ وارو ھٿ ھيٺ ڪري ڇڏيو، ۽ نوڙي ڇاتيءَ تي ھٿ رکي ڏاڍي اخلاق سان سلام ڪيو ھيئي. اسان جي روايت مطابق.

مون کي تنھنجي اھا ادا ايتري وڻي ھئي جو مان خوش ٿي پکي اڏ ڪلاڪ جو مارئن سان تنھنجي پرپٽ سچاٽپ ڪرائيندي رھيس.

ڪڏھن ڪڏھن روشنيءَ جو ننڍڙو ترورو بہ من جي ڏنگيندڙ اونده کي ڪيڏو نہ منور ڪري ڇڏيندو آھي. روشنيءَ ۽ روح جو بہ ڪيڏو نہ اٽوٽ ناتو آھي ھڪ ٻئي سان.

حيران آھيان گوتم بہ تہ انھن روشنين جو ڳالھائو ھو. پوءِ ان کي ڇو زندگي تياڳڻ ۾ روشني ملي ھئي؟ جڏھن تہ روح زندگيءَ جي انھن روشنين مان ئي نور پايو وڃي، ۽ من کي جا ان روشنيءَ مان آسيس ملي ٿي سا وري تياڳڻ ۾ ڪٿي؟ ۽ تن ڏينھن ھڪ "روح" کي بہ روشنين جي تلاش ھئي. نہل ۽

نستي جيءَ کي نور جي ٽيڪن جي ضرورت هئي- جي ان روح شايد اتان پائي ورتا هئا.

وقت جو وهڪرو وهندو رهيو. منهنجي ٽيسز گهڻي ڀاڱي پوري ٿين واري هئي. هوندڙ ٻه من آڏو ڪو مقصد هجي ته زندگي هوندڙ ٻه ڏاڍي روان دوان گذرندي آهي.

من جا لطيف مامرا هرو ڀرو دل کي اڳيان ڏکيندا آهن. ڪجهه سوچڻ لاءِ ڪجهه لوچڻ لاءِ، ۽ طبيعت حساس ٿي اڌ پورن ڪمن کي پورو ڪرڻ چاهيندي آهي، ۽ سمجهائي ڪونه سگهبو آهي ته اها ذهن جي ڪهڙي ڪيفيت هوندي آهي جنهن تي خوشيءَ گاڏڙ رنگ رچيل هوندو آهي، ۽ فيصلو ڪرڻ ڏکيو ٿي پوندو آهي ته هينئر من ڪهڙي ڪيفيت مان لنگهي رهيو آهي؟ ذهن جي اها حالت تيسين قائم رهندي آهي، جيسين وچي ماحول جا ڪي سخت جاڳورتا ذهن کي هڪ پاسي ڪن.

تن ڏينهن ادو قادر مليو. ان ڪجهه اڳري تاثر سان تنهنجي لاءِ ٻڌايو ته تون هتي اچي لاپرواه ٿي ويو آهين ۽ ٻنهه وساري ويٺو آهين ته تون هت ڪهڙي سانگي آيو هئين؟ تنهنجي دوستيءَ جو دائرو وڌندو ٿي ويو. جنهن ۾ ڇوڪرن سان گڏ ڇوڪريون ٻه شامل آهن.

توکي تنهنجي دوستن ۾ خاص مرڪزي حيثيت حاصل آهي. هوٽلن ۽ بارن جا بل گهڻو ڪري تون ڀريندو آهين. تنهنجون پسنديون ايتريقدر ته بدلجي ويون آهن، جو چوندو آهي ته ڪوڪ ۽ پاڻي ته فقط موڊ ۾ اچي هارڻ لاءِ هوندا آهن. اهو پيئڻ ڪهڙو جو جيئڻ لاءِ نه جاڳائي. جو چڪو تکو نه لڳي سو چڪو ڪهڙو؟

اهي سڀ ڳالهيون ٻڌي دل کي ايڏو ته ڌڪ لڳو هو جو ان ڏينهن مان ڪو ڪم ڪري ڪانه سگهي هيس، ۽ سارو ڏينهن ڪافي پي ۽ رڪارڊ ٻڌي گذاريو هو.

سچ ته هتي توکي روڪڻ ٽوڪڻ وارو ڪير هو. مستيءَ جي انڌ ۾ اچي تون اهو رستو وڃائي ويٺو هئين جنهن لاءِ هيترا ڏورڻ ڏوري هتي آيو هئين.

مون کي نڪو حق هو ۽ نڪا حيثيت جو توکي انهن ڀليل رستن تان ورائي وٺان ها.

شايد ڪم جي گهڻائي هئي. وطن جي سڪ بہ هئي ۽ ڪجھ من جو ذاتي خلفشار بہ. مان اوچتو بيمار ٿي پيس. ڪيلائيءَ ۾ ڏيل اصل ائين پئي ڏريو جو مجبورن اسپتال ۾ داخل ٿيڻو پيو. هتي اچي پنهنجي اهميت جي اصل خبر پوندي آهي. دوستن جي پرگهور لاءِ اچ وڃ، استادن جي خبر گيريءَ لاءِ فونن مٿي فون. مطلب تہ مون ڀانئيو، هيل تائين مان پاڻ کي شايد Under estimate ڪندي رهي آهيان.

شايد توکي بہ قادر جي ذريعي خبر پئي سو تون بہ ڀلائي ڪري پڇڻ آيو هئين. آئين تہ پڇيئي ڪي بہ ڪين. چپ چاپ ويهي هليو ويئن. ويندين ويندين سو ڏاڍي نهٺائيءَ سان چيو هيئي، "ڪو ڪم ڪار هجي تہ مان حاضر آهيان". ۽ جواب ۾ مان تنهنجي مهرباني بہ مڃي ڪانہ سگهي هيس.

اسپتال مان ڊسچارج ٿيڻ کان پوءِ مون ٿوري وقت لاءِ پنهنجو ڪم هڪ پاسيرو ڪري ڇڏيو هو. مارئن ۽ سندس ماءُ منهنجي ايتري تہ چاڪري ۽ پرگهور لڌي جو مان پنهنجي بيماري کي شرم جو ڪارڻ محسوس ڪرڻ لڳي هئس.

ان وچ ۾ قادر تنهنجي لاءِ هڪ ننڍڙي ڳالھ ٻڌائي، تہ تون اڪثر منهنجي خيريت پڇندو رهندو آهين. پر پاڻ پڇڻ ان ڪري نہ ايندو آهين جو اهو مون کي الائي ڪيتري قدر مناسب لڳي! مٿان ادي قادر چيو هو تہ. "اسان هڪ ٻئي پاسي کان آيل پرديسي هڪ ٻئي جي خبر نہ لهنداسون تہ ٻيو وري ڪير لهندو؟ پرجي جڙون اتي جي ماحول جون هميشہ کان اندر ۾ ڪتل آهن، تن جي ڪري لحاظ بہ آخر رکڻو ئي پوي ٿو".

۽ مان اڄ تائين سوچي ڪانہ سگهي آهيان تہ اسان جي ماحول جون جڙون تہ ڪيتريون ئي اسان ۾ ڪتل هونديون آهن، پوءِ انهن مان ڪجھ اسين قائم رکيو اچون ۽ ڪجھ کي ائين چنيو اڇليون جو اهي ڄڻ اسان جي ميراث مان ئي ڪين هيون. ائين آخر ڇو آهي؟

پوءِ ڪيترا ڀيرا مون پنهنجين اکين سان ڏٺو، تون اتي جي ديسي ڇوڪرين جي وچ ۾ راجا اندر بڻيو گهمندو وتندو هئين. ٻڌو هئم تو انهن مان ڪي دل پسند ڇوڪريون پاڻ لاءِ مخصوص ڪري ڇڏيون آهن، ۽ تون چوندو هئين، "انهن کي اگر ڪڏهن مان ڪنهن ٻئي سان ڏٺو تہ غيرت

جي ثبوت لاءِ تي گوليون هميشه لوڊ ڪري رکندو آهيان“.

انهن گولين جو ليکو به پڌو هئم. هڪ گولي شايد تون ان ڇوڪريءَ لاءِ ڳڻيندو هئين، ٻي ان جي آشنا لاءِ ۽ ٽين گوليءَ جو حساب وسري ويو اٿم- غالبن تو پنهنجي لاءِ چونڊي هوندي اها ٽين گولي!!

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ مون محسوس ڪيو ته تنهنجي ۽ قادر جي وچ ۾ تُوري اڻ بڻت ٿي پئي آهي، جو توهان جو هڪ ٻئي وٽ اچڻ وڃڻ بنهه ڪونه ٿيندو هو.

ڳالهين مان ڳالهه تي قادر پاڻ پڌرايو هو ته توهان ٻنهين ۾ رنجشون ويتر وڌنديون وڃن.

مون ڪانئس سبب پڇيو هو، پر هو اهو چئي ٽارائي ويو هو ته بس مڙني نظرياتي اختلافن ڪري ويڇا وڌيا آهن- ورنه ڪا خاص ڳالهه ڪانهي. ان ڏينهن مان هيڏي هوڏي ويچارڻ بدران ڪافي دير ويهي پنهنجي ٿيسز کي فائينل ٽچز ڏنا هئا، ۽ پنهنجي پڪاندر پڪو پهه ڪيو هئم ته آئنده سيرئس ٿي صرف پنهنجي ڪم تي ڌيان ڏيڻو جو مون کي آخر پنهنجي وطن به ته واپس وڃڻو هو.

ڪافي ڪم ڪرڻ کان پوءِ اها رات آءٌ ڏاڍي گهري ننڊ ستي هئس. روشنيون جي پري هجن ته اونداري ۾ هوندي به گهري ننڊ ايندي آهي. سو مان به ننڊ ۾ الائي ڪيترو پري وڃي نڪتس جو تڪڙا تڪڙا ۽ زورائتا دروازي تي گهنٽين جا آواز ٿيا، جيسين اٿي دروازو پٽيان تيسين لاڳيتو گهنٽي وڄندي رهي.

”پرور، پت رکجانءِ“.

دروازو کوليم ته سامهون مارٽن بيٺو هو. منڊل متيون ۽ جسم ۾ ڪنبڻي.

”ڇا ٿيو مارٽن؟“

”قتل، قادر قتل ٿي ويو“.

منهنجو مٿو ڀوانٽي کائي ويو.

”ڪنهن قتل ڪيو، ڇو ٿيو قتل، ڪٿي ٿيو؟“ هڪ ئي ساهه ۾ مون الائي ڪيترا سوال پڇيا هئا.

مارٽن سامهون ٻئي فلور جي ٻئي نمبر روم ڏانهن اشارو ڪندي رڪائي سان هليو ويو ۽ ويندي ويندي تنهنجو نالو ٻه ونندي ويو.

تنهنجو نالو ٻڌي مون کي محسوس ٿيو ڄڻ، ڄڻ عبادت ڪندي منهنجي تسبيح جا داڻا ڇڄي پيا هجن.

دوست، تون شايد ذهن جي انهن حالتن مان نه لنگهيو هجين ته ذهن تي جڏهن سانحا گذرندا آهن تڏهن دل پنهنجن جون قربتون چاهيندي آهي ۽ هرويرو ٻانڀو آهي ته ڪن پنهنجن وٽ وڃي وهجي جو لمحن جي اذيت ايترو نه ستائي. مان تڪڙ ڪري ٻي سمجهائيءَ وچان اٿيس. چيم، ”قادر ڪي ويجهو ٿي پنهنجو ڏوهه ڏسيان ان سان وڃي ٿي تنهنجون ڳالهيون ڪريان“.

”پر قادر ته ڪڏهوڪو ڪسجي ويو“. الائي ڪٿان ڪان سمجهه موٽي آئي، ۽ پوءِ مان ڇيڙي ڪري ليٽي پيس جو ويهڻ جو ست ئي ڪونه هو. اهو سڄو ڏينهن مان اندران دروازو بند ڪري پئي هئس. ٻاهر طرح طرح جا آواز هئا. اچڻ وڃڻ جا آواز، گوڙ گهمسان، قتل جون خبرون، قياس آرائيون. اهو سارو ڏينهن مون اڪيلو روم ۾ گذاريو، نه مارٽن ئي لڙي آيو نه ئي بوب ڪا سار لڌي.

تنهنجي ڪيتي تي ٻين ڪيترن کي لوڙنو پيو. ڪيترا رولز ريگوليشنز پاس ڪيا ويا. ڪيترين ئي تبديليون آيون ۽ اسان ڌارين تي سختيون برتيون ويون.

مارٽن پنهنجا آدرش بدلائي ڇڏيا هئا ۽ بوب پنهنجي عادت مٽي ڇڏي ۽ مان تڏهن ٻهريون ٻيرو ٻانيو هو ته پرائي ڌرتي تي ڪو ڌاريون ماڻهو ٻيٺي آهيان جنهن کي هتي رهڻ جو هاڻي ڪوئي حق ناهي.

۽ جڏهن ڊگري پيتيءَ ۾ وجهي وطن ڏي واپس وڃڻ جي ڪئي هئم، ان ڏينهن دل جهڙو ويني ويني پئي ٻانيم. مارٽن سان ملڻ ويس ته هو ڏاڍي ٻابوه سان مليو. بوب کي پيار ڪري هڪ نظر قادر جي روم ڏانهن وڌم. پر اتي ته ڄڻ ڪاريءَ وارا ڪک لڳا پيا هئا. سندس روم اڃا تائين سيل ٿيو پيو هو. نوڙي پٽ کي ڏسڻ چاهيم متان ڪي ماضيءَ جا ميساريل داغ ئي نظر اچن، پر وقت جا ريلا ته ڄڻ رت جي رشتن کي ريٽڻ لاءِ ڪي آتا هوندا

آهن، ڪي بہ تہ ڪونہ هو اتي! جوڳين کان سواءِ جايون سڃيون سڃيون پئي لڳيون. پولارن مان چڻ هر سڄو آواز ٿي اٿيا، "اچ... ماڻ مڙهين... ۾ جوڳي... جيڪي ويا... اچ ماڻ... مڙهين ۾ ماڻ... مڙهين ۾!" ۽ مان انهن آوازن کان گهبرائجي روم ۾ هلي آيس. عجيب طرح جي آنڌ مانڌ هئي من ۾! پانيم ايا بہ ڪا ميخ آهي اندر ۾ جا اٽڪي ٿي. ڪا تند آهن جا ڪجهہ تنواري ٿي ۽ مان ان پيڙا کان بچڻ کاڻ ڪيترو وقت اڳ ۾ ئي ائرپورٽ هلي آيس.

ايندي ايندي الائي ڪهڙو رحم پيو پاڻ تي جو چيم اچ هڪ ڦيرو چو نہ تنهنجي چوديواريءَ جو بہ ٿي وڃي. هتي جا بوجهہ هتي ئي ڇڏي وڃجن. پوءِ متان پنهنجو من پاڻ کي ئي ميارون نہ ڏي.

تنهنجي بلڊنگ جو ٽيڪسيءَ ۾ چڪر ڏيندي سوچيو هوم: هي ڦيرا تہ ڪنهن مذهب ۾ قسمت جي سنجوڳ جا امين ڪري پاتبا آهن، پر مان اڄ هن ڦيرن جي تعبير بدلائڻ آئي هئس. چيم، "اڄ توکي ارپڻ آئي آهيان پنهنجي لڪئي جا اُهي ڏينهن جي منهنجي لاءِ يقين ڏاڍا ڏکيا هئا، پر هاڻ اڄ توکي اُهي بوجهہ ارپڻ کان پوءِ انهن جو منهنجي زندگيءَ ۾ ڪڏهن گذر نہ ٿيندو- ڪڏهن نہ!" اهو منهنجو عزم هو، منهنجو فيصلو هو.

جهاز ۾ ويهي ويئي الائي ڪٿان 'غازيءَ' جا لفظ تري آيا ذهن تي.

"اسٽيشن تي عزيزن کي 'الوداع' چوڻ وقت پاسندو آهي، چڻ اسان جي وجود ۾ ڪجهہ آهي جو مري رهيو آهي ۽ جڏهن اتان موٽبو آهي تڏهن پاتبو آهي چڻ اسين پنهنجي ئي وجود جي هڪ حصي کي خدا حافظ چئي آيا هجون".

۽ جڏهن جهاز رن- وي تي ڊوڙڻ لڳو هو تڏهن مون بہ دريءَ مان منهن ڪڍي فضا ۾ آخري دفعو توکي 'خدا حافظ' چئي هميشہ لاءِ ان ڪهاڻيءَ کي ختم ڪري ڇڏيو هو: هميشہ لاءِ!



# کھڙو برانڊ ۽ کھڙي سگريٽ؟

اُن رات سگريٽ جو، سلگڻ کان پھرين سڏ ڪڻ مون پھريون دفعو ڏٺو هو ۽ مان ڇرڪي پيو هوس!

موڊ تي مستي ڇانيل هئم ۽ ڏاڍي لوڏ سان اندر گھڙيو هوس. روم جي رنگين فضا ويتر هني ديوانو بنائي ڇڏيو هوم.

منھنجي دوستن کي بہ منھنجي مزاج جي چڱيءَ ريت خبر هئي سو هنن بہ منھنجي شاديءَ جو روم سينگارڻ ۾ ڪا ڪسر نہ ڇڏي هئي. هر طرف ڳاڙها ڳاڙها شيڊ، پيارا پيارا دبيز پردا، ڊبل فوم جو گلابي گلابي بيڊ ۽ اُن تي آنٺ ڏلي منھنجي ڪنوار! هر طرف خوشبوءِ ۽ سرهاڻ... ڇا ڇا نہ هو منھنجي روم ۾!

هوءَ ڪنڌ جھڪايو ڪروندڙي تي گھونگھٽ ڪڍيو ويٺي هئي. مان ڪانئس لفظي اجازت گھري پاسي ۾ ويٺس... بي چيني ۽ بي قراريءَ وڌيڪ اجازت نہ ڏني ۽ آتاولو ٿي گھونگھٽ مٿي ڪنيو مانس!

جهڪيل جهڪيل اکيون ڳاڙها ڳاڙها ڪپڙا، نازڪڙا زيور ۽ خوشبوئن ۾ رچيل هڪ نازڪ نازڪ ننڍڙو سراپو!

آهستگيءَ سان منهنجي دل نعرو هنيو. "مِني سائز سگريٽ!"

سگريٽن جي 'نزاڪتن' جو مان هميشہ کان کوڙيو رهيو آهيان. برانڊ جو هر نمونو، هر ذائقو، هر سائيز ۽ قسم منهنجي آڱرين جي وڪڙن ۾ ڦاسجي ۽ منهنجي چپن جي چهاءَ مان نڪري چڪو آهي.

منهنجي هٿن جون آڱريون بيحد سڊول آهن ۽ منهنجي چپن جو نمس خوب گرمائيندڙ! ان ڪري اڄ تائين ڪابہ سگريٽ هڪ دفعو منهنجي چهاءَ کان متاثر ٿي نہ مون کي ڇڏندي آهي ۽ نہ مان ئي ڇڏيندو آهيانس، توڙ نپائيندو آهيانس انت تائين، تان جو ٿئين سگريٽ پهرينءَ مان دکائي رک ٽيندڙ سگريٽ کي بوٽ هيٺ آڻي پير جو گهڪو ڏيڻي ڪيس پٽ پر ڪري ڇڏيندو آهيان 'چين سموڪر' هٿڻ ناتي ٿورو اهو 'هرجائي پڻو' ٿي ويندو اٿم.

اهي الائي ڪيڏا عجيب لڳندا اٿم، جيڪي هميشہ هڪ ئي سگريٽ ڪري سيحائپ ۾ اچن! سچ تہ عجب لڳندو اٿم انهن تي!

هڪ پرفيوم جو مسلسل استعمال، در ڪڙڪائڻ جو مخصوص انداز، ڳالهائڻ! هلڻ ۽ لکڻ جو خصوصي ڍنگ! اهي ڳالهيون تہ سمجھ ۾ اينديون اٿم، پر سگريٽ جي نزاڪتن سان ان ريت 'وفاداري' يعني هميشہ هڪ ئي سگريٽ جو استعمال، مون کي بي وقوفي لڳندي آهي. اها وفاداري يا ڪنهن نفسياتي گره جو شڪ پائيندو آهيان، يا حالتن جي شڪار جو! 555 جي نزاڪتن جو لطف وٺڻ وارا جيڪڏهن Wills واپرائڻ لڳن تہ پڪ هوندي اٿم تہ غريب 'حالتن' جي ور چڙهي ويا. پر جيڪڏهن Capstan ڇڪڻ وارا هميشہ Capstan تي ئي گذران ڪن تہ پائيندو آهيان يقيناً هي نفسياتي طور آجا ناهن پاڻ کان!

خيال هئم تہ سگريٽ هميشہ ڇڪڻ ڪاڻ آهن. سو هٿن جي حسن کي آزمائڻ بہ عين فطرت وٽان آهي... پلا فيڪٽريءَ جي مالڪن بہ هيترا سارا قسم ڪڍي ائين تہ ڪونہ ڇڏيا آهن آخر؟ پوءِ ڪفران نعمت ڇو؟ جڏهن تہ نازڪ سگريٽن سان اها ڪا زيادتي بہ ناهي جو هو آهن ئي ڇڪجڻ

ڪاڻ! سموڪر هئڻ جي ناتي منهنجو ڪم آهي ڇڙو ڪين تيلي ڏيڪارڻ ۽ ٻاڙ متائڻ! پوءِ ٻرڻ، ڪامڻ، لوساڻجڻ ۽ رکجڻ جو ڪم رهيو سندن ٻلي! رک ٽيڻ کان ٿورو اڳ وري ٻه منهنجو ڪم ٿيندو آهي، جو نئين سگريٽ ان ختم ٿيندڙ سگريٽ مان دکائي ڪيس بوٽ هيٺان گهڪو ڏيئي سندن آخرت سنواري ڇڏيندو آهيان هميشه لاءِ. ائين ڪرڻ ۾ ٻه اندر جي الائي ڪهڙي ادمي کي آٿت ملندي اٿم. ٻيو ٿورو سو احتياط پسند ٻه آهيان. سگريٽ کي ان ريت ڇنڻ کان پوءِ رهيو کهيو ڊپ ٻه لهي ويندو اٿم ته ڪو هن جي ڪا آخري چڻنگ دکي دکي ارد گرد ۾ ڪو ٻارڻ نه ٻاري ڏي ۽ مون لاءِ ڪو ٻاهه جو پنيٽ نه ڪڙو ٿئي! ان ڪري بوٽ جو هڪ گهڪو جتي سندن انت آڻڻ لاءِ ڪافي هوندو آهي اتي منهنجي ڊپ لاهڻ لاءِ ٻه بيحد ضروري.

پنهنجي 'دلڪشي' تي هميشه ڏاڍو ناز رهيو اٿم. آهيان ٻه هيڏي ساري خاندان جو اڪيلو چشم وچراغ.

حسن، دولت، امارت ۽ ذهانت. انهن سڀني خوبين کان علاوه منهنجي ڳالهائڻ جو فن! مڙئي ڳالهين هئي اتم بنائي وڌو هئم ٻين ڪئون!

جڏهن يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندو هوس تڏهن ڊگهي ڊگهي شيورليٽ ۾ 'زون' ڪري زوزاٽ سان بريڪ هئي پيڪيٽن جي صورت ۾ ايندڙ سگريٽن کي هئي چرڪائي ڇڏيندو هوس. سگريٽن جو پاڪٽ ڇڙوڇڙ ٿي ويندو هو. ڪا سگريٽ ڪيڏانهن وڃي پوندي هئي ڪا ڪيڏانهن! ڪنهن جي منهن ۾ ور پوندو هو، ڪا شرمائيندي هئي، ڪا لڄائيندي هئي، ڪا گهبرائيندي هئي ۽ ڪا وري ڇتي Scissors قينچيءَ جيان: واڪڙ ڪيو ڪي ٻول ٻوليندي هئي جي چڙهيل شيشن جي هن پارئي رهجي ويندا هئا! مزو ايندو هوم سندن ان ريت وکرڻ ۾ ٻه.

لفظن استعمال ڪرڻ جو فن خوب ڄاڻان. سو سندم ان فنڪارانه صلاحيت کان متاثر ٿي ڪيترين سگريٽون ٻانءَ اچي منهنجي دام ۾ ڦاسنديون هيون! ۽ ڪا خاص ڪوشش ڪرڻي ڪانه پوندي هئم. پائيندو هوس ته خوبصورت لفظ استعمال ڪرڻ ٻه ته هڪ ڏانءُ آ... جڏهن ته ان ڏانءُ جي هر سماج ۽ هر مذهب تلقين ٻه ڪئي آ... پوءِ مان ٻه ڇو نه ان ڏانءُ مان فائدو وٺان... جڏهن ته اهل ٻه هوس. پوءِ جيڪڏهن ڪا بيوقوف

منهنجن لفظن ۾ وچڙي اچي پاڻ ئي Deceive ٿيڻ لاءِ تيار ٿئي ته ان ۾ منهنجو ڪهڙو ڏوهه!... جڏهن فائنل ايئر ۾ هوس تڏهن ڪنهن شاهي خاندان جي Three Castle ڏڪندڙ لفظن ۾ چيو هوم "خبر اٿم تون 'لفظن' کان سواءِ باقي ڪجهه به ناهين. پر الائي ڇو تنهنجي ان لفظي جادوگريءَ هٿي موهت ڪري وڌم اٿم، جڏهن ته ڄاڻان به ٿي ته تنهنجي ان لفظي لاله زار ۾ رچ کان سواءِ ڪجهه نه ناهي".

نالو ان سگريٽ جو مون کي ان ڪري ياد آهي جو هوءَ منهنجي بوٽ جي گهڪي کان اڳ پاڻ ئي ختم ٿي ويئي هئي ۽ مان اها تڪليف ڪرڻ کان بچي ويو هوس. پانيان ٿو ته سندس خوشبودار خط اڃا به پيتيءَ ۾ پيو هوندم.

لکيو هئين "سراب پٺيان ڊوڙڻ اڃايو ٿي پانيا، ۽ زندگيءَ جي رنگينين ۾ رچڻ هاڻ مون کان نه پڇندو. سو ٥٠ سالن جي هڪ پوڙهي سان پرڻجي وڃيو ٿي هڪ ڳوٺ جا وڻ وسايان. مان توکي پنهين جهانن ۾ معاف ڪيو. توکي وساري ڇڏڻ جي ڪوشش ڪنديس ۽ تون به منهنجي لاءِ دعا ڪجانءِ".

پر جيسين سندس لاءِ منهنجي دعا جا هٿ کڄن ئي کڄن تيسين وري نئين سگريٽ لڱم دام ۾! ڪنيل هٿ اتي ئي رڪجي ويا ۽ سندس خواهش خواهش ئي رهي. سو ڪاب مخصوص سگريٽ من تي مستقل ڪڏهن ڪانه ٽڪيم. جي ڪنگ سائيز ڇڪيندو هوس ته ميڊيم سائيز ڏانهن اک هوندي هئم. جي مني سگريٽ ساڻ هوندي هئم ته تڪيءَ لاءِ واجهائيندو هوس.جي تڪي ور چڙهندي هئم ته مني جي دام لاءِ پيو ڏسندو هوس.

ان ڪري مون کي سگريٽن جا نالا ڪڏهن ياد ڪين رهيا. پلا ڪنهن کي ياد ڪري ڪنهن کي ياد ڪريان ها. بس صرف ايترو ياد اٿم ته ٥٥٥ جيان پريل پريل سرهاڻ سان ڀڪندڙ هوندي هئي. ڪا K-2 وانگر ڏگهي جهڙي سرو جو وڻ. ڪا Gold leaf سونهري سونهري رنگت جي ڪا وري Capstan جيان وچ قد جي پوري پٺي. ٿوري مني به ٿوري تڪي به.

انهن خوبصورت سگريٽن جا سوٽا مون پاڻ هنيا هئا. حسن جي اها مهراڻ مون پاڻ اوتي هئي. پڌو هئم ته بابو به منهنجي ئي طبيعت جهڙو گلقند مزاج ماڻهو هو. پاڻ به الائي ڪيترن ئي گلن جي سرهاڻ کي سموهيو

هٿين پنهنجي دامن ۾. امي سڄي زندگي سندس اوسيئڙي ۾ رهي، ۽ مان ڇڙو سندس ڇڏيل ملڪيت تي ئي پروان چڙهيس.

بابي واري دولت خوب ڪم آيم. وڏو ٿي جڏهن سندس ري ڏٺي پيرن تي هلڻ لڳس ته امي روئي پئي هئي. چيءِ "سڄو نور ته تنهنجي پيءُ جي راهن کي ڳولڻ ۾ نچوئي ڇڏيم. هاڻي تون انهن رستن تي هلي، ماءُ جي رهي کهي نرت نه لٽائي، ائين انڌو نه ڪرينم راجا! جو هلڻ لاءِ پنهنجو ڇڏي پرايو سهارو وٺڻ لڳان".

پر چوان ٿو نه لفظن جو فنڪار آهيان. سو اميءَ کي به لفظن ۾ ريجهائي ڇڏيندو هوس. ڪيم اُهوئي جيئن چاهيم. هڪ ڀيرو دفعو شعوري ڪوشش ڪيم به پاڻ کي روڪڻ جي. پر پاتيم ته ان روڪ هٿي ٻاڙ کي ويتر وڌائي ڇڏيو هوم. پوءِ جا سگريٽ ڇڪيندو هوس ته اڳين پوئين ڪسر پوري ٿي ويندي هئي ۽ حد بندي قائم ٿي نه سگهندي هئي.

پر اهو ڪيل اميءَ کان گهڻا ڏينهن ڳجهو نه رهي سگهيو، جو پاڻ به آخر ڪير جي ڪاٺيل هئي. سو هڪ ڏينهن گهرائي حڪم صادر ڪري ڇڏيائين چئي: "تنهنجون هلتون مون کي ڪين ٿيون آئڙن، ڊڃان ٿي متان پٺهين وانگر توکي به وڃائي نه ويهان... هڪڙي ڇوڪري ڏسي آئي آهيان. ماءُ پيءُ جي هڪڙي آهي. مون کي وڻي ٿي سو توکي پرڻائيندس ان سان".

"پر امي مان جا سگريٽ به وٺندو آهيان ته ان کي به ڏسي وائسي ناهي نوکي وٺندو آهيان. جهڙيءَ تهڙيءَ ۾ ته اک ئي ڪانه ٻڏيم. شادي ته قسمت جو سنجوڳ آ سو..." مون احتجاج ڪيو.

پر اميءَ هڪ نه ٻڌي. چيئين: "مون جو سوچيو آهي، سو تنهنجي خلاف نه آ... الله سڀ چڱي ڪندو... تنهنجي ڪجهڻ جي ضرورت ناهي. آءُ اڳئين هفتي ڳالهه پڪي ڪري ايندس."

ڳالهيون ته مان به هميشه پڪيون ڪندو هوس. پر جيڪي نڀايم سي پاڻ ٿو ڄاڻان، سو اميءَ جي منهنجي باري ۾ ڳالهه 'پڪي ڪرڻ' ۾ ڪو حرج ڪونه لڳم... ۽ هوءَ سچ پچ منهنجي ڳالهه پڪي ڪري آئي، ڪنهن ساجده سان، يا ساجده جي ڳالهه پڪي ڪري آئي مون سان.

ڏينهن نيرڻ لڳا هئا. پنهنجي من پسند سگريٽن کان جڏهن واندو ٿيندو

هوس تہ اميءَ واري سگريٽ متعلق سوچڻ لڳندو هوس... ويچارا ايندا هئم، الائي ڪهڙي هوندي آخر؟ ڏگهي ڏگهي جهڙي ڪنگ سائيز. ميڊيئم سائيز. ڪين بي بي سائيز؟ الائي مٺي هوندي، الائي ڪوڙي هوندي، ڪين ڦڪي ڦڪي ٻاڙي ٻاڙي Two Flower جيان خوشبوءِ ۾ ٻڏل ڪين سوچن جي سمنڊ ۾ ائين ئي ٻڏندو ترندو هئس جو اميءَ جو حڪم هيڪر وري نازل ٿيو: "تنهنجي روش جو هنن کي بہ ڪو پتو پئجي ويو آهي. ساجده جي ساهيڙين مان ڪي توکي بہ سڃاڻن. هوءَ بہ آخر ماءُ پيءُ جي هڪڙي آهي. گهڻا ڏينهن لائڻ سان جيترا وات هوندا، اوتريون ڳالهيون ٿينديون. ماڳهين ڪٽي بي عزتي نہ ٿئي. سو آءٌ وڃيو ٿي ڏينهن وٺيو اچان."

اهڙيءَ طرح اميءَ ساجده جا 'ڏينهن' وٺي آئي مون لاءِ، ڏينهن ڇا آيا هوءَ پاڻ اچي وئي. ۽ رات جڏهن سندس پير ۾ ويهي ڪيس منڊي پارائي هئم تہ هوءَ منڊيءَ وارو هٿ منهن تي رکي سڏڪڻ لڳي هئي ۽ مان ڇرڪي پيو هوس.

"ڇا ٿيو سڄو...؟" منهنجي آواز ۾ ڪيڏو لفظي خمار اوتجي آيو... "ڇا ٿيو رائي..." پر هوءَ چپ چاپ سڏڪندي رهي. مون منڊيءَ وارو هٿ سندس منهن تان هٽايو... ڳالهہ کي مذاق جو رخ ڏيندي پڇيم:

"ڇا منڊي نہ وڻيئي...؟" هن ڪو جواب نہ ڏنو.

"ڀلا مان نہ وڻيوسانءِ...؟" ڪيتري دير کان پوءِ انڪار ۾ ڪنڌ لوڏيائين... ۽ مان مرڪي پيس.

"ڀلا منڊي بہ وڻي ۽ مان بہ وڻيس... پوءِ هي ڳوڙهن جون قطارون ڇو؟"

پر هوءَ ڪجهہ نہ ڪجي پڇي... سندس سڏڪڻ جو ڪجهہ ڪجهہ مطلب سمجهہ ۾ آيم ۽ ڪجهہ ڪجهہ نہ آيم. پر اهو سوچي مطمئن ٿي ويس تہ ڪيس نيٺ بہ لفظ جي شيشي ۾ لاهي وٺندس! بلڪل احتياط سان جو نہ شيشي ۾ ٺي ڪا سير ايندي ۽ نہ ئي منهنجو ڪو ڀرم ڪلندو...!

جڏهن کان هوش سنڀاليو هوم تڏهن کان عورت متعلق هڪ ڀتڪڙو نظريو ٻڌندو پئي آيو هوس، تہ عورت هڪ منجهيل ڪتاب آهي جنهن کي جيترو سمجهڻ جي ڪوشش ڪبي اوترو ئي منجهندو ويندو. ان نظريي کي 'دقيانوسي' خيال کان وڌيڪ اهميت ڪڏهن ڪانہ ڏنم. ڀلو ٿئي ڪنهن

ماڊرن مفڪر جو جنهن اچي ان گسيل پٽيل خيال تي پاڻي ڦيريو. ڪهڙي نه پياري ڳالھ ڪئي هئائين... سندس نالو وسري ويو اٿم، باقي سو نظريو ياد اٿم... چيو هئائين،"انسان جو وجود ٻالڪ کان وٺي وڏي تائين ان جي Self-Expression جو ثبوت آهي. ٻالڪ جو ٻري کان ماءُ جي پيٽان ٺي هاءِ گهوڙا ڪندو اچي ته اهو به سندس وجود جي اظهار جو ثبوت آهي. هي قوم سان محبتون، ادب جون الفتون ۽ چند سان هٿ چراندون، سب 'ذاتي اظهار' جا ذريعا آهن. گويا هر ڪرت جو بنيادي محرڪ اهوئي 'Self-Expression' آهي!"

اهو نظريو لڳم دل سان. سو مان به هندائي ويٺس من ۾! ڀانيم ڀلا عورت ڪا مٽان ته نه لٿي آ نه. سو هر عورت جي پنهنجي پنهنجي 'Self-Expression' جي نمونن مون کي هٽي مشتاق بنائي وڌو هو... چڱو خاصو تجربيڪار هوس ان ڏس ۾. سو ڀانيم ساجده بيگم به منهنجي نظرمان نڪتل ڪنهن نه ڪنهن نموني سان ضرور ملندڙ هوندي ۽ ڪيس پروڙڻ جو ڪم، منهنجي ڏاتي هٿ جو ڪليل! پر 'سجو' اچي منهنجي ان نظريي تي پاڻي ڦيري ڇڏيو.

'سجو' الائي ڪهڙي ڪمپنيءَ جي ڪهڙي برانڊ مان جڙيل هئي، جو ڪيس مان سمجهي نه سگهيس. سمجهڻ جي ڪوشش ڪندو هوسانس ته مٿو ڦرڻ لڳندو هوم. شروع شروع ۾ ڀانيم به- تي دم هٽندوسانس ته پاڻهي ٺي پير تي لهي ايندي، پر ائين نه ٿيو.

ڪَش هڻڻ سان عجيب طرح گهٽ جو احساس ٿيندو هوم. جيترو شديد ڪَش هڻندو هوس اوترو وڌيڪ گهُٽ جو احساس ٿيندو هوم... الائي ڪهڙو انوکو تماڪ ڀريل هو هن ۾!

سندس ان ورتاءُ مون کي هٽي لوڏي وڌو بنياد کان. ڀانيم ڪنهن ڏينهن موقعو ملي ته ڪيس لفظن ۾ هٽي وچڙائي وجهان. اصل منهن ڀر ڪيرائي ڪيانس پٽ!

مٿس اهو دقيانوسي نظريو به آزمائي ڏٺو هئم.... سوچيم واقعي جي ڪٿي هيءَ ڪو منجهيل ڪتاب هجي به سهي، پر مون کان ڳجهو ڪونه رهندي... ڏکي لڳندي ڪنهن عام ذهانت جي ماڻهوءَ کي... جنهن جي Q 1

هوندي نارمل. مون کي پنهنجي ذهانت تي هميشہ مان رهيو آهي... سو پانيم جي سچ پچ کو منجهيل مسئلو هوندي بہ کئي، تہ منهنجي اڳيان ڪجهہ نہ هلندي...

پر جڏهن بہ ان مشڪل ڪتاب کي اٿلائڻ پٿلائڻ جي ڪوشش ڪيم، هميشہ هڪ باب ئي سامهون آيو... اهوئي عشق متعلق، پر ماءُ پيءُ سان.

چوندي هئي "جڏهن بابي جن جي گهر هوندي هئس تڏهن انهن تي مرندي هئس... رات جو روزانو سمهڻ کان پهرين انهن جي ڏکي زندگيءَ جون دعائون گهري سمهندي هئس... ۽ رات جي ڪنهن پهر اک کلندي هئم تہ الله کي چئي سمهندي هئس تہ منهنجي زندگي جا باقي ڏينهن سندن ليکي ۾ لکي ڇڏ!"

آءٌ کلي چوندو هوسانس "پر اهو ٿيو تنهنجو پيار تنهنجي اميءَ ۽ بابي لاءِ... ڪنهن ٻئي جو بہ خيال اٿيئي ڪين نہ...؟"

اهو ٻڌي لڄي ٿي چپ ٿي ويندي هئي... پڇندو هوسانس "پلا هتي اچي بہ ماٺهين پتهين کي دعائون ڪندي آهين؟ ڏس پاڻي جنهن جو ڪانجي تنهنجو ڳانجي..." چوڻ لڳي: "اميءَ ۽ بابي جي اڳيئون بہ ڪڏهن ڳايو ٿورو ئي هئم...اهو تہ توهان پڇيو سو..."

سندس هر باب جي، ان سانڳئي موضوع سان مون کي ڪا خاص دلچسپي ڪانہ هئي... سوچيم وچڙي تہ اڃا بہ نہ. خير، هڪ ڏينهن ڪيس موقعو وٺي چيم "سچو تون چپ چپ چو ٿي رهين. ڳالهيون چو نہ ٿي ڪرين! ڇا مان تنهنجو ڪجهہ نہ لڳان؟" مون سندس رئي جي پلاند کي پنهنجي آڱر ۾ اٽڪائيندي پڇيو...

چيئين "ڳالهائيندي تہ آهيان..."

"پوءِ اڄ ٿائين نہ مون کان ڪجهہ گهريئي، ۽ تہ مون کي ئي ڪجهہ ڏنئي..."

"مون وٽ آهي ئي ڇا... جو توهان کي ڪجهہ ڏيان..."

"پر گهري تہ سگهين ٿي نہ..."

ڳالهہ قيريندي چيئين "توهان جو اڄ فون آيو هو."

"مون توکان ڪجهہ پڇيو هو سچو" مون ڪيس لفظن ۾ اوتڻ جو اڄ پڪو

پڇه ڪيو هو.

پر پاڻ اها ساڳي ڳالهه ڪيئين "توهان جي ڪنهن فرينڊ جو فون آيو هو. ويچاري پڇي پئي توهان جو..."

مان ٿورو چڙ ڪري ويس. ڪيس وچڙائڻ جو مون سوچيو هو پر منهن پر ڪرڻ مان ٿي لڳس.

پاڻ سنڀالي پڇيومانس "ڪنهن ڪم سانگي ڪا ڪليگ هوندي. نالو نه پڇيئيس؟"

چيئين "نه".

پڇيم "ڇو؟"

"ڇا فائدو..."

چيومانس "هر ڪم فائدي ڪاڻ ته نه ڪبو آهي نه. ڪڏهن ڪڏهن ائين ٿي ڪو ڪم بنا فائدي جي به فائدو ڏيئي ويندو آهي..."

چوڻ لڳي "اها ته توهان پنهنجن تجربن جي ٿا ڳالهه ڪيو".

"توکي منهنجن تجربن جي ڪهڙي ڪل ڇري!" وراڻيئين... "مون کان منهنجو نالو پئي پڇي، پيو چوي پئي ته مان توهان جي ڪير لڳان..."

"پوءِ تو ڇا چيس؟"

نِنڍڙو جواب ڏنئين "اهو توهان پنهنجي دوست کان پڇجو." سندس جواب ٻڌي مان هيڪر وري ٿورو ڏڏڪو کاڌو.

اسان جي شاديءَ کي ٽي، چار مهينا ٿيا هئا. پر ان وچ ۾ 'سجو' جو وجود منهنجي آڏو بظاهر نه هئڻ جي برابر هو.

جي چاهيان ها ته پنهنجي سگريٽن جي عادت کي روا به رکي سگهان ها... پر هائي الائي ڇو مون کي هلڪن ڦلڪن سگريٽن جي ڪشش گهڻي دير موهي نه سگهندي هئي. پن ڪشن سان هڪ سگريٽ جو جهٽ ختم ٿي وڃڻ منهنجي اتساهه کي گهڻي دير برقرار نه رکي سگهندو هو، ۽ مان جلد بيزار ٿي گهر پهچڻ جا سانباها ڪندو هوس!

هڪ ڏينهن سوير ٿي بيچينيءَ وچان گهر موٽيس، جو ان ڏينهن 'سجو' وٺي هئي پيڪين. اڄي پنهنجي ڪبٽ مان اها بنگ ڪنيم جا بنگ، بنگ گهٽ 'ايشٽري' گهڻي لڳندي هئي. گذريل زماني جا مڙيئي مروٽيل اڌ ٻريا ڪي

ڪل ٻريا سگريٽن جا ٽوٽا ڪنا هئا ان ۾. ڪيئي خط، ڪيئي تحفا، نندڙا انديشا ۽ انومان ڏوراپا ۽ شڪايتون! مڙيئي بند هئا ان Ashetray ۾. پانيم اچ موقعو وٺي ٻاهر جون اهي مڙيئي دٻيل چنگاريون لوڙهي ڇڏيان پاڻيءَ ۾. ڪٿي دٻيل مواد اندر ئي اندر تبي ڪو زلزلو نه آڻي، منهنجي دنيا ۾. اچي ٻئنگ کولي چيزون هيٺ مٿي ڪري ڏٺم، پر پانيم ته هن جي ماڻ ڪي ڪنهن موڊ ۾ اچي موڙيو آهي... ڪنهن شرارت وچان هٿوراڙين سان هن سنل سامان کي ڇيڙيو آهي... "اهو ڪير ٿي سگهي ٿو سواءِ 'سجو' جي...؟" سوچيم. پهرين ڏڏيس ٻه. پر پوءِ غصو آيم. چڙ اچي ويم...

'سجو!' جنهن نه ذهني طور مون کان ڪا آسيس ورتي ۽ نه مون کي ئي اهو ساهس ڏيئي سگهي... تنهن کي ڪهڙو حق هو منهنجي غير حاضريءَ ۾ منهنجي بلڪل ذاتي چيزن سان هٿ چراند جو؟

ان ريت منهنجي شين کي هيٺ مٿي ڪرڻ جو ڪنهن حق ڏنس...؟

رکي رکي ڪروڌ ۾ ٿي آيس. چڙ وچان اتي روم جي هڪ سري کان ٻئي سري تائين اچ وڃ ڪرڻ لڳس... ٻاهر وڃي اميءَ کان پڇيم "ساجده ڪڏهن اچڻ جو چئي وئي آهي امي؟"

اميءَ جواب ڏنو "شام ڌاري اچي ويندي..."

اها شام منهن تار ڪري ٻاهر هليو ويس.. هڪ هوٽل ۾ اڪيلي سر ويهي سگريٽ جي دونهي جا ڇلا ناهڻ لڳس... ڇلا! جي منهنجي آڏو ماضيءَ جون تصويرون بنجڻ لڳا... لفظ بنجي مون آڏو رقص ڪرڻ لڳا.

الائي ڪا سلڇڻي ڇٽيل ڇانئيل Filtered سگريٽ هئي تنهن کي ڪو قيمتي تحفو ڏنو هئم، ڏاڍي لفظي جادوگريءَ جو ٻاٻوه سان... تحفو قبول نه پيو. پر جڏهن لفظن جو سحر ٽٽو تڏهن تحفو واپس لڪاءُ ٿي لڳم منهن ۾. واپس ڪرڻ واريءَ تحفي سان گڏ ڪجهه لفظ لکي ايمان ڪيو هوم. جو مون پاڻ کان به لڪائي ان باڪس ۾ بند ڪري ڇڏيو هو. لکيو هئين "تنهنجي امانت توکي واپس ٿي ڪيان، جو سچي مسلمان هئڻ جي حيثيت ۾ منهنجو به اهو ايمان آهي ته 'اسين جتان آيا آهيون اتي ئي موٽي واپس ويندا سين... اهي تحفا ته دنياوي بوجهه آهن روح تي... ختم ٿيڻ کان پهرين اهي بار لاهڻ ضروري ٿي سمجهان. ڪڏهن ڪڏهن مري ويل به هميشه لاءِ

زنده بڻجي ويندا آهن. ۽ ڪڏهن زنده هوندي بہ ماڻهو مئلن مثل پاڻيا آهن. هن جملي جي پهرين حصي جو هيل تائين مون سان ڪو تعلق ناهي رهيو. مرڻ کان پوءِ بہ ڇاڻان ٿي تہ اها ارپنا نصيب ڪانہ ٿيندم..."

دونهن جي مرغولن ۾ تصوير ٽٽڻ لڳي... تصور ٽٽي ٽٽي لفظ ٿي جڙڻ لڳا... لفظ! جن جو آءٌ سدا کان فنڪار هوس... منهنجا لفظ ڪنهن منهنجي ئي منهن تي ماريا هئا... ڪن وچڻ لڳم ڪنهن ڇتي قينچيءَ جيان هڪ Scissor ڇيو هوم...

"تو تہ واڪا ڪري ڪري يقين ٿي ڏياريم تہ مان مصر جو ٢٠٠ سالہ نادر پيرامڊ آهيان جنهن جي مصوريءَ تي سندس خالق کي اتي جي بادشاهہ جو سڀ کان اوچو انعام مليو هو... تو تہ چيو هو تہ منهنجي وسعت جو ڪم ڇيهہ ئي ڪونهي... مون جي حسن جي هر اها شيءِ سمايل آهي جا زندگيءَ جي هر پهلوءَ جي ضرورت آهي. تو چيو هو تہ تون زنده جاويد Pyramid آهين... مان پيرامڊ هئس يا نہ! پر تون گندگيءَ جو ڍير ضرور آهين... ڏيکاءُ لاءِ جو تو پاڻ ۾ ڪنول جا گل سجايا آهن تہ انهن جو سحر گهڻي دير هلي نہ سگهندءِ... تو ۾ خطرناڪ کان خطرناڪ زهريلا جانور ريگن ٿا ڏنگڻ لاءِ، تون ڪوبرا Cobra کان بہ ڪريل آهين جو هن جو وجود گهٽ ۾ گهٽ احتياط جي تہ علامت آهي... تون اندر جو رستم آهين ڪريل ڪتا مون کي پنهنجي پرواهہ ناهي. پر مان تنهنجون حقيقتون بہ لڪڻ نہ ڏيندس!"

لفظن جي ڏنگن واپس آڻي سمجهہ جي گود ۾ ڦٽو ڪيم. ۽ آءٌ سوچڻ لڳس تہ اهي سڀ چيزون ساجده جي ور چڙهي چڪيون آهن... ۽ مان... سڳ سوڌو جهلجي چڪو آهيان.

پر ساجده! ڏاهي ڏيڻ! ڪڏهن مڪ مان بڪڻ بہ نہ ڏنو تہ ڪو چوري ڇپي پاڻ انهن واسينگن کان واقف ٿي چڪي آهي.

واقعي هوشيار آ... ۽ مون وانگر ذهين بہ!! شايد هوءَ بہ مون وانگر موقعي ۽ مهل جي مناسبت سان دلالت استعمال ڪرڻ جي ڏانءُ ڄاڻي ٿي... پر... پر... ڪٿي هوءَ بہ انهن چالن جي عادي تہ ناهي جيڪي آءٌ هلي چڪو آهيان.

ڪٿي هوءَ به انهن گسن کان واقف ته ناهي جيڪي آءٌ لتاڙي چڪو آهيان...

انومان ۽ انديشن، غصي ۽ ڪاوڙ وچان سگريٽ کي پير هيٺان اٿي گهر ڏانهن روانو ٿيس... رات جا ٩ وڄي رهيا هئا. امي شايد پنهنجي روم ۾ هئي ۽ ساجده ڪاڏي جا ٿانوَ سميٽي باورچي خاني ۾ رکي اچي منهنجي پر ۾ ويٺي.

مون آواز کي درست ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر شايد ڪامياب نه ٿيس.

"ماٿن کان موٽي آئينءَ؟"

"ها... توهان کي اميءَ ياد ٿي ڪيو". هن سادگيءَ سان جواب ڏنو.

"ساجده هڪ ڳالهه پڇانءَ..."

هوءَ چپ چاپ مون ڏانهن ڏسڻ لڳي...

"هر رشتي جون پنهنجون حدون ٿينديون آهن ٻڌءِ".

"ڇا مطلب؟"

"انهن حدن کي اورانگهڻ جو مطلب سمجهين ٿي؟"

"مان... مان نه سمجهيو". هوءَ سچ پچ منجهڻ لڳي.

پر منهنجي اندر جي باهه ڀڙڻ لڳي... سندس بي سمجهائيءَ واري نوع ۽ لهجي ويتر هٿي مچرائي وڌم...

ڇوهه مان چيومانس "تون چالاڪ آهين... ۽ مڪار آهين، مون کي تنهنجي وجود جي گهٽ ڪان اونهين ڏاڍو پڙ ٿيندو هو... پر اڄ خبر پيم ته تون... ۽... تنهنجي ذهانت مون کي جيتي نه سگهندي ذليل عورت!" هوءَ ڀاڻ لاءِ ايڏا سارا لفظ ٻڌي سڏڪڻ لڳي... پلنگ تان اٿي وڃي صوفي تي ويٺي.

منهنجي لهجي جو زهر ايحان ختم نه ٿيو. تيرڪش جو مناسب تير ته هاٿي ڪڍيو هوم.

"تهذيب، اخلاق ۽ اهنسا به ڪا شيءِ ٿيندي آهي ساجده بيگم". اتان سڏڪندي جواب ڏنئين "مون ڇا ڪيو آخر...؟" ان ريت ڪنهن جي غير حاضريءَ ۾ پرايون شيون ڦلورڻ ڪٿي جي شرافت آهي؟"

"مون کي ڪهڙي خبر ته ڪم ان بئگ ۾ توهان جي تهذيب، اخلاق ۽

اهنسا بند آهي... مون تہ..." هن هنجون هاريندي شايد مون تي چوٽ ڪئي...

مان پنهنجي آپي جو اهنڪار ان ريت برداشت نہ ڪري سگهيس. باهہ تي چيومانس "بس ڪر بي ايمان!... اهڙين چالاڪين سان مون وٽ گذر نہ ٿيندءِ... ڪوبہ مرد هڪ ذهين ۽ هوشيار عورت کي دوست بڻائي تہ فخر ڪري سگهي ٿو... پر زال بڻائي ڪڏهن بہ چين نہ پائيندو".

"پر... مان ڪهڙي هوشياري ڪئي توهان سان... مان تہ... مون تہ..." آواز جي زير و زير ۾ هن جا لفظ ٽٽي پيا!

"عورت هميشہ سادي فطرت جي ڀلي لڳندي آهي... پڻ مرد کي جيتڻ لاءِ ذهانت جو هجڻ ضروري ناهي... خصوصاً ذهين مرد کي..."

وڌيڪ ڪجهہ ڳالهائڻ چاهيم پر پاسي مان اوچتو سور اهڙي سٽ ڏني جو پاسو وٺي ويهي رهيس الائي ڪهڙو نئون درد جاڳيو پاسي ۾... من جي پيڙا کان بستر تي پئجي ليڇڻ لڳس.

هن جي سڏ ڪن ويتر هٿي بي ايمان بڻائي وڌم...

"تون چپ نہ ڪندينءَ... ساجده! منهنجي پاسن ۾ وَڍ ٿا پون!"

تڪليف جو ٻڌي هوءَ سڏ ڪڻ کي گهٽڻ لڳي. مون ڏانهن ڏسي منهنجي منهن مان پيڙا جو اندازو هٽي اچي اڳيان بيٺم... پڇيئين "توهان جي اميءَ کي وٺي اچان...؟"

"نہ ناهي ضرور".

"ڀلا... پاڻيءَ جي بوتل گرم ڪري اچان...؟"

"نہ، مون کي اڪيلو ڇڏ! منهنجو ساهہ ٿو وڃي سور کان!"

پر هوءَ پاڻيءَ جي بوتل گرم ڪري اچي منهنجي پاسي کان ويٺي. هوريان هوريان... منهنجي آزار کي آٿت اچڻ لڳي. پيڙا تي چنڊبو پوڻ لڳم... ۽ الائي ڪيڏي مهل ننڊ پئجي رهيس!

صبح ساجهر هيڪر وري سور جي سيائٽي اُبري. ننڊ مان ڇرڪي اٿي، پاسي کي هٿ ڏيئي ويهي رهيس. پاسي کي هٿ سان جهلي ساجيءَ کي اٿاريم. پر هي ڇا! 'سجو' تہ هنڌ تي هئي ڪانہ! هڪ مروٽيل ڪاغذ سندس ويهاڻي هيٺان پيو هو.

هڪ هٿ پاسي ڪي ڏيئي ٻئي سان ڪاغذ کوليم. لکيو هئين "ڇٺو ٿا مان ذهين آهيان ۽ منهنجو توهان وٽ گذر نہ ٿيندو... ٿي سگهي ٿو توهان صحيح هجو. اهي ڏاهپ جا ڏنگ ڪٽي آءٌ هلي ٿي وڃان... مان اميءَ وارن جي گهر هرگز ڪانہ ويندس... ويل وٽ آهيان نہ... وري واپس نہ ايندس... زندگيءَ جا پيچ و خم ڪافي وسيع آهن... ڪنهن نہ ڪنهن پيچ ۾ گم ٿي ويندس. مون کي ڳولڻ جي ڪوشش نہ ڪجو!"

خط پڙهي پاسي جو سور ڇڏائي ويم. دل جهلي ويهي رهيس...

ڪجھ گهڙين کان پوءِ سامت ۾ اچي پنهنجي پوري قوت سان رڙ ڪيم"سا... جي! هڪ دفعو موٽي آ... 'سجو'... موٽي آ... " پر هي ڇا! سجو وات تہ رت ٿي ويم! امي ڊوڙي آئي... رت ڏسي روئڻ لڳي.

ڇيءَ "الائي ڪهڙي سگريٽ جو دونهون پٽ ٻتجي منهنجي پٽ جا پاسا جلائي ويو!... الائي ڪهڙي سگريٽ جو دونهون!!...



# قربتون ۽ فاصلا

"ڪڏهن ڪڏهن قربتون فاصلا وڌائي ٻه ڇڏينديون آهن. تارن جي حُسن ته انهن کي پري کان ئي ڏسڻ ۾ هوندو آهي..." هن ڇيو هو ۽ مان سمجهي ئي نه سگهيو هوس.

ڪيس ڀهريون ڀيرو پنهنجي سؤٽ فرزانه جي شاديءَ ۾ ڏٺو هوم. هوءَ معمولي شڪل ۽ صورت جي ڇوڪري هئي. منجهس ڪا به ڳالهه اهڙي نه هئي جا ڪنهن اوپري ماڻهوءَ کي مٿس ڪجهه سوچڻ تي مجبور ڪري پر الائي ڇو سندس لباس ڪراچيءَ جهڙي شهر ۾ ڪيس منهنجي ڏيان تي آڻي ڇڏيو هو.

شاديءَ جهڙن هنگامن موقعن کان آءٌ هونئين ڏاڍو الرجڪ هوس... اهڙن موقعن تي هوندو ئي ڇا هي؟ هرويرو جو ڇرڪائيندڙ روشنيون ۽ آواز، مصنوعي چهرا ۽ لباس، اجايا رسمي ٽهڪ ۽ جملا! شخصيت ۽ سماج جا اهي ٻٽا ٻٽا روپ، اندر ڪجهه ٻاهر ڪجهه!

پر هن شاديءَ ۾ مون کي ضرور شريڪ ٿيڻو هو، جو فرزانہ سان واعدو ڪيل هوم، ڇيو هُئين "مِٽي ماڻٽي بہ آخر ڪا شئي ٿيندي آ. رشتن ناتن کي ڪڏهن ڪڏهن نڀائڻ لاءِ اگر ڪي بہ- چار ڪلاڪ قربان بہ ڪرڻا پون تہ ان ۾ ڪهڙو حرج آ. ۽ نتيجي طور چئن ئي طرفن کان گوڙ گهمسان جي هِن ميلي ۾، جتي ڀانت ڀانت جا ڪيئي ماڻهو حقيقت جي کوڪلائپ کان خائف ٿي وڏن وڏن ٺهڪن ۾ پناهہ وٺي رهيا هئا، ۽ مان گهريل، ڀاڻ کي سيني کان ڇنل ۽ ڌار محسوس ڪري رهيو هوس، ۽ جڏهن پاڻ تي ۽ ٻين تي جڪ کائي رهيو هوس تڏهن اوچتو مون هن کي ڏٺوهو. هوءَ مون کي ٻين کان تمام مختلف ۽ ڌاڍي اوپري لڳي هئي انتهائي معمولي ۽ سادي، بيحد قديم ۽ اجنبي!

ڪانئس وڏي پڇيم "توهان ڪٿان کان آيون آهيو؟"

'توهين' بہ پنهنجي عادت کان مجبور ٿي ڇيو هوم، ورنہ هوءَ تہ 'تون' ڪري ڳالهائڻ جي بہ لائق نہ هئي.

وراڻيئن "مٺن جي دڙي کان." منهنجو ڌيان هيڪر وري سندس سراپي تي ويو... خاموش معمولي اکيون... سانورو رنگ، سوسيءَ جي سلوار، ڪچ پريل گچ تي چولو ۽ لاک رتي اجرڪ!

شاديءَ جو هنو مُوتريو تہ ڏٺم سندس هٿ ۾ ڪو رسالو هو.

"پڙهيل آهين؟" پڇيومانس.

"نہ" وراڻيائين.

"پوءِ هي رسالو ڇو کنيو اٿئي؟"

"واءُ ڪرڻ لاءِ."

شاديءَ جي ٻئي ڏينهن تي هوءَ ڏاڍي بي تڪلفيءَ سان گهر ۾ گهمي رهي هئي. فرزانہ کان آهستگيءَ سان پڇيم.

"اها پراڻي شئي ڪير آ؟"

چيئين، "پري کان پنهنجي مائٽياڻي لڳ مان آ ۽ منهنجي سٺي دوست بہ آ"

"۽ خير سان بيڪار بہ آ." مون ڪلي آهستگي سان وراڻيو هو.

تنهن ڏينهن شام جو ڪنوار کي گهوٽ سوڊو هل پارڪ وٺي ويڻو پيو هوم. گاڏيءَ جي آرسيءَ پويان نهار ڪيم تہ ڏٺم ڪنوار جي پاسي کان

هوءَ بہ ٽنبي ويٺي هئي. ان شام ڪيس ڏاڍي سوبر رنگ جي ساڙهي پاتل هئي، جنهن ۾ هوءَ ڪجهہ ڪجهہ سمارٽ ٿي لڳي. ڪيس ڏسي مون کي سندس وجود ڪجهہ ڪجهہ گوارا لڳو هو. جو پ-انيم هوم تہ هن 'نئين جوڙي' سان آءَ کهڙو Enjoy ڪريان ها. هيءَ 'پراڻي شئي' پنهنجي وقتي وندر لاءِ مڙيئي چڱي ثابت ٿيندي محسوس ٿيندي هئم.

هل پارڪ جون هوائون ڪائيندي ۽ ڪافي پيئندي مون هن کي ڪيترا دفعا ڳالهين ڪان ڇيڙڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هن چلڪڻ جو نالو ئي نہ ورتو هو. تڏهن مون دل ۾ سوچيو تہ مون کي منجهائڻس اهڙي اميدئي نہ رکڻ گهربي هئي. آڪن ڪان انب گهرڻ وارا بيوقوف هوندا آهن، ۽ مون بہ تڏهن پاڻ کي بيوقوف پاتيو هو!

پوءِ الائي ڪهڙي ريت ڪو دلچسپ موضوع ڇڙيو هو. بحث ڇڙيو تہ هوءَ بہ کُلي پيئي هئي، ائين جيئن سنڌوءَ جي پَوتِر پاڻي جا بند ڀڳا هجن. هن جي گفتار ۽ خيالي پرواز پسي مان دنگ رهجي ويو هوس. حيرت ڪاڏي هئم ان 'پراڻي شئي' تي، جنهن ۾ ايڏو علم ۽ عرفان، ادب ۽ تهذيب جو اُڪٽ درياءُ موجزن هو. ان گهڙيءَ هن آڏو مون پاڻ کي حقير ڪک جيان پاتيو هو. جو سندس وهڪري جي آڏو لڙهندو ٿي ويو. پر تڏهن بہ لڙهندي لڙهندي مون سندس لاءِ عقيدت وچان سوچيو هو، هيءَ قديم شيءِ پنج هزار سال اڳ بہ تازي هئي ۽ سيان بہ تازي رهندي، وقت جي هر وک هن جي قدامت کي نواڻ ۽ تازگي بخشيندي ۽ هن جي جوڀن کي جيارينديءَ. هيءَ شيءِ امر هئي ۽ اَمر رهندي. ماڪي جيئن پوءِ تيئن مٺي!

تڏهن پاتيو هوم تہ هن جي مقابلي ۾ منهنجي زندگي تہ ڇڻ لوٽ ۽ بنجر ڌرتيءَ جي حصو هئي، جنهن ڪان سندس ريج رسي ويو هو، جنهن ۾ هيل تائين ڪو ساوڪ جو سلو سرجيوئي ڪونہ هو. سوچيم منهنجي حصي جا سلا وچي انهن گسن تي اُبريا جت جت ان پوتر پاڻيءَ جا سهڪار هئا. ڀلا ريج بنا ڌرتي ۽ جوت بنا جيئڻ بہ ڪو جيئڻ هو!

اها سڄي رات آءٌ پنهنجي زندگيءَ تي سوچيندو رهيس هوءَ قديم شئي رکي رکي مون کي پنهنجي وجود جو احساس ڏياريندي رهندي هئي... اُنهي رات مون ڪيئي خواب ڏٺا هئا. (هر خواب ۾ مون سنڌوءَ جي سهڪار ۾

ساوڪ جا سلا جن کي ڌرتيءَ ۾ جڙون ته هيون پر جن کان هيل تائين ريج رنل رهيو هو.) هر خواب ۾ مون چيٽ جي چانڊوڪيءَ ۾ اُميدن جا مور نچندي محسوس ڪيا هئا اُن رات!

صبح سوير ئين جوت سان جيئڻ جو عزم ڪري هُن جي گس وڃي بيٺو هوس- خبر پيم ته هوءَ پنهنجي شهر وڃي چڪي هئي. سندس وڃڻ جو ٻڌي هٿن مان ڪجهه ڇڏائيندي محسوس ڪيو هوم ۽ خالي هٿ مٽي کي ڏيئي آفيس هليو ويو هوس...

فرزانه کان پڇا ڪيم. آواز مان پاڻيم ته پاڻ ئي آهي تڪڙ مان پڇيم، "ڪٿان پئي ڳالهائين؟"

"مٺن جي دڙي مان."

پڇيم، "ڪيئن آهين؟"

ورائئين، "في الحال مٽيءَ ۾ مبهوت آهيان." ايترو چئي هن فون رکي ڇڏي هئي.

ٻئي دفعي فون ڪيم ته هن فون ڪرڻ جو سبب پڇيو هو. چيم، "گهر ناهڻ لاءِ صلاح وٺڻ گهران ٿو، تنهنجي راءِ گهر جي."

جواب ڏنئين، "پر گهر ناهيو، چڱي ڳالهه آهي. ڌرتيءَ جي هر رهواسيءَ کي بنيادي جياپي جو پورو حق حاصل آهي."

مذاق مان چيم، "ته پوءِ 'جيئو ۽ جيئڻ ڏيو' واري اصول جي پيروي چاهيان ٿو... گهر ناهي ڏيندئين."

"نه مون کان ائين نه پڇندو."

پڇيم، "ڇو؟"

چيئين، "ننڍي لاءِ ٻين ٻارڙن سان جي ريتيءَ جا گهر به ناهيندي هئس ته سڀ کان ڀهرين منهنجا ڀڄندا هئا... سو هاڻي پنهنجو موڊ ناهي."

"پر منهنجو گهر ته ناهي ڏي؟"

چيئين "آءٌ حالتن جي هٿان جهريل آهيان... مون کان ڪي به ڪين جڙندو..."

ڪجهه عرصي کان پوءِ ٻڌو هئم ته هن جي مڱڻي ٿي وئي. صدمي هني نهوڙي رکيم.

هيڪر وري فون تي ڪيس جهنجهوڙڻ جي ڪوشش ڪيم.

چيم، "مڱڻيءَ جون مبارڪون هجنئي." پر هن ڪو جواب ئي نہ ڏنو. چوهہ مان چيم "منهنجي زندگيءَ جا تہ ليڪا لاهي ڇڏيئہ... پر هت فون تي منٽ منٽ جو ليکو ٿيندو آ، سمجهيئين تڏهن بہ ڪو جواب نہ مليو. وري پڇيم، "ڇو مبارڪن جو جواب نہ ڏنئہ؟"

وراڻئين، "اسان جي تهذيب ۾ ڇوڪريون مبارڪون 'وٺنديون' ئي ناهن."

"تڏهن؟"

"ڏين ۾ مزو آ... سو وٺڻ ۾ ڪهڙو!"

"تڏهن بہ پانيان ٿو خوش آهين؟"

"ها. آهيان تہ!"

هيڪر وري باهہ لڳم. ٻچان ڪاٺيندي چيومانس، "اهو تو وارو مڱيندو پڪ ڪو وڏو آفيسر هوندو؟"

جواب ڏنئين، "ڏس، پهريون لفظ واپس وٺ، باقي آفيسر ناهي."

"تڏهن پڪ ڪو عالم فاضل هوندو اهو تيس مارخان؟"

چيئين، پويون لفظ واپس وٺ، باقي عالم فاضل ناهي،"

"تڏهن پوءِ قبوليئہ ڇا لاءِ؟"

"منهنجن پنهنجن مان آهي."

ڏک وچان چيم، "تون پڙهيل ڪڙهيل ٿي ڪري اهي رواج نہ پيچي سگهينءَ؟"

"...پيڇڻ جون پين کي صلاحون ڏيندي آهيان، باقي پاڻ پيڇڻ جي همت ڪانہ هيم."

۽ پوءِ ٻڌم تہ ان 'پراڻي شئي' تي ڏاڍي اهتمام سان قديم ريتن جي هڪ ديوار ڪري پئي هئي ۽ هو، ان ۾ ڏتجي ويئي هئي تڏهن هيڪر وري مون کي ساين اميدن جا ساوا سلا سڪندي محسوس ٿيا هئا. ۽ هيڪر وري مون سنڌوءَ جي سهڪار لاءِ واجهايو هو!



# ١٩٦٧ع، ١٩٦٨ع ۽ ١٩٦٩ع

ٻنٹور... ٻنٹور

ڪيڏو ڪريهه ۽ ڪرب ڏيندڙ نالو رکيو هئين منهنجو! اڄ ٻه ڪڏهن ويرانن کي واسيندي ٻنٹور ڏسيو ٻنيلجيو ٻوان، پاڻيءَ جو گلاس ٻري جهٽ اڇيو ڇنڊيا ڏيانس. پر ڏک اهو ته... پاڻيءَ جو قطرو ٻه مٿس ٻنجي نه سگهندو آهي. هو هڪ رخ تان پاڻي ڏسي مخالف رخن ڏانهن ٻٽڪيو وڃي.

(ياد اٿئي تون چوندو هئين هي ٻه توجيان هوڙهه آهي.)

هڪ لڳان الائي ڪنهن ڪان ٻڌم هئم ته ٻنٹور ۾ تونس ڪان مثل مانهوءَ جو روح آهي، هن جي ٻون ٻون ۾ ٻٽڪيل ٻاوناڻن جي گوڻجار آهي، ان ڪري هن کي پاڻيءَ جو ڇنڊو ڏبو آ، جو هن جي آتما تڏي ٿي ٻنهنجي ماڳ ڏي موٽي.

اهو ٻڌي مون کي الائي ڪيڏن وهمن ورايو هو ۽ الائي ڪيترا ڦيرا ڏيئي ٿيو هو ماڻهو "مون کي ڦنور نه ڪولنيندو ڪر ڪامريڊ. منهنجو چڱو چوکو نالو ڦنيور حيدر زمان آهي." منهنجي چهري تي پوڄا ڀاو ڏسي چيڙائڻ لاءِ چوندو هئين "... پر اهو نالو به نه اسان جي تاريخ جي اڻ مٽ الميه جو يادگار آ... ڦنور کي ٻاهه لڳي هئي، سسئي سورن جو ڪشٽ ڪاٽيو هو....... نتيجي ۾ ڪيس ڪجهه نه مليو، سواءِ تاريخ ۾ نالي جي.۽ توکي ته اهو به نه ملندو يار (منهنجو ايڏو مردانه انداز تخاطب ان ٻيباڪيءَ سان مون کي ۽ سيني کي ڪيڏو وڻندو هو.) جو تون آهين معمولي درجي جو هڪ عام ماڻهون ۽ مرندئين به ٻنهه بوگس انداز ۾- پوءِ ڀل تون سسئيءَ جيان سور سهين، ڦنيور جيان ٻاهه جهلين." هلڪي شرارتي نوع وچان تنهنجي چپن جون ڪندون ۽ اکيون مرڪڻ لڳنديون هيون، آئون وچان ڳالهه ڪپيندي هئس. "الا ايڏي بدخواهي علي- ڪشٽ به ڪٽجي ۽ نالو به نه ملي. جڏهن ته اعزاز ئي سهي پر نالو ملندو ضرور آهي..."

"ملندو ضرور آهي... پر توکي نه ملندو. اسپيشل ڪيس هئڻ جي حالت ۾، ان شخص وانگر جنهن خودڪشي صرف اُن ڪري ڪئي ته سندس نالو ڪنهن به صورت ۾ بهرحال اخبار ۾ اچي.... ويچاري جو ذڪر واقعي آيو ته سهي اخبار ۾، پر ڪجهه اُن ريت ته گمنام شخص جو لاش لڌو ويو ۽ چهري جي سڃاڻپ ٿي نه سگهي ..."

"نه سائين نالو ملندو ضرور. انهن کي به جيڪي هڪ دفعو مڪتي پائي آزاد ٿي وڃن ۽ انهن کي جيڪي مسلسل ڪيفيت جو هميشه بنواس ڀوڳيندا رهن.... گوتم نه سهي، در در ڀٽڪڻ وارو ڀڪشوئي سهي."

"ٻر بس ته ڀنهنجو ڀروگرام ڀڪشو ڪان وڌيڪ نه بنائجانءِ."

"چڱو... ڀنهنجو ڀروگرام ڪيئن اٿئي ڀلا؟"

وراڻيءِ "فس ڪلاس- ڪينسر جو موت ۽..."

"الله ڪري..."

"نه... الله نه ڪري علي"

تنهنجو ضد "الله ڪري..."

تنهنجا گهڙيءَ گهڙيءَ ورجايل اهي جملا ۽ اهڙا الائي ڪيئي اڄ به ڪنهن

نوزائيده جي ڪنن ۾ اذان جي آواز جيان لاشعور ۾ ڳتيا پيا آهن.



جيتوڻيڪ يونيورسٽيءَ جي آخري ڏينھن ۾ مون توکي الائي ڪيڏي اعتماد سان چيو هو "مون توکي وساري ڇڏيو آهي."

ڪينٽين جي ان ڪنڊ ڪي جتي روز ڪلاس Attend ڪرڻ ڪانپوءِ الائي ڪيڏيون بي ربط ڳالھيون ۽ چريا نظريا ڇيڙيندا هئاسين- آڪاش تي اڪريل تيڙوءَ جي ان ٽمڪي ڪي، جنھن جي شاهدي پريندي هڪ لڱا توشميءَ آڏو چيو هو. "نه هي ڪڏهن ٽٽندو ۽ نه اسان ٽي ڪڏهن ڇڄنداسين ان ساڳيءَ Identification ڪي، جنھن ڪري ٻئي هڪ ٻئي جي ڪري سڃاتا ويندا هئاسين... بقول ڪنھنجي "يونيورسٽي ڪئمپس ۾ ڪنھن کان به پڇ تي 'علي ڪھڙو'؟ جواب ملندو 'پنيور. وارو' 'پنيور ڪھڙي؟ چوندا 'علي واري''"

آئون ته اڄ به چوان ٿي ته مون توکي وساري ڇڏيو آهي. توسان گڏ هر ان رستي کي به جتان پنھين جو گذر ٿيو به هو ڪڏهن.

پر عبادت جي ختم ٿيڻ سان معبود جو خيال ختم ٿي به سگھي ٿو؟

ڪڏهين ڪڏهين چپ چاپ هلندي هلندي- يادن جي زنجيرن ۾ جڪڙيل قيديءَ جيان من ۾ چو ٿيڙ ڪائي هيٺ نھاريندو آهي؟ عام ماڻھوءَ جيان دل سيني جي بدران پيرن ۾ ڇو ڌڙڪندي محسوس ٿيندي آهي؟ ائين جو من وڪ وڪ تي ٿڏو ڪائي هيٺ نھاري، خاموش گذر گاهن تان يادن جي مٽيءَ ۾ پوريل ڪي پراڻا ڪليسا جا ڪنگرا ۽ مندرن جا ڪلس پيرن جي ٺوڪر سان منھن ڪڏي رڻندا محسوس ٿيڻ لڳن ۽ دل ڪين بي حرمتيءَ جي خيال کان آزار جي ڪٽي من جي ڪنھن سي ڪان اوچي تختي تي سانيي ڇڏڻ چاهي- اضطراب جي ڪنھن انوکيءَ ڪيفيت سان، عبادت جي ڪنھن بي تانءَ سلسلي لاءِ.

ڇو، منڪر بنجي به ماڻھو پنھنجي ساهه ۾ ايڏا سومنات سانيو هلي؟ ڇو؟ ۽ وري هر ياد جو پنھنجو بت. هر بت ڇئي آئون بادشاهه.



الائي ڪيئن توکي وساري ڇڏڻ جو چيو هوم، جڏهن ته ايندڙ وقت جو

هر سمبل، علامت ۽ اشارو، ويندڙ وقت جي پيرن ۾ پنجوڙ بنجي، ان کي، جيئن هو، تيئن ئي بيهاري بيٺو آ. صدين مان هڪ ساعت به جيڪڏهن پاڻ ميحائي پنهنجي جاءِ والاري، ته اها اهم آهي. هتي ته پل پل جا ليکا قلب جي ڪوڊ بڪ ۾ درج آهن، جي ڪاغذ تي ڪري زمان ومڪان ۾ محفوظ ٿيڻ چاهين ٿا. پوءِ انهيءَ کي پل ڪنهن ڪهاڻيءَ جو نالو ڏجي نه ڏجي، محض ڪا ياد سهي، ڪو مرثيو، روداد يا ڪو انشايو ئي سهي. ياد اٿم تون چوندو هئين، "ڪهاڻيون اڪثر جنس، مان جنم وٺنديون آهن. تڏهن: جڏهن ٻن جسمن مان هڪ مرد جو ماسڪ پائي ۽ ٻيو عورت جو. ملندائي پاڻ ۾ ڪهاڻي جي تخليق لاءِ آهن. آئون پڇندي هئس، "۽ اسان جي دوستيءَ تي به ڪا ڪهاڻي سرجڻ لڳي ته پوءِ؟" علي، تنهنجن انهن لفظن جي پڙ ڪان ڪڏهن به قلم جي ذريعي توسان مخاطب ٿيڻ جي ڪوشش ڪانه ڪئي اٿم. ڪٿي واقعن جو تسلسل گڏجي ڪا ڪهاڻي نه گهڙي وجهي. جيتوڻيڪ پاڻ کي ماضيءَ جي بار کان آجو رکڻ لاءِ قلم هڪ بهترين پناهه گاهه آهي. هن جيءَ نوڪ سان ڪڏهن ڪڏهن جا واقعا ڪٽان ڪٽان سيري سريڪا ڪري، هڪ هنڌ رکڻ سان چڻ سالن جيءَ پيڙا کي پهو اچيو وڃي. ڪن پل لاءِ ئي سهي ماڻهو ڪرسيءَ کي ٽيڪ ڏيئي اکيون پوري پير پٿاري سگريٽ جي هڪ ڊگهي ڪش سان اونهون ساهه ته کڻي سگهي ٿو.

ڪوئي چاڻي ته سهي ته ساهن جي اونهائيءَ ۾ به يادن جو ڪيڏو نه افسوسناڪ الميو لڪل آهي!

جڏهن ته ميحان ٿي ته جن حقيقتن کي ماضيءَ مان جهپي حال ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم، انهن ۾ جذبن جي اها رنگيني ناهي، جا تحرير کي زندگي بخشي ٿي. زندگي! جنهن پاڻ کي تحرڪ ۾ رکڻ لاءِ هميشه محبت ۽ اتساهه جو ٻارڻ چاهيو آهي- جسماني گرم سگريءَ جو بيحد جهيڻو ۽ منو ٻارڻ، جنهن تان مختلف نوعن جي الڳ الڳ عنوانن سان ڪهاڻيون پچي تيار ٿين ٿيون.

هتي ته علي به پري ٻري تائين سوچن ۾ سَچ وٺل آهي اتساهه جا رتوڇاڻ لاشا پري پري تائين ٽنگيا پيا آهن ڪربلا جهڙي اهڙي ڪارزار ۾ گرم سگرين جو ته سوال ئي ڪهڙو؟ چارهائين ٿڌين سگرين ڪان جذبي

جي گرم رنگيني ۽ اتساه جي اميد ٿي ڪيڙي؟

تنهنجا منهنجا واقعا جوڙي جي قلم بند ڪريان به ٿي، ته سوچيان ٿي نام ڪهڙي سان.

پانيان ٿي جن بينام لڳاون تي ڪنهن رشتي جو ليبل چسپان ٿي نه سگهي، اهي بينام لڳاءُ دلين مان نڪري صرف فضائن ۾ وکري وڃڻ لاءِ هوندا آهن، قلم سان پکڙي ڪاغذ تي ڪيرائڻ لاءِ هرگز نه. پر اڄ الائي ڇو! پراڻي الماريءَ ۾ سالن کان پوريل هي ٿي ڪتاب ڏسي ڪٿان ڪٿان جا ساروڻا پاڻ ٿي ترتيب وٺي سلسليوار بنجندا وڃن. شايد ڪنهن موضوع جي تخليق لاءِ، اڄ اهي ڏکن کان واجهيل ناتا، جن کي زمان ومڪان جي امان نه ملي، قلم جي صليب تي ٽنگجڻ جو حق گهري رهيا آهن!

صليب! اننت منزل جو واحد Via!



آتما جي آتما کي اجهل چمڪ. دوستي ۽ اعتبار جو آڌار، Ideology جو Ideology سان ميل، شڪتيءَ جو شڪتيءَ کي بي آواز سڏ- بيوقوف هئاسين علي، جو پانيوهوسين ته انهن بي نانءَ رشتن جي آڌار جيئڻ جو جواز لهي وٺنداسين. انهن بي نانءَ ناتن لاءِ ڪو دليل هو، ته صرف ايترو ته خدا جي خدا ئي به ته مٿس اعتبار اعتماد جي ڪري قائم آهي. نه ته ڪيس اکين سان ڏسي ڪنن ٻڌي ۽ هٿن سان ڇهي ڪنهن ڏٺو آهي؟

چنڊ کي چڏي چانڊوڪي جو اعتبار. گلن کي ڇڏي صرف خوشبوءِ جي جستجو. شيءِ کي ڇڏي صرف شڪتيءَ ۾ پناهه ڳولهڻ. ڪيڏي وقت کان اڳ جي انڌي Ideology هئي اسان جي!

هڪ ٻئي جي خوابن ۽ گمانن تي اعتبار.

”رات خواب ۾ مون توکي مرندي ڏٺو پنهنجو. پر ڪان سچي رات سمهيم ٿي نه.“ ياد اٿئي ڪينٽين جي ڪنڊ ۾ چانهه جو چسڪو پريندي تو چيو هو. منهنجي اکين جا تارا حيرت کان ڦهلجي ويا هئا.

”حيرت آ علي، تڏهن مون رات توکي رئندي ڏٺو خواب ۾.“

”فرض ڪر جي واقعي ائين ٿئي، ته تون ڪيئن ملهائين منهنجي موت کي؟“

"پهرين تون پڙاءِ تون ڪيئن ملهائين؟"

خود غرض ٿي هڪيڻي جي اذيت جو اندازو هڻڻ لاءِ ڪيڏا بيوقوفيءَ جا سوال ڪندا هئاسين!

"نہ، پهرين تون پڙاءِ."

تو ڏڳهو ساهہ کڻي پنهنجي جسم کي ڪرسيءَ تي ڍرو ڇڏيندي چيو هو "فورن مري نہ وڃان، پر خبر پڙي پهرين سراپجي وڃان. جيڪڏهن يونيورسٽيءَ ۾ هجان تہ پوءِ هوريان هوريان هن ڪينٽين جي ڪنڊ تائين جيئڻ روز ايندا آهيون تيئن اچان. ساڳيءَ طرح چانهن جا بہ ڪوپ گهرايان. پوءِ هاسٽل ۾ تنهنجي روم تائين اچان. روم تائين ايندي تنهنجي ياد جو گهڻو حصو رستي جي هن پنهين پاسي پٿرن ۾ پوريندو اچان. پر جي تون ياد اچڻ لاءِ زور پرين تہ آئون T-V تي ڏيڪاريل ان ٻارڙي جيان اکيون زور سان پوري، ڪنن ۾ زبردستي آڱريون وجهي چوان هينئر مون کي ڪوئي ياد نہ پيو اچي، هينئر مون کي ڪوئي ياد نہ پيو اچي، ياد اٿم ڳالهہ ڪندي ڪندي اضطراب وچان تو عينڪ کي ايڏو زور سان پٽو ڪيو هو، جو هڪ ٺي ست سان ٻن حصن ۾ ٽڪرائي وئي هئي.

علي، اڄ سوچيان ٿي. ڇا ڪينٽين جي اها ڪنڊ، جنهن تي اسان کان سواءِ ٻيو ڪير ڪڏهن نہ ويٺو، لئبريريءَ جا مقدس ڪتاب، سال ٦٥ع کان ٦٩ع تائين جا شاگرد، ڊپارٽمينٽ جا استاد جي اسان جي ست ۽ سات جا ساکي هئا، اسان جي وجود کي وساري سگهن ٿا؟

ڪير پڙائيندو انهن سيني کي ڪائنات جي سڀ کان اهم قضئي متعلق، تہ دوستي اسان جي ختم ٿي وئي. بقول ڪنهن جي 'دوستي هئي اسان جي' جڻ دوا جي بند ڪا شيشي، جا آغاز جي تاريخ ۽ Exp- date سان ختم ٿي وئي،

هي ٿي ڪتاب، جي مٽيءَ جي جزدان سان لٽيا، الائي ڪڏهوڪو الماريءَ ۾ سٽيا پيا آهن، مٽيءَ کي ڇنڊڪو ڏيئي جلد جو ورايو اٿم، تہ اڏريل اڏريل رنگ جي مس سان، تنهين ڪتابن تي، هيٺان تنهنجيءَ صحيح سان ڦڪا ڦڪا مرنينگ لفظ اٽڪيا پيا آهن. ٽن نون سالن جي آمد تي تي عظمتن جا امين. سال ٦٧ع، ٦٨ع ۽ ٦٩ع جا. ائين ناهي تہ ٦٨ع کانپوءِ سال

٦٩ع نہ آيوءِ وقت بيهي رهيو. پر باقي ڪتابن جا تحفا تنهنجي نئين چوندبيل پيار جي چڪيا جو ٻارڻ بنجي ويا.

سال ٦٧ع جي ڪتاب تي لکيل آهي، "ٻن هارايلن کي هوئڻ بہ هڪ ٻئي سان عجب چڪ محسوس ٿيندي آهي- ائين جئن چٽي ويل ريل جا ٻہ ساٿيا مسافر... اسان بہ پاڻ ۾ ائين آهيون."

هيٺان تنهنجو نالو، تاريخ ١ جنوري سال ٦٧ع.

ٻيو ڪتاب سال ٦٨ع جو لکيل آ "ڪنهن اڃاتل ساٿيءَ سفر جا همراهي، ٻہ اڻ ٻورا وجود، رخت سفر ساٿيءَ سان. اضطراب ۽ بيچينيءَ ۾ هڪ ٻئي جا همنوائي. پيڙا ۽ پڙلائن ۾ ٻنهين جو هڪ جيترو حصو. ڏاراڪين سان ساٿي پروڙ.

ٽيون ڪتاب ٦٨ع جو. هلڪي مزاحيہ انداز ۾ خلوص جي اظهار خاطر لکيل آهي، "تنهنجي صرف هجڻ جو ئي احساس دل جي ڏڍ لاءِ امام ضامن آهي دل جي سهاري لاءِ ايمان جي انشورنس پاليسي..."

دل چوي ٿي اهي لکيئون پڙهي کلان، بيطرح کلان- ايڏو جو اندر جي اَنڌ مانڌ لوچ پوچ ڇن ڪنڌ پاڻ ئي سڏڪي سڏڪي سڪرات جي آخري سمي جيان ساٿي ٿي پوي. تون جي سامهون هجين تہ اها کل ٻڌي ڪامين وجين. ڏندن سان چپن جون ڪنڊون چکڻ لڳين. هميشہ جيان اهو ساڳيوئي جملو ورجائين، "ايڏو سکون پڪ تو ڪٿان سمگل ڪيو آ! نہ تہ ايڏي آئت عام حالت ۾ ڪهڙو شريف ماڻهو Afford ڪري سگهي ٿو."

آئون سدائين ساڳيو جواب ڏيانءِ، "چڱو شريف نہ سهي پر سرنڌئي سهي مون ڪانسواءِ؟"

اهوئي تہ ڏک آ حو نہ ٿي سري. اسين ڪجهہ بيڪار شين جو پاڻ کي عادي بنائي، انهن ڪانسواءِ پاڻ کي جڻ اڌو ڳابرو محسوس ڪرڻ لڳندا آهيون. نہ تہ شين ۾ ڪا خصوصيت نہ هوندي آ، جئن تو ۾ ڪا خصوصيت ناهي. بقول غازيءَ تہ "محبت مڪمل شخصيت سان انهن جي خامين جي باوجود ڪئي ويندي آ."



ٽيئي ڪتاب سامهون پيا اٿم ۽ تنهنجا جملا اڏريل اڏريل رنگ جي مس سان مرتينگ انداز ۾ لاش سمان جڻ ڪاغذ جي ڪفن ۾ ويڙهيل ڪتاب،

جي ڌرتيءَ ۾ امام جيان محفوظ پيا آهن.

دوستي، اعتبار ۽ اعتماد ختم ٿي چڪو آ ۽ لفظ اڃا محفوظ رهيا آهن.

الائي ڇو اسين وقت کان اڳ ۾ ئي ڪنهن ڪنهن ڪي دل جا دائمي سهارا ۽ ايمان لاءِ انشورنس پاليسيون سمجهندا رهندا آهيون! الائي ڪهڙا ڪهڙا ايمان جا ضامن ۽ عقيدن جا نــا خدا جوڙيندا رهندا آهيون. جڏهن تہ خبر اٿئون تہ ضمانتون ضبط ۽ پاليسيون Lapse بہ ٿي ويندڀيون آهن.

دريا پنهنجي دوار، هوائون پنهنجي رخن ۽ مندون ساڳين ماڳن تي هلي هلي رخ بدلائي بہ ڇڏينديون آهن. دلين ۽ درياهن جا هوئڻ بہ ڪهڙا پروسا! هوئڻ بہ انسان ۽ سندس فطرت ۾ ڪو ڪلارڪ ۽ ڪرسيءَ جهڙو رشتو تہ ناهي، جي هميشہ هڪ ٻئي کي ڇهنديون اچن. ڪڏهن بہ، ڪوبہ واقعو، سال گهري سٽل جذبي کي جاڳائي زندگيءَ جي رخ کي موڙي بہ سگهي ٿو. نظريا ۽ اصول، قول ۽ فعل بدلائي بہ سگهي ٿو.

حالتن سان گڏو گڏ وقت وقت جي ڳالهہ آ. جڏهن وقت جي ڪنجي حالتن جي تالي ۾ گهمي، تڏهن خبر پيئي تہ ڊار اکين سان ساڳي پروڙ رکڻ وارا هٿا تہ ٽريفڪ جو برابر ساڳيوئي سگنل، پر ٻن مختلف [Indicators] سان. علي، تو تنڻ وقت ساوا رنگ چوندئين ۽ مون کي حصي ۾ زرد روشني ملي، جتي جيون جي هر هلندڙ گاڏي اچي بهي رهندي آ. تون اڄ اپ ۾ اڏامندڙ آزاد پنڇي آهين. اوچاين تي آڪيرو اڏڻ وارو منهنجو واهيرو بہ آهي تہ سهي، پر ڌرتيءَ جي اونهاين ۾. عام ماڻهوءَ جيان پنهنجي واهيري تائين رسڻ جي آس اٿم. منهن ۽ مٽي سان ڌرتيءَ کي ڪوتڻ جو ڪشٽ.

چوندئہ تو بہ ڪئي ۽ مون بہ. ڪامياب تون بہ آهين ۽ آئون بہ. فرق هڪڙو آ، جو تون ڪامياين سان نباهي هڪڙو دفعو سرخرو ٿي وئين ۽ اسان بہ پستين جي ميدان ۾ پيڙائن جي ساٿ سان Long March ۾ ڪجهہ نپائي آياسين، ڪجهہ نپائي ويندا سين. ان ۾ شاباش ڏيڻ جي ڪا ڳالهہ ناهي، جو ڪامياب تون بہ آهين ۽ آئون بہ.

مسئلو صرف جسم جي جيئڻ مرڻ جو هجي ها تہ ماڻهو اهڙا بنواس نہ بہ پوڳي ها، ڪا ڏڏي ڪنڌ وني سمهي رهي ها سڪون سان. پر هتي تہ اڻ تر Ego جو سوال هو ۽ مون سان تہ خوش نصيبيءَ سان هميشہ اها

ٽريجڊي رهي آ. جو جذباتي ڏي وٺ ۾ منهنجو هٺ هميشہ کان اوچو رهيو آ. ڪڏهن بہ منگتن جيان سک جي خالي ڪشتي کي محبت ۽ دوستيءَ جي سکن خاطر ناهي ڦهلايو (دراصل جي جذبا توکان هميشہ Command سان مليا. انهن لاءِ Demand جي عادت جو نہ هئي.) آخر ۾ هٺ ڦهلايان ها مان تو آڏو- جنهن کي دوست ميجيو هوم پنهنجي سڄي ساري وجود سان. ڪل ايندي اٿم جڏهن ڪوئي چوندو آهي تہ منهنجي دل ٽٽي پئي. پلا دوستيءَ جي عظيم ڦهلاءَ کي جسم جي صرف عضوي تائين ڪيئن محدود ڪري سگهجي ٿو؟ صرف دل تائين؟ صرف دماغ تائين؟ صرف شهہ رڳ تائين؟ ڌرتيءَ کان آڪاش تائين جي ڦهلاءَ کي جسم جي ڪنهن هڪ حصي تائين وابستہ ڪري، ان کي ڪنهن نواڻ جي ڪٽنچيءَ سان محض افتتاح جي شوق خاطر ڪٽي ڇڏڻ! اها هئي تو ڀاري مصلحت پسند مشهوريءَ جي شائق عقلمند جي ڪيڏ. حالانڪ تو مون کي 'اڳرائي ڪندڙ' جو الزام ڏنو هو.

اسان تہ هميشہ وک وک ڪري منزل جو سفر طئي ڪيو، ۽ ساڳ ڏسي پلاند ڇنڊي پري بيهي رهياسين. پريل بازارون پاڻ بنائي، پنهنجي لاءِ پڳڙا چونڊي چپ ٿي وياسين. اها منهنجي تياڳ پسنديءَ جي انتها هئي، جو تو هڪ لڳان اسان جي دوستيءَ جي آخري ڏينهن پنهنجو تئون فيصلو ٻڌائيندي چيو هو، "هڪ ٻئي جي پناه ۾ ان ريت پنهنجي ڪمزورين جو اعتراف ڪرڻ تہ اسان کي ڪمزور ڪري ڇڏيندو. اُچ تہ هڪ ٻئي جي ذات کان ٽورو آجو ٿي، ڪجهہ دنيا سان گڏ هلڻ بہ سکون."

"ضرور..." مون کي ڪٿي اعتراض هو!

هڪ نقطو- هڪ زاويو، جتان شڪست خورده قنوطي شخص مرڪندڙ فاتح ماٺهن کان پنهنجا دڳ الڳ ناهڻ شروع ڪندا آهن. جتان آس نراس، سراب ۽ شادابيءَ جا رستا الڳ ٿيڻ شروع ٿيندا آهن. اسان ڌار ٿياسين ان نقطي تان.

سوچيان ٿي، ڇا ڪهاڻيءَ جو آغاز آئون ڌار ٿيڻ کان ڪريان. جڏهن تہ وڇوڙن کان پوءِ ڪهاڻيون سرجنديون نہ پر مرجهائجي وينديون آهن. پوءِ ڇو نہ ٽورو وصل جو ذڪر ٿي وڃي!

يونيورسٽيءَ جي ڀهرين ڏينهن... ها. شايد ڀهرين ڏينهن ئي تو سان

ملاقات ٿي هئم. اهو ڏينهن شايد منهنجي نيڪ نصيب (جيڪڏهن منهنجي حصي ۾ ڪا نيڪ نصيبي هئي ته) ڏينهن مان هو، جو بابو به ساڻ هئم. نه ته بابي جو ساڻ هجڻ ته ڪڏهن خواب ۾ به نه سنيريو هئم. بابي الائي گهڻيون شاديون ڪيون، پر جو ليکو ذهن ۾ واضح اٿم- اهي جن جا نڪاح باقاعدي رجسٽر ٿيل هئا. پر انهن ٻن مان به پهرين زال سان پاڻ نه نڀيو. ٻي ساٿس نه نڀي (جا شايد منهنجي ماءُ هئي.) اهڙي ريت ٻي ربط ڦيٽن سان هلندڙ گاڏي نه پاڻ نڀي هلي، نه مسافرن کي ئي صحيح دڳ لائي سگهي. ٻي ماڳ پٽڪندڙ مسافرن جيان اولاد جنهن کي جيئن آيو تيئن پنهنجي وت ۽ وقعت آهر ٻي مقصد اسٽيشن تي لهي پيو. هاسٽل جي ڪنڌ اهڙي سمي مون لاءِ چڻ دارالامان بنجي ويئي. هوئنن به اهي مسافر جن جي منزل جو ڪو خاص تعين ٿيل نه هجي، خلوص ۽ پيار جي ننڍڙي ننڍڙي اسٽيشن تي پنهنجي ساهه جو سمورو سامان ويڙهي هيٺ لهي پوندا آهن. اهڙيءَ حالت ۾ تنهنجو خلوص ۽ سهڪار تنهنجي ئي لفظن ۾ دل جي ڏڍ خاطر 'امام ضامن' بنجي ويو.

بقول ڪنهن جي غمن کي واقعي پنهنجون گهرايون آهن. حالتن کان مار کاڌل هارن جيان اسان هڪ ٻئي جي گهرائيءَ ۾ ايئن سرچي وياسين، جو ٻئي ڪنهن رشتي کي سلهاڙڻ جي گنجائش ئي نه رهي.

يونيورسٽيءَ ۾ گهڙندي ئي بابا توکي چيو هو (جو ڳالهين ۾ خبر پئي ته تون نه صرف منهنجو ڪلاس فيلو پر بابا جي مرحوم دوست جو پٽ به آهين ۽ پنهنجي پيءُ جي ٻي وقتي موت کي خراب حالتن جي صورت ۾ ڀوڳيندو آيو آهين.) "پٽ پيڻ جو خيال ڪجانءِ هيءَ نئين آهي ۽ هر شيءِ دير سان سمجهه ۾ ايندي اٿس. آئون Busy رهندڙ ماڻهن مان آهيان. البت چيڪن موڪلڻ ۾ دير نه ڪبي."

بابو واقعي هميشه جيان چيڪن جي حد تائين ياد رکي جئن ويو ته وري نه وريو.

پر تو به بابي واري لفظ 'ڀيڻ' جي ڪڏهن تائيد نه ڪئي. بقول تنهنجي- "ضروري آهي ڇا ته رشتا ۽ وابستگيون ضرور ڪنهن نه ڪنهن نالن ۾ ئي ورهايون وڃن- ڀاءُ ۽ ڀيڻ جو رشتو، عاشق ۽ معشوق جو رشتو،

زال ۽ مڙس جو رشتو. ڇا ان کان علاوه ٻيو ڪو به رشتو ممڪن ناهي؟ دوستيءَ ۽ اعتبار جو، ذهن ۽ ذهن سان هم آهنگيءَ جو. اهڙو رشتو جنهن ۾ نه ڪا ڪهائي سرجي، نه منزل ملڻ جي تانگهه ٿئي ۽ نه ئي ورڻ چاشنيءَ وارو اهو چاهه، جو جسمن جي لمس مان پيدا ٿيندو آهي. اهڙا ناتا کان وانجهيل ناتا عظمت جا امين آهن- ان کان سواءِ باقي رشتا وودڪا جي اثر کان بي ستي وقتي وهنوار جي وندر آهن، باقي ڪجهه به نه.



ڪتابن جا ٿها هٿن ۾ جهلي ٻانهن تي ڪارا گاؤن لڙڪائيندي، ٿڪل ٽٽل رستي تي پيل پٿرن سان ٺڏن جي ريس ڪندي، اسان حيات جي ڪيترن ئي رهجي ويل خالن کي هڪ ٻئي جي هام سان پري ڇڏيو هو. تون حيات جي ناگزير حالتن کان پريشان هئين ۽ مون کي زندگيءَ جي گذريل پلڪن پريشان ڪيو هو. ضرورت مند تون به هئين ۽ آئون به. هڪ ٻئي جي حاجت روائي، ڪنهنجو ڪنهن تي احسان نه هو. مشڪل ڪشائيءَ جي لمحن ۾ پنهين مان ڪنهن هڪ به نه سوچيو ته سڪون جو هيڏو سامان جنهن شخص مان مون کي مليو ٿو، سو ڪو اتفاق Apposite sex رکي ٿو.

ياد اٿئي جنهن جاءِ ۾ اوهين رهندا هئا ان تي هلندڙ ڪيس جي ڪري تون اڪثر پريشان رهندو هئين. ڪيس کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪافي وقت ۽ پئسي جي ضرورت هئي. تون اکيون پوري ڪرسيءَ کي ٽيڪ ڏيئي ٿڪل لهجي ۽ افسرده نوع ۾ چوندو هئين، "سڄي رات سمهيو ناهيان. سوچيم ڪيئن صبح ٿئي، جو توکي اچي ڳالهه ٻڌايان. تو ٻڌايو هو ته ڪاغذي ڪارواين تائين اوهان ڪيس کٽي ويندا آهيو، پر مخالف ڌر امين کي وڏيون وڏيون رقمون ڏيئي ڪيس پنهنجي حق ۾ ڪرائيو وڃي. تنهنجيون اوجاڳي کان ٿڪل اکيون شڪست ۾ بدل هونديون هيون."

"سمهڻ وارا ته سوريءَ تي به سمهي رهندا آهن." مون توکي خلوص سان صلاح ڏيندي چيو هو. "رات جو جڏهن سمهين ته سکيو سمهندو ڪر- ڏک ڏينهن جو هتي کٽي ايندو ڪر ته گڏجي ونڊيندا سين."

تون پريشان ٿي چوندو هئين "ڏينهن ڏجهائين ٿا ۽ راتين کي ريجهائڻ جو ڪو سليقو ناهي. حالانڪ پنهنجي شڪستن کي هميشه کلي کيڪاريو اٿم-

البت شام جو ڪنهن ريسٽورنٽ ۾ ويهندي، اڪيلي چانهن پيئندي توکي اڪثر مس ڪيو اٿم- خصوصاً تڏهن جڏهن موڊ منجهيل ۽ دل اداس هجي. الائي ڇو، اهڙي ويل دل چاهيندي آ- تون پر ۾ هجين ته پنهنجي اونهاين کي توسان Expose ڪري بار لاهي ڇڏيان."

"سچ ته تون امن آهين پنيور"

"سچ ته تون اَمين آهين."

"ڇگو پلا پٽي هڪ پٽي لاءِ دارالامان آهيون..." ڪلي ناهه جي هڪ نئين صورت ڪڍندا هئاسين.

گويا مڪتيءَ جو مشروط فيصلو هو هڪٻئي جي وجود سان. بنا ڪنهن شڪ شبهي جي اهڙو سنگم- جنهن تي نه ڪا اک مرڪي، نه ڪنهن اگر سچي، نه اسڪئنڊل جڙيو ۽ نه ئي Affair مشهور ٿيو. نه ته جو ناتو جڻ هجي، دنيا ان کي ائين ئي قبولي، ضروري ته نه هو. جڏهن ته شڪ ڪرڻ وارن جي زد کان آسماني صحيفا به نه بچي سگهندا آهن.



بس اٽڪياسين پاڻ ۾ ڪڏهن ته، هن فرزانه واري معاملي ۾ چانهن جا بل ادا ڪرڻ تي.

فرزانه تنهنجي ماٽاٽي لچ مان هئي. ڪوئي اوهي واهي نه هئڻ ڪري اوهان وٽ ئي رهي. تنهنجيءَ امان جي مرضي هئي ته گهر جي ڇوڪري گهر ۾ ئي رهي. پر تون ڪنهن صورت پير تي نه ٿي بيٺين. هڪ لڳان تنهنجيءَ ماءُ مون کي ان معاملي ۾ توکي سمجهائڻ لاءِ چيو هو. سمجهايو هو ماءُ ته چڙ مان سڄي يونيورسٽيءَ مان چانٽيل ڇورن جي لسٽ ڇونڊي چيو هئي، "پهرين تون هنن سيني مان هڪ سان شادي ڪر ته پوءِ آئون فرزانه سان."

هڪ ڏينهن تو پريشان ٿي چيو هو، "امان چوي ٿي يا فرزانه سان شادي ڪر، نه ته گهر ڇڏي هليو وڃ."

"فرزانه توکي لهڻين به ضرور. امان سچ ٿي چوي."

چيئه "شادي Risk آ ۽ في الحال آئون Risk کڻڻ لاءِ تيار ناهيان."

"Risk ته اوپريءَ شيءِ سان ٿيندو آ. فرزانه پنهنجي آ."

وراثيڻ، "پنهنجي شيءِ مان ڇاتل سڄاتل هڳاءِ ٿو اچي. جنهن کي چڱائيءَ جي لحاظ کان هر وقت پنهنجو Feal ڪجي،ان سان Deal وري ائين ڪجي، جو ان مان ٻار ڇٽجن- پاڻ کان پيلي ائين ڪونه پڇندو."

اهڙيءَ طرح ڪينٽن جي ڪنڌ ولي ڇانهن جي چسڪن سان الائي اسان ڪيڏا بي ربط نظريا ۽ عجب Ideas ڇيڙيا هوندا. اتي جو اتي تر تان گسي هڪ ٻئي کي مردن جيان گاريون ڏنيون هونديون سين. ٻارن جيان ڀوت سڄايا هوندا ۽ وري نئين سرِ تازا دم سلسلا جوڙيا هوندا روح ۾!

آئون سارتر جي انهن لفظن سان متفق آهيان به سهي ته "هر اهو لفظ جو اسان ٻئي جي آڏو ادا نه ڪري سگهياسين- اسان جيءَ هار جو سخت اعتراف آهي." پر تنهنجي منهنجي ويڙهه ڏرتيءَ تي پنهنجي نوع کان پهرين ئي ويڙهه هئي. جنهن ۾ اسان هڪ ٻئي کي گهٽي کان گهٽو ڀڏائيندي به پنهنجو پاڻ کي شڪست خورده سمجهيو.

مون کي ياد آ- ويڙه ۾ تون اڪثر چوندو هئين "توسان گڏ ويهي به نه تو سگهجي، توکان سواءِ رهي به نه ٿو سگهجي."

آئون به کلي چوندي هئس "تنهنجي ساٿ ۾ ايڏو سڪون آ، جو سمجهائي نه ٿو سگهجي. ايڏو سرور آ جو سانڍي نٿو سگهجي."

ائين البت ضرور هوندو هو ته ويڙه جو آغاز هميشه مون طرفان ۽ پرچاءُ ۾ پيش قدمي هميشه تنهنجي طرفان ٿيندي هئي. جو منهنجو خيال هو ته روسامي لاءِ اول ڪيٽ تون ٿو ڪرين. چوندو هئين، "زندگيءَ جي هر معاملي ۾ هميشه خوددار رهيو آهيان. پر تو جهڙي بوگس ماڻهوءَ لاءِ اڪثر انا اٿا اٿا ڪرڻي پئي اٿم."

بهرحال تڏهن اسان ٻنهين جو خيال هو ته زندگيءَ ۾ ڪو سنو 'ساٿي' پائي من کي نفسياتي سهارو ملي ويندو آ جيئڻ لاءِ، جنهن جي آڌار تي زندگيءَ جا ننڍا وڏا ڪم سليقي سان نڀائي سگهبا آهن. جنهن جي ميڻ سان شڪستن جا ٻار آسانيءَ سان کڻي سگهبا آهن. جنهن کي زندگيءَ جا ٿورن لفظن ۾ گهڻا مطلب سمجهائي سگهبا آهن.

"اسان ٻه ته هڪ ٻئي جو جٽ هئاسين علي!"

تڏهن ته اسان ٦٥ع کان ٦٨ع تائين جو عرصو اسان هڪ ٻئي جي

حفاظت ۾ ائين گذاريو، جئين اسرندڙ ٻار ماءُ جي ڪک ۾.

سال ١٩٦٩ع آيو.

نوان واقعا، نوان امنگ ۽ نوان ماڻهو ڪٺي ايندڙ وقت ۾ ٿيندو تہ الاءِ ڇا ڇا، پر هميشہ هر ڳالهہ الائي ڇو ڏاڍي اميد افزا پاتئبي آهي. پوءِ پل تہ ٿيندڙ واقعا اسان جي پلاند کي پرڻ ڪري اسان کان اسان جي Identification ڦري وٺن. پر آئنده جو آڌر پاءُ هميشہ کان اسان جي عادت رهي آ. ڪيئن نہ چندا گڏ ڪري نئين سال ۾ ايندڙ ماڻهن کي Reception ڏيندا آهيون.

سو نئون سال آيو. پنهنجي تمام تر نواڻ سان، نوان ڪلاس، نوان شاگرد، نئون ٽائيم ٽيبل، نئين يونين ۽ نئون Menifesto ڪٺي.

اسان پارٽ ٿرڊ بيحد شان سان ڪلينر ڪري فورٿ ۾ آياسين. پهريون دفعو ائين ٿيو جو شاگردن جا ايڏا جٿا ٻين ڪاليجن کان Migrate ٿي اسان جي يونيورسٽيءَ ۾ آيا.

پهريون دفعو... پهريون دفعو... ڪلاسن ۾ شاگردن جي گهڻائيءَ سبب ورهاڱو ٿيو Sex جي بنياد تي.

ظاهر آ، ان تبديليءَ کي اسان مان ڪنهن بہ پسند نہ ڪيو. پراڻن شاگردن جي چهل پهل گويا گم ٿي وئي. ڪجهہ ايندڙ شاگردن جي اجنبيت ۽ پؤ، ڪجهہ پنهنجن پيارن رفيقن کان ڇڃڻ جو ڏک- ڏينهن سچ تہ هيڪر وري ڏولانگهن ۾ اچي ويا.

اسان جي... ها علي، اسان جي سالن کان ساٿيل هيڪڙائي بہ ورچ جي ور چڙهي وئي.

آگسٽ ٦٩ع جي ١٥ تاريخ سومر جو ڏينهن- پهريون دفعو تو الڳ ۽ مون الڳ ڪلاس اٽينڊ ڪيا. خالي ذهن ۽ ڪوڪلي اتساه سان. ڪلاسن ۾ دل نہ لڳي، ليڪچر سمجهہ ۾ نہ آيا. ڪيئن بہ چاهيو هوسين تہ چانهن جو وقفو ملي تہ گڏ ويهي فضا ۾ گاريون اڇلايون ۽ اندر ٺاريون. پر ٿيو ائين جو ان ڏينهن ١١ بجي چاءِ پيئڻ خاطر ڪينٽن ۾ گڏياسين ضرور، پر الاءِ ڇو پنهنجي پنهنجي جاءِ ٻنهين ڄڻ عجب شڪائي محسوس ڪئي. جنهنجو اظهار اسان ان ٽاپڪ تي ڪجهہ بہ نہ ڳالهائي ڪيو. تون خاموش هئين ۽ رکي رکي پيشانيءَ تي هٿ ٿي گهمايئي (پريشانيءَ جي عالم ۾ پيشانيءَ تان

هڻ گهمائڻ تنهنجي خاص عادت هئي.) ٽڪل ٽڪل لهجي ۾ اٽندي اٽندي چيو هئين "موڪل مهل ڪلاس کان ٻاهر منهنجو انتظار ڪجانءِ. اڄ توسان هلندس ۽ ماني به تنهنجيءَ ميس جي ئي کائيندس."

"تنهنجو دماغ اڄ ڀنڙيءَ تان لٿل آ علي."

تو اپاٽڪائيءَ سان خالي خالي انداز ۾ خليل جبران جا جملا ورجايا، "منهنجيون ديوانگيون پاڻ کان لڪائڻ ڏي ساٿي، جو مون کي هيڪلو لنگهٽو آ ان جهنم مان، جو آئون توکي ڏيکارڻ نه ٿو چاهيان."

روم ۾ وچي اسان هتي هتي جي سطحي Talk ۾ پوري ڪوشش ڪئي ته ان خود ساخته احساس جي جهنم مان بچي سگهون، جو خاص الخاص اسان هڪ ٻئي جي وندر لاءِ هٿرادو جوڙيو هو. ماٺهو پنهنجي آرام لاءِ جنتون جوڙيندا آهن، اسان جهنم چونڊيو هو. هئي نه چريائيءَ واري Sadistic approach.

"علي، ڪڏهن ڪڏهن الائي ڇو ذهن تي هرويرو Depression جو ايڏو داٻو محسوس ٿيندو آ. ڀانءِ من جي اندر الاءِ ڪٿي پري پري ڪي Emotional gaps رهجي ويا آهن، جن کي ڀرڻ لاءِ حيات جو هيءُ دور پورو نه آهي. شايد وري ڪا ٻي جوڻ مٿائي، انهن خيالن کي ڀرڻ وري هتي اچڻو پوندو." مون چيو.

تون شايد سمجهي وئين. اندر جي رهجي ويل گهائن کي لفظي ڇيهرن سان پر ڪرڻ جي ڪوشش ۾ چيئه. "تنهنجي زندگي پر پيچ سهي تي سگهي ٿو ڪو داءُ تنهنجي فائدي ۾ وڃي ۽ تون جيئڻ جو جواز لهي وٺين. زندگيءَ تمام وسيع آهي."

"مون زندگيءَ ۾ لالچي ٻارن وانگيان ڪڏهن به اميد جي اک ناهي هنئين. جڏهن به Future لاءِ سوچيم، هميشه محسوس ٿيو ته اجهو اجهو ڪولمحاتي حادثو ٿيندو، جو مون کي ٻنيءَ پر ڪيرائي وجهندو ڪا ناگهاني اتفاق جو وير ايندي، جا مون کي لوڙهي ويندي. T-V ڏسندي، اخبار پڙهندي هر بريءَ خبر جي گرد گول دائرو ڇڪي ڇڏيندي آهيان. شايد ڪو وقت ايندو، جو اهي خبرون منهنجون منتظر ٿينديون. ڇوڪريون سهانن سپنن جا تاج محل اڏينديون هونديون، پر منهنجي سوچ

هر وقت مڪليءَ جو مقبرن ۾ ئي ڀٽڪندي رهي ٿي." تون ڦڪي مرڪ مرڪي پئين چيئه، "نيٺ به چند سنڌي آهين. جنهن مڪلي نه ڏٺي، اتي جي مقبرن لاءِ نه سوچيو، سو سنڌي ٿي ئي نه ٿو سگهي."



يونيورسٽيءَ ۾ ايڏي بڪواس جو وقت نه ٿي مليو. پر چانهن جو وقفو بهرحال اسان جو رهيو. ان وقفي ۾ ملندا هئاسين ۽ خوب ملهائيندا هئاسين. اڻ پورا جملا ننڍيون ڳالهيون.

"اڄ تون ڪنهنجيءَ پر ۾ وينئن؟"

"تون ڪنهنجيءَ پر ۾؟"

"ڀلا توکي Keats جي فلاڻي لائين سمجهه ۾ آئي؟ جي آئي ته مون کي سمجهائج. رات مان امان ران پڇائي. توکي ياد ڪيائين، چيائين ته ڀنبور کي ڏيٺي آ. پر مان نه آيس، جو موڊ آف هو."

"ڪلهه مان جيڪي ڪارا فليپر ۽ Grey شرٽ پاتي، ان جي تو واريءَ شمشاد انصاريءَ خوب تعريف ڪئي ڀنبور توسان گڏ رهي. هاڻ ان جا ڏانٿا به تو جهڙا ٿيندا وڃن."

شميءَ جو رول نمبر منهنجي پر وارو هو. ويجهڙائپ هوئڻ به مانوسيت پيدا ڪندي آهي. هيءَ ته هئي هر رخ کان ويتر وڌيڪ زيبائتي- واقعي سهڻي کان گهٽ عمر ۽ گهڻيءَ ڪشش واري.

شمي ڇا آئي. سندس اچڻ سان سڄيءَ ڪئمپس ۾ زندگيءَ جي مانداڻ مچي وئي، جيئن بينل پاڻيءَ ۾ ڪو پٿر لهرون پيدا ڪري ۽ لهرون پري پري تائين ڦهلجي وڃن، تئن هن ۾ به ڪو مقناطيسي بجليءَ جو پاور هائوس هو. جتان لنگهي، جو ڇوي، جيڏانهن ڏسي، هر شئي جي قسمت جڙي پوي. سندس هر زاوئي کي پنهنجو مطلب هو ۽ هر مطلب هوس به معنائي."

رول نمبر ٢٢ وارو سليم اکيون مچڪائي آواره انداز ۾ چوندو هو شميءَ جي بدن ۾ آهن موکيءَ جا مٽ. هلندي هلندي هاريندي وتندي آ."

بهرحال هوءَ مونکي به ايترو ته ضرور پياري لڳي، جڏهن وڏي وڏي اعتماد سان پنهنجا ننڍا ننڍا راز ٻڌائيندي هئي، تڏهن ڪيس پوري ڏيان سان ٻڌندي هئس. جو خيال هوم ته پرڪشش جواني هوئڻ واقعن سان

سلهاڙجي رازن کي جنم ڏيندي آ. حسن هميشہ کان رازن جو امين رهيو آ. بي راز زندگي بي صورت زندگيءَ جو درد انگيز الميوئي تہ آهي علي.

شمي ڪڏهن ڪڏهن موڊ ۾ اچي مرڪي چوندي هئيءَ "تون... فقط منهنجي سڀ کان وڌيڪ همراز آهين، پنهنجو الائي چو؟"

آئون شرارت وچان کلي چوندي هئس "ڇو جو تون فقط تون بمباز آهين. الائي ڇو؟"

"تون رازگهر آهين."

"۽ تون بجلي گهر آهين." آئون کلي ڳالھ لنوائي ويندي هئس- هوءَ شڪي ٿي، ماٺ ٿي ويندي هئي.

بهرحال هن مون تي اعتماد رکيو ۽ مون بہ نہ ٿي چاهيو تہ هھڙي گهڻ معنائي شئي ڪڏهن حيات جي ڪنهن Dead end ۾ الجهي بہ پوي.

اڪثر ١١ بجي چانهن جي وقفي ۾ تنهنجي انتظار لاءِ مون سان گڏ ويني ۽ بور ٿي.

تنهنجي لاءِ مون محسوس ڪيو تہ تون هن جو وجود ذهني طرح قبول ڪرڻ نہ ٿو چاهين. چيڻ تہ ڪڏهن ڪجھ ڪونہ، پر چهري جا تاثرات لڪائي بہ نہ سگهندو هئين. شميءَ کي منع ڪري ڪانہ سگهندي هئس. هن کان وڌيڪ وري بہ توتي حق هوم. ڪيس ڪجھ چئي سگهان يا، نہ توکي ضرور سمجهائيندي هئس.

"علي، شمي ايڏي پياري آ، ايڏي پياري آ جو جا شئي مون کي وڻي اها توکي نٿي وڻي. ڪمال آ!" منهنجي چهري تي معنيٰ خيز مرڪ ڦهلجي ويندي هئي.

"جڏهن تہ تنهنجا همزاد لوسين جيان لٺونتا هتندا آهن." ماضي مان ڪو خيال گهڙي آيو ذهن تي.

"مون کي ڪاشئي Convince ڪري نہ ڪري، ڪا صلاح آئڙي نہ آئڙي، پر تون چوين تہ Convince بہ ٿيان. محسوس بہ ائين ڪريان، جئن تون ڪرين. ڇو پنهنجو، منهنجي پنهنجي شخصيت ڪٿي آ... الائي ڪٿي؟"

ياد اٿئہ! هڪ لڳان ڪينٽن جي ڪنڊ ۾ چانهن پيئندي پيئندي اٿي

ڪتاب ڦلوريا هئڻ. ڪرسين هيٺان جهاتيون پائي، جتيون چنڊيون هئڻ، ارد گرد جي شور مچائيندڙ شاگردن پاڻيو هو. واقعي ڪا شئي ويئي اٿئي، سو ڏاڍي پيچ پيچ ڪئي هئن. آئون تنهنجيءَ ان هڙ چڙائيءَ تي کلي پئي هئس.

"ڏس پائيءَ! جيءَ جي ڳالهين کي جيتڻ جي ترن ۾ نہ جانچ. اتي پلا مٽيءَ کان سواءِ ملنديءِ بہ ڇا."

پريان ڪو شاگرد شيطانيءَ وچان ڳائڻ لڳو هو.

"اول مٽي، آخر مٽي، مٽي زنده باد!... مٽي زنده باد!... مٽي زنده باد...." تون تڏهن جڪ کائي ان بيوقتي راڳ تي چڙي پيو هئين. بنا ان ويچار جي تہ ڪو حيات جو سارو فلسفو ان راڳ کي وقت پٺي ثابت ڪري ڏيکاريندو.



سال جو آغاز اليڪشن جي دور سان شروع ٿيو. هميشہ پنهنجو پاڻ ۾ وندي ورچي کائڻ وارا شاگرد هينئر هن دفعي Old V/S new جي بنيادي تي اليڪشن لڙڻ لاءِ اٿيا. هر پوسٽ لاءِ پراڻن کي پري ڪري نوان شاگرد اٿي کڙا ٿيا ۽ اهو هنگامو رهيو، جو پهريون دفعو پنهنجي بچا لاءِ اسان کي سامهون اچڻو پيو.

President جي پوسٽ سيني Senior شاگردن جو رايو هو تہ توکي Contest ڪرائجي. پر تون نہ ميڙئين. فارم ڀرڻ جي آخري ڏينهن، آخري وقت، صرف ١٠ منٽ اڳ، مون ۽ شميءَ توکي منٿن ميڙين سان فارم ڀرڻ لاءِ زور ڀڏو. ١٢ لڳي پورو وقت ٿيڻ وارو هو ۽ تون گوتنانٽ ۾ وقت وڃائي رهيو هئين. چيئہ "منهنجيءَ واچ ۾ اڃا ٢٠ منٽ باقي آهن. ڪجھ سوچڻ ڏي."

اطمينان سان وراڻيئہ "ليٽ ناهي، پر انڪساريءَ سان ٿي هلي."

"انڪساريءَ سان ان ريت جي هلي تہ پنيان رهجي ويندا سين. هر معاملي ۾ ان ريت انڪساري..."

مون ڪلهن کان ڪنپيو ماڻءِ- شميءَ چڳيءَ طرح ساٽ ڏنو. بهرحال فارم پرائي ٿي دم ورتوسين.

ڪنوينسنگ جو قصو شروع ٿيو. ڪنويسنگ ڇا، مڙيئي ڪلاسن ڪاٽا ڪري اپل سيڌرا اڏائڻ جا بهانا هئا. مون کي تنهنجي ڪٽڻ جي پڪ

هئي. البت شميءَ خوب دباءُ تنهنجي ڪنوينسنگ ڪئي. هن جنهن خلوص ۽ Devotion سان تنهنجو ورڪ ڪيو، ان جو تون پاڻ بيطرح قائل ٿي وئين (يا قائل شايد اڳ ۾ ئي هئين، صرف لاشعوري Resistance جي ڪري ميڻ ڪان ڪيٻائيندو رهين.) هوئن بہ اليڪشن جو ورڪ ڪندي هوءَ مونسان ۽ مون توسان گڏ ڪم ڪري، تون هن ڪي ايترو ضرور قبولڻ لڳو هئين جو جڏهن اليڪشن جي آخري ٻن ڏينهن ۾ مونکي اڪيلي سر سائنس فئڪلٽيءَ (جا ڪئمپس ڪان ڪافي پري هئي.) تنهنجي ورڪ ڪرڻ لاءِ وڃڻو پيو، تہ تو ان ۾ ڪو حرج محسوس ڪونہ ڪيو. ۽ پاڻ شميءَ سان اليڪشن جو انتظام سنڀالڻ لاءِ ڊپارٽمينٽ ۾ ٿي رهين.

اليڪشن جا آخري بہ ڏينهن پاڻ ۾ ملي نہ سگهياسين. جي ملياسين تہ بہ ان شام الجزيره تي، جڏهن تو اليڪشن کٽڻ جي خوشيءَ ۾ سيني کي چانهن پياري ۽ مون هميشہ جيان اهوئي گنل قنل، پر سيني جي فرمائش تي "ملڻ جي خوشي آ، نہ ملڻ جو غم" وارو راڳ ٻڌايو.

سال ٦٩ع جي پهرين الم انگيز شام، شايد اتان الجزيره تان شروع ٿي. ٻاهر لان ۾ ڪرسين جي ترتيب ڪجهہ ان ريت هئي، جو اسان ٽنهين کي هڪ ئي سڌيءَ ۾ ساڳيءَ لائين ۾، وچ ۾، ڪجهہ شاگردن جي وقتي سان جاءِ ملي. ظاهر آهي ايترو ڏار ويهي ڪرڻ ممڪن نہ هو. اهڙين محفلن ۾ گڏ ويهي جيڪو ننڍين ننڍين نقطن کي Enjoy ڪرڻ ۽ جملا ڪشي هڻڻ ۾ مزو ايندو آ، اهو هن دفعي هٿ مان ويندو رهيو.

تو ڪرسيءَ کي ڪجهہ اڳتي جهڪايو. هاڻي شمي ۽ تون ڳالهائي سگهيا ٿي. آئون اها ئي پنيان!

رسمي تقريرن ڪان پوءِ هلڪيءَ وندر جو پروگرام رهيو. ظاهر آهي تہ وندر جو سوال ئي پيدا نہ ٿي ٿيو. مون گوڙ ڪيو، "اهو ڇاهي پئي؟ لائين سان جهڙو ڪر ڪلاس ۾ ويٺا آهيون. ترتيب ڦٽائي بي ترتيبي ڪريو. بي ترتيبيءَ کي هوئين پنهنجو حسن آهي."

ڪرسين جي نڙاڪ نڙاڪ سان سڀ گروپن جي صورت ۾ دائرو ٺاهي ويٺا. لطيفا ٿيا، راڳ هليا ۽ مذاق، رمارڪ ۽ الائي ڇا ڇا.

ان شام مون پهريون ڀيرو محسوس ڪيو تہ تون خاص طور خوش

هئين. اها خوشي مون کي اليڪشن ۾ ڪاميابيءَ جي سادي خوشي نہ لڳي. تنهنجي اکين ۾ خاصي چمڪ ۽ جسم مان خوب جلد بازي ٿي جهلڪي. توکي تہ ياد هوندو تہ آئون هميشہ چوندي هئس، "زندگيءَ ۾ سچيتيءَ جا سودا ڏيرج سان ٿيندا آهن. جلد بازيءَ جي ڪپت اسين Afford ڪري نہ ٿا سگهون. اسين انڪساريءَ سان آهستي هلي هميشہ پنيان رهجي ويندڙن مان رهيا آهيون."

ان گهڙيءَ تنهنجي جهٽ پٽيءَ جو ڪجھ مطلب سمجھ ۾ آيم ضرور، پر مون هميشہ پاڻ جيان توکي ساڳيو سمجهي محسوس ڪيو هو. هنسر توکي الڳ ڄاڻي، جلد نہ ٿي محسوس ڪرڻ چاهيم. سو ڪجھ غير واضح ۽ مبهم ستم جي ڳوري ڪندڙ احساس ۽ بيچين ڪندڙ خيالن کي ڇنڊي ڇڏيم. اهي عتاب زده خيال، جن مسلسل بہ ڏينهن اڪيلي سر سائنس فئڪلٽي ۾، تنهنجي ڪنوينسنگ ڪندي، مون کي زير بار ڪيو هو. تون بهرحال خوش هئين ۽ رکي رکي موقعي جي مناسبت سان چڱيءَ طرح رمارڪس ٿي هنيئي. راڳ تنهنجي هميشہ کان ڪمزوري رهيو هو. هونئن بہ جڏهن موڊ ٿيئي، مون کي ڳائڻ جو چئي پاڻ بقول تنهنجي Dead ٿي ويندو هئين. ان شام بہ اکيون پوري ماٺ ويٺو هئين. جو شميءَ توکي هٽ هڻي هوش ۾ اچڻ جي آڇ ڪئي. تو اکيون کوليندي ئي جو رمارڪ ڏنو، ان سڄيءَ محفل کي رنگ ۾ آڻي ڇڏيو. جلد بازيءَ ۾ منهنجو رنگ البت ڏسي نہ سگهين. چيئي "پنيور ڳائي پل ڪيڏو بہ سٺو، پر ڳائڻ مهل يا هيءَ پنهنجي منهن تي رلي وجهي يا آئون پنهنجيون اکيون پوريان."

محفل ۾ کل جو ڪوڪريو پنجي ويو. مون توڏي هڪ پل لاءِ حيرت سان ڏٺو ۽ پوءِ شڪي ٿي سيني سان کل ۾ شامل ٿي ويس. کلندي کلندي محسوس ٿيم، الاءِ ڪٿان ڪا گرم گرم شئي منهنجي گلي مان نڪري اندر ۾ ڊري وئي.

اهو رت تہ نہ هو، بهرحال پهرين الم انگيز شام جو پهريون ۽ باقاعدي افتتاح.

واپسيءَ وقت توکي يونين جي گاڏي هئي. چيئي، "گاڏيءَ ۾ ويهہ، هاسٽل ڇڏيندو ايندو سانءِ." مون اخلاقاً شميءَ کي سڏي ويهاريو. ان پڪ پاڻ تہ

توکي اعتراض قطعا نہ ٿيندو. رستي تي هوءَ توسان سادگيءَ وچان پيارا پيارا سوال ڪندي هلي. هن توکان هڪ سوال شايد اهو بہ پڇيو هو تہ، ”اوهان پنهين جي دوستي ايڏي گهري ڪيئن ٿي؟“ مون تنهنجي پاران وچ ۾ پئي وراڻيو هو ”جيئن توسان ٿي شمي.“ پڇيائين، ”ڀلا اهو ڪيئن ممڪن آ؟“ کيس شايد يقين نہ آيو.

اتفاقاً گاڏي ٿوري تيز ڪائي، ڌڙ ڌڙ ڪري بيهي رهي. مون کي ڪو جواب ڪونہ سمجهيو، پر تون نيائي وئين. ڊرائيور گاڏي ٺيڪ ڪرڻ لاءِ اڳيان مشين تي جهڪيو، ان وچ ۾ اسان ٽيئي، اونده ۾ وڻن جون ڪاريون قطارون ڏسڻ لاءِ هيٺ لهي پياسين. تو سگريٽ جو ڪش هڻي مٿي آسمان ڏي دونهون اڇلايو. شميءَ کي جواب ڏيندي چيئي، ”هي آڪاش تي تيڙو ٿي ٽٽندو نہ اسان ٿي ڇڄنداسين، اسان جي Dentification جو بهترين سمبل!“

مون کي الائي ڇو اهو سمبل سمجهہ ۾ نہ آيو. هلڪي احتجاج سان چيو مانءِ ”اهو تہ آسمان سان انصاف نہ ٿيو ڪرين. ڌرتيءَ وارن کي پنهنجون تقاضائون ۽ چاهنائون آهن. ڪٿي تارن جو تيج. ڪٿي اسان جي من جي مام!“ پر ان جملي جي نزاڪت کي تون جهٽي نہ سگهئين، واٽ تي مون کي ڊراپ ڪندي چيئہ:

”پاڙو ڏيئي وچ پنيور، نہ تہ...“

”نہ تہ؟“

”تنهنجو مسافر منزل تي لاهڻ کان اڳ اسين واپس ڪٿي وينداسين.“



مسافر منهنجو، منزل تنهنجي! خوب، هٿي نہ ڏک جي ڳالهہ! اسان پئي تہ زخمن جي زنجير ۾ جڪڙيل هئاسين. ان ڪري گڏ هئاسين. ونڊي ورچڻ ۾ تہ ڪڏهن اهو بہ خيال نہ رهيو هو تہ ڪنهن جي حصي جا ڳوڙها ڪنهن جي اکين ۾ ٿا اچن! ۽ هاڻ... تنهنجي احساس جي ملڪيت ۾ منهنجي حصي جي گنجائش نہ رکي هيئي. مون کي ڌار ڪري منزلون پاڻ ڏي سيري، مسافر مون ڏي ڌڪيا هيئي.

ان رات پهريون دفعو، سچ علي پهريون دفعو، اڪيلائيءَ ۽ اباڪائيءَ

جو احساس چريءَ جيان ڇاتيءَ کي چير ڏيئي ويو هو. هرويرو بابي جون زيادتيون ياد آيون، امان، جنهن کي اکين سان ڪڏهن ڪونہ ڏٺم... اُن جيءَ ممتا جي ڪشش ياد آئي، ۽ الاءِ ڇا ڇا ۽ ڪهڙن ڪهڙن ڏنجهہ ڏيندڙ احساسن رات جي پڇاڙي حصي تائين سمهڻ نہ ڏنو هو.

روح کي رهڙيندڙ اڪيلائي جو ڀيريون احساس!

مون ڇاتو ٿي علي تہ ايندڙ پل اذيت جي احساس سان زندگيءَ کي ’سي، سا‘ جي ڪيڏ بنائي، بهرحال ايندا. جيون ۾ ڌرتيءَ جيان ڀرپور ورهاڱو ٿيندو. هڪ خط استوا جو فرضي خط اڌ ڌرتيءَ کي لهسيندڙ لڪن ۾ ويڙهي ڇڏيندو، ۽ ٻي کي ٿڌين هيرن ۾ هيڪاري اُتريون قطب روشنين جي راڄ ۾ ٿيندو، اويرين ۾ اونده جا اوڙاهہ مچندا. جيون ’سي- سي‘ جي راند جيان پاڻ ۾ پنهين کي مخالف ڏسن ۾ ورهائي، هڪ پلڙي جي هيٺ ٿيڻ تي ٺي ٻيو پلڙ مٿي اڀرندو. مون کي پڪ هئي تہ ڪا زبردست تبديلي، جنهن ۾ زندگيءَ جي ڇيپل پروگرام جي جاءِ تي ڪو نئون پروگرام ڇيڙيندي، ضروري نہ آهي تہ اهو پروگرام من پسند ”الميہ گيتن“ جو ئي هجي، جا انسان جي اڳ ڪڏهن ’طئہ شده‘ پسند هئي.



فائنل ايئر مشغوليت جو سبب بنجي ويو. توسان روز ڪينٽن ۾ ملڻ ٿيندو هو، پر گفتگو ڪڏهن ذاتي نوعيت جي نہ رهي. گهڻي ڀاڱي ڳالهيون ڪورس، ڪتاب، اهم ۽ غير اهم امتحاني سوالن جي چنڊ ڇاڻ ۾ ئي نلرنديون رهيون. شخصيتون جي ڪڏهن هڪ ٻئي جي التفات جي نظرن کي دلين جو ڏي سمجهنديون، هائي سرد مهريءَ ٻي ڏيانيءَ جي انڻ پورن ۽ مبهم سلسلن ۾ ئي وچڙنديون رهيون.

اندر جا اڌما ڪڏهن زبان تي نہ آيا. البت اندر جي ولوڙ ۽ وڳوڙ جو نتيجو اهو نڪتو، جو روز اڌ ڪلاڪ، جو هيڏانهن هوڏانهن جي ڳالهين ۾ من تي ڳرو ڳرو پيو گذرندو هو، مختلف بهانن سان ڪڏهن آءٌ تہ ڪڏهن نون ڪلاس ۾ رهيل ڪم پورو ڪرڻ ۽ امتحان جي ويجهڙائيءَ کي منهن ڏيڻ لاءِ صرف ڪرڻ لڳاسين.

ذهني ڏڪار ۽ ڏوتڙ جي ان عالم ۾ ڪتابن ’فيوجي ڪئمپ‘ جو ڪم

ڏنو. اڌ ڪلاڪ جي پابندي بہ ان بهاني معاف ٿي وئي. ذاتين جي قيد ڪلاسن تائين ئي محيط ڪري ڇڏيو، ڪڏهن اگر پنهنجي Relax ڪرڻ لاءِ وراندي ۾ چڪر ڏيندي، هڪ ٻئي کي ڏٺوسين بہ، تہ گفتگو 'هلو- هلو' کان اڳتي نہ وڌي. ڪسمپرسيءَ جي ان مسلسل ڪيفيت ۾ تجربو، جو مون حاصل ڪيو اهوئي تہ پناہ گير ٿئي پوڻ سان ماڻهو مري ڪونہ ٿو ها باقاعدہ علم ماڻهن جيان جئي ٿو. پنهنجي جيون کي ڪري پوڻ جي احساس کي سيني ۾ لڪائي، هو باقاعدي کلي بہ ٿو ۽ ڪائي بہ ٿو. اهو ڪو خاص ۽ اهم تجربو نہ هو منهنجو پر مون کي ان اديب تي پيار آيو هو، جنهن چيو هو تہ "جيون جي ٽريجڊي جونالو يارن الائي ڇو 'تجربو' رکي ڇڏيو آهي، جڏهن تہ ڪائنات جي اسرارن ۾ موت بہ تہ هڪ تجربو ئي آهي."



"اڄهو هينئر، هن پل، قوت جو آخري قطرو ڪرڻ ڪانپوءِ بہ آئون عام ماڻهن جيئن زندہ آهيان." اهي لفظ اڄ شايد ڊپارٽمينٽ لئبريريءَ جي ڪتاب جي هڪ ڪنڊ تي پينسل جي ننڍڙن اکرن ۾ ڊنل ڊنل، پر شايد زندہ هجن!

هڪ لڳان- آئون ۽ شمي موڪل مهل لئبريريءَ وڃڻ لاءِ بس ۾ وينا هئاسين. تنهنجو الائي ڪهڙو موڊ ٿيو، چٽ تي لکي موڪليئہ، "ٻڌو اٿم روشنيءَ کي گهورڻ سان نفسياتي قوت وڌي ٿي. اڄ پوري ٩ لڳي تيڙوءَ کي گهورينداسين. صبحائي After effects لکي کڻي اچجانءِ."مون چٽ پڙهي، کلي شميءَ ڏي ڪئي. شميءَ چيو، "اهو ڪتاب تہ مون ئي علي کي ڏنو هو، جنهنمان هن اهو طريقو پڙهيو آ. ۽ پروگرام صبح ئي مون سان رٿيو هئين".

الائي هيڪر وري ذهن کي ڪو بي نانءُ ايذاءُ!

پاڻ کي سمجهايم بہ سهي تہ براڊ مائنڊيڊ ٿي وڃان دنيا وسيع آهي، دوستيءَ جهڙي هم گير جذبي کي حبيب ٻنڪ بنائي، ڪنهن هڪ سان Limited نہ سمجهہ. پر الائي ڇو چريو ٿي پيو هو منهنجو من After effects الائي ڪهڙا ٿين ها! في الحال تہ Side effects اهڙو ستايو، جو ان ڏينهن بس مان لهي هاسٽل تائين پهچندي الائي ڪيترن رڪشا، ٽانگي ۽ گاڏين وارن جون چڙٻون سٺيم ۽ ٺيڙون کاڌم- بهرحال اهو معجزو نہ هو، جو آئون سلامتيءَ سان ڪاريڊور جون ڏاڪڻيون چڙهي ويئي هئيس. هڪ

مصلوب بہ تہ تڪاس تي چڙهي ٿي ويو هو، باقي زنده و سلامت آڪاش ڏي اڏري ويڃڻ مقدس نبين جو حصو هو. آئون تہ معمولي ماڻهو هئس ۽ مون کي مرڻو هو، بقول تنهنجي انتهائي بوگس انداز ۾.

ٻئي ڏينهن.

ڪئمپس ۾ گهڙي ٿي شميءَ رڙ ڪري پڇيو، "رات ڇا رهيو پنهور؟"

"تنهنجو ڇا رهيو؟"

وراڻيائين "مون کي دير ٿي ويئي، ان ڪري مون خبرون ٻڌيون."

چيم "ڪمال آ."

"خير علي اچي تہ ان کان پڇون." جواب ڏنئين.

"اهو هينئر هينئر ڪلاس ۾ ويو آ. مزي واري ڳالهہ تہ ڪيس سري کان پروگرام ٿي وسري ويو."

ان وقت، ان ڏينهن جي ٿي تاريخ سان، لئبريري جي ڪتاب تي ڪجهہ اکر لکيا هئم" اجهو هينئر... هن پل..."

اهڙا ڪيئي بي ڏيانين جا واقعا هئا، جن مون کي توکان شاڪي ڪيو ۽ تون چپ چاپ شڪي ٿي، پر مان لنگهي ويندو هئين. ڏک ڏوراپا، شڪوه شڪايتون ڪرڻ نہ مون کي مناسب لڳيون، ۽ نہ ٿي آئون عادي هئس، هونئن بہ جتي شڪ شبهات جاءِ والارين، اتي شڪوه شڪايت يتيم ٻارڙن جيان چپ چاپ ذهن جي گوشن ۾ سمهي رهندا آهن.



اسٽوڊنٽس ڪميونٽيءَ ۾ تنهنجي ۽ شميءَ جي Affair جي خوب ڌوم هلي. سڄي ڪئمپس ۾ جتي تقريبن هر منچلو شاگرد پاڻ کي پيو پتوڙيندو هو توکي The winner سمجهي، پنهنجيءَ پنهنجيءَ جاءِ سانتيڪو ٿي ويو. البتہ ڪئمپس ۾ اوهان ٻنهين جا چرچا پهرين خاص ۽ پوءِ عام ٿي اڏري ويا. ۽ ڌرتيءَ کي ڪو خاص ڌوڏو ڪونہ آيو. خود آئون بہ ڪيترا دفعا توکي ۽ شميءَ کي ايندو ڏسي پنهنجو رستو مٽي ٿئين واٽ وٺي ويئي هونديس.

انيڪ سوال هئا، جي جوابن جي انتظار کان اڳ ٿي ايري ٻڏتر ۾ لڙهي ٿي ويا. سوال هو- ڇا شميءَ جي جواني دوستيءَ جي وچ ۾ ديوار بنجي وئي؟ ڇا اسان مان ڪنهن هڪ جي غلط Approach غلط فهمين کي فروغ

ڏنو هو؟ اسان ڪي هڪ ٻئي وقت پنهنجا پنهنجا تعلقات نڀائڻ جو طريقو نہ آيو؟ يا پنهنجي پر اسان خود ڪفيل ٿيڻ سڪي ورتو هو، ۽ مزيد ڪنهن سهاري جي گنجائش باقي نہ رهي هئي؟- بظاهر اهي چار سوال الڳ الڳ نظر اچي رهيا هئا، مگر انهن مان هڪ لفظ يا جي ديوار ڊاهي وجي، تہ چارئي سوال هڪ ئي سلسلي جون ڪڙيون نظر اچي رهيا هئا ڏک هو تہ فقط اهو هو تہ 'دوستي' ڪنهن هڪ سوال جي عتاب مان نہ، پر انهن مڙنئي عذابن جي ڪيفيت مان لنگهي رهي هئي ۽ اسين پنهنجيءَ پنهنجي جاءِ سڪون جو ڍونگ رچائيندي، اوپرين اکين سان هڪ ٻئي ڏانهن ڏسي مٽي ٿي وياسين. اسان کي هڪ ئي پنهنجا پنهنجا تعلقات نڀائڻ لاءِ جو سليقو نہ آيو. ان جي جوابداري مون توتي وڌي، مون جو ڪجهہ چاهيو هو، اهو تو نہ چاتو ۽ جو تو چاتو، ان اسان ٻنهين کي هڪ ڪان بيگانو ڪري ڇڏيو. محبتن ۾ بيگانگي اتساه جو قسط وار موت آهي، جنهن جو توکي شايد تجربو ڪڏهن ناهي ٿيو.



ميان ٿي ڪائنات جي طلسم ۾ حسن جي رعنائي بيحد هوشربا آهي. روح جي تمام تر رازن ۾ سڀ کان اڳ انعام ايندڙ شمي تہ محض هڪ علامت هئي، جنهن تنهنجي اندر جي فطري مرڪن کي سوجهہ بوجهہ ۾ آڻي اڻاريو هو.

اهو بيحد سياويڪ آهي- حسن، جسم ۽ محبت! سوال هو تہ فقط ماحول ۽ مناسبت جو. اندر جي بک ڪنهن بہ نوع کان فطري آهي، سوال هو تہ فقط ناري ڪائڻ جو.

مون چاهيو هو تہ تون انهن سياويڪ احساسن کي ضرور اپائين ۽ نڀائين. توکي منزل ضرور ملي، پر تنهنجي ڪامرانين ۾ آئون بہ ضرور شامل رهان. منهنجيءَ اجازت کان سواءِ تون ڪا سوچ بہ سرجڻ نہ ڏين ۽ آئون توکي ري گهرئي اهي اجازتون نہ ڏيان، جن کي چاهڻ لاءِ تون لفظ بہ ايجاد نہ ڏين.

پلا جوانيءَ ۾ ڪو بارڙو سامهو چلڪنا رانديڪا ڏسي روئڻ لڳي ۽ هن جي اڳيان رانديڪن جا ڍير ڪجن، تہ هو يقين ڪندڙ ڪلندڙ ريشمي بدن واري پوري ئي تہ ڪندو. پر ڪير تو ايڏي ڏکهي لاتو ويچاري، سچي حيات پت جهڙ ۾ نبري، اوجتو ئي اوچتو ڪو ستل سلو سرجي پور جهلي. هر سو

ڪچي خوشبوءِ شين ۾ واسو ڪري، اهڙي سمي پراڻن پيچرن کي ڪير ياد ڪندو؟ شايد ڪوئي بہ نہ. دکدائڪ حقيقت اها تہ علي بہ نہ، بلڪ علي ئي نہ.



ان ۾ رڻ جي ڪا ڳالهہ تہ نہ هئي. پر الائي ڇو ان ڏينهن فائنل ايئر جي شاگردن جي فائنل پڪنڪ واري ڏينهن بيوقتي بيمار ٿي، ڊڙ جي پٽي هئس. جڏهن تو ۽ شميءَ نهر تي ڪاغذي ٻيڙين جي ريس ٿي پچائي، تڏهن مون سوچن جي سمنڊ ۾ پنهنجا ٻيڙا ٿي ٻوڙيا. بيمار جسم کي هنڌ، اپ ڪنڊين جا چار لڳو هو. روح رتوڇاڻ، سنجهي ويل آڪاس هيٺان ويچي ليٽي هئس تہ اڪ وچي ٽيڙوءَ ۾ اٽڪي هئي. هر سوچ جو سلسلو ڪٽان بہ ڪري، ڪيئن بہ ڪري، وچي ٿي تنهنجي دڳ نڪتو. ٽيڙو ڏسيو پڙائن جا پرتور پولار ۾ پٽڪي پٽڪي ٿي ويا، ۽ الائي ڪهڙيون ڪهڙيون يادون دڳ جهلي بيهي ٿي رهيون.

آئون تہ هونئن ئي هميشہ جذباتي رهي آهيان، دوستيءَ جي معاملي ۾ دماغ جي بدارن هميشہ دل سان سوچيو هوم. نتيجو ظاهر هو. شخصيت اندران ئي سرجي پرڻ ٿي وئي، پر بقول ڪنهن جي اندران ڦسي شخصيت حفاظت لاءِ ٻاهران خوديءَ جا خول وڏيڪ مضبوط بنائيندي آ. سو ان شام ان سوچ ۾ تہ، جنهن لاءِ مرجي سو ڪانڌي بہ نہ ٿئي، هيٺو ڪفن جي ڪٽ ڪيو بيٺو هجي. ڪجهہ نون فيصلن کي پنهنجو ڪرڻ جو سوچيم. نوان فيصلا- بيحد بهادريءَ ۽ برداشت جا هي هيڏو آپي جو ايمان، هي اندر ئي اندر رت جا ڳوڙها ڳاڙڻ، پلا من اندر ڪا بلڊ بئنڪ نہ هئي، جنهن ۾ سانيي وچان ها اهي ڳوڙها.

آئون پنهنجن نون فيصلن تي ايتري ڪاربند ضروري رهي هئس، جو ٻي ڏينهن جڏهن تون ۽ شمي وات نوڪائيءَ خاطر روم ۾ لنگهي آئيو تہ مون بلڪل نارمل Behave ڪيو. شايد ٿي سگهي ٿو، ان ورتاءَ ۾ ڪجهہ بي ڏياني ۽ نخوت پڻ شامل هجي. مون کي خبر هئي، اها پڪنڪ پريزيڊنٽ هئڻ جي حيثيت ۾ تو خاص پنيور ۾ Arrange ڪئي هئي. شميءَ مذاقا ياد ڏياريو، "ڪيڏو مزو اچي ها. جي تون بہ ساڻ هجين ها. عليءَ هيءَ پڪنڪ

خاص تنهنجي نالي پويان پنهور ۾ رکي هئي."

مون لنوائيندي نخوت سان چيو هو، "نيڪ آ پئي. اسين ٻه اوهان کي اوهان جي نالي پويان حضرت عليءَ جا قدم شريف گهمائي ايندا سين. اوهان اسان لاءِ وقتي وندر ڪئي، اسين اوهان کي دائمي سرور ڏينداسين. هوءَ اوهان جي خيرات هئي، ميءَ اسان جي بخشش ٿيندي. ڪيئن آهي نه ليکو چوکو برابر؟" ڳالهه ڪري هڪ نظر تو ڏي اڇلايم. ڏٺم تنهنجو منهن رنگ هاري ويو هو.



پئي ڏينهن ميٽرن جي گهر تو فون تي نيلڙائين جي انداز ۾ چيو هو، "ڪڏهن ته چئو پنهور، پرين تنهنجي پيار ۾ ليکا ڪهڙا ڪبا!"

"ڪهڙن ليکن جي ڳالهه ٿو ڪرين؟ ليکا ڪڏهوڪو لهي ويا. انسان هئڻ جي ناتي آئون به ڪجهه حساس آهيان ۽ حساس ماڻهو دل جي دفترن ۾ ليکو چوکو پورو رکڻ جي عادي هوندا آهن." مون بنا اخلاق جي وچان تنهنجي ڳالهه ڪپي فون رکي ڇڏي. ٻه مهينا موڪلن جو طويل عرصو اسان هڪ ٻئي جي بيخبرائيءَ ۾ گذريو- ان وچ ۾ شميءَ سان ڊپارٽمينٽ ۾ سلپ وٺڻ جي سانگي هڪ دفعو ملڻ ٿيو به سهي، پر ان سچائيءَ سان نه ملياسين، بيتڪلفيءَ کي جنم ڏيندي آهي. ڪانئس خبر پئي ته اوهين پاڻ ۾ ملندا رهندا آهيو. شميءَ ٻڌايو "توسان ملڻ لاءِ ڏاڍي دل هئي" پر موڪلن جي آخري ڏينهن تي، جڏهن عليءَ چيو هو "پنهور موڪلن ۾ ملندين؟" ته جوابا تو چيو هو ته "فائنل ايئر جي تياري ڪنهن وٽ وڃڻ يا ڪنهنجي اچڻ جي اجازت ئي ڪٿي ٿي ڏي! ان ڪري باوجود دل جي توسان ملڻ ٿي نه سگهيو."

آخر ۾ شايد شميءَ هنج پائي هڪ سوال به ڪيو هو، "اوهين پاڻ ۾ چو رٺا آهيون پنهور؟"

آئون مشڪي ڳالهه لنوائي وئي هئس "توسان ته بئي پرتل آهيون پئي!"

ان ڳالهه جو اعتراف اجان مون پاڻ سان به نه ڪيو هو ته آئون توکان رٺي آهيان. لڪلوتيءَ ۽ درگذر ڪرڻ جي سرد جنگ تو پاڻ جوتي هئي. نوان پيار پالي، انهن کي Privacy ۾ لڪڻ تو سکيو هو. نه ته آئون ته هر

دستڪ تي آتي ويٺي هئس، تہ اجهو اجهو ڪوئي ايندو، اچي مون کي پنهنجي پيار ۾ شامل ڪندو، پر تون نہ آئين. جڏهن بہ مسافر ڪنهن پليٽ فارم تي ٻانهن ۾ مليا، ملي ويٺا. هڪ جي ريل آئي، پنهنجي مسافر کي کڻي، منزل ڏي رواني ٿي. ويندڙ مسافر هلندڙ گاڏي مان ڪٽ ٿو مڙي پنيان نهاري، تہ رهجي ويل مسافر تي ڇا گذري؟



موڪلون آيون ۽ ختم ٿي ويون. فائنل ايئر جي شاگردن لاءِ ڇڙ ٻن هفتن لاءِ زندگي اچي وئي، ان ڪانپوءِ هر شاگرد کي، يونيورسٽيءَ جي فضا کي ڇڙ هميشہ لاءِ خيرباد چوڻو هو.

شاگرد ساٿي لڳ لڳ منهن سان هڪ ٻئي لاءِ عقيدت جو اظهار ڪندا رهيا. هڪ ٻئي ڏانهن جذباتي لکيل رمارڪس، ننڍا ننڍا تحفا، پنهنجي هٿ اکر لکيل دعائيہ جملن سان پنهنجي پنهنجي وت آهر برمعنيٰ محبت جا ننڍڙا ننڍڙا اظهار!

يونيورسٽيءَ ڪلڻ جي پهرين ڏينهن ئي تو چيو هو "يونيور توسان اڄ ڪلاڪ ڳالهائيندو آ. پيپر ڏئي مون سان ضرور ڳالهائجانءِ."

پڇيم "ڪهڙو ڪم تہ؟" جو پانيو هوم، شايد دوستيءَ جو پراڻي مردي کي ماضيءَ جي ملبي مان ڪوٺي، آڪسيجن ڏيڻ جي ناڪام ڪوشش ڪندين.

تون منهنجو نارمل انداز ڏسي، ڪجهہ اداس ٿي وئين. چئيہ "ايڏي نارمل آهين! تو شايد هر شي وساري ڇڏي آ، ڪينٽين جي ڪنڊ، بوگس بکو، نيڙوءَ جو تمڪو."

"ذهني سڪون خاطر تلخيون وسارڻ ثواب آ. ثواب ڪمائڻ خاطر تہ انسان انسانن جو ٻليدان ڏيندا آهن. مون تہ صرف تو جهڙي بلنڊر ماڻهوءَ کي پلائي..."

ٻانهن لاءِ بلنڊر جي لفظ ٻڌي، تنهنجو منهن تامڻي هڻي ويو. مان توکي تنهنجا ئي لفظ واپس ورائيندي ٻڌايو "اڄ مون کي بيزار نہ ڪر، جو هيئنر مون کي ڪوئي ياد نہ پيو اچي... ڪوئي ياد نہ پيو اچي مون توکي واقعي وساري ڇڏيو آهي..."

بهرحال گذريل واقعن کي قلمبند ڪرڻ جو ڪو واحد مقصد ڪهاڻيءَ جي تخليق نہ آهي. مٿيءَ مان جڙيل ڪهاڻيون واريءَ جي لڏونءَ جيان پري پونديون آهن. پر ڪڏهن ماضي درد جو درياه بنجي، ذهن جي بنجر ڌرتيءَ کي رانگي ويندو آهي . سٺون سلن جيان سرجڻ لڳنديون آهن ۽ ماڻهو پنهنجيءَ تخليق ڪيل ساوڪ جي سراب جي هيڪر وري پٺڪڻ لاءِ تازه دم ٿي ويندو آهي.

اڄ يونيورسٽيءَ جي ماحول ڇڏي ڪي سال ٿيا. تنهنجو خيال ڪڏهن پلجي بہ ذهن ۾ ڪونہ آيو. ان وچ ۾ اسين شهر ڇڏي ڳوٺ آياسين. ڪنهن ڪم سانگي شهر اچڻ ٿيو بہ سهي، تہ بہ توسان ملڻ جو ڪڏهن اشتياق ئي نہ اڀريو. ايتريقدر جو ان آخري ڏينهن فيئرويل پارٽيءَ تان موٽندي، جڏهن توکي پويان بس ۾ جاءِ نہ ملي (يا ڄاڻي واڻي اڳيان بيٺو رهين) تو چيو "رنئي آهين؟ پرتل هجون ها تہ هڪ ٻئي کي دوست سمجهي ئي ياد ڪريون ها. اڃا بہ هينئر سڀ ويچا وساري پرچي پئہ."

"هن جڳ ۾ اهو ناهي ممڪن- جو پل لنگهي ويو، هو پنهنجي پويان عذاب جا اڻ ميا ليڪا ڇڏي ويو. عذاب جي وسري وڃن بہ سهي، تہ بہ پنهنجي اندر ۾ اڪريل اهي ليڪا رانگي نہ ٿا سگهجن. تيرّوءَ جو تمڪو، بوگس بکواس ڪيتن جو ڪنڊ. اهي عذاب سڀ درگذر. پر منهنجي من جو، هڪ حصو هميشہ لاءِ پونو ٿي ويو، ان جي تلافي؟"

لهندي لهندي چيو هيئہ "آءٌ دعا ڪندس پنيور. اسان جت بہ هجون، خدا ڪري خوش رهي سگهون."

لفظ "اسان" مان منهنجو حصو ڪٽي وٺ. بي ڏيانين جي عتاب ۾ آيل ماڻهو دعائن ۽ بد دعائن جي اثر کان بي نياز ٿيندا آهن" جواب ڏيڻ کان اڳ ئي تنهنجو اسٽاپ اچي ويو هو ۽ تون ڪجهہ چوڻ جي ڪيفيت ۾ منجهي هيٺ لهي پيو هئين.

بس جو اهو آخري سفر هر شاگرد کي پنهنجي اسٽاپ تي لاهيندو اڳيان وڏي منهنجي هاسٽل تائين پهچي ختم ٿي ويو.

امتحان آيو ۽ ختم ٿي ويو. ڪاميابيءَ جي ڊگري ساڻ ڪري بابو مون کي هاسٽل مان ڪڍي گهر جي ڪنڊ ۾ ڦٽو ڪري، وري ڪنهن ٻيءَ دڳ گم

تي ويو.

بهرحال ڪنهن امتحان مان ڪاميابيءَ جي ڊگري هٿ ۾ اچڪائي، ماٺهو خوش خوش نڪري ايندو آهي ۽ ڪنهن امتحان مان چپ چاپ گذري، صرف قوت برداشت جا ڪتبا ساڻ ڪري موٽي ايندو آهي. بقول موهن ڪلپنا "اهو ڪهڙو ڏينهن آهي، جڏهن اسان جي من جي ڪنهن ڪومل ۽ عزيز ڀاونا جو موت نه ٿو ٿئي. اڄ منهنجو من زندگيءَ جي سڀ کان وڏي 'شوڪ شيا'آهي." سو ان جي قبرستان تي خاموشيءَ جا ڪتبا ساڻ ڪري جيسين جي سگهبو، تيسين ته بهرحال جيئبو رهبو. پوءِ نيٺ ته مٽي مٽيءَ سان ملي ويندي. انسان فنا ۽ هر شئي ويران بنجي ويندي. اهڙي سمي قبرستان جي خاموشي گذر گاهن ۾ جڏهن چنڊ جي چڪيا ويران واسيندي، تڏهن هڪ نرمل روح پاڻ لڪائي ٻي جوڻ مٿيندو. هو ينؤر بنجي ڏنل آستان ڳوليندو. ونل بستيون هن ڪان پري پڇنديون. اها ڪهاڻي ورهين کان ورجائبي ايندي، پوءِ به تازي رهندي. ٿيڙوءَ جو ٿمڪو ڪڏهن به ختم نه ٿيو ينؤر جي آتما ڪڏهن به مڪتي نه ماٺيندي، جو مسلسل محبتون ٻن دوستن جي وچ ۾ ويچوڙو بنجي ويون وار جيڏيءَ وڏ تان، رنا پاڻ ۾ ڀيهر پرچڻ لاءِ.



# تخليق جو موت

هميشہ جيان هينئر بہ عيد آئي ۽ گذري ويئي- دستور موجب هن عيد تي بہ صوفن ۽ ڪشنن جا ڪور بدليا هئا- قالين کي ڇنڊڪو لڳو هو، ٻتيون ڇنڊيون هيون، پردا مٽيا هئا ۽ رڌڻي ۾ سڳداسي چانورن جي ھٻڪار ڀهڪي هئي.

هستيءَ جون اهي ننڍڙيون ننڍڙيون ڳالهيون ڏاڍيون ويساه جوڳيون آهن، جو هميشہ ورجائبيون آيون آهن ۽ ورجائبيون رهبيون.

ننڍڙيون ننڍڙيون ڳالهيون، هلڪيون سلڪيون يادون، مٺڙيون موسمون، پيارا دستور ۽ سٺيون رسمون- ڪيڏيون نہ ويساه جوڳيون آهن اهي شيون- باقي ٻي ويساه ڪير آهي تہ ساه جي تند- جا تنندي ويرم ئي نٿي لائي!

سو هن عيد تي بہ هر ڪم آئين ٿيو هو جيئن هميشہ ٿيندو آهي. باقي ناهي ڪير تہ عزيز!

عزيز منهنجو دوست هو. دوست ٻه هيٺر ٿي چوانس جو آءٌ ٻه ڀين وانگيان مٺلن جي پچاري آهيان. باقي اڪين اڳيان هوندو هو ته دشمن ڪري ليکندي هئي مانس! ان کان پوءِ منهنجي ۽ عزيز جي وچ ۾ ٻيو ٻه رشتو هو. اُهو هي ته عزيز منهنجي ماءُ جي ماءُ جو پٽ ۽ منهنجي ناني جو همشڪل هو. ان مان ثابت ٿيو ته هو منهنجو مامو ٻه هو، پر خير مامو منهنجو ان ڪري هو، جو هو منهنجي ناني ۽ نانيءَ جو پٽ هو باقي سچ پچ هو منهنجو دوست هو.

عزيز کي عزيز ڪري هاڻي ٿي سڏيان جو منهنجي اکين اڳيان ناهي. باقي سامهون هوندو هو ته هميشه "يزيد" ڪري ڪوٺيندي هئي مانس، جو هميشه پيو اکين ۾ اٽڪندو هوم.

سندس عمر اڄ کان هڪ سال پهرين ايتري هئي جيتري هينئر منهنجي ۽ منهنجي عمر تڏهن پورا پنجهويهه سال هئي. اسان ٻنهي جون عمريون ساڳيون ئي هيون. چڻ ٻئي هڪ جيڏا هڪ جيان ۽ هڪ جهڙا هئاسين. باقي فرق ڪو هو ته حالتن ۾.

انگريزي محاوري مطابق عزيز ٻه "وات ۾ سونو چمچو" ساڻ ڪري ڄائو هو ۽ مان ٻه، پر مون کي اتفاق سان حالتن ساٿ ڏنو سو منهنجو 'چمچو' قائم رهيو، باقي عزيز جو 'چمچو' ڇڏائجي ويو. تڏهن، جڏهن عزيز ايجا پنڌ ڪندڙ مس هو. اسانجو نانو مئو ته عزيز ٻه ڏتڙجي ويو. رکو سکو ڪائي نهنو. هميشه هاسٽل ۾ رهيو ۽ ڏڪا ٿاٻا کائي پڙهيو. سو ننڍي وهيءَ ۾ جو چمچو جهلڻ ڏانءَ نه آيس ته وڏو ٿي ٻه عزيز ٻنهنجيءَ پر ۾ اهو سونو چمچو وري ڪڏهن نه سنڀريو.

اسان ٻئي تعليمي ميدان ۾ گڏ گڏ هلياسين. مئٽرڪ کان وٺي ايم- اي تائين. عزيز هميشه پرائيويٽ ٿي پڙهيو، جو اسي رپين جي ماستري ماڻڻ ۽ نڀائڻ ٻه ڪو چرچو ته ڪونه هو نه؟ ۽ جڏهن ايم- اي ڪئي سين تڏهن هيڪر وري اڪيلي سر سوا ٻن سو رپين جي نوڪري وٺڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو- سو جيئڻ ڪاڻ عزيز ٻه وسان ڪين گهٽايو هو، ۽ تڏهن مان ٻه ساڍن ڇئن سون جي ماستري وٺڻ ۾ ڪٽي وٺي هئس ڪانئس.

عزيز رهندو ته ڳوٺ جي هاسٽل ۾ هو، پر نظر ايندو هو هميشه حيدرآباد ۾. ڪنڊ جو جهاز جيڪر ٻڌيم ها ته ٻه ايترو رڱ ڪونه محسوس ڪريان ها

جيترو عزيز کي ڏسي رنجبي هئس دل ۾.

جڏهن بہ در پٽ، سامهون عزيز تہ هوندو ئي هوندو هو- ڪڏهن ٻارن جا يونيفارم.

نهرائڻ جا سبب پڌائيندو هو. پر منهنجي ذاتي خيال هو تہ انهن سڀني شين کان سواءِ اهم سبب جيڪو ڪيس ڀٽي تٽي ڏينهن سفر جا سور سهڻ لاءِ آپاريندو هو، اُهو هو سندس پڪچر ڏسڻ جو شوق.

آءٌ ڪيس ايندو ڏسي فورن وچي لڳندي هئس پنهنجي ڪرت کي. جلدي جلدي فرج کي تالو ڏيئي چاٻي وچي رکندي هئس وهائي هيٺ. پوءِ باٿ روم ۾ وچي ڪبٽ مان صابڻ تيل، ڏنٽي پيسٽ، تُوال ۽ اهڙيون ٻيون شيون ڪڍي انهن جي جاءِ تي ڪو 'هالوچالو' سامان رکي ڇڏيندي هئس.

اُهو سامان بہ سندس محبت ماري ڪانہ رکندي هئس، پر ان لاءِ جو سري کان ماڳهين ڪاشيءِ نہ ڏسندو تہ پڪ ڄاڻندو هو تہ اهي شيون مون ئي ڪٿي ڪٿي گول ڪيون آهن پوءِ ڪنهن نہ ڪنهن طرح اک بچائي منهنجي روم مان اهي شيون تڳاڙي وٺندو هو.

منهنجي ڪا هرويرو سائس دشمنيءَ صرف دشمنيءَ ڪاڻ ڪانہ هئي، پر سندس افعال ئي اهڙا ڇپا- ڇٽا هوندا هئا. اهڙو سڏاترو، جو صابڻ ڪنئين تہ سڄي چڪي پيرن تي ئي لائيندو هو. ڇئن ماٺهن جي پيسٽ هڪ ئي وقت پوري ڪندو هو. تيل جي تيسين جند نہ ڇڏيندو جيسين وچي باقاعدي ان ۾ ٽبي نہ ڏي.

منهنجو خيال هو تہ، عزيز اڳوپوءِ حيدرآباد ۾ ئي اچي پاڻ کي ٺاهيندو جوڙيندو آهي باقي جيترا ڏينهن ڳوٺ هجي اوترا ڏينهن اتي اها خجل ڪري ئي ڪانہ. سومون کي ايندي هئي سندس انهن ڳالهين تي مٺيان هڪڙ بہ تہ اهڙو ئي هو جو پري کان ئي ايندو تہ واڪڙ واڪڙ ڪيون ايندو. هلڻ مهل بوٽ جون ڪڙيون ايڏو تہ زور سان وڄائيندو هو جو اڌ ميل تان سندس اچڻ جو اعلان ٿيڻ لڳندو هو.

مانيءَ جي ميز تي مجال آهي جو ڪير ماني کائي سائس ٻيٽ پري! چڱي خاصي ميز جي روماني ماحول تي، چڪڙ چڪڙ جي آواز سان، پاڻي ڦيري ڇڏيندو هو.

سندس انهنءَ بي تالي روش ڪري گهرجي باقي ماڻهن جي عام طور ۽ منهنجي سائنس خاص طور ڪانءَ ٻڌندي هئي. سانت سان تہ ڪڏهن وينوئي نہ. اُبهروٽي ڪڏهن هن شيءِ ۾ هٿ وجهندو هو تہ ڪڏهن هن شيءِ ۾.

هيڏانهن هوڏانهن ڏسي گهرندو هو ڊرائينگ روم ۾. صوفہ تان ڪشن ڪڍي رکندو هو سيرانديءَ هيٺ. ٻوٽان آندل بوٽ ۾ گپ جا گارا اچي رڳائيندو هو قالين تي. پوءِ سرو رکندو هو پٽ تي ۽ پگهرهاٽا پير وري صوفہ تي. ماني ڪائي هٿ تہ ڪڏهن ٽوال سان اگهيئين ڪانہ- پائيندو هو تہ پتيون ۽ پردا آخر ڇا جي ڪاڻ آهن. آءٌ سندس انهن بي ڍنگين تي ويهہ دفعا ٽوڪي بہ چڪي هونديس، پر ڪيس ڪو اثر ئي نہ ٿيندو هو. هميشہ الٽي ويندو هو. چئي، "ثبوت ڪهڙو آهي تہ اهي پٽ تي لڳل لينگها، گادين تي تيل جا ڏبا ۽ ڪورن تي پيرن جا نشان منهنجا ئي آهن؟"

پوءِ تہ مان هوندي هئس موقعي جي تلاش ۾ تہ ڪيئن ڪيس سگهو سوڌو پڪڙي وٺي ڪريان، جو آئيندي گهٽ ۾ گهٽ ان ريت لڪ ڪرڻ تہ ڇڏي ڏي.

سو هڪ دفعو ڪيس موقعي تي جهليو بہ هئم. سندس پان هاٿن- هٿن ۽ پٽ تي لڳل تازن لينگهن جا فنگر پرنٽس ملائي بطور عيني شاهد، اميءَ کي وٺي آئي هئس جاءِ واردات تي. ثبوت ثابت ٿي وڃڻ کان پوءِ سڌيءَ طرح امان کي ۽ انڌ سڌيءَ طرح ڪيس نوٽيس ڏيندي چيو هئم، "امي، جي آئيندي ان ريت، ڪريت ڪئي وٺي تہ مان ڪيس سڌو ريفر ڪنديس سپريم ڪورٽ ۾ بابي جي اڳيون..." امان کي خبر هئي؛ اول تہ بابو منهنجو ڪيڏو مان رکندو آهي ٻيو تہ بابي وانگيان منهنجي وات تي بہ گهڙو مٽ ناهي- سوجي اهي خبرون ويون بابي جي ڪن، تہ اوڏي جو اوڏي مهل ٿڏي تي ئي ڪيس 'جاٺو' ڪرائيندو. سو ان ڊپ کان امان، ايڏا سخت ڳالهو ڏنا عزيز کي جو غريب سمجهي نہ سگهيو هو تہ پيٽس ۾ اها ناگوار تبديلي ڪا گرفتاريءَ کان ڀهرين جي احتياط ۾ [Beil before arrest] 'ضمانت' طور آيل آهي.

ڪتابن ۾ منهنجي ۽ عزيز جي ٽيسٽ خاصي ملندڙ هئي. هميشہ ڳوٺ وڃڻ کان اڌ ڪلاڪ ڀهرين منهنجي اڳيان اڳيان ڦرندو هو. چئي، "فلاڻو

ڪتاب ڏي، ريل ۾ پڙهندو ويندس. وري ياد ڪري ڪٺي ايندس.“

آءٌ ظاهر آهي تہ ٺپ جواب ڏيندي هئي سانس. پوءِ عزيز هڪڙيءَ تي آءٌ ٻيءَ تي. جيسين وچي ڳالهہ پهچندي هئي امان جي ڪن. ڪڏهن عزيز کي ڳالهائڻ پوندا هئا ڪڏهن مونکي.

پر گهڻو ڪري امان پاڻ وچ ۾ پئي ڪتاب وٺرائي ڏيندي هئس، ان وعدي تي تہ ڪتاب هيترن ڏينهن ۾ ڪيتري حفاظت سان واپس ڪيو ويندو پر جيڪڏهن منهنجو ڪو ڪتاب گم ٿيو تہ مونکي پڪ هوندي هئي، ”مچين نہ مچين ڪتاب ضرور عزيز جو ڪنيل آهي.“ پوءِ آءٌ سندرو ٻڌي سانس وڙهڻ جا سانبا ها ڪندي هئس. هتان اچان منهن ڪيندو ٿي مس هو تہ آءٌ بہ ولي ويندي هئي سانس هڪ ٿي ساهہ ۾.

”يزيد ڪتاب آندءِ“ پڇندو هو، ”ڪهڙو ڪتاب؟“ ”اهو جيڪو ان ڏينهن ڪٺي وئين.“ بغير ڏني منهنجي لهجي ۾ هرويرو جو اعتماد هوندو هو.

ان ڳالهہ تي عزيز ڪندو هو قسم، چئي، ”امڙ سنڌو جو سنهن؛“ پر آءٌ ڳالهہ ڪاٽيندي هئي سانس وچ مان، ”مچين نہ مچين ڪتاب تنهنجو ٿي ڪنيل آهي.“ چوندو هو، ”موليٰ علي جو...“ پر منهنجو آرڊر صفائي ڪان پهرين ٿي اشو ٿي ويندو هو. ”وري اچين تہ ڪتاب ڪنيو اچجانءِ- نہ تہ منهنجي طرفان پنهنجي عزت هيٺ مٿي پائنج... ٻڌئي... عزت اڳم ٿي پوري سوري اٿئي... جي اها بہ هلي ويئي تہ...“

ڌمڪيون ٻڌي پيهر قسمن جو سلسلو چالو ڪندو هو. چئي، ”حضرت عباس جو سنهن مون کي ناهي خبر.“ پر سندس انهن قسمن تي تيسين اعتبار ڪانہ ڪندي هئس جيسين وڃين ساڳيو ڪتاب پنهنجي ڪنهن وهاٽي يا صوفہ هيٺان نہ ڪڍان، پوءِ ان لڌل ڪتاب کي ان ريت لڪائي ڇڏيندي هئس جو عزيز جي اک نہ چڙهي، ان احتياط ڪان تہ جي آئينده سچي پچي کو ڪتاب ڪٺي بہ ويو تہ ڪيس وري ان رعب سان دڀائي نہ سگهبو.

تن ڏينهن اسين رهندا هئاسين پنهنجي پراڻي جاءِ ۾، جنهنجا چار روم چڪي تائي اسان کي ٿي پورا مس ٿيندا هئا. بابو ۽ الطاف (منهنجو ڀاءُ) آهن هميشہ جا خلوتي، سو نہ هي ڪنهن جي حد دخلي ڪن ۽ تہ ڪو ٻيو ٿي هنن جي ڪمرن ۾ وڃڻ جي همت يا حجت ساري.

باقي ٽيس آءُ ۽ امان، سو عزيز ايندو هو ته گهڻو ڪري امان جي ئي روم ۾ گذاريندو هو. ڏينهن جو سوڙهو سنگهڙو ٿي ويهاڻو ڇهو ڪري ليٽيو پيو هوندو هو پينگهي ۾، ۽ رات جو سمهندو هو سندس جي کٽ تي. جيتريون راتيون عزيز اسان وٽ هوندو هو اهي مڙيئي راتيون امي پٽ تي سمهندي هئي. ۽ مون کي ڏسي ان ڳالهه تي ولندي هئي باه، هوءَ ته مون کي ڏسي ڪنهن نه ڪنهن بهاني ڏينهن ۾ هڪ دفعو ضرور چوندي هئي، "پٽ تي ڪڏهن ڪڏهن سمهڻ به ڏاڍو مزي وارو ٿيندو آهي." پر مونکي خبر هئي ته پٽ تي سمهڻ ڪيتري قدر مزي وارو ٿيندو آهي خاص ڪري پيريءَ واري هڏ سان.

"آخر امان، تون منهن ڪوڙو ڪري چوينس ڇو نٿي ته تون پٽ تي سمهين ۽ لاٽ صاحب سمهين کٽ تي."

هوءَ چوندي هئي، "مونکان ائين نه ٿيندو. مون کي پٽ تي سمهڻ خراب ڪونه ٿو لڳي، پوءِ هرو ڀرو...؟"

امان کي عزيز جون وري ٻيون ڳالهيون ڏکيون لڳنديون هيون. هوندو هو هميشه جو ڌريو. ڪندو هو سدائين ابتيون سبتيون ڳالهيون. پاسي کان ويهي فضيلت سان ڪا ڳالهه ڪرڻ ته ڄڻ سکيو ئي نه هو. پاسي کان وينل ماڻهوءَ کي ڌڪ هڻي هڻي اصل ايڏو ته کٽ ڪندو هو جو آءٌ ڪائنس سنجيدگيءَ سان پڇندي هئس، "عزير تون ڪٿي اڳئين جنم ۾ بينڊ ماستري ته نه ڪئي آ؟"

هڪ هنڌ ويٺي به ايڏي چرپر ڪندو هو جو ڪل ڪل ۾ صلاحون به ڏيڻ لڳندي هئي مانس، "بس پائي، جي انهن Random Activities کي ٿورو به Arrange ڪرين ته بينڊ ماستر سان گڏ ڊانس ماستر به ٿي سگهين ٿو. پنهنجي خاندان جو منهن مٿي ڪندين ٻيو پلا ٻارن کي پڙهائڻ واري ماستري ۾ رکيو به ڇا هي؟"

سو امان چڙندي هئي سندس 'ڌهرئي پڻي' ۽ ابتي سبتي ڳاهين تي. الله رسول به ته هرو ڀرو اکين ۾ اٽڪندا هئس نه.....

هڪ لڳان گهڙيو هو باٿ روم ۾. ڪجهه دير ٿي ته اتان رڙين جي وارو وار لڳائي ڏنئين.... ايڏو ته حشر مچايو هئين جو امي اٽو ڳوندل وچ ۾ ڇڏي

اچي در تي بيٺي هئس. ايڏو بي چين ٿي پڇيئيس، "ڇا ٿيو عزيز، ڇا؟ ٿيو." اندران جواب ڏنائين، "ڪجھ ڪونہ، بس گرمي ٿي لڳيم." اميءَ چيس، نالائق، ان تي هيڏيون رڙيون. مون ڀانيو تہ ڪو...!!"

ڇني رڙيون ان ڪري ڪيم جو هتي خيال آيم تہ جڏهن نئين جاءِ جوڙايو تڏهن باٿ روم ۾ پکا هڻائڻ نہ وسارجو، جو گرمي ٿي ٿئي. هتي بہ جيڪر ٻاهر نڪران ها تہ تيتر وڃيم ها وسري..."

ٻاهر نڪتو تہ چيومانس، "عزيز، تنهنجي فڪر ۽ تدبر جو پرواز باٿ روم کان شروع ٿي وري اتي ئي دم ٽوڙي ڇڏي- واه واه ڇا خيالن جي اڏام آهي؟"

ان تي عزيز ڏنو هو هڪ وڏو ليڪچر آمان جي ئي آڏو. جنهنجو تت ڪجهہ ان ريت هو تہ Sex کان وٺي Soul تائين سوچ جو ڦيريون سيمينار باٿ روم ئي آهي. ۽ وضاحت ڪندي ڪي اهڙيون ڳالهيون بہ ڇئي ويو هو جو آمان ٻہ ٻہ هٿ ڪري ورتا هئس.

چيو هئينس، "مئا الله رسول جا تڙيل ڇورا، ڏسين ٿو ڪفر بڪي بڪي منهن جي مٺيائي مري وئي اٿيئي- تنهنجي گهر ۾ پير رکڻ سان لڇمي ئي نہ ايندي ماريا بي لڇڻا."

ان تي عزيز ويندي ويندي چوندو هو، "خدا رسول جو ناهيان ورتل ادي، منهن جي مٺيا تہ فيراڊال جي نذر ٿي وئي اٿم- ڀڳهار ڀورو ئي نہ ٿيو سو..."

۽ جڏهن عزيز آمان جو ٺڪ بجو کائي پٺ ڏيندو هو تہ هميشہ هوءَ اکين ۾ پاڻي آڻي چوندي هئي، "جڻ ٿي ڪريانس تہ هانو ٿو سڙيم. پر افعال ئي اهڙا اٿس- ڏسان پئي تہ لهي بہ ڪيڏو ويو آهي. جڏهن ڇائو هو تہ بابو سندس پير اکين تي رکي چوندو هو، هي منهنجو ڪمبو آهي ڪمبو."

قرض ڪڻڻ لاءِ مون کي ڪيئن ڪيئن قائل ڪندو هو. "سوا بہ سؤ ڀڳهار- تنهن مان هاسٽل جو بل ڀريان، ڌوٻيءَ جي ڌلائي ڏيان، ۲ ويلا مانيءَ جا کيدان، شيو جو سامان وٺان، ٻہ- ٽي فلمون ڏسان..."

آءٌ اهو سڄو پروگرام ٻڌي پئسن ڏيڻ کان لنوائڻ ڪاڻ چوندي هئس، "ٻيلا فلم ڏسڻ ڪو هرويرو فرض آهي؟"

ڇئين، "پنهنجي من جا پاڻ تي بہ ڪي حق ٿيندا آهن آخر؟"

وراڻيئين، "توکي ڪهڙي خبر؟ فلم ڏسڻ فرسٽريشن کان فرار جو سڀ کان سستو نسخو آهي ماڻهو ته پاڻ کي پريانڻ لاءِ الائي ڪهڙا ڪهڙا جتن ڪندا آهن."

"اها ته ڪا ڳالهه ڪا ناهي، جڏهن موچڙو گهٽ ماڻي ڊؤ تي هجي ته پوءِ فرسٽريشن فرار بنجي ويندي آهي."

ڪيس چوڻ ڪاڻ ته ائين چيم پر دل ۾ پاڻ ئي پاڻ تي ڪلڻ لڳي هئس.

مون کي سوچيندو ڏسي چيائين، پروگرام سچو تنهنجي آڏو آهي تون ئي ٻڌاءِ ڪهڙو Item واڌو يا فضول آهي جو ڪڍي ڇڏيان؟"

۽ مان ڪيس صلاح ڏيڻ لاءِ واقعي سوچڻ لڳي هئس ته ڪيئن هو واڌو Item کي ڪٽ ڪري، ڪيس پگهار جي پورت جو ڏسيان جو آئيندي هو قرض ڪڻڻ کان بچيو رهي.

"...ڇا فلم جو پروگرام ڪٽي من جي موبجهار کي رهڻ ڏي ها. مانيءَ جي ٽن ويلن مان ڪٽي ٻه ڪري ها- يا ڌوبيءَ کان ڪپڙا ڌوئارڻ ڇڏي مجنون ٿي رستن تي هليو اچي ها- انهن Items مان ڪهڙو Item واڌو هوس آخر؟ تڏهن مان سمجهي نه سگهي هئس سواءِ ان جي ته، عزيز جي جان تي سفيد پوشي جو پرم ٻه ڪيڏو نه وبال بڻيو هو!

بيشڪ وعدي جو هميشه سچو رهيو- هتان اچان پگهار ملندي ئي مس هئس ته فورن اچي در تي ٽيڪسي بيهاري پهرين قرض چڪائي پوءِ ڳوٺ ويندو هو. سندس در تي بيٺل ٽيڪسي ڏسي ڇاٽي واٽي چوندي هئس،

"ٽيڪسي بيٺي اٿئي عزيز نه ته پت ڪارايان نا هو ڪو."

ڪاڏي جو هو ڏاڍو شوقين. اچان هتان گهر گهڙندو هو ته هڪ نظر رڌڻي ڏانهن وجهي امان کان پڇندو هو، "ادي آهي ڪا شيءِ ڪاڏي لاءِ ڪن سٽائي ئي سٽائي؟"

آءٌ وچ ۾ ئي وراڻيندي هئي سانس، "بلڪل سٽائي ئي سٽائي..."

سو پت جو ٻڌي سندس منهن تي سچ پچ سوچ جا ليڪا وکرڻ لڳندا هئا... پڇندو هو، "ته پوءِ ٽيڪسيءَ کي ڪجهه وڌيڪ ڏيئي بيهاريان؟"

"ها... جي مهانگو نه ڇنيئي ته..."

پوءِ تڪڙ تڪڙ ۾ ڪوسا ڪوسا گرهه وات ۾ وجهندي ويندو هو ۽ واه

واه ڪندو ويندو هو. ويندي ويندي چوندو ويندو هو. "واقعي گهر جي روٽي پاڻيءَ ۾ به ڪو 'معراج' جو مزو آهي. پر اسان پارن اپاڳن کي معراج ملي ئي ڪونه!

هڪ لڳان پريان ڪان ئي پاڻ سان هيڏي ساري پيٽي لوڏيندو آيو. چيئين، "B-T ڪني اٿن لازمي ٽيچنگ ۾، سو آيو آهيان B-T ڪرڻ... پر رهندس اوهان وٽ ئي- جو نڪو هاسٽل ۾ داخلا ئي ملندم ۽ نڪو ئي پاڻ ۾ حال ئي ساريان."

اها ڳالهه ٻڌي، منهنجي جو منهن جو پنو لٿو ٿي پاڻ به اهو تاڙي ويو. سو چيئين، "شڪر ڪر جو تون ان آزار کان بچي وئين. نه ته ١٢ مهينا مون وانگيان گيسيءَ جر نڪاءُ پيو لڳئي ها." ڪامي چيومانس خير ١٢ مهينا نڪاءُ ته هاڻي پيو لڳندم. تون ته پڇاڙيءَ ۾ سرٽيفڪيٽ به ونيو ويندين ۽ منهنجي نڪاءُ جو ته ڪو ڪڙ تيل ئي نه نڪرندو."

سمجهي ويو سو چيئين، "نه مان هرويرو اوهان کي تڪليف نه ڏيندس. چڱي عرصي لاءِ رهڻو اٿم نه."

چيم، "تون پاڻ جا تڪليف نه ڪرين اها اسان کي ڪرڻي پوندي آهي. نل کولين ته بند نه ڪرين. رات جو ٻيڙين جا توتا ڳولهڻ لاءِ سڄي گهر جون بتيون ٻاري ننڊ ڦٽائين. ڪڙيون وجائي وجائي دلين جا دهڪا ڏين...".

چيئين، "نه، نه، آئينده ضرور احتياط ڪندس، بس پڪو وعدو..."

"هي ڏس پٽين تي لڳل لينگها... تيل هاڻيون گاڏيون... ۽ چپا تيل وهاتا- چڪ جي قالين تي رانگان هي سڀ تنهنجي اڍنگائيءَ جا ثبوت آهن..."

مون لڪ چپ ۾ ڪيس سندس ٻي تاتي هلت چلت جو احتياطن نوٽيس ڏيڻي چڏيو جو آئينده گهٽ ۾ گهٽ يا 'خيال' ڪري نه ته 'جانو' ئي ڪري.

بس پوءِ عزيز رهڻ لڳو هو اسان وٽ. ڪجهه پاڻ 'سمجهه' ڪيائين. ڪجهه اسان سمجهوتو ڪيو ۽ اهڙيءَ طرح وڙهندي ڪلندي، ٻڌندي ٻڌائيندي وقت جو وهڪرو وهڻ لڳو هو. ڳتا اڪر اچان به هڪ ٻئي کي چوندا هئاسين. لفظن جي ڏي وٺ ۾ اڪثر تلخي به ٿي ويندي هئي، پر تن ڏينهن منهنجا نظريا به نرالا هوندا هئا ۽ عزيز کي به بهرحال اسان وٽ رهڻو هوندو هو سو ننڍي ننڍي لفظي چڪرين کي هڪ ٻئي جي 'انا' جو سوال

بڻائي وهندا هئاسين جو تڏهن منهنجو خيال هوندو هو تہ اسين سڀئي لفظن جا ٺي نهيل آهيون اندر ۾ جي رکو اڳڙيون اٿئون تہ ڇا ٿي پيو! سو ڪوشش بهرحال اها هوندي هئي تہ هڪ ٻئي کان مات نہ کائجي. عزيز مونکي سلي سير، ۽ مان جي سوا سير نہ بڇيانس تہ مان بہ ڪهڙي؟

اصل ۾ مونکي هوندو هو پنهنجي Ego جو ڏاڍو خيال، سو ان Ego جي حفاظت ۾ اگر ڪڏهن ڪڏهن لفظي گرمي وڌي بہ ويندي هئي تہ پوءِ Sorry ڪرڻ بہ تہ آخر جهڙن تهڙن جو تہ ڪم نہ هيو نہ؟

ڪڏهن ڪڏهن امان وٽ وڃي وهندي هئس چوندي هئي، "تنهنجي عزيز سان اها روز روز جي ڪل ڪل مون کي ڪان ٿي پرچي. گهڙن جا پاڻي سکيو وڃن ان طرح تہ. خبر ٿئي جڏهن تون نديڙي هئين تہ تنهنجي لاءِ اسان ڪڏهن نہ ڪيڏٿا ورتا ۽ نہ گرم ڪپڙا. بابو جڏهن بہ حيدرآباد ايندو هو تہ عزيز لاءِ ورتل سامان مان ايترو تہ تنهنجي لاءِ ڏيئي ويندو هو جو اڄ تائين تنهنجا اهي ڪيڏيل ڪيڏٿا ۽ پهريل سوئيٽر سنڀالي رکيا اٿم."

آءٌ امان جو اهو بليڪ ميل وارو موڊ تاڙي ويندي هئس: سو ان موضوع کان هٽي 'عزيز' کي موضوع بڻائي چوندي هئس، "پر امان، اهو تہ تون بہ سمجهدين تہ اهي ڏاڍو بي ڍنگو. هن تہ ڪرم جو اثر ٿيو نہ ڪيڙ جو. آخر ويو الائي ڪنهن تي؟"

امان رڱ مان ورائيندي هئي، "ڪرم ۾ رهيو ئي نہ. اثر پلا ڪٿان ٿيندس؟ نندي لاڪون ٺي ترجي ويو.... نديڙو هو تہ بابو سندس پير اکين ٺي...؟"

آءٌ چوندي هئس، "پر امان اٿئي هڙڇڙو، تون اجايو ٿي ڏڄ ڪرين؟"
چيئين، "تون چڙبيندي آهينس تہ هانو سڙندو اٿم"

"...۽ منهنجي جا بي عزتي ڪري منهنجو هانءُ "ساڙيندو آهي سو؟"
چيئين، "تنهنجي ڪندو عزيز بي عزتي؟ توکان هو ڪيهائيندو آهي سو؟"

"خبر اٿئي امان، اڄا ڪلهہ تازو مون سان اٽڪيو آهي. ڪلهہ شام منهنجيون ساهڙيو آيون هيون تہ ويهہ چڪر ڏيئي مون کان پڇيو اٿس تہ، اهي ڪٿان آيون آهن. پاٿر ۽ پير ڇا ڪندا اٿن ۽ پرفيوم ڪهڙو يوز ڪنديون آهن؟"

چيئين، برابر آهي چيڳرو، پر تون منع ڪرينس ها نہ...“
”منع ڪئي مانس، پر خبر ٿئي مون کي ڇا چيئين؟“
آمان وچان ڳالهہ ڪٽ ڪري چيو، ”پهرين تون ٻڌاءِ تہ منع ڪيئن ڪيس؟“
چيو مانس، ”ڪٽل ڪاتا، تنهنجي ڏاڏ جون ناهن اهي پرفيومز، چٽل ڪارتوس!“
تنهن تي مون کي ٿو چوي تہ، ”ڏاڏ جون تنهنجي بہ نہ هيون- پر دعا ڪر جو ڇاڻين حيدرآباد جي هن گهر ۾. جي ڇمين ها ڳوٺ جي ڪنهن غريب جي گهر ۾ تہ هينئر تون بہ ڇيٽان پٿي ٿڦين ها يا اڳٹ ويٺي انين ها.“
فجر ٿيندو هو تہ عزيز کي لڳندي هئي چانهہ جي ٻاڙ. هو سدا جو چلولو، سو ياد نہ هوندو هئس تہ سمهڻ مهل رات جو جتيون ڪٽ لاهي ستو. سو فجر جو اٿي اسان جي ڊپ کان سرهاڻن ۾ آمان کان پڇندو هو، ”ادي منهنجي جتي ڪا ڏٺئي؟ الاءِ ڪٿي لاٿم؟“
ڪيترا دفعہ اهي ٻادر منهنجي سيرانديءَ سٿي ويو هوندو ۽ مون کيس ٽوڪيو بہ هوندو، ”جتي سمهين ات ستيندو ڪر اهي گهيتلا. ان ريت منهنجي سيرانديءَ جو سٿيو وڃين سو سڄي رات خراب خراب خواب ڏٺا اٿم...“
چيئين، ”خراب ذهن کي هميشہ خراب خواب ٿي ايندا آهن. فرائڊ ائين ٿو چوي...“
ساڙ ڪائيندي وراڻيو مانس، ”مون کي ڇڏي فرائڊ ڏاڙهيل توسان اهي ڳالهيون ڪڏهن ڪيون؟“
چيئين، ”اهو جيڪو گلاس جي زور تي Spirit ڪونہ گهرائيندا آهن، سو تڏهن مون بہ کيس ڳالهہ ٻولهہ ڪئي هئي؟“
پڇيومانس، ”پهرين آيو بہ هيئي؟“
چئي، ”واہ ڪائي دجال وانگيان اوڏي مهل اچي حاضر ٿيو.“
”پوءِ ڀلا قوم جي نالي ڪهڙو پيغام ڇڏيئين؟“ پڇيومانس.
چيئين، ”قوم لاءِ تہ بس رڳو خوابن جي تشريح ڪري ويو باقي سو تنهنجي خاصي مٽي پليد ڪيائين.“
”ڪجهہ پنهنجي لاءِ بہ تہ دارو هٿائينس ها؟“

وراڻيئين، ”ها ٻچيو هومانس- پر چيئين تو جهڙن الله وارن جون ’جنتريون‘ آهن فرشتن جي هٿ! باقي مان رڳو ماڻهن جا ڪچا چٺا ٻڌائيندو آهيان- سو ويندي ويندي تنهنجي نالي چٺي ويو ته- آءٌ سندس ڇڙو پوٽو ٿيان. باقي پاڻ ته منهنجي به ڏاڏي لڳي!“

سو ڳالهه ٿي ڪيم ته فجر ويل عزيز کي لڳندي هئي چانهه جي ٻاڙ. ۽ سرٻاٽن ۾ آمان کان پڇندو هو جتيءَ جو- سو هڪ دفعو سندس اهو پڙلاءُ منهنجي ڪن به پيو هو. سو پنهنجي روم جي دري کولي چاٽي ٻجهي ٻچيومانس، ڇا ويو ٿئي عزيز؟“

وراڻيائين، ”منهنجا ٻادر الائي ڪيڏانهن ويا؟ ايڏاهن ته ناهن؟“ مان اتان رڙ ڪري چيومانس، ”ها ها پسائي رکياٿمانءِ منهنجي روم ۾ اچ؛ اچي کڻي وڃ...“

اهو ڇئي منهنجي ته اڪ اڪ سان لڳي وئي هئي پر صبح جو ڏنم ته موڊ ٺيڪ نه هو آمان جو. رڌڻي ۾ گهڙيس ته عزيز ات چانهه جا وڏا وڏا سرڙاڪ پئي هنيا. مون به آمان کان چانهه گهري ته ڏيڻ جي بدران منهنجي اڳيون ڦني ڪري پاڻ ويجي لڳي ٻي ڪرت کي. مون کي جلدي پنهنجي اسر وارو جواب ککڻ لڳو. سو مان به ڏت هنيون چپ چاپ ويٺي رهيس، پر هن کان گهڻو برداشت ٿي نه سگهيو. سو چيئين، ”دنيا جهان جون ڏيون پڙهنديون آهن ته ان سان گڏ پروڙينديون به آهن ۽ تون...؟“

”ڇو مون ڇا ڪيو آمان؟“

ڇوهه مان چيئين، ”اهو ڪو جواب ڏيڻ جو ڍنگ هو. اسر مهل ماڻهو اٿي الله رسول جو نالو وٺن ۽ تون...“

”پر اها ڳالهه ته عزيز ۽ منهنجي وچ جي هئي... ۽ اسين پاڻ ۾...“

عزيز کي چپ ڏسي مون پنهنجي پاليسي ٿورو بدلائي پر آمان به ڇڏڻ وارن مان نه هئي سو چئين ”کڻي ڪنهن جي به وچ جي هجي، پر ’ليحڻ‘ به آخر ڪا شيءِ ٿيندي آ. ٻڌءِ؟“

عزيز ورتو جهٽ موقعي جو فائدو. سو چيئين ”ادي هڪ انگريزي قول آهي...“

مون کي پڪ هئي ته اهو قول منهنجي فائدي ۾ ڪونه ويندو ويتر ٿيندو

تنيءَ تي تيل، سو ڳالهه اڌ ۾ ڪپي چيومانس، ”چڱو چڱو هاڻ ڏس چانهه ۾
تي مک پوندي.“

پر عزيز کي پڪ هئي ته صبح ساڻ رنڌڻي ۾ مک جو گذر ناهي ٿيڻو، سو
ڏاڍي اطمينان سان پنهنجي قول پورو ڪيئين. چئي، ”انگريزي قول آهي ته
جنهنجي دولت وئي- تنهنجو ڪجهه نه ويو- جنهنجي صحت وئي سمجهو ته
ڪجهه وئي- ۽ جنهنجا ’لچڻ‘ ويا پانيو ته هڙئي وئي!“

اهو ٻڌي مون کي ورتي ٻچان، سو چمچو سجيي چڙ مان چيومانس،
”ڏس دام ۾ رک پاڻ کي عزيز نه ته.“

پر آمان جي ڪن تي منهنجي هڙ ويڻ جو اطلاع پهچي چڪو هو سو هڙ
ويڻ تي ايڏو ته ماتم مچاياڻين جو منهنجو اتان چپ چاپ کسڪڻ کان
سواءِ ڪو چارو ئي نه رهيو هو. چئي، ”ها ها هڙئي ويس مون کي ڪهڙي خبر
ته ڇمڻ سان ئي کي هن جا چنيءَ جا ڇهه پنسا به چڙي پوندا... دنيا
جون ڏيون ڏسندي آهيان ته پيٽ ٿرندو اٿم.... ۽ هيءَ...“

اهو ٻڌي مون کي عزيز تي ويتر ورتي باهه، سو ساڙ مان ڀاسي کان
لنگهندي چوندي وئي مانس، ”پوڙهي ٿو هر جا سڪل چوڏا، جي وير نه
ونانءِ ته مان به ’مان‘ ناهيان“

ان صبح جو ڏاڪنيون لهندي سوچيندي وئي هئس، ”مئو وٺ جهڙو آمان
کي ڪيئن برغلائي ويو اڄ منجهند موٽندي جي آمان جو موڊ نيڪ رهيو، ۽
پاڻ به وجهه چڙهيو ته ڪنهن ڪنڊ پاسي ڪري ڏبڙاٽ ته زوردار
پٽنديسانس رڳو وجهه چڙهي.“

هڪ لڳان بابو ويو هو ڳوٺ. آمان تي پڙهي متي سنجهان جي نماز، سو
وجهه ونئي عزيز کي چيم، ”عزيز، ساڍ ڏين ته تون آءٌ ۽ الطاف جيڪر
شام ملهايون ناهوڪي.“

پڇيئين، ”ڪيئن؟“ چيم، T-V ڏسنداسين. چانهه پئنداسين ۽ تنهنجون
بيڙيون ڇڪينداسين.“

تنهين جي منظوري سان ويجي ويٺاسين ڊرائنگ روم جي پٺ تي. مون
احتياطن روم جا پردا چڱيءَ طرح ڪيرائي ڇڏيا جو متان بيڙيءَ جو
دونهون يا ڏب باهر نڪري.

عزيز ٻهرين ڀيڙي دڪانئي ته سوٽا هڻي مون کي ڏني مون ڀچڙي ڇني ۽ ڦوڪون ڀري الطاف ڏي ڪئي- ۽ الطاف عزيز ڏي ورائي. اهڙي طرح ٻه رائونڊ پورا ڪري وري ٽئين ڀيڙي دڪائيسين، پر وچ ۾ عزيز هٿين رڏ ڇڏي، "ان ريت ڀچڙيون ڀچي ڀچي جي ڀيڙيون پيتو ته مون تي ٽيندو بوجهو جي ڇڪڻي هجيو ته سڄي ڀيڙي ڇڪيو، نه ته توهانجي مرضي."

ڇيم، ڀائي ڏس، ڇڪينداسين ائين جيئن هينئر ڇڪي آيا آهيون. باقي سو توتي بوجهه وجهڻ اصل ڪونه ڏبو. جيتريون ڀيڙيون پيون اوترا پيسا ڳڻي وٺي ڇڏجانءِ. بيشڪ ٽڪو في ڀيڙي مٽي جي حساب سان."

چيئين، "پئسن جي ڳالهه ناهي، پر جي رات جو ڪٽي پيون ته مون کان هڪ پل به هٿن کان سواءِ نه سرندي، پوءِ ٽوٽو چوندڻ ته..."

جڏهن ڀيڙيءَ جو ٽيون رائونڊ ٿيو پورو تڏهن خبر پئي مذاق ئي مذاق ۾ اسان جي بي خياليءَ ڪري ڪا چڻنگ وڃي پئي قالين جي نرم نرم ريشمي پشم تي اندر ئي اندر دکي دکي هڪ گلابي گلابي گل کلين سوڌو سڙي پسم ٿي ويو. لڏ جو مونڊ ويو پاڻي ٿي. جهٽ جهٽ ڪري ٻريءَ تي چندو وڌوسين، پر وسائڻ لڪائڻ جي وٽ پکڙ ۾ امان کي خبر پئجي وئي. ڀيڙي پيڻ جي خطا ته خير شايد معاف ڪري به ڇڏي ها، پر قالين جو ٻرڻ معاف نه ڪري سگهي.

ويتر جو خبر پيس ته مون ۽ الطاف به ويهي ڀيڙيون پيتيون آهن- سو اسان ٻنهي کي گڏي ڪتن سان ڪارايو هئِئن. اسين ته ماٺ ماٺ ڪري وڃي پياسين پنهنجن هنڌن تي باقي رات جي ڪيتري پهر تائين عزيز جا جي چوڏا لاٽا هنئين سي اڃا به ياد اٿم. چئي، "هاسٽلن جا هريل ڪافر، تون گهر جي رهڻ جو لائق ناهين. سڄو پيتو پيو آهين پر تڏهن به اها ڪتن جهڙي ڪرت ڇڏين ڪو نه ٿو. توبهه رب جي، ويهي قالين ساڙايو اٿس ۽ ڀيڙيون پياريون اٿس."

"وسن جهڙو قالين سڙيو آهي سو اهو داغ ڪڏهن نه وسرندم." اها رات ڪافي دير امان ايندي ويندي قالين جو ٻريل داغ ڏٺو هو ۽ اسان تي لعنتون وڌيون هيون.

ڏينهن ڏاڍا هلڪا سلڪا ٿي گذرندا ويا ۽ عزيز B-T ڏاڍي موهه سان

ڪندو رهيو يا ائين چوان تہ عزيز کيB.T ڏاڍي موھہ سان ڪندي رهي، جو پانيو هو تہ مٿس يونيورسٽيءَ جي نازڪ فضا جو ڏاڍو سلوڻو اثر ٿيڻ لڳو هو. اڪين جي جوت بہ تن ڏينهن ڏاڍو جهل مل ڪرڻ لڳي هئس ۽ منهن ۾ لالاڻ بہ ليٽا ٿي پاتس.

عزيز جا ان ريت هوريان هوريان رومانٽڪ گيت جهونگارڻ دڙڪا سڙڪا ڪائي منهنجي پرفيوم لڳائڻ مون کي بي سبب ڪين لڳا هئا. ڏاڍو پينٽ کي پنج پيرا استري ڪري ڪلهن تي اجرڪ ويڙهي پڇندو هو، "ڀلا ڪيئن ٿو لڳان؟" آءٌ پينٽ ۽ اجرڪ جي تضاد کي تنقيد سان ڏسي چوندي هئس، "ڏڙ ريڊيو سسي ڀا ڪري ۽ وري پڇين ٿو ان تي تہ ڪيئن ٿو لڳان؟"

پر ڪيس هاڻي اهي ننڍيون ڳالهيون لڪائيندي ڪين هيون. هوريان هوريان جهونگاريندو هو. "هينئڙو منهنجو جهوريءَ منجهہ- جهڄي ٿو."

آءٌ ڪيس موقعي تي ونندي هئس، "عزيز ٦ ڦٽن جو ڀائي، ۽ جهونگارين ٿو اهي زنانا ڀار. پون ٿي ڪين ٿا منهن تي. تنهن کان تہ ويهي قومي نغمو ڳاءِ يا منهنجي آيل ماءُ هيڏي راڄ مان، وارو آلاپ ڪج."

چيئين، "تو کان مشورو ڪنهن ورتو هو تہ ڇا پويم ٿو منهن تي يا ڇا نٿو پويم؟"

چيومانس، "جا ڳالهہ مناسب سمجهيم، سا چڱائي سمجهي آڏو رکي مانءِ... نہ ميحين تہ..."

طنز سان ورائيئين، "تون ۽ چڱائي! ان ڪتي جيڏي قد سان جڏهن چڱائي ڪندين تون تہ اهو هي جنم نہ هوندو..."

چيم، "نہ خير- مان بنفس نفيس چڱائي آهيان..."

چٽين، "تون جي فقير جي پڙ ۾ مائي خيريءَ جي مسيت کان متاثر ٿي ڪا مسيت جوڙائين نہ... تہ بہ مان ڀائيندس پڪ اها مسيت جتين چورائڻ لاءِ..."

تڏهن مون سندس ايندڙ نسل تي زور سان لعنت وجهي آئنده ڪيس ڪو بہ مشورو نہ ڏيڻ جو پڪو پهہ ڪيو هو. ڀلاءِ چڱائي بہ ڪجي ۽ چور بہ ٿجي سو اهو ڪهڙو دستور؟

هڪ ڏينهن آيو تہ دستور خلاف ڪجهہ چپ چپ هو. ڪجهہ منجهيل ٿي

لڳو. اڃي بوٽ لاهي ٻاسيرو ڪري پاڻ رنڌڻي جي ٻنڌ تي ويهي رهيو. مان ات اميءَ لاءِ مڱڻ جي دال ٺي اٻاري جو چاق نہ هئي. صبح کان آڱرم چادر تاڻي ٻئي هئي. دال ڏيڻ وئي سانس تہ چيئين، "عزيز ڇو اڄ مائيٽو ٿو لڳي. پچينس تہ سهي؟ پر مون کي اميءَ جو اهو مائيٽو لفظ ڪين آڙيو. سو آمان تي رکي پنهنجي طرفان چيومانس، "عزيز آمان ٿي پڇي ڇو اڄ ميسٽون ٿو لڳين؟"

پر موڊ ۾ نہ هو سو نکو ورچيو ۽ نڻي ڪجھ وراڻيائين.

چانھ جا ٻہ ڪوپ ناهي هڪ ڀاڻ ڪٽي ڀيو ڏيندي پڇيم، "تنهنجا ڪلاسن ڪيئن پيا ٿين؟"

ٿورو چرڪيو پڇيئين، "ڇو" مون چيو، "اونهينئن."

ٿورو مرڪيو، پر منهن پڪو ڪري وري پڇيئين، "خير تہ آهي؟" پراڻي خط جو رواجي جملو دهرائي چيومانس، "هت سڀ خير آهي- باقي اوهان ڏي سو خير ڪوڻ ٿو لڳي."

چيئين، "جي ڦيڪالا جيءَ جي رعب ۾ آڻ ٿي چاهين تہ اهڙي ڪائي ڳالھ ڪانهي..."

"خير سلين يا نہ سلين باقي..."

پر ڏنم هيڪر وري عزيز خيالن ۾ گم ٿي ويو. چانھ جي ٻاڦ ۾ پانيم تہ سندس خيال رجهندا ٿا پيا وڃن. سو هيڪر وري پڇيومانس، "عزيز انسان هئڻ جي ناتي سڏو هلي هلي ماٺوڪڏهن پنڙيءَ تان لهي بہ ويندو آهي ۽ اها ڪا وڏي ڳالھ ناهي."

چيئين، "ڏس وري اها ڪتابي لئنگوج؟"

"ڪتابي ڳالهيون ڪتابن ۾ ئي ٺيون سهن. اهي صرف پڙهڻ ڪاڻ ئي هونديون آهن. هت صرف تون ۽ آئون ويٺا آهيون ٻڌاءِ ڪا خاص ڳالھ ضرور آهي؟."

چيئين، "ڪجھ بہ ناهي." پر مون کي ويساه ڪين آيو سو مان اڙي رهيس، "تون هلندي هلندي ضرور پنڙيءَ تان لٿو آهين. مون کي پڪ آهي."

چيئين، "پنڙي ڇڏاءِ وڃڻ جي ڊپ کان مان ڪڏهن پنڙيءَ تي هليم ئي نہ..."

"پر ماڻهوءَ جي نجات تہ صرف پنڙيءَ تي هلڻ ۾ لکيل آهي، جو هو سڌو سنئون هلي سگهي."

"تہ پوءِ مان ڪڏهن پنهنجي مرضيءَ سان هليو ئي ناهيان. مون کي زندگيءَ ۾ زبردستي اڳيان ڌڪي ڌڪي آندو ويو آهي. مون زندگي گذاري ناهي. مون کي گذارڻي پئي آهي..."

چيومانس، "اهي ڳالهيون تہ ڌڪ کائي دل وندرائڻ جا پار ٿيون لڳن.... ڇا مون کي واقعي ڪجهہ نہ ٻڌائيندين....؟"

"چوان ٿو تہ- اهڙي ڪائي ڳالهہ ناهي..."

"ڏس عزيز اسان سڀ ڌرتي جا رهواسي هڪ ئي خمير جا جوڙ آهيون. زمين تي رهي آسمان جون ڳالهيون ڪرڻ "زيب داستان" کان سواءِ ڪجهہ بہ ناهن. مڃ تہ جي تنهنجون پستيون اڄ توکي هيٺ ڌڪڻ لاءِ آتيون آهن پڪ ڄاڻ تہ آسماني رفعتون بہ توکي مٿي ڪرڻ لاءِ ضرور ڪوشان ٿينديون."

چيئين "ڏس وري اها ٿيسڪالاجي.... ٻاجهر جو اٽو ڏيئي ڊگري وٺڻ وارن جو حال پيو ڪهڙو ٿيندو؟"

"ٿيسڪالاجيءَ مون کي ڪجهہ ڏنو يا نہ... البتہ ايتري تہ Broad-- minded ضرور آهيان جو تنهنجي ڪنهن ڪڏائيءَ کي نڪو 'نئون' پانيان ۽ نہ ئي 'حيران' ٿيان..."

"ماڻهوءَ ۾ ڪڏهن تولو- ڪڏهن ماسو ٿيندو ئي رهندو آهي ۽ اها ڪا وڏي ڳالهہ ناهي. ٿير تہ رڳو ڪڏهن ڪثافت جو- انسان هٿڻ جي ناتي سيڻ سان انهن ٿيندو آهي."

چيئين، بي ڪار ليڪچر ڏيئي مٿو نہ کاءُ- مون ۾ ڪا بہ ڪڏائي ناهي..."

"تہ پوءِ لڪائين ڇو ٿو؟ ٻڌائين ڇو نہ ٿو؟"

چيئين، "بابا تو پڳل دهل جو مون کي اعتبار ناهي."

"چڱو ڀلا وعدو وٺ..."

وعدو وٺي عزيز مون کي هڪ پتڪڙي پر 'نازڪڙي' ڳالهہ ٻڌائي هئي... ڳالهہ ڪا خاص نہ هئي، بس تنهنجي- منهنجي هڪ عام ڳالهہ هئي. پر عزيز جو مان رکڻ لاءِ ڳالهہ جو ڪٿي پرمر رکيم. نہ سندس زندگيءَ ۾ ڪنهن سان

ڪيم ۽ نہ پنهنجي زندگي ۾ ئي ڪنهن سان ڪنديس. باقي اهو ٻڌايان تہ ان ننڍڙي ڳالهہ ۾ چنڊ جو چمڪو بہ هو،گلن جي ورڪا بہ هئي،رچنا جو رچڻ ۽ اميدن جي آس بہ هئي- تارن جي چمڪ ۽ هيرن جي هبڪار بہ هئي ان ڳالهہ ۾. هڪ عام ماڻهوءَ پڙهندڙ- پر عزيز الائي ڇو منجهيو منجهيو ٿي لڳو؟

۽ تڏهن هڪ لڳاں عام راتن جهڙي هڪ رات هئي. نڪا تارن جي ٽم ٽم هئي نہ ئي چنڊ ۾ ڪو خاص چمڪو، پرڀات اونده بہ نہ هئي- نڪو ڪنهن جو ڪو ڪيتو هو. بس عام راتن جهڙي حيدرآباد جي هڪ عام رات هئي.

ان شام جو سڄو وقت ويهي گهر جي سيٽنگ بدلائي هئم- قالين کي چنڊ ڪر لڳرائي صوفہ ۽ ڪشن جا ڪور بہ بدلايا هئم،بتيون چنڊرائي پردا مٽيا هئم- چانور سوئي پچائڻ لاءِ ٻاهر رکيا هائم- جو ايندڙ جمع جا چانورن جي هبڪار ڦهلئي هئي رنڌني ۾. جو منهنجي پڙهندڙ ايندڙ صبح عيد جو صبح هو. ۽ هيڏي ڪم ڪان پوءَ آءٌ جا الوٽ ننڊ ۾ گهڙي ،سُس تہ گهنٽيءَ جي گجگوڙ هئي چرڪائي وڌو هوم. پر مون پنهنجيءَ پر سوچيو هو تہ، "آيو هوندو ڪو پاڙي جو اڙٻنگ ماچيس جي تيلي وٺڻ- يا هوندي ڪا ننڍڙي نينگر آئي هوندي عيد جي ميندي لهرائڻ!"

سو خود غرض ٿي سوچيو هئم، بابي جي وسن جهڙي ننڊ ٿي خراب ٿئي. ٻارن کي ڇا آهي تہ وقت بي وقت بيٺا هوندا." ان وقت 'وقت' جو احساس ئي نہ ٿيو هوم جو ان ڏس ۾ هميشہ کان جاهل هئس ۽ آهيان.

سو اٿي مين سوئچ بند ڪري ڇڏيم. "نہ هوندي لائيٽ نہ وڄندي گهنٽي."

مان پنهنجو پاڻ کي داد ڏئي وري لٽ ڪوڙي سمهي رهيس. پر پانيم ايجان بہ ڪير آهي جو در وڄائي رهيو آهي. ٻچان وچان اٿي سوئچ آن ڪري رستي جي بتي ٻاري در پٽيم- سامهون منهنجو ماسات بيٺو هو سو ٿڪل منهن ۽ وکريل وارن سان. چيئين، "عزيز جو رات ٨ لڳي ترڪ سان ايڪسيڊنٽ ٿيو آهي، تمام سيريس آهي. سول ۾ کڻائي ويا آهيونس. جو عزيز ويو هو عيد جو موڪل گهارڻ ڳوٺ پنهنجي ۽ منهنجي ڏاڏيءَ ڏانهن."

ڏڪندي ڏڪندي امان کي اٿاريم- ٻڌايو مانس تہ "ڳوٺان اشفاق آيو

آهي. عزيز ڏک ڪاڏو آهي سو هت آندو اٿنس."

امان جيئن تيئن اٿندي چيو، "ڏک عزيز ڪاڏو آهي، پر دل منهنجي چوٿي ويهندي وڃي؟"

دلبو ڏيڻ ڪاڻ چيومانس، مڙئي الله خير ڪندو. تون اٿ ته سهي- اسپتال ته هلون..."

۽ جڏهن اسان گهران نڪتاسين تڏهن مؤذن به 'الله اڪبر' ڪئي هئي. سڳڻ سٺو ٿيو. امان چيو دل کي ڏڍ مليوئم، سو اسر ويل اذان جي سائي ۾ اسين عزيز ڪاڻ اسپتال وياسين.

واٽ تي اشفاق ٻڌايم ته جڏهن عزيز کي رات ڏک لڳو ته بظاهر ڏسڻ ۾ ڪيس ڪجهه به نه هو. جڏهن اسپتال کڻي وياسينس ته ڊاڪٽر کي ڏسي عزيز مرڪڻ لڳو هو، ۽ ڊاڪٽر به چيو ڪا خاص ڳالهه ناهي. چئن ڪلاڪن کان پوءِ عزيز جي طبيعت بگڙڻ لڳي هئي. هتي کڻي آياسين ته ڊاڪٽر جواب ڏنو. چيئون، "جي ۴ ڪلاڪ پهرين کڻي اچو ها ته اميد به هئي..."

رستي تي سڄي واٽ امان دعائون گهرندي هلي. چئي، "بانگ جا ڏئي منهنجي بابي جي گهر جو ڏيو ٻرندو رهڻ ڏجانءِ- ياعلي، منهنجي ٻچڙن جي صدقي منهنجن ٻچڙن جهڙي کي ڪلندو ڪڏندو اٿارجانءِ. الله سائين، عزيز اڃا دنيا ۾ ڪجهه نه ماڻيو آهي...."

۽ جڏهن اسين اسپتال پهتاسين ته امان بي چين ٿي وڃي وارڊ ۾ گهڙي هئي. باقي مان دَر تي بيٺي رهيس. جو اند وڃڻ جي همت ئي نه پئي ٿي. ڪجهه گهڙيون ٻاهر بيهي دولابن سان پاڻ کي اندر وٺي ويس پر ڏٺم ان وچ ۾ امان عزيز جي منهن تان اڇي چادر تاڻي ڇڪي هئي.

مون کي ڏسي چادر هٽائيندي ٻاڪاريائين، "هي ڏس امي، منهنجي بابي جو ڪمبو ڪيئن نه ڌهيو پيو آ..." پر مون کي نه ڏيکار اهو ڪمبو جنهن کي مان ڪرندي محسوس ڪيو آ... امي مون کي نه ڏيکار."

ڪيئن ڏسان ان تتل تاري کي.... جو اڻ پوري رچنا ۽ جهريل جذبو هو.... وڪريل آس ۽ ڇڄل سپنو هو.... ڀلا جيوت جون اهي جهوريون به ڪي ڏسڻ جون هيون؟



# ٽڙل سوچون

آسن، ياسن، جذبن ۽ احساسن جا رشي ۽ پيغمبر ڪا واٽ هلائي ڪا واٽ منجهائي ماڻهوءَ کي وچ سير ۾ ڦٿو ڪري مٿان ٺي مٿان اُڏري ويا.

اندر جي بيڪار قيدخاني ۾ جذبن ۽ اُڏمن جي ڪا قيمتي يادگار، جا وقت گذرڻ سان گڏ گذري نہ ٿي، بلڪ محفوظ کان محفوظ ترٿيندي ٿي وڃي. ماڻهوءَ ليکي مان آزاد ذهن سان آزاد زندگي گذاري سگهان ٿو. پر سڄي زندگي ڪا شهزادي سليم ۽ نورجهان جي اُڏريل ڪبوترن جهڙي رومانٽڪ نہ ناهي جو هڪ ڪبوتر اتفاقاً اُڏيو- ٻيو ارڏائي وچان اڏايو ويو ۽ نتيجي ۾ عشق جي انڌ تي ٻنهي جڻان زندگيءَ جي سفر هڪ ٻئي جي آڌار تي گذاري ويا.... هت تہ ٻنهين هٿن جا ڪبوتر اتفاقاً اُڏاڻا. ٻئي هٿ خالي ڪنيو، فيصلو اِهو ڪرڻ وڃني آهيان تہ انهن خالي هٿن سان دل کي جهليان يا دماغ کي!



وک وک هر ڪائي ٿي، سوچڻ ٿئي چاهيان پر الاءِ ڇو هڪ قدم اڳيان کڻڻ جي بجاءِ ٻه قدم پويان ٿي ويجان. جت ماضيءَ جي بيشمار يادگارن مان انيڪ يادون جذباتي رنگ سان دڳ جهليو بيهن.

پريشان ٿي پاسي کان پيل ريڊئي جو بٽڻ آن ڪيم ته اتفاقاً، جو آواز ٻه ڪنن ۾ پيو ته اهو هي: "يه تو وهي جگه هي- گذري تهي هم جهان سي-



جيڪڏهن دڳن تان ڪوئي لنگهيو ته ڇا ٿي پيو. دڳ ته هوندا ئي لنگهڻ لاءِ آهن...... پر ڪي دڳ احساس جي رنگ سان هميشه الاءِ ڇو رنگين ئي رهندا آهن. وقت جي دز ۽ ايندڙ ويندڙ ماڻهن جي پيرن جا پيچرا، اهي رنگ ڦٽائي نه سگهندا آهن. ذهن جي ڪهڙن گوشن ۾ اهي رنگ محفوظ آهن خبر ناهي. ڪڙو ڪڙي سان ملائي رنگن جي هڪ ڊگهي ڏارا محفوظ آهي، ذهن جي نهال خاني ۾.... هڪ ڪڙي کي ڪڙڪائي سڄي ڏارا کي جنجهوڙي سگهجي ٿو....



سمجهه ۾ نه ٿو اچي ته مان ڇو ايڏي Third rate ڊگري واري ماڻهو بنجي وئي آهيان.... ڇا هر انسان جيئڻ مهل محض هڪ بيقيمت Worthless Commodity آهي. بس هو صرف مرڻ مهل ئي Social animal آهي (جو انيڪ سماجي رهنمائن جي ڪلهن تي بوجهو بڻجي قبر ۾ لاٿو وڃي ٿو.) باقي انسان! انسان، هو صرف تڏهن آهي، جڏهن اندر جي تنهائين ۾ پنهنجي ڪڻ مهل هو پاڻ کي جيئرن گڏ. ياڻي ٿو نه مئلن گڏ.



اڪثر چاهيو ائم ته زندگيءَ جي نقشي کي اکين اڳيان ڦهلائي ان تي گذريل موسمن جا اثر جانچي غور سان ڏسان. ڏسان ته زندگي جي ڪهڙي رُت ۾ ساوڻ ولو، ٿڌيون هوائون هليون. ڪٿ جهولا پيا ۽ لڪون لڳيون، ڪٿ زندگيءَ جو پاور بيحد جذباتي حرارت باعث ڦئيرن هائيٽ(F.H) تان چڙهي ويو، ۽ ڪٿ بيحد احساسِ سردي باعث نقط انجماد تان ڪري پيو! ڪاش مرڻ کان چند گهڙيون پوءِ ۽ قبر ۾ پوڻ کان چند گهڙيون اڳ،

مان مڙي هڪ سرسري نظر پنهنجي گذريل جيون تي وجهي سگهان !



زندگيءَ جي هر عڪس ٽيپ ڪري ڪنهن پروجيڪٽر تي چاڙهي ڏسڻ چاهيان ٿي پر الاءِ ڇو پاڻ تي شرم ٿو اچيم. تت..... تت.... تت..... فرحت سلطانہ! ايڏي پڙهيل ڳڙهيل Intellectual ۽ Idealist تون بہ زندگي گذارڻ جي فلسفي ۾ عملي طرح انتهائي جاهل! انڌي ۽ غير منطقي نڪتين ۾! بلڪل ڪنهن مذهبي ڪٺ پتليءَ جيئن......!!



"Let us enjoy Some Change" زندگيءَ جي روزمره Routine کان بيزار ٿي هڪ فيصلو ڪندي پنهنجي Friends کي چيو هوم.

ٽي سال اڳ جڏهن ڪاليج ۾ ڪلاسن جو ورڪ Discuss ڪندي اسان چنني Friends مالتن ۾ لوڻ مرچ ڀرڪيندي ڪلون هڙ ڇڙائي سان وچ رستي تي اچليندي فيصلو ڪيو هو.

B.Sc.,Home Economics جون شاگرديانيون.... ساڳئي گوشت مان نيو ٽريشن بہ محفوظ رهي سگهي ۽ ڊشز بہ مختلف ذائقيدار تيار ڪري سگهجن، جي سکيا وٺي وٺي، ڪپڙن جي ڳاڙهن ۽ سائي ليڙن مان گل دستہ جوڙيندي (جنهن ۾ خوشبو نہ ڀري سگهاسين). عجب پر جوڳائيندڙ فيصلو ڪيو هو زندگي گذارڻ جو-



"مرد جي دل جي دهليز تي پير ڪپائڻ لاءِ پهريون ڏاڪو سندس پيٽ آهي." رضوانہ امير مون کي چيو هو. "تون تہ ڊشز جي تياريءَ ۾ بيحد مشاق آهين، تنهنجي هٿ ۾ جو ڇش آهي، اهو ڇش تنهنجي 'هبي' جي پيٽ تان ٿيندي تنهنجي زندگيءَ کي بہ مٺو ڊش بنائي ڇڏيندو ۽ مان اوهان ٻنهين جي وچ ۾ اچي، اوهان ٻنهين جو مڪسڊ سوئيٽ ڊش وڏا وڏا چمچا ڀري پنهنجي پيٽ ۾ لاهي ڇڏيندس." هن کلي ٽهڪ ڏنو هو.

مان کلي ڪپڙن جي رنگن جي Adjustment ڪرڻ لڳي ويندي هئس تہ کهڙي ريت سائي ليڙن مان تاريون ٺاهجن، وڏن وڏن چئوڪور ٽڪرن مان گلابي گل ٺاهي گلدستي ۾ ايئن فٽ ڪجي جو ڀريان ايندي سامهون

ڏسندڙ ماڻهو ان جي حسن ۾ ڪوئجي 'خوشبو' جي تلاش ئي نہ ڪري سگهي.....



رضوانہ امير.... اسان چئني Friends ۾ انتهائي سادي سودي مزاج جي، سادي ماحول کان آيل سادن ڪپڙن ۾ ويڙهيل ڇوڪري هئي. ڪاليج جي ماحول ۾ اچي ڪوڙا گل ڏاهيندي ڏاهيندي سامهون پيل تازن گلن مان ڪجھ 'خوشبو' پنهنجي اندر ۾ سمائي وٺي هئي.... چوندي هئي، ڪاليجي زندگي ختم ٿيندي تہ گهر جي گهٽيل ماحول ۾ مري ويندس..... منهنجي گهر ۾ هي ڪوڙا گل تہ ڇا ساديون ڪونديون بہ ناهن جنهن سان پنهنجو مٿو ئي ٽڪرائي سگهان! دراصل هن ۾ عجب نموني جي Inferiority پريل هئي. پر ڪاليج جي ماحول ان Inferiority کي Complex ۾ وڌڻ نہ ڏنو....



ثمينہ احمد اڪثر پڇندي هئي، "تنهنجي زندگيءَ جو ڪارج؟"

جواب تنهن دوستن جو ملندو هو، "Happiness"

مون اڪثر پاڻ کان پڇيو، "تنهنجي زندگيءَ جو ڪارج؟"

ايمانداريءَ سان دل ورائيندي هئي. "دل جي اها پگهرندڙ Position، جڏهن هلڪڙي ٿڌي هوا ۾ جسم ذهن کان آزاد ٿي بستر تي ڍلو ڍلو پيو رهي..... دل وگهرندي رهي.... چاءِ جو ڪوپ پي سيرانديءَ ڦٿو ڪريان ۽ عابده پروين جا سُر وڪريل هجن..... چپل پيرن ۾ گسرائيندي گهر جي اڱڻ ۾ گهمندي رهان.... تنهائي هجي.... چاءِ جو ڪوپ هجي..... سگريٽ جو ڪش هجي..... باقي ڪجھ بہ نہ..... باقي ڪجھ بہ نہ..... صبح جو وقت هجي..... نہ بپهر هجن ۽ نہ ٽپهر هجن- صرف صبح جو وقت هجي......"

هڪ اهڙي ئي پراڻي صبح جو ذڪر آهي.... جڏهن سگريٽ جو ڪش هئي، چاءِ جو ڪوپ سيرانديءَ ڦٿو ڪري چپل گسرائيندي، تعليم جي ڊگري وٺي گهر جي اڱڻ بدران وچي رستي تي ڪنهن ڪاليج جي Principal جو ڊگ جهليو هوم.

Let us enjoy Some Change!



Secretary منظور احمد. نوڪريءَ جي چڪر ۾ نوڪري ته نه ملي، البت نانءَ جي تبديلي ملي جا به پوءِ جٽادار ثابت نه ٿي سگهي. منظور جي هٿن جون لائينون منهنجي هٿن جي لائينن سان ٽڪرائجي ويون. لائينون لائينن سان ائين به Adjust نه ٿيون جيئن ڪوري ڪپڙي جون ليڙون هڪ ٻئي سان Adjust ٿينديون آهن...

ٻه ماڻهو مليا... ائين جئن ٻه شيشي جا گلاس پاڻ ۾ ٽڪرائجي پيا...

شاديءَ کي ٻه مهينا مس گذريا... جو ٻن شخصن جون Urges پاڻ ۾ شيشي جي گلاسن جيان ٽڪرائبيون رهيون. ايجان ته ٻه مهينا مس ٿيا آهن- ان کان اڳ جو شيشي جي گلاسن جيان زندگيون پڇي پور ٿين- هڪ ماڻهوءَ ٻي جي عزت ڪرڻ جي صلاحيت به ڪوئي رهي- بهتر ائين آهي ته هڪ ٻئي کان Separation وٺجي.

Separation شاديءَ جي مونجهاري جو آخري حل-



ٻه ورڳا بئنگ ۾ پري مون موڊ کي بدلائڻ لاءِ رضوانه امير جو رخ رکيو، جا گهر جي فضا ۾ هري مري وئي هئي- خطن مان خبر پوندي هئي ته هن شادي ڪري ڪلاسن ۾ ڪوڙن گلن جي بدران، پنهنجي دل ۾ سچن گلن جهڙن ٻارڙن ۾ وندرائي رهي آهي... هوئنئن به رضوانه هر خط ۾ مونکي پاڻ ڏانهن اچڻ لاءِ لکندي رهندي هئي.

سالن پڄاڻان به اسان ٻئن ٿي ساهيڙين جو واسطو هڪٻئي سان ڪڏهن فونن آڏار، ڪٿي خطن آڏار قائم ٿي رهيو.

ثمينه... جا سخت Idealist هئي، جنهن جي زندگيءَ جو ڪارج هو ته زندگي اهڙي همسفر جي تلاش ۾ گذارجي جو هر ويل هر دم گڏو گڏ رهي. ڪنهن ڪاهيءَ ۾ ڪرجي ته مهربان ساٿيءَ جو مضبوط هٿ ان ڪاهيءَ مان ڪڍي وٺي- اگر آسمان تي اُڏرجي ته اهو ساڳيو مهربان هٿ، Security جو سايو بڻجي دست شفقت جيان مٿي تي ڇانوَ ڪندو رهي... ثمينه اهڙي ساٿيءَ جي تلاش ۾ انتظار ڪندي ڪندي پاڪستان ڇڏي انگلنڊ ۾ وڃي آباد ٿي، جت هن خط ۾ لکيو ته ڪنهن Private فرم ۾ سيڪريٽري آهي.

هوءَ يقيناً هر ايندڙ ويندڙ ماڻهوءَ ۾ اِن Ideal کي تلاش ڪندي رهندي هوندي.



رضوانہ امير ڏانهن. ريل جو سفر... گاڏيءَ جي ڪوڪ ۽ هلڻ جي آواز ۾ عجيب بي ترتيبي، اهڙي جهڙي منهنجي موڊ ۾ بي ترتيبي سمايل آهي. نندي هوندي ريل جو سفر ڪندي... ڦيٿن جي ڇڪ ڇڪ کي ڪئين معنيٰ ۽ مفهوم ڏيندي هئس! ذهن جو ڪو فرضي لفظ ڇڻ ڦيٿن جي آواز سان هم آواز ٿي ويندو هو... ريل جي ڇڪ... ڇڪ... ڇڪ... جو آواز... ڇڻ چئي رهي هجي —— اوم!! اوم!! ڇڻ چئي رهي هجي شانتي! ... شانتي!! شانتي!!! شانتي ڪٿي آهي؟

شانتي هٿي ئي ڪٿي؟

ڇا منظور احمد وٽ؟؟؟ نہ نہ- پر هن جي نظرياتي عينڪ تہ منهنجي اکين جي نمبر سان ملي ئي نہ ٿي سگهي...

هرويرو بہ تہ ويٺي ويٺي منهنجي آڏو شاه لطيف مان ڪيئان ڪڍندو رهندو هو...

شاه! جنهن تي ٻاهرين دنيا بہ Research ڪندي ڪندي نہ ٿڪي. ان تي ئي الزام هيئين تہ شاه محض هڪ سياسي ڊڪوسلو ۽ سياسي پناه آهي... شاه سخت مزاج شاعر ۽ هڪ جنوني شخص هو، جنهن هڪ طرف، "ڪوماٺو ڪپور مون وجهائيندي پرين جو..." جهڙو درس ڏنو تہ ساڳئي وقت "هڻ ٻالا وڙه ٻا ڪرين" جو غير فطري سبق سيکاريو. "ڪپور ڪوماڻيل هجن تہ وڙهي ڪير بزدل سگهندو؟" منظور ڪلي مون ذي ڏنو هو... پر مون کي ڪئين نہ سندس ڪل تي جک آئي هئي!

عجيب Sexy انسان... بيڪار، مثل جانور جي...



رضوانہ امير سان ٻاڪر پائيندي عجيب محرومي ۽ جلاپي جو احساس... ڪهڙي ٿلهي بي ڊولي.

Intellectual تہ اڳ ۾ ئي ڪونہ هئي. ويتر Aesthetic Sense جو ٽورو گهڻو هوس، سو بہ وڃائي ويٺي هئي.

پن ڪلاڪن جي مختصر عرصي دوران هن ۱۲ دفعه مڙس جون ۽ الائي گهڻا دفعه ٻارن جون بار بار ورجايل ڳالهيون ٽي دهرايون. نه ڪا نواڻ نه ڪوئي Idealism-!

توبه! هيءَ ته منظور سان به خوش رهڻ وارن مان هئي! بوريت جي احساس سان ريل ۾ موٽندي عجيب Negative خيال...

ريل جي بي معنيٰ چڪ چڪ وري ڪنهن بامعنيٰ لفظ سان هم آهنگ ٿيڻ لڳي هئي...

مون پنهنجي طرفان ڪو به لفظ گهڙي ريل جي چڪ چڪ کي ڪا معنيٰ ۽ مفهوم ٻارائڻ نه ٿي چاهيو...

ريل ته محض چو... چو... چڪ چڪ ڪري رهي... پر وري هتان هُتان ڏيان ٿيڙ ڪائي چڪ چڪ سان هم آهنگ ٿيڻ لڳو... چڪ... چڪ... چڪ... جڻ چئي رهي هجي آوم! اوم!! اوم!!! چو... چو... چو... شانتي! شانتي!! شانتي!!!

"شانتي آهي ڪٿي سنسار ۾؟"

شانتي هئي ئي ڪٿي...؟

حقيقت ۾ شاهه ئي نه بلڪ هي سنسار ئي سڄو sexy ڍڪوسلو آهي.



# ميونسپالٽيءَ ڪتا

ڪجھ عرصو اڳ اسان جي شهر ۾ ڪتن جو هاھاڪار متل هو. جنهن گهٽيءَ پاسي وڃ. ۴-۴ ڪتا گهس جهليو بيٺا هوندا هئا. سندن طريقه ڪار گهٽون ڪري هڪ ئي آهي. يعني 'وڏن' کي ڏاڙهيندا آهن. ٻارن کي چڪيندا آهن ۽ برقعي وارين جي پويان نُوس نُوس ڪندا آهن. سردين جي موسم ۾ سندن طبيعت ۾ عضوياتي ۽ نفسياتي ٻنهين لحاظن کان ڦيرو اچي ويندو آهي. هو هڪ ئي لٺ سان هر ڪنهن کي هڪليندا آهن. پنهنجي پنهنجي پيار جا نشان سيني تي ساڳيا هڻندا آهن. جڏهن شهر جا گهٽي پاڳي ماڻهون سندن الفت ڪِن ڪلفت جي وگهي سول اسپتال مان پيٽ ۾ سيون هڻائي اڙجي پوندا آهن. جڏهن سول اسپتال وارا ٻـ هاڻ اصلي سيون هڻي هڻي مال ختم جي آڏار هاڻ نقلي هڻڻ جو سوچيندا آهن، تڏهن ميونسپالٽي وارا جوش ۾ ايندا آهن. ۽ وتندا آهن گوشت جي ذرن ۾ زهر ملائيندا.

جڏهن جي آءٌ ڳالھ تي ڪريان تڏهن ڪتن جي موسم هئي. (هي ڳالھ

۱۹۳۴ جي آهي- هينئر سچ پچ 'ڪتن' جي موسم آهي. ۱۹۹۱ع تائين ۽ شايد پوءِ بہ) ۽ ميونسپالٽي جوش ۾ هئي. سو روزانو آءٌ يونيورسٽي ويندي ڏسندي هئس ۽ ميونسپالٽي جو ٽڙو ڪڙو عملو گوشت جي ذرن ۾ زهر جو ذرو ملائي ڪتن کي ڏيندا ويندا هئا. ۽ ڪتا اِن گوشت تي مارو ڪندا ويندا هئا. مون پنهنجي اکين سان انهن ڪتن کي 'مارو' ڪندي بہ ڏٺو هو. پوءِ سڪرات ۾ قيراٽيون کائيندي بہ ڏٺو هو. ۽ آخر ۾ کين مرندي بہ ڏٺو هو.

جنهن گهٽيءَ ۾ اسين رهندا هئاسين اُت اتفاق سان ڪتن جو گهڻو مارو ڪون هو، بس هڪ ڪُتي پنهنجن اَنَ گُلرن سان هڪ ڊاڪٽر جي دُڪان هيٺ ويٺي هوندي هئي. گهڻو ڪيس مون ڪڏهن پڇُنڪندي شڙنڪندي بہ نہ ڏٺو. جو هوءَ گهڻو ڪري پنهنجن ٻارن ۾ ئي پوري هوندي هئي. آءٌ رو زانہ اتان لنگهندي اُت ٿوري دير بيهي ماءُ ۽ ٻارن کي هڪ ٻئي سان راند ڪندي هڪ ٻئي مٿان چڙهندي چٽيندي ڏسندي هئس. هميشہ 'گلرن' جو انگ ۸ ئي هوندو هو، ڪڏهن بہ ۷ يا ٦ نہ ٿيو.... نہ تہ پاڙي جي شرير ٻارن کان عدد جي اِن ريت سلامتي ممڪن نہ هئي.

ماءُ کي ڌائيندي وقت هو پنهنجا ننڍا ننڍا پڇڙا ڏاڍي پيار سان لوڏيندا ويندا هئا، ۽ غون غون ڪندا ويندا هئا، سندن ماءُ کين پيار سان چٽيندي ويندي هئي. ۽ ڪڏهن هو بہ سندس پچ سان کيڏڻ لڳندا هئا.

آءٌ ۽ بابو منجهند مهل ڪڏهن گڏ موٽندا هئاسين تہ هو سندس ٻارن جو ان ريت چٽڻ چٽڻ ڏسي مون کي چوندو هو، "جانورن ۾ بہ مادي شفقت ۽ بچاءَ جو ڪيڏو نہ شديد احساس آهي، ۽ ان بنياد تي ئي سندن ٻچن ۽ — نسل جي بقا آهي.... هينئر بہ تون ڪنهن هڪ گلر کي هٿ ۾ ڏس تہ سندس ماءُ ڪيئن ٿي تنهنجي پٺيان پوي."

پر ان "منٽرنل ڊرائيو" جي ميونسپالٽيءَ وارن اڳيان هڪ بہ نہ هلي. ٻچن کي تہ خير بخش ڪيائون، باقي ماءُ کي ٿورو 'ذرو' ڏئي ويا.

جمع ڏينهن صبح جو ان ذري تي 'ماءُ' لڇندي ڏسي منهنجي دل لڏي ويئي. ور ور ڪيو سندس خيال ٿي آيو. ٻن ٽپهرن جو موٽندي پائيم تہ ڪا چڱي حالت نہ هوندي، پر ڏٺم تہ، "زچہ- بچہ" سڀ خيريت سان هئا!

اتفاق سان ان ئي شام جو وري گهٽيءَ مان لنگهڻ ٿيو. ڏٺم تہ ٻار ڏاڍي

موھ وچان ماءُ سان ڪيڏي رهيا هئا. البت ماءُ ٿورو ڪنجهي رهي هئي. سمجهيم ته زهر جي ذري هائي شايد اثر ڪرڻ شروع ڪيو. ڏکي لڳي ٻارن جو سوچي...... . ڏک لڳم.

ڇنڇر جي صبح جو ماءُ لاءِ ڪنهن "خراب خبر" جو سوچي ٻارن ڏي ڏٺم، پر ڏٺم ته ماءُ ته خيريت سان هئي باقي اڻ ٿي ٻار تڙيا پکڙيا مئا پيا هئا- ۽ سندن ماءُ جو زهريلو کير نينڊيون ڏيئي وهي رهيو هو- سندس اکين مان ممتا جي پيار سان گڏ.



# بيروزگاري ۽ بندوق

مون کي مليريا جي موسمي تپ وانگر هڪ دورو ٿيندو آهي، جو جسم کي ٻارڻ بدران ذهن تپائيندو آهي. (پاڻيان تي اهو پراڻو فقرو آهي، پر هت لکڻ ضروري به آهي) ۽ آءٌ ان تپ جي توَ کان وقفي لڳندي آهيان. يعني اجايون ۽ ابتيون سبتيون ڳالهيون! اجائي خيالي تنب ۽ ڳالهه ڳالهه ۾ گٿن لفظن جو استعمال.

منهنجو مامو، جو عمر ۾ مون کان اٺ نو سال وڏو، پر علم، تجربي، ذهانت، سمجهه مطلب ته هر ڏس ۾ مون کان گهڻو وڏو آهي، سو مون کي چوندو آهي ته، "شعوري طور مون رڳو ٻن ماڻهن کي ڳالهه مان ڳالهه پيدا ڪرڻ جي صلاحيت ڏٺي- هڪ جسٽس ڪياني، جنهن کي قدرت اهو 'فن' عطا ڪيو، جو هن نه رڳو ڏاڍي سليقي سان پورو ڪيو، پر چڱو ناٿو به ڪيو ۽ ٻيو تون جڪ! جنهن کي قدرت ته ڪجهه نه ڏنو پر 'بدهضمي ۽' ڪري اهو مرض پيدا ٿيڻي. جنهن کي تو اڻنگائي ۽ سان برباد ڪيو، جنهن

ڪري تون ڪجھ 'بدنام' آهين ۽ ڪجھ ٿيندين؛." (جو نيائين نمائين کي اهي ڳالهيون سُڻي ڪين ٿيون.)

آءٌ چوندي آهيانس تہ، "گھڻي بي وقوف آءٌ بہ نآهيان. پنهنجي مرض ڪري بڪ صرف انهن آڏو ڪندي آهيان، جيڪي منهنجي بي وقوفين جا بار سهي سگھن."

— پوءِ اها ڳالھ بہ آهي تہ ڪڏهن ڪڏهن 'ڪير سهڻ جو اهل آهي ۽ ڪير نہ؟' ان من- گھڙتي کي جاچڻ لاءِ تجربي جي ضرورت پوندي آهي، جنهن ۾ 'سهڻ واريون' ۽ 'نہ سهڻ واريون پنهنجي درجي بنديون اچي وينديون آهن." 'نہ سهڻ وارا' مون کي بي وقوف سمجھي در گذر ڪندا آهن. (پنهنجي ڪشادي نگاه باعث) ۽ 'سهڻ واري' Category مون کي پنهنجين بي وقوفين جي هوندي بہ ڪجھ ڪجھ پائيندي آهي ۽ آءٌ بہ ڪين پيار ڪندي آهيان!

سو ڳالھ پنهنجي تي ڪيم، پر وچان وري پنهنجي مامي جي ڳالھ اچي نڪتي، پهرين مامي جي ڳالھ پوري ڪري پوءِ پنهنجي ڳالھ ڪنديس. (شرط آهي تہ وچان ڪا ٻين ڳالھ نہ نڪري.)

منهنجو مامو جو انتهائي هوشيار، عقل ۽ علم وارو آهي، پر نوڪري نہ ملڻ ڪري سخت Frustrated آهي- ويٺي ويٺي ڪائڻ سان تہ ڪوھ بہ ڪٽيو پون، سو بہ وري شاهاڻي انداز سان- ڪيس ڏسڻ وارو اهو ڪاٿو بہ نہ لڳائي سگھندو تہ مٿا ڪان چڪيل مڪيل هيءَ ماڻهو. جنهن کي پانهن ۾ ساڍن ڇهن سون جي 'بليڪي' ۽ هٿ ۾ ولايتي ۽ اٺلي سگريٽ جو دٻو. سو ڪو اندران بقول تاج بلوچ جي، "انب جي ڪکڙي وانگر صفا ڪو اٺين ڪوڪلو هوندو!"

پنهنجون مسواڙ تي ڏنل جايون، دڪان ۽ ٻنيءَ جا واڌو بارا (پهرين واڌو ۽ هاڻي ضروري) وڪڻي وڪڻي (جي پاڻ هي پڙهي تہ دل ۾ نہ ڪري) سنڌي ادبي سنگتون ملهائيندو آهي. ڳرا ڳرا ڪتاب، جيڪي مون پاريءَ ڪان بار وگھي ڪنيا بہ نہ ٿين، خريد ڪندو آهي- ۽ فرسٽريشن کان بچڻ لاءِ شام جو سنٽرلينڊ جي جاني واڪر جو اڌ شيشو ڏوگھيندو آهي.

شام جون گھڙيون تہ خير مڌ ۽ مدهوشيءَ سان رهاتيون ڪندي گذرنديون اٿس، پر صبح ساڻ سج جي تپش، هيڪر وري سندس چميل

سمجه کي وتڙائي ڇڏيندي آهي ۽ وري هو ڪنهن نه ڪنهن اخبار ۾ نوڪريءَ جا اشتهار ڳولهيندو آهي. درخواستون ٽائيپ ڪرائي آفيسن طرفان جوابن جو انتظار ڪندو آهي. (شاعرن ته پنهنجي 'چاهه' ۾ سڄيون سڄيون عمريون انتظار ۾ وهائي ڇڏيون. منهنجي مامي ته فقط ڪجهه حصا عمر گهاري آهي، اميد ته باقي حصو به خير سان ان انتظار ۾ گهاري ويندو.)

جڏهن ڪتابن ۽ وسڪيءَ جا نشا ٽٽندا اٿس ته ڪڏهن ڪڏهن سر سان جهونگاريندو آهي، "هاءِ اس ڪارزار هستي مين تو جوگر ايڪ بار مل جائي." تڏهن آءٌ کيس چوندي آهيان، "ماما وقت اجا به ناهي ويو، ڪا هلڪي سلڪي نوڪري چوين ته ڪٿي آءٌ ئي ڪٿي هٿ پير هڻي....."

چوندو آهي ته، "اها بچاپڙائي ۽ وچ ٿري واري پاليسي پاڻ کان نه پڄندي. وني ڏينم ته يا ليڪچراري، نه ته پٽيوالي. تخت يا تختو- پر پٽيوالي وني ڏينم ته چڱو، جو منهنجي فرسٽ ڪلاس ايم- اي جي ڊگري پيو نه ته سماج جي ٻوٽ تي چماٽ ته بڻبي!"

ڪڏهن نراسائيءَ وچان چوندو آهي، "عمر ڪافي لنگهي وئي گورنمينٽ جي نوڪري ته ملڻ کان وئي! پويان پساه آهن. ٽڪجي پيا آهيون هن بارڪان!"

آءٌ چوندي آهيانس ته، "پوءِ پنهنجي آخري خواهش ته بيان ڪري ڇڏيو." چوندو آهي، "هڪ بندوق آڻي ڏي. ان سان انهن سيٺي جوانن جو خون ڪريان جيڪي هزار رپيو مهينو ڪمائين ٿا ۽ سندن وات مان ايحان ڪير جي ڏپ نه وئي آهي. (سندس اشارو سيٺي سان گڏ مونڏانهن به هوندو آهي.)

"پر هيڏن ماڻهن کي مارڻ لاءِ گردو پڪي؟"

"آءٌ ائين ٽورڙئي ڪندس."

"باقي"

باقي- بندوق جي نالي ته رکندس سيني تي...."

"پر ان لاءِ به ته جگر کپي؟"

"همت اچي ويندم. جڏهن ٽرئگر دٻائڻ کان پهرين چوندس، 'قوم جي سيني بي روزگارن جي نالي-' ڏسجئين ويني، ڪڏهن نه ڪڏهن ضرور ائين ٿيندو."



# مهاڳ

## رعنا شفيق جي ڪتاب ’پولار‘ تي لکيل مهاڳ

ادب ۽ ادب پيدا ڪندڙ ڌرتيءَ ۾ بہ ڪوئي ”زچہ- بچہ“ وارو رشتو رهيو آ..... جو ڌرتيءَ تي جڏهن بہ ويڳ ولوڙ ٿي آ رت ست نچڙيو آ تڏهن آهن ۽ ايذائن جو پيٽ چيرجي منجهاس نرم گرم ڳاڙهہ ڳتولي ٻار جيان ”ادب“ جنم ورتو آ....... جو ٻار وانگر پنهنجو ٻلهہ ڪير جي بوتل ۽ راند جي ڪيڏڻ بدران گس تي ڪتل صليبن ۽ وس تي ورسايل ڪوڙن ڪان ورتو آ. اهي صليب جيڪي انسان ڳلي ۾ پائي گهمڻ بدران ساهن ۾ سانڍي گهلجندو آ. اهي ڪوڙا جيڪي جندڙي انسان تي وار وار ورسائيندي آ.......

ادب تي بهار ايندي ئي ڌرتيءَ جي خزان جي رنگ سان آ......

”پولار“ پڙهڻ سان لڳو ادب تي هڪوارووري بهار جهولي آئي آ. ڌرتيءَ

جي داغن سان هيڪيار وري ادب جي ڳلن تي لالاڻ لمي آئي آ.

ادب لاءِ اهو سڳڻ سنوڻي سهي پر هي منهنجي ڪاپي اڪ الائي ڇو ڦڙڪي رهي آهي.

"يا الله بهار جا هي رنگ ڀڏائين ٿا ته اڄ وري ڏرتي ۽ مٿس پلجندڙ ڪائي دل ناصر جهان جي مرثئي مان لنگهي رهي آ.......

"اڄ وري ڏرتيءَ جي ڪائي ڪند شام غريبان جي ٻاٽ اونده ۾ اٿلي آئي آ......

هن ڪتاب ۾ منجهس ڪهاڻين جا ڪردار! ڄڻ هڪ جزدان جي ڪفن ۾ ويڙهيل ڍير سارا جنازا!! جن کي هن ڪتاب جا کلها ڪانڌي ٿي ڪڻڻ جو ساهس نه ساريندا هجن ڪنهن مون پاري جو preface ۾ پاڻ هرتو اهو فرض نڀائڻ جو اهل نه بڻجي سگهي، ڪاغذ جي قبر ۾ دفن ٿيڻ بدران- پڙهندڙ جي دل ۾دفن ٿيڻ جوڳا آهن. "پولار" پڙهڻ کان پوءِ دليون خود بخود ايڏيون ڪشاديون ٿي ونديون جئن چڱي ماڻهوءَ جي مرتئي تي سندس قبر ڪشاده ٿي پوندي آ...... جو صرف دليون ئي اهڙن ڪردارن جي مدفن لاءِ صحيح مقام آهن.

"پولار" ۾ پلجندڙ ڪردار جيڪي جيئڻ مهل عقل وارا سقراط آهن. مرڻ پڄاڻان "سڪندر" آهن. سڪندر کي ماڻهو "فتح" جو سمبل ڪري سمجهندا هوندا پر هت اشارو سندس ڪفن مان نڪتل انهن خالي هٿن سان آهي، جيڪي دنيا جي ڪائي چيز نه ڇا خود پنهنجي پاڇولي کي به ڪڏهن پائي نه سگهيا.

دنيادرگذر!

پولار شايد انهن سيني کي وٺي جي متاهين اُڏام جي آس ۾ راڪيٽ ۾ رهڻ بدران پل کان راڪيٽ جي ٻاهر ئي پولار ۾ ڪاتا ٿيل لغڙ جيان لڙهندا رهيا. راڪيٽ زوڪاٽ ڪندو اڳيان نڪري ويو ۽ هو پولار ۾ ئي ترندا رهيا. نه پويان ڪوئي ماضي نه اڳيان ڪوئي مستقبل.

جن جو ماضي ۽ مستقبل سان ڪو رابطو ئي نه رهي. جيوت جا سمورا سلسلا ئي ڇڄي پون. اهڙا انسان راڪيٽ جي ڪُک ۾ رهڻ بدران ڪڏهن ڪڏهن خود راڪيٽن کي پنهنجي مُک ۾ پري پنهنجي اندر هڪ ٻيو

پرائيوٽ پولار ٻڌائيندا آهن. ۽ پوءِ ٻاهر جي پولار ۾ اندر جو پولار گرهه جيان گردش ۾ اچي Crush ٿيو وڃي.

پولار جا ڪجهه جملا مثلاً "هو هڪ ٻئي تي ائين جملا اُڇلي رهيا هئا جئن ٻار هنس پڪي ڏانهن ڦلا اڇلائيندا آهن يا جئن پينر هڪ ٻئي ڏانهن اڏ ڪاڏل صوف اڇلائينديون آهن. هڪ وڏي Crush ڪان پوءِ به بطور يادگار باقي رهندا. جئن سنڌي پنهنجي اجڙيل حال ڪي آئت "موهن جي دڙي" جو مثال ڏيئي پوري ڪندا آهن تئن اهي حملا به اثار قديمه جئان پولار جي ڪردارن جي مضبوطي, Intellect ۽ Maturity جي ترقيءَ جو ڏس پتو ڏيندي ظاهر ٿيندا.

ڪن ڪن ڪهاڻين جا سرا پڻ ڇڻ ڪان پوءِ اميدن جي گنونچڻ جيان ڦٿندي من تي مور جي پکن جيان واٺک ڪندي به نظر ايندا. Identity جي ڪردار ٿمينه وانگر جا پنهنجي دل ڪان ڏڪ ڪائي به دماغ جي اٿل فيصلي تي Relax ٿي پنهنجي جيون ڪٿا ڪي ڪيسٽ ۾ بند ڪري زندگي جي بليڪ ميل ڪان يعني ڪيسٽ ڪي Air mail ڪرڻ لاءِ هلي ٿي وڃي........ ۽ جي ڪردار جيوت جي بليڪ ميلنگ ڪان بچي نه سگهيا، تن جي جيوت جي سموري سچي ڪهاڻي انهن ٻن ڪلاڪن جي ڪيسٽ ۾ ئي قيد رهي. جيڪا سماج جي V.C.R تي هلائڻ لاءِ نه پر بچاءُ لاءِ پاسي ڪان ئي پئي رهي........ ڪيسٽ!

سماجي V.C.R تي هلائڻ لاءِ اندران هندستاني!
۽ بچاءُ ۾ ڏيڪارڻ لاءِ پاسي ڪان ٻيل پاڪستاني!!

حيدرآباد
١٢-١٢-٨٢



الطاف شيخ جي ڪتاب "ڇا جو ديس ڇا جو ويس" جو لکيل مهاڳ

# سنڌي ادب جي اُفق تي جلڪندڙ قطب تارو

لڳي ائين ٿو تہ الطاف پيدا ٿيندي ئي پريان ڪان پنهنجي بند مٺ ۾ ڪو دنيا جو گولو ڪٺي آيو هو. مٺ پيڙي تہ پاڻ سڄي دنيا گولو بنجي ڪنهن تر جيان سنڌس هٿ ترئي ۾ سمائجي آئي آ. هٿ کولي تہ پاڻ اهو گولو سنڌس ريکائن مان جاگرافي جو نقشو بنجي سنڌس سامهون ڦلهجي ويو آ.

ڪنهن سفر جي آغاز لاءِ "امام ضامن" ٻانهن تي ٻڌڻ مذهبي لوازمات مان هڪ ريت آهي. پر ٻانهن تي "امام ضامن" سان گڏ هٿ ۾ جيڪڏهن الطاف جو سفرنامو ساڻ هجي تہ سفر ۾ Suffer گهٽجو صفر رهجيو وڃي.

زمين جو سٺر ڪريو، خدا قرآن ۾ فرمايو، پاڻنجي ٿو خدا جو خاص

اشارو ڪو الطاف لاءِ ئي هو. نہ تہ اسان پارا سوين سنڌي جي ڄاڻان جهڙا ڪر ماءُ جي Placenta ۾ پيا پلجن. چڙو حج جي هُج ڪي ئي دل ۾ سانديو وڃيو قبر پيڙا ٿين، تن ڪي الطاف جڻ ڪنهن "مواصلاتي سياري" ذريعي "اميدن جو ٻارڙو" هنج ۾ ڏيئي ڇڏيو آهي. گهر ويٺي ئي دنيا ڏسڻ جي سڌ سندس قلم جي ڪرامت تي پوري ڪريو ويٺا آهن. نہ تہ اسان پنهنجي ٻوليءَ جي ڀهاڪن ۾ ئي تندي الهيار "ڪاڏي منهن مريم" ڪاڏي الهيار ڪان اڳ نہ وڏياسين هانو لولو ۽ پيا ڪيترا شهر اُڃارڻ وقت هانو تي هٽ هٽي پيا هاءِ ڪندا هئاسين، سي اڄ گهر ويٺي ئي هالن ۾ 'هوائيءَ' جا گل ۽ 'تندي' ۾ تمبڪٽو جون يادون چونڊي رهيا آهيون.

جهاز تي الطاف جو پهريون قدم ڪنهن خوبصورت سفر نامي جو حسين آغاز آهي، سندس جهاز جيئن ئي ڪنهن گولي جيان سمونڊ جو سينو چيريندو ٻاڻي جي ڇپن ڪي ڪنهن چنڊ گرهڻ جيان ٻن چيرن ۾ ورهائيندو اڳيان اڳيان وڌندو وڃي، تيئن تيئن ڪيس مشاهدي لاءِ منظرُ موضوع ۽ تحرير لاءِ هڪ گهري تاريخ مليو وڃي، جن ڪي هو فنڪارانہ فوٽو گرافي سان ائين جهپيو وٺي، جيئن چقمق جهلي لوهہ کي.

غالباً سندس سفرنامن جو آغاز "منهنجو ساگر منهنجو ساحل" کان آهي. في الحال انجام ڇا جو ديس ڇا جو وس، هن ڪتاب ۾ هُن پنهنجي باقي اڳين ڪتابن، جن ۾ هن مختلف ملڪن ۾ شهرن جي تاريخ ۽ جاگرافي اتي جو علم شعور ۽ آگهي ڏسي آهي. بجاءِ خود جهاز جي بدن جي جاگرافي ۽ تاريخ بيان ڪئي آهي. جهاز جي آفيسرن، انجنيئرن ۽ ٻين ڪارڪنن جا چهرا چٽيا اٿس. جهاز جي Physiology ايتري تہ باريڪ بيني سان چٽي اٿس، جو لڳي ائين ٿو تہ سڀ پڙهندڙ محض شوق جي خاطر سندس ڪتاب جو مطالعو نہ پيا ڪن بلڪ انهن سڀني ڪي نيٽ تہ هڪ ڏينهن جهاز ران ڪمپنين ۾ ئي پرتي ٿيڻون آهي.

ها البت سندس هن سفر نامي ۽ سندس باقي ٻين سفرنامن ۾ هڪ ڳالهہ هڪ جهڙي يا Common-- Factor آهي. اها هيءَ تہ الطاف پنهنجي ٻين سفرن جيان هن دفعي بہ جيئن ئي وضو ڪري ٽوپي پائي جهاز ۾ گهڙيو هوڏانهن جهاز جو دروازو بند ٿئي. هيڏانهن الطاف جي شرافت جا دروازا

ڪليو پون. شرافت بہ ڪا اهڙي تهڙي!

رکي پيپر نيپئر روڊ تي- پر اهو رستو ختم ٿئي وڃيو ڪنهن مسجد جي در تي- جنهن مائيءَ ڏانهن منهن ڪري نهاري سا مائي ٿي مريم جو ماسڪ پائي ڪيس عيسيٰ جي نظر سان نهاري.

هت شڪ آهي تہ ڪٿ الطاف بہ ائين تہ ناهي تہ پنهنجا تجربا پرائي حوالن سان ظاهر ڪريو ڳالهہ ناريو ۽ ٽاريو ڇڏي. جي ائين آهي تہ پوءِ هن شيدي ڊرائيور جو مشورو بہ قابل غور هئڻ گهرجي، جنهن جو ذڪر ڪتاب ۾ الطاف ڪنهن سخت مزاج چيف آفيسر جي حوالي سان ڪيو آهي. جنهن متعلق الطاف لکي ٿو تہ ڪيئن نہ هڪ ٽانءِ واري چيف آفيسر جي هڪ شيدي بادشاه چيڪ ڇڏائي.

واقعي ايڏي شرافت يا بيماري آهي يا پيغمبري! مون کي تہ هن ڪتاب ۾ الطاف جو لڪيل گيسي ڪرڻ وارو مذاق بہ بيحد وڻيو. هنڌائتو ۽ موزون بہ لڳو، لکيو ٿئين هڪ لڳان جهاز جي چمڪندڙ گهٽي ۾ ڪو بوٽ جو ڏڳهو لينگهو پائي ويو. لينگهي کي ڏسي سندس ڪيبن بواءِ چيو تہ (فلاڻو هڪ عبادت گذار شخص جنهن سان ان ڪيبن بواءِ جي ڪاڻ پوندي هئي) گيسي ڪري ويو آهي.

ضرور ان گيسي ٿي ڪئي هوندي، جو ڀڏو اٿم تہ پاڻيءَ جي جهاز تي بہ ڪڏهن ڪڏهن "پاڻي مٿان جهوپڙا" واري چواڻي پاڻيءَ جي سخت ڪوٽ تي پوندي آهي ۽ جڏهن گهٽي ڦٽندي آهي تڏهن ڪاڪوسن ۾ Toilet papers جي بہ ڪوٽ ٿي پوندي آهي. پوءِ فضا جڏهن اهڙي هجي تہ پوءِ جهاز جا آفيسر پنهنجي ذاتي رنجش جي بنا تي صفائي نصف ايمان آهي جي مقولي تي عمل ڪندي هڪ ٻئي جي ڪيبن جي سامهون پيا گيسيون ڪٽيندا آهن.

اهو مذاق ۽ ڪوڙ اهڙن ننڍن ننڍن دلچسپ واقعن سان هي ڪتاب ڀريل آهي. مون کي تہ الطاف جي هڪ دوست آفيسر جي ڏيڏرن کائڻ واري ڳالهہ بيحد مزو ڏنو. حظ ائين ورتم جهڙو ڪر سڀ ڏيڏر مون کاڌا. دراصل ڊگهن سفرن ۾ ٿئين ۽ اڻ ڇاتل ماحول ۾ ناروا ڳالهيون بہ روا ٿي پونديون آهن. جيڪي انسان هجڻ ناتي فطري طور انسان کان سرزد ٿيو وڃن. پوءِ اهي ٿي واقعا انسان پنهنجي تنهائي ۾ ورجهائي ڪڏهن انهن کان پيو سرشار

ٿيندو آهي تہ ڪڏهن وري شرمسار.

حالانڪہ الطاف ڪڏهن بہ اهڙو ذڪر پنهنجي حوالي سان ناهي ڪيو. خدا ڄاڻي هو ڪهڙي ڪمپيوٽر مان پنهنجي مستقبل جو زائچو اڳواٽ ئي ڪڍرايو سفر سٽائو ڪريو ڇڏي، جو ڪڏهن بہ ڪاڻ مٿس ڪانہ آئي آهي. غذا جي باري ۾ تہ محتاط ٿي پل ڪٿي ڪارڪون ۽ آب زم زم ڪندو هجي. پر باقي زندگي جي حساب ڪتاب ۾ سندس بخشش ڪيئن ٿي ٿئي.

آئون نہ ٿي ڄاڻان بقول ڪنهن جي مذاق ۾ چيل ڳالھ جي تہ الطاف گهڻي پاڳي ذاتي حوالن ڪان لهرائي ٿو اهي ڏيڏر سندس دوست تہ ڇا پڪ پاڻ ڪاڏا هوندائين صرف ڏيڏرن جي ڪهڙي ڳالھ! اڙي پاڻي هن ڪي تہ نانگن ڪان وٺي ماڻهو جي گوشت تائين جي ذائقي جي پڪ ڄاڻ هوندي، پر ڪجي ڪيئن، جو ڪجي تہ ٿئي ڪافر...... خير آدم خوري جو الزام آئون هرويرو مٿس ڪونہ ٿي هڻان. پل هو پنهنجي ذاتي حوالن کي دام ۾ ئي رهڻ ڏي. ڪجھ بہ سهي. ان ڳالھ کان انڪار تہ ڪنهن کي بہ ڪونهي تہ الطاف سنڌي ادب جي اروڙ زمين کي پنهنجي اڻ ٿڪ ڪوشش ۽ لافاني محنت سان اهڙو جنبي جوٽي، هموار ۽ زرخير ڪيو جو اڄ هن زمين تي جي گل ٽڙيا آهن. انهن گلن جي ٻور ۾ سندس پورهئي جو پگهر ۽ انهن جي تارين ۾ سنڌي ادب جو لازوال ثمر شامل آهي. انهي حوالي سان هو بيشڪ سنڌي ادب جي افق تي جرڪندڙ قطب تارو آهي. جنهن جي لاٽ تي سندس پونير پيرا ڪٿي پنهنجي واٽ لهندا.

هو عام سنڌين ۾ هڪ خوشنصيب شخص آهي، جنهن نہ صرف غم روزگار کي ان خوبصورتيءَ سان نڀايو آهي. اهو غم روزگار بہ اهڙو جهڙو عام طور شيعہ الله کان گهري وٺندا آهن. "ليڪن غم حسين رضہ ميري دل سي ڪم نہ هو" وانگر ان جي ٻلھ تي، اجتماعي طور پنهنجي قلم جي ڪاوش سان سموري سنڌي قوم جي شعور ۽ ذهن کي پختگي، علم ۽ آگهي ڏني آهي، پنهنجي بيحد سادي ۽ سيباڻي ٻولي ۾ بيحد رس ۽ چش سان.

چش ۽ چشڪا بہ اهڙا ڏنا اٿئين جو ٻاهرين دنيا جون دلچسپيون ۽ رنگينيون پڙهي اڄ اسان سيني جي پرڏيهہ ڏسڻ جي اهڙي تہ گهگھ ڳڙهي آهي، جو هاڻ "ڳاڙهي نار" جي بدران گهگھ جو هڪ "اڇو نار" تيار آهي.

ڪٿ الطاف بہ اهو ٻڌي پنهنجو جهاز ان ۾ نہ چڙهڻ جي ڪوشش ڪري ۽ پوءِ سندس جهاز ان ۾ بہ ٻيو ائين ترڳي جيئن چاڙهيءَ ۾ چاٺون ترڳي.

سندس سفرنامن ۾ علم ۽ Information ملڻ متعلق هڪ قصو محفل ۾ مشهور آهي. چون ٿا تہ هڪ دفعو نيشنل شپنگ ڪارپوريشن ۾ نوڪري لاءِ ڪي اميد وار انٽرويوءَ ۾ شامل ٿيا. اميدوار ڪوڙ هئا ۽ ڏاڍي تياري سان آيل هئا. پر ڪنهن جو بہ ڪڙ تيل ڪونہ نڪتو. البت هڪڙي اميدوار اهڙو تہ زبردست انٽرويو ڏنو، جو خود امتحان وٺڻ وارن جو ساندن وانگيان تيل نڪري ويو. ان اميدوار کان پڇيئون تہ ڇا تو اڳ بہ ڪو اهڙو انٽرويو ڏنو آهي. همراه وراڻيو "نہ" پڇيونس "ڇا تو اڳ ڪٿهن هت نوڪري ڪئي آهي" جواب ڏنئين "نہ" تہ پوءِ تو اهڙي زبردست انٽرويو جي تياري ڪيئن ڪئي؟ جواب مليو "مون رڳو الطاف شيخ جا سفرناما پڙهيا آهن." سنڌي شعبي جي شاگردن تي خاص طور سندس ڪايا ڪرم آهي، جو هو هر سال امتحان ۾ "الطاف ۽ سندس سفرناما" وارو سوال بر زباني حل ڪريو ٣٥مارڪن جا ٻڌي اگهہ واپاري بڻيو وينا آهن، ٻيا سوال تہ امتحان ۾ هجن نہ هجن، پر الطاف جي سفرنامن بابت تہ پڪ سوال هجي ئي هجي.

انفرادي لحاظ کان توڙي جو اجتماعي طور بهرحال سموري سنڌ کي مٿس فخر آهي. ۽ سجاڳ ذهن سان پنهنجي ڌرتيءَ ان جي شهرن ڳوٺن واهڻ ۽ وستين کي پرڏيهہ جي شهرن اتي جي وسندين ۽ وستين سان مشابهت ڏني آهي. ان ليکي گويا هن سموري سنڌ کي ڪل ڪائنات مٿان ڪنهن نرم گرم. سوڙ جيان پٿيري ڇڏيو آهي، لڳي ٿو اسين هڪ ئي سوڙ جي نرمي گرمي هيٺان ڄڻ هڪ ئي ماءُ جي هنج ۾ پلجندڙ اجيتڙا انسان آهيون. خدا ڪيس پيدا ڪري گويا سموري سنڌي قوم ۾ ڪنهن رهجي ويل خال کي پري ڇڏيو آهي. يقيناً الطاف جي پيدائش جو مقصد مڪمل آهي.

خدا سندس وجود تي پڪ سرهو ٿيندو هوندو.



## طارق عالم ابڙو جي ڪتاب رات سانت ۽ سوچون جو مهاڳ

# من المهد ڪان الي اللحد تائين

طارق! جنهنجي آئون "ماءُ" نہ آهيان.

طارق جي آءُ (ڀيڻ) بہ ناهيان.

ها مان سندس دوست بہ ناهيان ايڏي جو سندس شخصيت تي ڪا تيڪاٽپڻي ڪري سگهان، سندس ڪهاڻين تي ڪو قلم کڻي سگهان، آئون ايڏي پارکو بہ ناهيان.

طارق ننڍڙي خُج هلائي مون کي ٻاڻ ۽ پنهنجي پڙهندڙن وچ ۾ ڪباب جي هڏي بنايو آهي.

هڪ ننڍڙي ڳالهہ: (شيمہ هئڻ ناتي) محرم ۾ حشر واري ڏينهن ٻڌو اٿم مولائي مسواڙ تي پٽڻ وارا گهرائي (حسين ع) کي روئندا آهن (هت

طارق مونکي ڪائي مسواڙ ناهي ڏني هڪ ڪنگلو ئي ڪنگلي کي ڇا ڏيئي سگھندو؟ بحرحال جسٽس ڪياني ۽ واري ڳالهه "حسين جي غم ۾ روئڻ وارن کي ثواب، روئائيندڙن کي ثواب ۽ جيڪي روئڻ واريون شڪليون ٺاهن انهن کي به ثواب!

رنو طارق آهي "قرت العين الحيدر" چوائيءَ ته: امام زين العابدين سڄي ڄمار روئيندو رهيو:

ان ڪري هن ڪتاب جا سمورا (قل) آئون طارق کي ٿي بخشيان.

روئارينڊڙ آئون آهيان، سو ڪجهه (قلن) تي آئون پنهنجو به ٿي حق سمجهان. (جو شيعا حسين کي ايترو نه ٿا روئيندا جيترو زينب رضہ کي.)

۽ ها، هن مجلس ۾ پڙهندڙ به ثواب جا حقدار رهيا، جو هن روئڻ هاريون شڪليون ٺاهيون.

طارق بولڊ ڪهاڻيڪار آهي. ميچيو اٽم.

هو مون کان ڏهه دفعا دٺوس ڪهاڻيڪار آهي.

پر سندس دل اندر جو هو دالو ٻارڙو (دٺوس) نه آهي. هو يتيمي انداز ۾ ايجان ڪنهن Labour room ۾ پلجي رهيو آهي. (هن Preface جا مڙيئي قل انهن ٻارڙن لاءِ جيڪي Labour rooms مان نڪري نه سگهيا.)

قرت العين چيو آهي: "زندگيءَ کان گهڻا سوال نه ڪريو." علامہ آءِ- آءِ قاضي چيو آهي: "پنهنجي پاڳ کي بند مٺ ۾ ئي محفوظ سمجهيو جيئن ٽيٺو آهي تيئن ٽيندو نه ته، ئي حالت ۾ ٿي نه سگهندو."

علامہ صاحب نهايت ئي شريف طبع شخص هو. هو قدرت جي قصن کي قصين ۾ بدلجندو ڏسي درياهه ڏانهن ويو ۽ وري نه موٽيو. طارق جوان همت اديب آهي. هن ۾ درياهه ۾ گهڙڻ بدران درياهه کي للڪارڻ جي سگهه آهي!

۽ ها طارق ڏاڙيل به ناهي، ڏاڙيل ٿيڻ جي ڳالهه اسانجي وڏڙن جي هن پروليءَ مان پرائي ونڻ گهرجي.

نر جي مٿان نَر نَر تي ٿي ناري.
جي مڙي نهارين، ته نر ناريءَ جي وات ۾!

بس ۾ ڇوڪرن جي ڪچهري. ڪچهري جو Climax اهي Lens يا عينڪون آهن جيڪي ٽن هزار رپين ۾ وڪامجن ٿيون. جن جي پائڻ سان

ماڻهون ماڻهوءَ کي الف اگهاڙو ڏسي سگهي ٿو.

توبهہ! توبهہ!! ڪهڙو خراب زمانو آهي. ماڻهو ماڻهوءَ کي اگهاڙو ڏسي........؟!!

"پر يار- ملنديون ڪٿان اهي عينڪون؟"

"ٿي هزار ڪٿان ايندا..........؟؟"

........... "ڏاڙو؟!!

طارق ڏاڙيل نہ ٿي سگهيو. هو اديب ٿي رهجي ويو. ادب ۾ بہ هاءِ گهوڙا ڪندو رهجي ويو.

درياه ٽوٽي دانهن ڏيندس ڏينهن قيام جي!

قيام جو ڏينهن ڪين بخار جي شدت!! منٽوءَ چوائي: "ادب وقت جو ٽمپريچر آهي." طارق ان ٽمپريچر کي شدت جو رنگ ڏيئي جڻ لال بتي جي Casuality کي للڪار ڏيئي رهيو آهي. Casuality جو غم آهي يا طارق جو الم آهي.

طارق پنهنجين ڪهاڻين جي آڏار تي ڪيترن جاين تي ڊائزاپام ۽ مينڊريڪس جي نشاندهي ڪندي ننڊ جا نياپا ڏيئي هڪ جهٽڪي سان فورن حالي موالين جي هٿان سگريٽن تائين ڦريو وٺي.

اهو سندس جيون جي بہ نڪاتي پروگرام ۾ طبيعت جو توازن آهي تہ جيڪي Patent دوائون هو Afford نہ ڪري سگهندو. اهي بيماريون بہ هو هرگز نہ پاليندو......

عمر جي جنهن حصي ۾ سندس پير آهي ان پٽاندر هو نظرياتي لحاظ کان بيحد جذباتي آهي. ايتريقدر جو مان پانيان ٿي تہ ڪا ڇوڪري جيڪڏهن سندس درد کي سمجهي پنهنجي ننڊ بچائڻ لاءِ بہ گوريون (ڊائزاپام) وٺي تہ طارق هن جا Thanks سچي شيشي پنهنجي ڳلي کان لاهي بجا آڻيندو، بنا ان ويچار جي تہ سچي شيشي ڳلي هيٺان لاهڻ کان پوءِ Thanks ڪرڻ جو منجهس ساهس ٿي ڪٿي هوندو.

نظرياتي لحاظ کان جذباتي هجڻ پنهنجي جاءِ عملن هو نفسياتي طرح هڪ تندرست ڇوڪرو آهي. ذهني دباءُ ۾ پيڙهيل مريض سنيٽرن جا بند ڳلا ياڻ کان لهرائيندا آهن. طارق کي مون ڪڏهن بہ Open سنيٽر پائيندي

ناهي ڏنو.

طارق ڇا آهي؟

طارق ڇو آهي؟

طارق ائين ڪيئن ٿيو؟! ٽي سوال What- How- and why جا.

مون ڪيس آرٽس فيڪلٽيءَ جي ڏاڪڻين تي پنهنجن ساٿين ۽ ساهڙن سميت اڪثر ويٺل ڏٺو آهي. سندس چيرولي اکين ۾ چمڪندڙ خاموشي، ۽ حجائتي انداز ۾ ڳالهائيندي. ۽ جيڪڏهن هو نه به ڳالهائيندو آهي تڏهن به سندس چپ چرندا رهندا آهن، ها مون کيس هميشه چيونگم کائيندي ڏٺو آهي (شايد هو پنهنجي محروميءَ جا چڪ چيونگم مان چڪائيندو رهندو آهي) چيونگم ٻار کائيندا آهن ٻار ته نچندا به آهن. پر طارق پڇندو آهي.

(پڇڻ گهڻا پڇايا تون پڇڻ کي پڇاءِ)

طارق جي (حلالي) وجود ۾ مون هڪ حرامي ٻار ڏٺو آهي.

(چيونگمن تي حلالي توڙي حرامي ٻنهين ٻارڙن جون هڪ جيترو حق آهي) ٻانءِ هو پنهنجي اندر جي ٻارڙي کي چيونگمن جا چشڪا ڏيئي ڪانئس ڪو ڏک ڇرائڻ ٿو چاهي. (جن ٻارن جون مائر مري ويندڀون آهن اهي ٻار ڪچا ڏاڳا اگرين ۾ اٽڪائي انهن ۾ پناهون تلاش ڪندا آهن.)

۽ هاڻ سندس ڪهاڻين جون ڪجهه ڪڙيون پڪڙي آئون طارق کي (قلم هن وقت منهنجي هٿ ۾ آهي جو ڏاڍو سو ڳابو) ڇهڻ چاهيان ٿي. پل ان ڇهاءَ جي آڌار ان ۾ سچو سارو نه، ته سندس اڌ بدن جون ڪجهه جهلڪيون ئي پڙهندڙن تائين پهچي سگهن.

طارق جي ڪهاڻين جو سفر من الحمد کان اللحد تائين سندس تقريبن هر ڪهاڻي جا سلسلا پينگهي جي لوڏ کان شروع ٿي مڪليءَ جي قبرستان ۾ گم ٿيندا نظر اچن ٿا.

## رات، سانت ۽ سوچون

هڪ بولڊ ڪهاڻي آهي طارق ان ڪهاڻيءَ کي اهو نالو ڏيئي پنهنجا هٿ خوبصورتي سان بچائي ويو آهي. آئون اگر اها ڪهاڻي لکان ها ته سنئون سڌو نالو رکانس Kiss the kisses

سندس تخليق ڪيل ڪردار جي Kiss تي سڄي ڪهاڻيءَ جو Climax آهي. هت آئون هڪ ننڍڙي ڳالهه چوندي هلان ته "Kiss" ٻن وجودن ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ حقيقت جو نالو آهي. Kiss ان سمورو سچ نه آهي. ڪنهن سچ تائين پهچڻ جو ذريعو پل ٿي سگهي ٿي. Kiss via sex پر خود sex به سمورو سچ ناهي. sex به ڪنهن سچ تائين رسڻ جو هڪ ذريعو آهي. طارق ڪي جا sex "لولي پاپ" ڳلن ۾ نظر آئي. مون کي سا sex خود طارق جي چپونگمن ۾.

## پيلي ڏند

هڪ بيحد سهڻي اسٽائيل ۾ پيراٽتي ڪهاڻي آهي. "اسان سڀ بيمار آهيون پر ظاهر نٿا ڪريون پنهنجن غمن کي ائين ٻين کان لڪايون ٿا جيئن بوٽ اندران ڦاٽل ڇڄي ويل جوراب" ۽ انهيءَ قسم جا گهڻائي من ۾ پيهي ويندڙ پيلي ڏند ڪهاڻيءَ جا ڊائلاگ.

سندس اها ڪهاڻي پڙهندي مونکي (غازي) ياد آيو. جڏهن طارق ۽ سندس (هيروئن) هڪ ٿي رستي تان گهمندي به ٻن الڳ الڳ گهرن جي تلاش ۾ هجن.

"هي رستو ڪهڙي دنگ وڃي ختم ٿيندو؟ هيءَ رستو اگر ڪنهن بنگلي تي وڃي ختم ٿئي ته سمجهه تنهنجو آهي- اگر ڪنهن صحرا ۾ وڃي گم ٿئي ته پانئج منهنجو آهي."

۽ ها، هن ڪتاب جي Preface کي اختتام تي آڻڻ چاهيان ٿي. ڪيئن؟ مونکي خبر ناهي.

چو جو طارق جي عزم جي مونکي خبر آهي. سندس عزم جي اندازو سندس هن جملي مان جهلڪندو ڏٺو اٿم: "منهنجي قميص جي ڳلي جو آخري بٽڻ به ڳالهائيندو آهي."

پر طارق جي عزم کي Motivate آئون ڪيئن ڪريان؟ مونکي خبر نه آهي. سندس ڪهاڻين جا سرا ڪنهن اونداهي کن ۾ گم ٿيندي نظر اچن ٿا ! (سندس ڪهاڻي ۾ اهي بيحد هنڌاٿا ٿا لڳن) پر خود طارق ۾ انهن هنڌائتن سرن کي آئون متاثڻ چاهيان ٿي. (پل مان سندس (ماءُ) نه سهي/

پل مان سندس پيڻ نہ سهي.) سندس قلم جي Treatment مان سندس بيحد Submisive طبيعت جي جو اندازو ٿيو اٿم سو ڪيس آئون T.V جي ڪنهن هيروئن جيان نہ چوندس؛ "نڪري اچ طارق، ان Frustration مان نڪري اچ" بلڪ ڪيس للڪار ڏيندس؛ ٻچو ان Frustration مان نڪر ڇو جو گلشن اقبال ڏانهن ويندڙ سڀ رستا تنهنجي انتظار ۾ آهن.



## نذير ناز جي ڪتاب 'هيلوڪو وري آ' جو مهاڳ

# نذير ناز- سنڌي ادب ۾ ٽڪڙ پٽ

رڌڻي ۾ روشني، ان جي چمنيءَ مان نڪرندڙ دونهن! اُلاءِ ڪيڏو ٽچي لڳندا آهن دل کي.....

۽ جڏهن رڪشا تلڪ چاڙهيءَ تان ترڪي صدر جي هوائن ۾ هلڪورا ڪائيندي آهي..... جڏهن سنجها ٽاتي بندوق والا بيڪريءَ جي شيشائن درن مان سونهري سامان، تيز روشنيون، دخل تي ويٺل سانورڙيون ڇوڪريون روح کي ڳرو ۽ کيسن کي خالي ڪنديون آهن..... تڏهن آءٌ بيڪريءَ جي پر واري سنهڙيءَ، سوڙهيءَ ۽ اونداهيءَ گهٽيءَ جي آخري سِري ڏانهن نهاريندي آهيان.

اونداهيءَ گهٽيءَ جي آخري سِري تي نذير جو اڪيلو گهر! گهر جي گيلريءَ مان رڌڻي جي وڏيءَ شيشائين دريءَ ۾ روشني!

روشني ڏسيندي اِتم تہ نذير هِن وقت گهر ۾ آهي.... گهر جي ڏ ڪنين تي

پير رکندي، رڌڻي مان ايندڙ ڪاڌي جي خوشبو پڪ ڏياريندي آئم ته هينئر هوءَ رڌڻي ۾ آهي.

۽ الاءِ ڇو اُهي گهر، جن جي رڌڻن ۾ روشني ۽ ڏاڪڻين تي ڪاڌي جي سڳنڌ جو ساءُ هجي، مون کي ڏاڍا سياڳا لڳندا آهن.

اُن وقت نذير، سُهائي ۽ سڳنڌ، تيئي هڪ لڙيءَ ۾ Conditioned پاسندا آهن، مون کي ۽ پنهنجو وجود لڳندو آئم، ڇڻ ڪوئي اِنهن ٽن خوبين پاڻءِ ٽن ڏيئرن مٿان جهڙو ڪوئي ٽڪڙ پُٽ جو وجود، جيئن ٽڪڙ پٽ کي سوڻ سانُ ڪري سياڳو بنايو ويندو آهي، تيئن نذير به مون کي ڏسي جهٽ رڌڻي ۾ Oven جو ٻيو چلهو ٻاري، ڇانهه جو گرم گهاٽو ڪوپ ناهي ايندي آ- ۽ پوءِ وات ۾ اُهو ائين وجهندي آئم، جيئن ماءُ ٻار کي دُکو وجهندي آ.

مَهيتن مُنهن سانس ڏهن- پندرهن منٽن جو ملڻ. ڇانهن جي گرم ڪوپ جي حدت تي سرجي، ٿڌي پاڻيءَ جي گلاس تي دم جهلي، ذهن تي جهڙو ڪوئي ڪرم جو ڪڪر بنجي ڇانئبو آهي- ۽ پوءِ مهينن پٺي سانس ملان يا نه.

جڏهن به اندر اُٿلو ڪاڏو، بادل برسي ۽ سندس ياد سان جل ٿل بڻجيو وڃي روح ۾.

نذير هن ڌرتيءَ تي ڦهليل انيڪ انسانن مان.... جو انيڪ ماڻهن مان صرف ڪي ماڻهو هڪبئي جي سائيڪيءَ کي ساڳي Dimension، ساڳيو Tempo، ساڳئي، Flow جي آڌار تي هڪبئي کي ڪشش ثقل جيان ائين اُپاري بيهندا، جهڙا هڪبئي لاءِ ڇپر ڇانورا. نذير به اهڙن شخصن مان هڪ ڇپر ڇانوَ آهي، جا پنهنجي گهر، گهروارن، دوستن، رشتيدارن، عزيزن، شاگردن لاءِ ڇپر ڇانوَ سهي، پر ڪيس ته مون ڪڏهن ڇپر هيٺ ڇانوَ ۾ ويهندو ڪونه ڏٺو. هٿ جي ترٽيءَ تي پاري سمان، هر وقت تحرڪ ۾ هوندي. ڪجھ نه ڪجھ ڪرڻ جي تمنا، ننڍڙا ننڍڙا پروجيڪٽس، ننڍڙا Missions هر وقت هٿ ۾، ۽ هوءَ انهن کي تڪميل تائين آڻڻ جي ڪوشش ۾ هميشه سرگردان ٿي رهندي ڏسبي.

ادب جي فنڪشن کي Attend ڪرڻ جو شوق. ادبي شخصيتن سان ملڻ جو شوق ۽ ان کان پوءِ گهر کي گهر ڪرڻ، ڪُٽيءَ کي پورو ڪرڻ، روشنيءَ ۾ وَهڻ، ڪنهن فنڪشن ۾ وڃڻ، ڪو فنڪشن ڪرائڻ، سيو- ٽانڪو

ڪرڻ، رڌي- پڪي، ۽ سروس- باقي جو وقت بچي، پير پساري ٽيپ آن ڪري ٽڪ لاهڻ جو.....

اُن وقت ۾ وري تخليقي حِس کي ترتيب ڏيئي، ڪاڻ ڪا ادبي ڪرت تيار. ڪڏهن ڪهاڻي لکي ورتي، ڪڏهن شعر جڙيو، ڪو ڪالم لکيو، ڪو ادبي مقالو تيار. ذهن تي جڏهن تنقيدي عنصر حاوي ٿيو، تڏهن ڏن اردگرد جي ماحول کي مطابقت ۾ نہ ڏسي 'عبرت' ۾ ڏڙاڏڙ ڪالم لکڻ شروع ڪيا. ذهن تي جڏهن نرم گرم، گداز ۽ ردمڪ پهلو حاوي رهيو، تڏهن 'شاعريءَ' اندر ۾ اُٿلايئين.

۽ وري جڏهن ذهن تي تنقيدي ۽ تخليقي نقطو اپريو، هُن ڪهاڻين جي صورت ۾ ڪردارن جي حوالي انسان جي اندر کي قلم جي ڇريءَ سان چيڙ ڪري نفس جي پري کان 'گهراين' کي ويجهو آندو.

۽ وري جڏهن ويجهڙائيءَ ۾ پري تائين.... تخليقي قوتن جي اظهار جي ذريعن جي ڪمي ڏٺئين، تڏهن هن 'ناري' جي نالي سان تخليقي ادب جي سهيڙ شروع ڪئي- اهڙو ڪم، جيڪو مردن کي مهانگو پئي. هن اڪيلي سر، لاڳيتو 'ناري' جا ست- اٺ پرچا ڪڍي، سنڌي ادب ۾ پنهنجي خدمتن کي اَمر ڪري ڇڏيو. سڄيءَ سنڌ کان هِند تائين 'ناري' جي ناماچاريءَ نذير کي بي نظير ۾ بدلائي ڇڏيو.

جيوت ۾ ايڏيءَ هن هٿان کان پوءِ، نذير سان ملي هڪ ئي جست ۾ ماڻهو سندس سمورو تاجي- پيتو ذهن ۾ اُياري نہ سگهندو. سائس ملي پهرينءَ ملاقات ۾ لڳندو، نذير سان مِليس ڪٽ جهڙو سندس چڙو ڪنهن اسٽوڊيو ۾ نڪتل فوٽو ڏٺم. اِنهيءَ ڳالهه جي هوريان هوريان ڪجهه ملاقاتن کان پوءِ پروڙ پوندي. جنهن کي هڪ نظر ۾ 'فوٽو' ڏٺم، سا پنهنجيءَ ٻر ۾ جيوت جي مڙني ڪارگذارين تي ڀرپور 'ڊاڪيومينٽري فلم' آهي-.

جيوت جي فريم ۾ رڳو ضروري پهلوئن تي مشتمل اهم موضوعن کي گرفت ۾ آڻيندڙ هڪ اهم تصوير.

حقيقت ۾ نذير خود بہ 'عورت' جي وڏيءَ تصوير کي ڪٽي، ننڍو ڪري، ايترو ڪندي، جيترو فوٽو جيوت جي 'فريم' ۾ فٽ ٿي سگهي. وڏيون ڳالهيون، غير ضروري جذباتي ڳالهيون، زندگيءَ جا ڏکيا فلسفا،

آسماني نظريا، عجب Ideologyتصوير مان ڪٽي، باقي ضروري بچي اهوئي فوٽو فريم ۾ فٽ ٿيڻ جي ڏانوَ جو آهي!

سنڌس ڪهاڻيون بہ گهڻي ڀاڱي عورت جي مختلف رخن جي تصويرن جيون ڪهاڻيون آهن، جيڪي فريم ۾ فٽ ٿي سگهيون. سي گهر جي ديوارن تي سجيون رهيون، جي نہ ٿي سگهيون، سماجي ڪئنچيءَ سان ڪٽجندي پنهنجا صحيح خدوخال وڃائي ويٺيون.

عورت! پل هن سنڌي سماج جي ٿي سهي، ڇا رڳو ديوار جي ٿياس تي ٽنگيل هجڻ کي ئي ڪافي سمجهي ٿي؟

نذير جي ڪهاڻين جو ماحول ۽ سنڌس ڪردارن جي ذهني حاصلات (جا اڻ سڌيءَ طرح ليکڪ جي هٿن جي حاصلات ئي آهي) ڪهاڻين جي پڇاڙيءَ ۾ پڌرا ٿيل آهن. ڪهاڻي 'انتقام' جو انجام پڙهي، بظاهر عورت جي اندر تي ڇرڪ، حيرت ۽ پشيماني بہ ٿئي، پر ساڳي وقت ليکڪا جي قلم جي Treatment (ساڳي جهڙي هن سماج جي انسان سان Treatment) ڪهاڻي پڙهندي انسان سادگيءَ ۽ سچ سان انهن ڪهاڻين جا انجام انسان جي تقدير جي انجام جيان قبول ڪري ٿو. سماج جا اِهي ئي عنصر اهڙي ئي نموني مون تي اثرانداز ٿين تہ منهنجو انجام بہ اِهوئي هجي، جيڪو هن ڪهاڻيءَ جي ڪردار جو. هي ڪهاڻي پڙهي، گهڻ ۾ گهڻ مون کي تہ اهوئي احساس ٿيو.

نذير جي مختلف ڪهاڻين ۾ 'سنگم' جو انجام البتہ سُرهو ڏٺم. 'سنگم' پنهنجي پر ۾ هڪ ڀرپور روان ۽ ميچوئر ڪهاڻي آهي. ڪهاڻي جي هيروئن ڪهاڻي ۾ تہ هڪ دفعو، پر سچ پچ هن سماج ۾ هر گهر، هر در تي هر ملندي، جو بظاهر هر عورت مجموعي طرح سراسري لحاظ کان بظاهر ٽي- وي تي ڊيڪاريل ٽئين سال جي بجيٽ جيان پنهنجيءَ جيوت جو بجيٽ نارمل نارمل رکندي. (ٽي- وي جي پاليسيءَ جيان جيون جي پاليسيءَ جون بہ گهڻي ڀاڱي ڳالهيون نہ رڳو ماٺهو عام ماٺهن کان بلڪ ڪڏهن ڪڏهن پنهنجو پاڻ کان لڪائي آف دي رڪارڊ رکندو آهي.)

سنگم جي هني (هيروئن) / هن سماج جي عورت/ ليکڪ/ پڙهندڙ/ آف دي رڪارڊ رکيل جيوت جي ڪيترن شعبن ۾ ٽئڪس ڏيندي، ساهہ جو سمورا ليکا ٽئڪس جي ادائگيءَ ۾ چڪائيندي، خدا جو شڪر بجا

آئيندي ٿي رهي. شڪر الحمد لله، جنهن انسان کي اِها توفيق بخشي ته هو ساهه جا سمورا حساب ٽنگس جي صورت ۾ ڏيندو، ساهه تان بوجهه لاهيندو وڃي، ڪهاڻي جو انجام، 'سنگم' جي صورت ۾، ڪهاڻي کي ڪهاڻيپڻي ۾ بدلايو ڇڏي، جيڪو عام جيوت ۾ اڪثر ناگزير ۽ ناممڪن آهي. هزارن ۾ ڪو هڪ ساهه هوندو آهڙو، جنهن کي زندگيءَ جي آخري پساهن ۾ شام ويل ٽنگس جي ڇوٽ ملي وڃي.

'هيلو ڪو وري آ' البت اهڙي ڪهاڻي آهي، جيڪا هر ليکڪ جي هٿان مان نڪري نه سگهندي، پولي سادي سلوڻي، Tempo روان، قلم ميچوئر. اِها ڪهاڻي هند ۾ به ڇپي هئي، هت به انعام ماڻي چڪي آهي. بيحد برجستگيءَ سان لکيل اِها ڪهاڻي نذير کي ڪهاڻيڪارن جي ڪِيو ۾ بيهاري نه بلڪ ماٺَ سان ويهاري سگهي ٿي.



## شعبان وسطڙي جي ڪتاب تي مهاڳ

"رستن جو رولاڪ" هئڻ ته نه ڪبي عمر جي هن پوئين حصي ۾ ڪنهن مون پاري ڪي...... ۽ نه ئي وري "رستن جو رولاڪ" هئڻ ڪبي عمر جي هن پهرئين حصي ۾ ڪنهن شعبان پاري ڪي...... پر جيوت جي فوٽو ڪي فريم ۾ فٽ ڪرڻ لاءِ پنهنجي تصوير ڪي جيئن ننڍو وڏو ڪرڻو پوي ٿو تيئن ضرورتن گهر کان رستي تي، رستي کان گهر تي ايندي، ڪنهن گهٽي پنڌ لنگهندي شعبان نظر اچي ويندو آهي. ڪارين ٿيلهين ۾ سامان هٿن ۾ لٽڪائيندي ڪڏهن گهٽي پنڌ لنگهندي بجلي ۽ ٽيليفون جا بل هٿ ۾ اٽڪائيندي پنهنجي جو ٿڌڙ اس ۾ رڪشا جي انتظار ۾ پنڌ پٺي گيسرندي آهيان جو اڪثر شعبان تي نظر پئجي ويندي اٿم.

آئون ضرورتن باهر نڪرندي آهيان، پر شعبان بقول ڪنهن جي "آفريڪا جي جهنگلن ۾ هڪ شخص زندگيءَ جي معنيٰ ڳولي رهيو هو."

شايد زندگي جي معنيٰ ڳولهڻ لاءِ گهران نڪرندو آهي. سندس هٿ ته

منهنجي برعکس خالي هوندا آهن. بقول مختيار مسعود جي تہ "ڪي ماڻهو گهر جي غسلخاني مان سڌو بازار جو رخ ڪندا آهن. پاڻ پل بي لباس سهي پر سندن خيالن کي حسين پوشاڪ ملي ويندي آهي......" سو شعبان جا بہ هٿ پلي خالي سهي پر سندن خيالي ڪردارن کي ڪهاڻين جي پوشاڪ ضرور ملي پوندي آهي. جو بقول سندس "ڀن ڏينهن کان هن حالات تي هڪ ڪهاڻي ذهن ۾ سرجي رهي هئي...... سو ڪالهہ مون کان بس ۾ ويٺي ويٺي ذهن ۾ ڪردار جڙيا، ۽ گهر اچي هڪ ڪهاڻي قلم جي نوڪ ۾ اچي وئي."

اڄڪلهہ هتي جا حالات ئي ڪجهہ اهڙا آهن جو اخبارون خبرن سان، رستا فوجين سان، ٽارچر سيل قيدين سان ۽ دليون جذباتي دٻاءَ سان ڀريل آهن.

اسان پارا ذهني Tension جي ان حالت ۾ لکڻ چاهيندي بہ ڪجهہ نٿا لکي سگهون. جو ڀڏايو اٿم نہ، تہ ڀيرن هيٺان پنڌ چڻ رهڙ جو رستو بنجي ويو آهي. جيترو ان تي هل تيترو وڃي ٿو اڳيان ڇڪبو. هٿ پلي ڪنهن شيءِ يا وٿ سان ڀريل ئي صحيح!..... پر لڳندو آهي ڪا چيز جا...... ڪٿل آهي....... ڪجهہ رهيل آهي....... جنهن جي پورائي بہ ضروري آهي، اها ڪهڙي وٿ آهي؟ ملندي الائي ڪٿان آهي.....!! ياٿئين اصل شاپنگ واري چيز اڃا بہ ڪا بي آهي جا رهجي وئي آهي.

اهو ڪهڙو دوڪان آهي جتان مطلوبہ چيز ملڻ جو امڪان آهي واري ڪسمپرسي واري حالت پاٿئين...... رهڙ جو رستو اڃا بہ وڃي ٿو ڇڪبو.......! ڪو انت ناهي ان جي ڪٽڻ جو..... پنڌ مسلسل پنڌ!

شعبان ان ڏس ۾ تندرست آهي! ڪجهہ عمر جي تقاضا، ڪجهہ شخصي تور ذهن جو مثبت لاڙو....... هو تقدير جي بند ۽ ڀيرن هيٺان پنڌ کي پنهنجي ارادي ۽ عزم سان موڙي جوڙي ۽ ٽوڙي سگهي ٿو.

سندس ڪهاڻيون پڙهندي محسوس ٿيندو آهي تہ هو ذهني طور ڪنهن تذبذب جو شڪار ناهي...... رستي هلندي تنهنجا منهنجا، هن جا هن جا مسئلا هن کي رستي تي اڪريل سنگ ميلن تي مٿيلن جي صورت ۾ اڪريل نظر ايندا آهن.

جن کي هو ڪهاڻين جي خبرن ۾ آڻي چڪائيندو ۽ چڪائيندو آهي. سندس ڪهاڻيون پڙهندي محسوس ٿيندو آهي تہ سندس خيال بي لباس ۽

چڙواڳ هٽڻ جي بدران مقصد ۽ معنيٰ جي جامي ۾ ڏکيل ۽ سلجهيل هوندا آهن.....

لڳندو آهي، تہ ڪيس سماج جي هر اوڻائي جي خبر آهي..... ۽ هر اڻائي ۽ اوڻائي جي سدباب جي بہ خبر آهي......

پر انهن اوڻائين ۽ اڻائين کي ڪيئن عمل ۾ آڻي ختم ڪجي، سندس وس ۾ ناهي جو دنيا جون انيڪ ڳالهيون اسان جي علم ۾ هونديون بہ اسان جي وس ۾ ناهن.... "وس وارا عملدار" تہ ٻيا آهن..... اديب رڳو آئينو آهي اهو وس وارو عملدار ناهي.

ها.....هڪ ڳالهہ. شعبان وسطڙي جو ذڪر مون رڳو رستن جي حوالي سان ڪيو آهي. شعبان رڳو رستي تي نہ ڪڏهن ڪڏهن منهنجي گهر جي در تي بہ نظر ايندو آهي. پنهنجي ڪهاڻين جي سلسلي ۾ "گهر سلامت در سلامت" واري چواڻي الائي سنڌي پهاڪن ۾ آهي يا نہ آهي، جي هجي تہ هاڻ هٽڻ کپي، جو هاڻي سڀني سنڌين پنهنجي گهرن جي درن تي لوهي دروازا هڻائڻ شروع ڪيا آهن........ پناهہ گيرن جي ڊپ کان.

..... پانيان ٿي تہ شعبان جي گهر جي در تي هجي

تہ پوءِ لوهي دروازي جي ضرورت هرويرو ناهي...... جنهن گهر ۾ شعبان جهڙا جوان هجن، اهي گهر سلامت..... جنهن قوم ۾ شعبان جهڙا سنڌي هجن سڄي سنڌ سلامت!!

شعبان کي در تي ڏسي مون واري ننڍڙي چوندي آهي "امان، امان، ماما شوباز اچي ويو....." سائمہ مون واري ڇوڪري کي شعبان ۽ شوباز جي وچ جي شايد خبر ناهي..... هوءَ تي سگهي ٿو تہ ڪيس شڪل شبيهہ جو نسبتن چگيرڙو ڏسي اها ڳالهہ ڪندي هجي يا سندس اُچارئي بنيادي طرح غلط هجن.

هوئن پروف ريڊنگ جون غلطيون تہ اڪثر ڪندي آهي، "مارشل لا جي پاڇي کي مارشل لا جو پڇو ڪري پڙهندي آهي"...... اخبار ۾ اڄڪلهہ ڌاڪوئن جي خبرن کي ڌاڪن جون خبرون ڪري پڙهندي آهي. هوئن بہ ڌاڪوئن ۽ ڌاکن پاڻ ۾ ورهايو ڪونهي.

حيدرآباد جون ڌاڪون هون بہ مٺيون آهن هاڻي تہ ڌاڪو بہ قوم لاءِ مٺا ٿي پيا آهن.

ڏاڪون ڪن ڏاڪو...... سچو ملڪ ئي ملائي لڳو پيو آهي........ جو ڏاڪوئن ڪي قومي غيرت بهرحال اچي وئي (پناهگيرن کان پادرن ڪائڻ کان پوءِ)-

ها، سو ڳالهه ٿي ڪيم تہ گهرجي در تي شعبان ڪي سائم ڏسي ٻڌائيندي آهي مما ماما شوباز اچي ويو. حالانڪ اها مونکي خبر آهي شعبان شعبان آهي.....

پيو ڪجهه هجي تہ هجي...... پر شوباز هر گز ڪونهي......... هو تہ وڏي ڪان وڏي ڳالهه ڪري بہ ائين خاموش ۽ سنجيده نظر ايندو جهڙوڪ، ڪجهه يا تہ ٿيو ئي ڪونہ......... يا تہ ائين ئي ٿيڻ ڪپندو هو....... ذهني طرح پاڻ ڪي ميچائي چڙهيندو آهي.........؟

ذهني طرح انتهائي ميچوئر لڳندو آهي......... سندس پيشاني تي پريشاني جو گهنج نہ هوندو آهي. ڳالهه ٻڌي تنهنجو منهنجو سيسراٽ نڪري ويندو، پر هي شخص جهڙوڪ پاڻي جي گلاس ۾ ڊسپرين جي گوري جيئان هر ڳالهه ڳاري پي چڪو هجي........، مثلن ٻڌائيندو تہ ميڊم ڪالهه اخبار ۾ پڙهيو هوم "....... ڪي ٽارچر سيل ۾ رکيو اٿن سندس نهن ڪي چيري ان ۾ لوڻ پري وري سبيو اٿن........"

ڳالهه ٻڌي اسان پارو چڻ چڙچڙجي ويندو، پر هي شخص ڳالهه ڪري هڪ نظر پنهنجي نهن تي وجهندو، هڪ نظر خير ڪاتي منهنجي نهن تي وجهندو ۽ پوءِ ائين خاموش ويٺوهوندو چڻ ننهن سيني جا چچريل آهن........ ۽ ڪا خاص ڳالهه ناهي! ها البتہ ٽارچر سيل ۾ رهي ننهن سلامت هجن تہ پوءِ خاص خبر آهي.

سو ڳالهه ٿي ڪيم تہ شعبان لاءِ ڪا خبر 'خاص خبر' ناهي، هرڳالهه هن لاءِ عام آهي. جا عام ماڻهو سان ٿئي ٿي، جو هو پاڻ بہ خاص ناهي عام مان آهي........

سائنس آئون ان موقعي تي ملي هيس، جڏهن پورو ملي نہ سگهي هيس..... منهنجي ماءُ جي مرتيئي تي عذر خواهي لاءِ آيو هو...... مون ڪي صرف ايترو ياد آهي تہ بہ سهڻا موچارا چوڪرا مون وٽ تنهن لاءِ آيا هئا (شعبان پنهنجي پاءُ سان گڏ هو.)

ٻنهين چوڪرن هڪ خاص ڳالهه ٻڌائي هئي ٻنهه عام انداز ۾ ميڊم ١٩٨٦ع اسان جي فيملي جا ڪيترا ماڻهو ڳڙڪايا...... ماءُ، پيءُ، جوان ڀيڻ

جنهن کي پرٽيي صرف هڪ مهينو ٿيو هو.......!!

موت جو ڏک ماڻهو کي ننڍي عمر ۾ ڪيڏو نه ميچوئر ڪندو آهي. اهو شعبان سان مليءَ ٿي احساس ٿي ويندو، ۽ پوءِ موت کان ٿورو اورتي...... زندگي جي تلخين سان لهه وچڙ...... ۾ اچي حساب ڪجهه ويچي اهو رهي ته، موت X تلخيون= هڪ شعبان. يا برابر هڪ آئون، تون يا ٻيو ڪوئي اسان جهڙو.

خاص ڳالهه اها ناهي ته عام ماڻهن سان خاص واقعن يا ڳالهين جو ٿيڻ...... خاص ڳالهه اها آهي ته عام ماڻهن سان .خاص ڳالهه يا واقعا ٿيڻ پر پوءِ به عام ٿي رهڻ ۽ لڳي ائين ته هي اهو آهي جنهن سان ڪا خاص ڳالهه ناهي ٿي......!!

شعبان به خاص Incubator جو پليل ڇوڪرو آهي پر لڳندو آهي جهڙو ڪر هن سان زندگي ڪا خاص ڪيڏ ناهي ڪيڏي آئون پانيان ٿي ته انسان (ته هو نارمل ۽ ننڍو ننڍو ٿي ٿي رهي.) جي وڏائي اهائي آهي ته هو نارمل رهي ۽ ننڍو ننڍو ٿئي.ان لحاظ کان شعبان هن ننڍي عمر ۾ وڏو آهي.

سندس ڪهاڻيون پڙهي سندس ڪهاڻيون پڙي سندس عمر جو اندازو ڪجهه ائين ٿي ٿيندو.......... ۽ پوءِ مون کي هو ڪهاڻي لکڻ ويل لڳندو آهي ته سندس اندر جي هڪ هڪ حصي ۾ حساسيت ڦهليل آهي. هوءَ ڪيڏي به دکي ڪندڙ ڳالهه کي ماڻهن جي سامهون پنهنجي مک تي ڏک جا تاثرات نه آڻيندو، هن کي اها لکائي نه ڏيڻ ڏيندو، ته مون وٽ به کي دک آهن هر وقت سندس مک تي مرڪ نظر ايندي آهي.

آئون سندس جيڪڏهن ڪهاڻين کي ڪمرشل ڪرڻ جي لاءِ اشتهار ڏيان ته جيڪر ائين ٿي ڏيان..... جيئن هو، ٽي وي تي ڏيکاريندا آهن نه. ممتاز ڳالهه ٻڌ چانهه ته کئي اچ..... ها...... چانهه...... دوست ٿا اچن....... ها...... هوءَ مون کي چڱي طرح سڃاڻي ٿي........

شعبان تنهنجي ڪهاڻين جو ڪتاب "جيون جا نه وسرندڙ لمحا" ته کڻي اچ "......؟" ها...... اديب ٿا اچن...... هي عبدالقادر جوڻيجو آهي. هن کان ڪهاڻي لکڻ وسري وئي آهي....... هيءَ خيرالنساء جعفري آهي........ هي به ماضي ۾ لکيل ڪهاڻين جو رکيل چڻ فڪس ڊپازٽ وارو منافعو کائي رهي آهي...... هي آغا سليم آهي........ جيڪو پاڪستان براڊ ڪاسٽنگ ريڊيو

جي سروس ڪندي گسي ويو آهي...... هي شوڪت شورو آهي.......
جيڪو نوڪري جي ور چڙهي ويو آهي هي تنوير جونيجو آهي....
جيڪا ريڊيو تي پيٽن سان ڪچهري ڪندي ڪهاڻيون لکڻ وساري
ويٺي آهي......؟"

هي سڀ بيٺل پاڻي آهن..... آئون ڪين سڃاڻان ٿي، ۽ انهن سڀني ڪان مٺيرو شعبان وسطڙو آهي جيڪو ڪهاڻي ڪيتر ۾ هلي رهيو آهي..... هلي رهيو آهي..... بيٺل پاڻي ڪان وري به وهندڙ پاڻي پاڪ آهي..... پوءِ جهڙو سندس حال آهي، هو هلي رهيو آهي....... ۽ سڀني ڪان وڌيڪ چاق آهي.

دل چوي ٿي ته پڇاڙيءَ ۾ به اڪر شعبان جي ڪهاڻين تي به ٽيڪا ٽپڻي طور ٿي ويحن. مون کي ڪهاڻين جي ماپ طور Terms ٿا اچن. پڙهيو اٿم ته مختلف دؤرن مان لنگهندي ڪهاڻين تي به مختلف دؤرا پوندا آهن. الائي ڪهڙن ڪهڙن Terms سان تعلق رکنديون آهن .ڪهاڻيون؛ (Surism)؛ (Existantialism) شايد (Lebenism) ۽ ازم ٿي ازم!

شعبان جون ڪهاڻيون ڪهڙي ازم سان ٿيون تعلق رکن مونکي خبر ناهي....... شايد شعبان کي به خبر ناهي! شاه لطيف شاعري ڪندي وقت نٿي ڄاتو ته ڪانئس پوءِ سندس شاعري تي ڪهڙا Theses ۽ مقالا ٿيندا! ماڻهو ڪيئن ٿا Interpret ڪن..... سو ڀانيان ٿي شعبان به گهاڙيتو ڪو تور تورارو سامهون رکي ڪهاڻي ناهي لکي...... جيئن خدا پهرئين بندو ناهيو ۽ پوءِ بندن آغا خان اسپتال ناهي، جيئن بندن کي بچائي ۽ برقرار رکي سگهجي. پوءِ اها ڳالهه ٿي ٻي جوڪي بندا ٻل ڏسي مري ويا ڪي ان امتحان مان ڪاميابي سان موٽي آيا، اها ڳالهه ٿي انسان جي پنهنجي! هر بندي جي تقدير ۽ Approach پنهنجي آهي.

سو شعبان کي پڙهندڙن جو علم ۽ نيت پنهنجي آهي. شعبان کي ڪهاڻيون لکڻيون هيون سو لکيائين........ هاڻي پل فيصلو پڙهندڙ ڪن، ڪهاڻي جي Operation ڪري، ته ڪهاڻي جي وٽ ۽ ڪٽ ڪيتري آهي. -

آئون ته بس ڪنهن به چيز کي پهرئين ڏک ۾ ٻنان سبب جي دل ۾ ويهاريندي آهيان يا نه ويهاريندي آهيان سو مون به شعبان جون ڪهاڻيون هڪ ئي سٽنگ ۾ پڙهيون ۽ ويون. سو سندس ڪهاڻين جي باري ۾ پنهنجي راءِ کي اٿم ڀانيان ٿي...... ڪالهه تنوير جوڻيجو سان اٿين ٿي هڪ ڳالهه

ڪيم تہ اڄڪلهہ ڇوڪرين کي سٺن رشتن نہ ملڻ جي هڪ شڪايت ان ڪري بہ آهي جو هر ڇوڪري (يا شايد هر ڇوڪرو يا هر انسان لاشعوري طور) پنهنجو پاڻ لاءِ ذهن ۾ ٿورو High imageرکندي آهي. اصل ڪٺ هوندس سير جي تہ پنهنجو پاڻ کي سوا سير سمجهندي ۽ گهر وري ڪندي ڏيڍ سير جي...... سو رشتن نہ ملڻ جو سڄو چڪر ان ڪري آهي جو ميچ Match ڪٿي بہ نٿو ملي هر شخص پنهنجي لاءِ ڪجهہ وڌيڪ ئي اميج ڪيHighٿو رکي!

سو آئون بہ پنهنجي راءِ کي Highٿي سمجهان، جو آهيان تہ وري بہ انهيءَ لڏي مان جو موالين پٺاندر آئون بہ هن چوڻي جي قائل آهيان تہ "جيڪو پيئي سو پلي پيئي جيڪو نہ پيئي سو پري ٿي بيهي" جيڪي هي ڪهاڻيون پڙهن تن کي پل هي ڪهاڻيون وڻن پر جن کي نہ وڻن اهي پل نہ پڙهن!

اسان تہ پڙهيون اسان کي وڻيون اسان جي راءِHigh آهي.... اوهين پل پنهنجي راءِ ڏيو.... راءِ...... راءِ......!! ۽

باءِ.... باءِ....



# مهاڳ اياز لطيف جي ڪتاب تي!

اگري ۾ تاج محل ڏسڻ کان پهرين........

اسلام آباد ۾ فيصل مسجد ڏسڻ کان پهرين..........

هر وڏي هند تي ڪا وڏي عمارت ڏسڻ کان پهرين.........

ننڍڙو هڪ 'ماڊل' تيار ڪرائبو آهي..............

اهڙين جيئن وڏو انسان ڏسڻ کان پهرين، ننڍڙي ٻالڪ جي ڇٺي ٿيندي آهي. نالو رکبو آهي........!

سڄي 'خرابي' اِن نالي ۾ هوندي آهي........

يا وري سڄي خرابي اِن خاندان ۾ هوندي آهي..........

(دوستو مون کي معاف ڪجو. آءٌ اڄڪلهه 'خوبي' کي خرابي چئي ويندي آهيان. Heart attack کان پوءِ ٻيڙي پيئڻ بند ڪئي اٿم. 'دلڙي ننڍڙي جنهن سگريٽ جي دونهين سان لڏي ٿي مون ته اِن ننڍڙي قبر کي اگربتيءَ جو واس ٿي ڪيو.)

سو ڳالهه ٿي ڪيم ته سڄي خرابي اِن ناليءِ ۾ آهي. منهنجي ناليءَ جي معنيٰ مون کي ننڍي هوندي بابا ٻڌائيندو هو ته آهي مائي خير واري.

ناليءَ جي خرابيءَ جو نتيجو اِهو ٿيو جو اڄ پاڻ کي اڪثر مارڪيٽ جي چوڪ تي فقيرن ۾ گهيريل ڏسندي آهيان. منهنجي حالت اڪثر اهڙي هوندي آهي جو فقيرن کي رپيو آڌيو ڏيندي ڏيندي بعضي بعضي ته خود فقير به پلجي منهنجي هٿ تي رپيو آڌيو رکي ويندا آهن...... سو ڳالهه ٿي ڪيم ته سڄو ممڻ اِن ناليءَ جو مچايل آهي.

شيخ اياز جي ناليءَ جو پوپيون حصو.

شاهه لطيف جي ناليءَ جو پوپيون حصو.

رسول بخش پليجي جي ناليءَ جو پوپيون حصو.

انهن مڙني وڏن نالن جا پويان حصا اِڳين حصن کان ڪٽي ايلفيءَ سان جوڙي هڪ ماڊل ٺهيو "اياز لطيف پليجو"

ماڊل کان عمارت جو سفر! شاهه جي پٽ کان پناڻ ڪالونيءَ جو سفر!! اياز لطيف پليجي پيرين پنڌ طئي ڪيو آهي..... اڪيلي سر نه...... پنهنجي گهر جي ياتين سان گڏ...... ننڍڙي قافلي جو ننڍڙو مسافر بنجي. تڏهن ته چيم ٿي نه ته سڄي خرابي ٿي اِن خاندان ۾ آهي.

مون کي ياد آهي ننڍي هوندي امان مون کي امام بارگاه مجلس ۾ وٺي ويندي هئي. پٽ جي شوق ۾ آءٌ به ويندي ته هيس پر مون کي (شايد هر ٻار کي) امان جو روئڻ ٻنهه ڪونه وڻندو هو. مجلس پڙهڻ واري ممبر تي چڙهي ايئان امام حسين ۽ ان جي گهراڻي جا فضائل ٻڌائڻ شروع ڪندي ٿي مس ته......... "مومنو تئسين جاندي هو...... حسين اوندا گهرانا..... وڏا شانان ولا.......

امان جو روئڻ 'شانان والا' کان ئي شروع ٿي ويندو هو. مائي چوندي هئي، "عزت بهي بڙي تهي....... تو مصيبت بهي بڙي تهي" اهو جملو امان لاءِ دل ڏاريندڙ هو. هائي.... ٿي جني گوڏن تي هٿ هڻندي. منهنجا هٿ تڏهن گوڏن تائين پهچندا ڪونه هئا.

اڄ به منهنجا هٿ پنهنجن گوڏن تائين ڪونه پهچي سگهندا آهن آءٌ هٿ دل تي رکي ڇڏيندي آهيان..... حسين جي شهادت، امام زين العابدين جي

بيماري...... بيبين جو قيد وبند، هٿن ۾ رسيون، ڳلي ۾ طوق...... ۽ پوءِ ڪوفي جي بازار ۾ ساداتن جو ننگي پير نڪرڻ، بيبي زينب جو ڪوفين ڪي خطاب...... اهو سڀ ٻڌي لڳندو هو دل هٿن مان ٻـ نڪري ويندي. ايڏي آزاريءَ کان پوءِ ساداتن جي آزادي...... اڄ ٻـ سڄي دنيا جا شيعا ڪارا ڪپڙا لاهي رنگين ڪپڙا مٽيندا آهن. باقي سو اياز جي خاندان وارا، ٻان، سندس ٻيءُ، ماءُ، ياءُ، ڀينڻ سوچيان ٿي، قيد مان نڪري الاهِ ڪهڙي رنگ جا ڪپڙا مٽيندا هيا......؟ يا شايد رنگين ڪپڙا ٻائڻ جي اچان موسم نـ آئي آهي!!

ڏاڏا هوشو تنهنجا ڏهٽا اڄ ٻـ آهن چوٽ چريان نعرو جن جو سنڌ نـ ڏيسون ۽ٽو جن جو پنڌ ٿي ٻنڌ. اياز صفحي ٢٣ تي اهو شعر مجيدي جو ڪوٽ ڪيو آهي. هوشو جو ذڪر پڙهندي ڪلهه واري ڳالهه ياد آيم. حميد چيو 'هوشو پڪي قلعي ۾ دفن آهي، سندس قبر تي پناهگير ڇيٽا ٽٽي رهيا آهن'........ سوچ جو سلسلو ٽٽيو پوي........ هو سامهون T.V تي اجهو الطاف ٻهارو ڪنيو بيٺو آهي. ڏسندي ئي ڏسندي سڄو اسڪرين ٻهارا ئي ٻهارا ٿي ويو آهي.Close up ۾ هڪ ٻهارو...... پريان جي سين ۾...... ٻهارا نندڙا ٿيندا وڃن...... ٻهارا سنهڙا ٿيندا وڃن... صائمہ لڪڻ ۾ ڊسٽرب ٿي ڪري،

'ممي هي ٻهارا ڪٿي آهن؟ هي تـ ڏاڙهيون آهن.'

'نـ پٽ، هفتہ صفائي جي بهاني سيني جي هٿن ۾ ٻهارا آهن.....'

لڪڻ جو سلسلو وري جڙي ٿو.... ذهن ۾ هڪ سوال اياز ڇا تون انهن ڏاڙهين سان ڪنهن ڏينهن هوشوءَ جي قبر تان اِهي ڇيٽا لاهي سگهين ٿو؟......... اياز جو جواب گهٽو ڪري هر صفحي تي موجود آهي. رڳو سمجهه ۽ وقت جي ضرورت آهي.... الائي وقت ماڻهو جي هٿ ۾ آهي.... الائي ماڻهو وقت جي هٿ ۾ آهي...... منهنجي تـ واچ ٻـ الائي ڇو سلو هلڻ لڳي آهي. وقت هميشہ گهٽ ٻڌائيندي آهي. آءٌ ڦڪائي وندرائڻ لاءِ چوندي آهيان هيءَ سلو ڪونہ ٿي هلي، بلڪ انڪساريءَ سان ٿي هلي. حالانڪہ ڪلهه تارڙ T.V تي 'ننڍڙي ڳالهه' ۾ ٻڌايو هوتہ ڪاميءَ جي ريل هميشہ سُستيءَ جي پٽڙي تي هلندي آهي.

صفحه ۴۲ تي اياز لکي ٿو........ پاڻي ڏک ڏيڻ بدران انسپيڪٽر ڏڪا ڏيندي چيو 'سالا همارا بهي روزا خراب کرتا هي'....... ۽ پريان بيٺل پنگيءَ مون کي پنهنجي ٺي گلاس مان آڻي پاڻي پيارايو.

اِها ڳالهه پڙهندي مون کي تيون ڏينهن پنهنجي پاڙي ۾ ٿيندڙ هڪ ننڍڙو واقعو ياد آيو.

ٽنڊي ولي محمد ۾ اڪثريت سنڌين جي آهي. وچ ۾ ۴-۵ گهر پناهگيرن جا آهن ۽ ٻيءَ سڄي اڪثريت پنگين جي آهي...... گهڻو ڪري روزانو پنگين ۽ پناهگيرن جا جوان جوان ڇوڪرا ٽولا ٽولا ٿي بيٽ بال، اِتي ڏڪر ۽ اهڙيون ٻيون رانديون کيڏندا آهن...... الائي ڪيئن هڪ ٻن سنڌي گهرن جون شيشي جون دريون ڀڃي پيون...... حالات اِڄ ڪلهه هونئن نسلي جهيڙن جي ڪري چڱا نه- درين جي ڀڄڻ ڪري سنڌي، مهاجر ۽ پنگين ۾ هڪ ذاتي جهيڙي جي بدران ننڍڙو سياسي issue ٺهي پيو- پنگي ۽ مهاجر هڪ ٻئي تي هٿڻ لڳا ته اِهي شيشا اُنهن نه پر ٻي ڌر ڀڳا آهن- سو پنگين ڏنو ته متان اِن ڳالهه مان ڪو وڏو سياسي ڳالهوڙو ٺهي سو رات جو سمورن پنگين جي پنچات ويٺي، ڪجهه فيصلا........ ڪجهه ڪجهه انومان.... صبح جو پنجاه سٺ پنگين جا ڇوڪرا هڪ جلوس ٺاهي ٻاهر نڪتا. نعرا هنيائون. بينر ٽنگيائون،

"سنڌي- پنگي ڀائي ڀائي!"

"سنڌي- پنگي ڀائي ڀائي...."

الائي ڇو نعره ٻڌي مزو آيو. واقعي ڀيل هجن ڪي پنگي....... اسان جا ڀائر آهن.

اڄهو! وري سامهون T.V تي الطاف ڀهارو ڪنيو بيٺو آهي. هونئن پنگين جي ڀائيچاري جو ذڪر اياز ڪجهه وڌيڪ مزيدار لفظن ۾ صفحه ۴۴ تي ڪيو آهي. مهمان، جيڪڏهن ليڊيز آهن...... ۽ مهمانن جو اگر ڪموٽ خراب ٿي پوي ته...... بقول اياز جي بنا بخشش ونندڙ پنگي سندس مڙئي دوست سرفروش لشڪر جيان ٻهارا ۽ ڪانيون کڻي ڪموٽ تي ڪاهي پيا ۽ منٽن ۾ نه رڳو صفائي ڪيئون بلڪ Thanks به پاڻ ٿي ڪيئون!

باقي صفحه ۴۹ تي اياز جي When ۽ Where واري ڪٿ، ڪڏهن واري

Philosophy الائي چو ٽچي لڳي.
I dont know وارا لفظ بہ هرويرو پنهنجا لڳا.
I only know that I dont know!

ڪڏهن؟...... ڪٿ......
ملڻ ۽ وڇڙڻ جو سلسلو.
ڪنهن سان ملجي؟..... ڪڏهن ملجي؟؟
ڇا ڇا ڄاڻجي؟؟ ڇا ڇا نہ ڄاڻجي؟؟؟

زندگيءَ ۾ انيڪ سوالن جو سلسلو آهي. جو وقت بہ وقت ماڻهو ڪي آزمائيندو آهي! يا خود 'وقت' پاڻ ئي ماڻهو ڪي آزمائيندو آهي. ماڻهو جي ڇا مجال بقول قرة العين حيدر جي 'وقت جو حساب ڪڏهن نہ رکجو...... ڏينهن ۽ راتين جي گذرڻ جو حساب رکڻ جي غلطي ڪڏهن نہ ڪجو.........'

آءٌ ڪڏهن ڪڏهن Bio Data جا فارم ڀريندي الائي ڇو..... عمر جو خانو ڀرڻ اڪثر مِس ڪري ويندي آهيان...... ڀلا سچي عمر جا ليکا چوکا محض هڪ خاني ۾؟ بدنصيبيءَ سان اهو خانو بہ اگر ڀرڻ کان رهجي وڃي تہ ڇا سچي زندگيءَ جا ليکا ئي لهي ويا؟
نہ.

اياز وٽ ائين ناهي..... اياز پنهنجي سڄي ڪتاب ۾ زندگي جا ليکا چوکا تاريخن سميت سنڀالي رکيا آهن..... ١٩٧۴ع ۾ مون پنهنجي ئي ڪنهن ڪهاڻيءَ ۾ لکيو هو، 'آءٌ نالو ڪمائڻ لاءِ جيڪڏهن خودڪشيءَ بہ ڪريان تہ منهنجو نالو ايندو سهي اخبار ۾...... پر ڪجھہ ائين تہ لاوارث جو لاش لڌو....... ڇهري جي سڃاڻپ ٿي نہ سگهي.'

اِهو تہ خير ڪهاڻيءَ جو هڪ جملو هو...... هاڻ تہ روز اخبار ۾ اهڙيون جيڙيون خبرون ايندڀون آهن. اڄ هيترا مئا..... هيترن جا لاش لاوارث سرد خاني ۾ پيل آهن. ڪيترا لاشا اباڻن ڳوٺن ۾ اُماڻيا ويا.........

ڏک! جو اسان وٽ پنهنجي عمر جي تجربن جي لاشن ڪي سنڀالڻ لاءِ سرد خانو بہ ڪونهي..... پر الائي ڇو ڪي ڪي لاشا سردخاني نہ هئڻ جي باوجود بہ دل جي ڌرتيءَ ۾ قدرت 'امانت' طور رکندي آهي...... وقت انهن ڪي ڪاري، ماري يا ڳاري نہ سگهندو آهي........ هي ڪتاب بہ پاڻ ۽ تہ ڪو

سردخانو آهي. انيڪ يادگيرين جو........ اياز لطيف پليجي جون يادگيريون! حالانڪ جيترو نالو، شڪل شبيھ يا شڪتي ڳري اٿس، اوترو ئي ڏسڻ ۾ هلڪو ڦلڪو آهي...... ڦوڪ سان اُڏامي وڃي ڪبوتر وانگر لطيف جي ڦبي مٿان وهي...... پل وينو اُت لطيف جي بيتن ۽ بيانن کي داڻي وانگر چڳي...... ڪبوتر رڳو چڳندا آهن...... اياز لطيف پليجو چڳندڙ بہ آهن...... انتهائي حساس.

صفحي ٧١ تي...... اياز جي مارچ جي ١٠ روپيہ خرچيءَ بہ........ الائي چو ڏڪ ڏنو...... سندس موتيءَ جو مرثيو بہ ڏڪوئيندڙ هو...... اهي جملا...... "بابا وقت ڏس پاڻ ۾ ڪيڏيون نہ وڇوتيون پيدا ڪري ڇڏيون آهن. پاڻ شاه لطيف جي سٽ وانگر ڌار ڌار ٿي ويا آهيون......" ڌار ڌار ٿين........ وڇوڙا........ الوداعيون...... خدا حافظ ڪرڻ.... هرلفظ کي پنهنجي پٽ چڻ آهي.

آءُ هاڻي ڪتاب ٻيڻ جي موڊ ۾ آهيان...... ٿورو ٿڪجي بہ پئي آهيان. شايد منهنجا هٿ بہ هاڻ گوڏن پر ٿيندا وڃن........ سامهون T.V تان پهارا بہ صاف ٿي ويا آهن...... شايد شيخ اياز جي وائي اچي رهي آهي،

'ترڙي پوندا تارئين..... جڏهن ڳاڙها گل تڏهن ملنداسين!'

پر ڪٽ؟ ڪڏهن؟؟ ڪيئن؟؟ ڪيئن؟؟؟ ڪنهن سان؟؟؟؟

اِن ڪان پهرين جو سوالن جو سلسلو ڪو نئون اُبري ذهن ۾ آخر ۾ هڪ ننڍڙي ڳالھ اياز لطيف پليجي بابت ضرور ڪندي هلان تہ جي هو جيئن آهي تيئن ئي هلندو رهي تہ يقيناً ڪو وقت ايندو (ان ۾ ڪو شڪ ناهي) جڏهن سياڻي ڪنهن رستي پنڌ هلندڙ ذهين انقلابي سياستدان ۽ عظيم قومي فنڪاره کي ڏسي ماٺهو چوندا، 'هو ڏسو اياز لطيف پليجي جا ماءُ پيءُ آهن!'

ڪڏهن هو ٻئي هن جي سڃاڻ ۽ ڪڏهن هو هن پنهي جي سڃاڻ.



## هڪ تاثر

# ڌرتي تنهنجا ڏک

انيس جو اسرار آهي ته ڪيس ڪهاڻي لکي ڏيان، ۽ منهنجو انڪار آهي ته آءٌ به ڪا ليکڪ آهيان. پر به طعنو اهڙو ڏنو ائس جو وڏيڪ نهڪر ڪري ڪانه سگهيس ۽ ڪلي "مونکي تنهنجو قسم، تنهنجي سر جو قسم" ڳائي، واعدو ڪري ويٺس ته "بابا اڄ ٿي گهر ويجي احساس جي دونهين دوڪائي قرطاس جي دانگي دهيندس.... قلم جي ويلڻ سان لفظن جو ڊوڙو آئون ڊريندس پوءِ هضم پل پاڻ ڪري....."

سندس سر جو قسم ڪٽڻ سولو نه هو، ۽ نه ئي ڪو لکڻ وري سولو هو..... دراصل قلم ۽ ڪاغذ سان "ڪوڙي ڪوڙي" ڪيڏڻ ته آسان آهي، پر حق ادا ڪرڻ انتهائي ڏکيو. مون ان ڏکئي ڪم جو قسم ڪاڌو هو، بنا ان

ويچار جي تہ منهنجي اندر جو اديب ڪو ڪورو ڪنگلو آهي...

منهنجي آڏو موضوع، پلاٽ، لفظ ۽ احساس پل پل وڪريا آهن ۽ ڪن ڪن مان ڪوشش ڪئي تہ آئون بہ ڪو ڪوڙو ڪليم هٿ ڪيان، پرايو پلاٽ ڦٻائي ان تي فرضي لفظن جي عمارت اڏيان، ان کي رنگين احساسن جا رنگ ڏيئي وضعدار ڪري پاڻ لاءِ ؟ قلم هٿ ۾ اٿم ۽ ڪاغذ جو ڪوگهرڙو آڏيان ۽ پڙهندڙن لاءِ بہ ڪو محل اڏيان. اڳيان پٽريو پيو آهي. اڪيون ھوتي ذھن تي زور ڀريان ٿي خيالي پکيئڙو هيڏانهن هوڏانهن پرواز لاءِ پر بہ هڻي ٿو..... پر هر ويل ڀاسجيم ٿو تہ ارد گرد مان ڪا گولي اچيو پر ڀجينس ۽ هو پڳل ڪنيڙاتيون ڪنيو واريو اچيو منهنجي هنج ۾ ڪري....

اندر جو اضطراب پڪ ٿو ڏياريم تہ اڄ سندم واعدي جو ڀرم پورو نہ ٿيندو ۽ لکڻ جي ذات جا آياز کي بيوفا سريت لڳندي آ، مون کي هينئر رنل رانجهن جيان وجهہ نہ ڏيندي....

جذهن اندر اڌ ڪٺل جذبن جو ڪوس گهر بٽيل هجي ۽ Sublimate ـــــــ ڪرڻ جو ڪو خاطرخواه ڏانءُ نہ اچي، تڏهن رحم ايندو آ پاڻ تي.... ائين چڻ پنهنجو وجود ڪو لاوارث لاش هجي، جنهنکي دک ۽ پيڙائون ڳجهن جيان ڪنپنديون ۽ ڪوئينديون رهن ۽ جنهن کي ڍوئڻ لاءِ ڪو رحمدل روادار نہ ملي......

پلا ڪجهہ پائڻ چاهجي ۽ پائي نہ سگهجي..... ڪجهہ چوڻ چاهجي ۽ چئي نہ سگهجي.....ڪجهہ لکڻ چاهجي ۽ لکي نہ سگهجي تہ پوءِ اندر جي ڏکي ڪسمپرسيءَ واري ڪيفيت ڪٽ وري ڪنهن سڪرات کان گهٽ ياتئبي...... هينئر بہ ذهن جي ذري گهٽ اهڙي ڪيفيت آهي ۽ پڪ اٿم تہ هن اٿانگي من کي ماکي جهڙن سادن سوڻن سان آٿت نہ ملندي..... ها البت سنگيت سنگيت جي لئہ اندر جي سوجهہ ٻوجهہ ۾ ڪجهہ چورا ڪورا آئيندي ۽ شايد ڪو سوچ جو نربل پکي هيڪر وري ڪنهن ٻَلهہ تي پر سوري اڏرڻ لڳي......

ٽيپ رڪارڊ آن ڪيم. سرن ۾ هوريان هوريان سرسراهٽ ٿي ۽ اياز جي گيت چڻ سورن جو ساغر اوتي ڇڏيو اندر ۾...... وڇوڙي جا ڏينهڙا......

پورائيءَ جا پل جذهن ورنديون ڪو تجڙيون...... هر هر ڪري هل

تڙي پوندا ٽارٽين...... جڏهن ڳاڙها گل..... تڏهن ملنداسين.... تڏهن ملنداسين......

ان گيت سان ڪنهن ياس ڀري آس جو تاثر ترڻو آ ذهن تي...... ته ويراڳي اکين کي جا نااميديءَ سان ڏسڻ جي عادي آهي..... مُسرت ڀري نديءَ ڪڙي اک! جا طويل سپنو لهي ٿي تکي مٿي جيون جو....... جيون! بقول ڪنهنجي، آسن اميدن جو مقبرو..... جتي هرروز امن آزادي ۽ الفت کي اهتمام سان دفنايو ويندو آ........ محرومين جي عالم ۾ ويتر جڏهن ڳتين جا ڳاٽ سرڪ ساهي وانگر اچيو سرتي پر گهٽ ٿيڻ تڏهن "امداد" جيان جيون لڳندو آهي....... ڏکي پوسل دار سرنگ ۽ ماڻهو پائيندو آهي پاڻ کي بي وس، زنجيرن سان جڪڙيل....... جڻ ڪو بيمار قيدي، گهلجندو رهندو آهي اڳيان اڳيان...... عيسيٰ ۽ ڏکر وانگيان مصلوب ٿي، ٽڙندو ٽا پڙندو ڪير ڄاڻي ايمان جيان عميق هن اونداهه ۾ زنجير جو آخري ڇيڙو، ڪهڙي صحرا ۾ وڃي گم ٿيندو؟..... ڪير ڄاڻي........

زندگي جو طويل سفر، اُوچائيءَ کان وٺي نيچائيءَ تائين. جڻ وار کان وڇڙيل ڪو پکيڙو، تقدير هٿان باز پيڇائي، ڪاپار ڪان ڪري، پاتار ۾ پيهندو اچي...... سفر جاري آ...... ڪاپار ڪان ڪرڻ جو.......

سفر! پاتار ۾ بيهي وڃڻ جو سفر!! (ڏک) پيڙا ۽ درد جو سفر!!!

آسماني بلندين ۾ رهندي، جڏهن پکيڙو پنهنجي ولر سان واڳيل هو تڏهن هن اتي من موهڻا محب مرڪندي ڏٺا...... هئا. محسوس ڪيون هئين بسنت رت جون هبڪارون، منڙيون منڙيون هيرون..... هر طرف سونن سنگن جيان لهلهائيندڙ سايون سايون اميدون....

پر نادان پکيڙي، اهو نه ڄاتو ته اهو ته نندڙو ٽريلر هو ڪاپاري سفر جو...... اصل سفر ته ڌرتيءَ جو هاڻ شروع ٿيو آ.....

ڪو سمجهائي هن ارڏي پکيڙي کي ته هينئر تون ولر سان واڳيل آسماني سفر تي ناهين... مورک تنهنجو واهيرو ته ڌرتيءَ جي دکن ۾ آ......

ڌرتي...... جتي من موهڻا ماڻهو ڪن پل ۾ ڪپي ويندا آهن.....جت هيرن جون هبڪارون گرم لکن ۾ لڙانجي ويندون آهن...... جت سايون اميدون سرءُ جو پن بنجي وڪري ويندون آهن.......

اننت روح جا اي پيارا پکيئڙا! تو کي ڏرتيءَ جا اِهي ڏک سهڻا پوندا..... توکي انهن پيڙائن سان پرچاءُ ڪرڻو پوندو..... اِن الميہ کي ڪليءَ دل سان قبول ڪندين تہ بسنت ڪڏهن موٽي نہ ايندو، ۽ مرڪون ڪڏهن موٽي نہ ملنديون. لهسيندڙ لڪون ڪڏهن بہ هيرون ڪونہ بڻبيون..... چِپن تان ڇڄُل مرڪ ڪڏهن بہ موٽي نہ ملندي ۽ ويل مٺڙا ماڻهو وري ڪين ايندا...... توکي تنهائيءَ جو سفر هيڪلو طئي ڪرڻو آ...... "خاموش ۽ ويران گذر گاهن ۾...... هڪ اجنبي بڻجي ۽ مسافر بڻجي."



# ڪجھ تہ پڇو؟

## جواب: خيرالنساءِ جعفري

ـ ياسمين ميمڻ. حيدرآباد

سوال: مڙس ڪڏهن قابل رحم ٿيندو آهي؟

جواب: جڏهن هو ايجان ماءُ جي رحم ۾ ئي هوندو آهي.

ـ ڪلثوم راحت. نوان هالا

سوال: دنيا ۾ اگر ناريءَ جو وجود نہ هجي ها؟

جواب: بدڪاري شايد پوءِ بہ هُجي ها- 'ڪارو ڪاري' واري رسم هو پاڻ ۾ ئي ملهائين ها.

ـ گل بانو رضيہ. سجاول

سوال: عورت جي محبت جو انجام...؟

جواب: آغاز اداڪاري- وچ رياڪاري ۽ انجام ڪارو ڪاري.

ـ مهرالنساء. نوابشاه

سوال: اڄ جو مرد ڇا ٿو گهري؟ سگهڙ زال يا دولت؟

جواب: اڄ جو مرد صرف اوهانجي جملي مان "يا" جو لفظ مٽائڻ ٿو گهري.....

عشرت ملڪ. حيدرآباد

سوال: توهان جي نظر ۾ ادا وفا جي قيمت؟

جواب: ادا جي اصلي وفا فارن جي قيمت ٿا پڇو ته ظاهر آهي ته ڳري هوندي باقي ديسي وفا ظاهر آهي ته ڪجھ سستي. جو پنهنجي ملڪ جي پيدائش آهي- پوءِ اها ڳالهه ٻي جو ڪي ملڪ پنهنجي پيدائش ٻاهرين يا ڌارين ملڪن ۾ ايڏي برآمد ڪن جو پاڻ وٽ اوڌر سوڌر تي هلن. هونئن جيئن ته پاڻ غريب ملڪ جا باشندا آهيون ۽ هاڻ ته ملڪ جي ناٺي جو اڳھ بہ ويران وير ڪرندو وڃي، ان ڪري ڪوئي ڪنهن کي اگر گار بہ پٽي ڪڍڻ چاهي ته بہ چوي هَلُ تکي جهڙا!

(سو ماڻهو ٿي جڏهن تکي جهڙو ته وفا جي قيمت ته پاڻيان ٿي ته ڪَسيري کان ڪريل هوندي.)

ـ رحمان پرديسي. لاڙڪاڻو

سوال: ادا حليم اوهان ناريءَ جو ساٿ ڪڏهن ٿا ڇڏيو؟

جواب: بس ادا پرديسي جيڪا قسمت.

سچو ساٿ ڇڏي لڏون لاهي هو هليا ويا!

(هتي لڏون جي مٿان زَبر آهي. اِنڪري زير ڪري نہ پڙهندا.)

ـ مس نيلم مورائي. مورو

سوال: ادا حليم مون ٻڌو آهي، اوهان کي عورت ذات کان نفرت آهي.....؟

جواب: مان ته پاڻيان ٿي ته اها ڳالهه حقيقت ناهي- پئي حليم هڪ ته حليم آهي، ٻيو ته اديب آهي. هو اهڙو حليم بلڪ مرغ حليم ذائقه دار ٿيو ئي انڪري آهي جو عورت جي وات کان سفر شروع ڪري معدي تي اچي لئنڊ ڪري ۽ پوءِ آلسر جو روپ وٺي هميشہ ان کي لڳو اچي.

( ادو حليم جي هيءَ ڳالهه پڙهي ته دل ۾ نہ ڪري.)

ـ غلام حسين آزاد. ميهڙ

سوال: ڇا عورت مرد جو ساٿ ازلي آهي....؟

جواب: ها نقلي آهي، بهشت ۾ جهيڙو ڪيائون، دنيا ۾ ڏڦيرو وڌائون. هاڻ ٻڌو اٿم ته ان جهيڙي کي ختم ڪرڻ لاءِ قيامت ۾ خدا مردن کان سندن شناختي ڪارڊ کسي وٺندو. ۽ اولاد ڇڙو ماءُ جي ڪاتي سڃاتو ويندو.

- پرويز مخمور. دادو

سوال: مان پيار جو مخمور پيالو آهيان. هاڻ ڇلڪڻ چاهيان ٿو؟

جواب: ادا پيالا! ڪنارن کان ڇلڪڻ ته خواري آهي- البته پيالي کي هيٺان ڇيد ڪري ڇڏيو- لوڪ نه پسي پوءِ....

- ناهيد ناز. مورو

سوال: سنڌي ڪتاب گهٽ ڇو ٿا نڪرن....؟

جواب: ڪتابن جي ڪهڙي ڳالهه پيئڻ! خود سنڌي گهٽا ڏنا ٿو ميدان تي....

- نسرين قريشي. حيدرآباد

سوال: ڇا وفا جهڙي شيءِ هِن دنيا ۾ ملي ٿي؟

جواب: ادي اُميد ڪنهن لاٽي آهي! هونءَ ڳالهه نه ٻڌي ٿو 'هڪ پناڻ جي'- جنهن غريب جو ڳڏهه ڳم ٿي ويو هو. همراهه ڪيس ڳوليندو ڳوليندو وڃي ڪنهن جهنگ ۾ نڪتو، اُتي ڳڏهه ته خير ڪونه ڏٺائين البته هڪ وڻ جي ڇانوَ ۾ هڪ جوڙي جي سرهاڻن کي ٻڌي بيهي رهيو، ڇوڪرو ڇوڪريءَ کي چئي رهيو هو: "محسوس ٿئي ٿو ته تنهنجي هِن حسين اکين ۾ سڄي دنيا سموهجي آئي آ...." اُن تي پناڻ پُراميد ٿي رڙ ڪئي، "پوءِ ته خوچي منهنجي ڳڏهه کي اتي ڏسين ته هڪلي مون ڏي ڪرينس."

- اشوڪ ڪمار، ڏوڪري

سوال: نذير جي ناري تي سهڻيءَ جو روپ ڇو آهي؟

جواب: ادا! توهان ڪٿي حليم جي لکڻين ۾ پڙهيو هوندو... ته طارق اشرف جڏهن جيل کان ٻاهر هوندو آ تڏهن هميشه پيٽ سان هوندو آ. سو ٿي سگهي ٿو ته سهڻي ۽ ناريءَ جي پيدا ٿيڻ ۾ ڪو سندس هٿ هجي.

- عرفان علي. ڪراچي

سوال: محبت جا لڙڪ؟

جواب: جي دبليءَ ۾ ساڍجن تہ هوند سچا هيرا ٿي جهرڪن.

ـ اياز پروانو. نوان هالا

سوال: مان پروانو آهيان، شمع ڪبي ٿي......

جواب: ڪنهن فلم جي شوٽنگ لاءِ اهڙو اشتهار ادا اخبار ۾ ڏيڻ ڪبي.... جيتري قدر مونکي ياد پوي ٿو.... اهڙي نانءَ جي ڪا فلم شمع پروانہ، تہ هلي چُڪي آهي، جنهن ۾ هڪ 'پروانو' انسان مان ڦري حيوان يعني پتنگ ٿيو پوي، پوءِ شمع يعني مينڻ بتيءَ کي ڏسيو پيو، لُوسڻ جيان لوٺان هئي، آخر اِن ساڳئي حيوان نما اِنسان هڪ لڳان پنهنجي ١٦ سالگرهہ جي موقعي تي ان شمع کي ڪيڪ تي پرندو ڏٺو. ڪيڪ کي ڏسندي ئي اُن جو گلو گِگَ سان روندڳ جي ويو. (يا اهڙي ڪي ٻي جملي سان) ۽ همراهہ ڦوڪ جي ٻهاني گهہ گهہ هئي اُن شمع کي هميشہ لاءِ ٺڏو ڪري ڇڏيو.....

ـ مشتاق احمد. ماتلي

سوال: پرواني کي شمع سان پيار آهي يا شمع کي پرواني سان؟

جواب: ادا ٻنهين ڌرين مان پيار ڪنهن کي بہ ڪونهي، اِها اوهان جي ذهن جي اختراع آهي. هو تہ ٻئي پنهنجي پنهنجي فطرت کي پنهنجو فرض سمجهي سرانجام ڏيئي رهيا آهن.....

ـ غلام مرتضيٰ. ڪڏڻ

سوال: جيئرو رهڻ لاءِ ڇا ڪرڻ ضروري آهي؟

جواب: ادا! جيئرو تہ جڻ جيت، پکي پکڻ بہ رهن ٿا- سا ڪا وڏي ڳالهہ نہ ليکبي- البتہ جي پڇو ها تہ وڏو ماڻهو، ٿيڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي تہ اوهان کي ٻڌايان ٿي، وڏو ماڻهو ٿيڻ لاءِ پهرين پنهنجي پير ۾ بينل ياءَ جي پير تي پير رکو. پوءِ آهستي ڪري اُن جي گوڏي تي زور ڏيئي پير کپايو پوءِ مضبوطيءَ سان هن جي پيٽ تي لت ڏيئي پير هڻو- پيٽ تي پير ايندي ئي اوهين ڏسندؤ تہ اوهان جو بينل ياءَ هاڻي بينل نہ پر ڪري پيو آهي- جيئن ئي هو ڪِري، فوراً اُن جي هانءَ تي پير رکي سڌا ٿي بيهي رهو- ائين ڪرڻ سان هُن جي دل جي ڏڪ ڏڪ اوهين پنهنجي ڪنن سان نہ پر پير جي ڪڙين سان.... ٻڌي سگهندا- ڇوجو اوهين هاڻ هن کان ڪافي مٿيرا، اوچا ۽ وڏا ماڻهو آهيو.....

ـ زيب النساء. ميرپورخاص

سوال: محبت ۾ خوشيءَ جي بدران غم ڇو ٿو ملي....؟

جواب: نلهو غم ڪٿي ادي! 'ٿڪ بجو، مار موچڙو جدا.' ڪهڙيون ٿي ڳالهيون پڇين پيئي!

ـ شانتي ديوي. ڏوڪري

سوال: اَدي ناز 'ناري پبليڪيشنس' جي ڪتابن ۾ ايڏي دير ڇو؟ انتظار ڪري ڪري اَءُ ته آخري پساهن ۾ آهيان-

جواب: آخري پساهن ۾ ٿين تنهنجا دشمن، پيئي شانتي، تون ٿي شانتي نه ڪندينءَ ته ٻين کي ڪهڙي ميار.... بس تو وانگر ٻيون به پينر اهڙو تعاون ڪن ته....

بس پيئي وعدو... آئينده ڪوشش ڪري ڪتاب وقت تي نڪرندو....

شل تنهنجو ساٿ سلامت هجي.... ان ڪري پساهن جي پارت هُجيئي پيئي، ان ۾ اسانجو ٿورو حصو آهي.



# وهُ - ماکي

ڪجھ ئي عرصو اڳ ٻڌو هئم تہ بي نظير وٽ ننڍڙي اَچي رهي آهي. ترت ئي بينظير بختاور کي جنم ڏنو. ٿورا ئي ڏينهن پوءِ وري هاڻ ٻڌو هئم تہ سحر امداد وٽان بختاور اَچي رهيو آهي. اِجهو اِجهو 'بختاور' اوهان جي هٿن ۾ آهي....

اِهو نالو ماضيءَ کان حال، حال کان هينئر تائين.... 'مائي بختاور کان 'بينظير، بينظير کان سحر امداد تائين انسانيت، سياست ۽ ادب ۾ هڪ سنو سڳڻ بڻجي ويو آهي....

مستقبل جي ڳالھ ڪانہ ٿي ڪريان.... جو پانيان ٿي تہ بخت تہ اسان سيني جو بلند آهي ئي آهي.... البت نالي جو پويون حصو 'آور' جو شايد فارسي لفظ 'آور' مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ اچڻ آمد يا آيل جي آهي.... تہ بخت اسان جو ريلا ڏيئي بهارين جي صورت ۾ اَچي رهيو آهي....

هيءُ مهينو مارچ جو آهي. ڳالھ تہ بهارين جي بدران بهارن جي ڪرڻ کپندي هئي.....

پر هي جا سامهون 'عوامي آواز' اخبار پئي آهي.....

هو جو سامهون حيدرآباد تان ريڊيو وڄي رهيو آهي..... منهنجي دل ٿي سڙي بهارن ۾..... آهيان گلشن ۾ يا شرارن ۾.....

گاني ۾ گلشن سان گڏ هم قافيا لفظ شرارن جي بدران ته غرارن اچڻ کپندو هو.

پر اِهو غرارو خانم گوهر اوڍي پنهنجي سترپوشي ڪئي آهي..... ۽ لئي ۾ اچي سيد سڳوري سائينءَ جي ايم سيد جي ماني جهلي آهي..... دعوت ته سائينءَ ڪاڍي آهي، پر ٻڌو اٿم ته سائينءَ جو گلو خراب ٿي پيو آهي..... هاڻ ريشمي غرارو ته آيو، خانم گوهر جي گوڏن تي، البت اسان جي هٿ ۾ يا حصي ۾ آيون آهن، ڏسپرين جون گوريون..... لڳي ڪجھ ائين ٿو ته ڏسپرين وارن غرارن ۽ ريشمي غرارن جي وچ ۾ منجھ آهي- ڏسون ته ڪڏهن ٿا ريشمي غرارا ڏسپرين وارن غرارن سان پُسي شرارا ٿين.....

يا شايد شرارا ته ٿي چڪا آهن..... بهارن کي باھ لڳي چڪي آهي.

عوامي آواز اخبار جي ڳالھ پئي ڪيم. جنهن ۾ (ڳالھ ۾ ڳالھ) تي ڊاڪٽر شمس سومري جي نالن بابت ٽيڪا ٽپڻي آهي.....

ڊاڪٽر شمس سومرو ته تڪلفن لکيو اٿم، نه ته آئون ڪيس شمس چوندي آهيان.....

بظاهر اِهو ته حرفي نالو شين ميم سين قرآن جي الف لام ميم جيان پنهنجي پر سورج بادشاھ جون سموريون عقلي، علمي ۽ ذهني توانايون رکندي به بيروزگاريءَ جي بنواس ۾ ڀٽڪي رهيو آهي.

چنڊ تي ماڻهن پلاٽ خريد ڪيا آهن.....

سچ تي اگر ڪڏهن ڪا اهڙي گنجائش نڪتي ته شمس جي دماغ واري حصي جي پهرين خريدار آئون ٿينديس..... جو دلين وارا حصا ته اسين ٩٠ سالن جي ليز تي وقف رکندا آهيون..... شمس اخبار ۾ لکيو آهي، آهي ته هڪ ننڍڙي پر اکيون کوليندڙ خبر آهي..... 'الطاف نالو ترڪ ڪرڻ جو اعلان' لياري پيپلز سوشل موومينٽ هڪ اجلاس ڪوٺائي ٺهراءُ پاس ڪيو آهي، ته پنهنجي علائقي جي سيني جوانن، ٻارن ۽ پوڙهن اِهو نالو بدلائڻ جو فيصلو ڪيو آهي، جو اِهو نالو ظلم، بربريت ۽ ڪوڙ جي علامت آهي.

ڊاڪٽر شمس لکيو آهي، ته ڪنهن زماني ۾ ماتا جا واسيل ماڻهو هراس کان

ماتا کي وڏي 'مائي' ڪري سڏيندا هئا.... آئون سوچيان پئي تہ مٿين نالي جا ورتل ماڻهو جيسين هو پنهنجو نالو بدلائين ٿي بدلائين.... تيسين ڪين ڪِڪو پايو يا وري وڏي مائي جي حساب سان ننڍو پائي ڪري ڪونجي جو نالن جي معنيٰ ۽ انهن جي حصار مان نڪرڻ ۽ اَچڻ کي پنهنجي ليکي هڪ وڏي سائنسي حقيقت آهي.

خدا ڪري تہ اِهي سيني نالا زير جي اثر هجن، جي زَبر جي وَر چڙهيا، تہ پوءِ حشر تائين زير زَبر هوندا. بابا کي لفظن جي زير زَبر 'زيرو بمَ' سان ڪجھ وڌيڪ دلچسپي آهي، مثلاً پڇندو آهي، ڪُتو نجس آهي يا نِجس آهي؟ آءٌ چوندي آهيان تہ ساڳي ڳالھ آهي. ڪُتو ويچارو ڪُتو آهي. بابا چوندو آهي تہ نہ- ڪتو نجس آهي، يعني نجس چيز اُها آهي، جيڪا هڪ دفعو ناپاڪ ٿي تہ اُها سڄي عمر ناپاڪ ٿي رهندي.... يعني اها چيز ڪڏهن بہ پاڪ ٿيڻ جوڳي ناهي. البت ڪُتو جيڪڏهن نِجس هجي ها تہ پوءِ ڌوئڻ پوئڻ سان پاڪ ٿي وڃي ها.... سو دعا آهي تہ نالو بدلائڻ وارا دوست بہ هڪ دفعو نالو بدلائي هميشہ لاءِ پاڪ و پاڪيزه ٿي وڃن. اسين ڪيڏا بہ چڱا ۽ پاڪ سهي پر ٻين قومن جي نظرن ۾ تہ وري بہ پاڪي ئي آهيون.... جو لَنڊن ۽ آمريڪا ۾ ٻڌو اٿم تہ هر پاڪستاني کي پاڪي سڏين..... الائي پاڪستاني کين ايڏو پاڪ ٿا لڳن، يا وري پاڪي مان سندن مطلب مٽي تي گهمائڻ واري پاڪي آهي. اسين پاڪي ناهيون.....

اَک پاڪ اِها غلطي ڪري ويٺا آهيون..... اَسين سنڌي آهيون.....

خدا ڪري بينظير جي بختاور کان وٺي هن پرچي 'بختاور' تائين اسان جي دلين ذهنن ۽ دماغن تي روشن روشن خوشبودار نالي جي بهار ۽ برڪت هجي.... ڪو هڪ قدم ڪو هڪ لفظ سچ پچ اسان لاءِ بختاور بڻجي.....
هي ۽ زمين پنهنجي هجي ۽ آسمان پنهنجو هجي!!



سنيهو بختاور لاءِ

# حوصلو ۽ همت

جيوت راند ۾ هار ڪيڏي نہ ڏکوئيندڙ آهي! مٿچ جيڪڏهن ڊرا ٿي وڃي تہ بہ مزو ناهي.....

جيون ڦلواڙيءَ ۾ جيڪڏهن رڳو حوصلو آهي.... تہ گل تہ نڪرن ٿا، پر اُن ۾ ڪڙي ڪڙي ضمير جا ڪنڊا بہ اُڀ ڪنڊيٺن جي چار وانگر ڦهلجو ويچن.....

چو نہ جيون کي گذارڻ لاءِ 'سي- سا' واري راند بڻائجي.... اهڙي فنڪارانہ راند جنهن ۾ 'سي- سا' جا ٻئي پاسا مٿي هجن.... هڪ طرف حوصلو، تہ ٻئي طرف اخلاق.....

حوصلو+ اخلاقيات، ڪاميابي آهي= خوشي ڏيندڙ آهي.

حوصلو- اخلاقيات، ڪاميابي آهي= ڪائي خوشي ناهي.

ڇڙو اخلاق- حوصلو، ڪو ڪم ناهي= رڳو ڳڻتي آهي.....

اچو تہ ڪو ڪم ناهي يا جيون ۾ هارائڻ يا 'ڊرا' وارن نتيجن کان بچڻ لاءِ اڄ ئي.... حوصلي کان ڪم وٺي هڪ 'سي- سا' واري راند مرتب ڪريون.... جنهن ۾ ضمير يا اخلاق جو ميدان هجي....

حوصلي ۽ همت جو سامان هجي....

پوءِ تہ ڪيڏي نہ بهاري آهي!

ظالم کٽندا حوصلي جي زور تي آهن.

مظلوم هارائيندا اخلاق جي ڪمزوري تي آهن.

اچو تہ پنهنجا سڀ حق ۽ واسطا حوصلي جي بُلندي ۽ اخلاق جي مضبوطيءَ سان حاصل ڪريون!

ڪاميابيءَ جي نتيجن کي وقت جي بريڪيٽن سان بند ڪريون.... جيون راند جي انگي حساب ۾ وقت جي بريڪيٽن کي وڏي اهميت حاصل آهي! پر اِهو سڀ ڪيئن ڪريون؟ جو نہ هڪ ٻئي سان وڙهڻ بدران پنهنجو پاڻ سان وڙهون.... همت جو هر ڪٽي پنهنجي سُتل ضمير جي زمين کي کيڙيون..... اخلاق جو ٻج وجهي حوصلي جون هوائون هلايون.



## عبدالحق عالمائي تي لکيل مضمون

# ھاجو ڪري ھو، آدي ۽ جو اُتي ويا!

ارادو اِٿم تہ اڄ ادي عبدالحق عالمائيءَ کي لکت ۾ قيد ڪري، هيڪر وري ڪيس جيون جي جلترنگ ۾ آڻيان. سندس يارن دوستن مٿس تورو گھڻو لکيو آھي. دل چوي ٿي تہ آءٌ بہ مٿس لکان. مون تي سندس حق بہ لڳي؛ جو منھنجو سڀ کان ويجھو پاڙيسري ھو، منھنجي پياري دوست حسن جو جيون ساٿي ھو، منھنجي مٺڙي جيجيءَ جي پيريءَ جو واحد سھارو ھو ۽ ان کان سواءِ منھنجو پنھنجو بہ ادڙو ھو.

ڪيس حيات جا پنجوڙ پائي نيستيءَ کان ورائي 'ھستيءَ' ۾ آڻڻ چاھيان ٿي. ھو، جو 'ثبات' کان 'بي ثباتيءَ' جو سفر طئي ڪندي، ڪن پل ۾ 'زمان حال' کان، 'زمان ماضيءَ' جي وراڪن ۾ ورائجي ويو، بنا ان ويچار جي تہ

ڪاٿس پوءِ سندس پويان ساٿس لاءِ 'آهي' جي بدران 'هو' جو لفظ لائيندي ڪيڏو نه ڏکيو محسوس ڪندا هوندا! ٻانهن جي ان پيڙا کي پروڙي سگهي ها ته هوند پيرا پيچي لاٿاٻا ڪونه لاهي ها ۽ نڪوئي پنهنجي پوينرن کي رندن ۾ رلائي، ٻانهن وچي پنهنجي ٿاڪ تي ٿانيڪو ٿئي ها!

ڇڏي حيلا هليا مومل ماڙيائون،
پيرو پڳائون آسڻ آرامي ٿيا.

اي رڻ جا راهي مسافر! ڪاش تون پنهنجن گهٽگهرن کي اڄ بيحاليءَ وچان اندر جي پٽن ۾ پٽڪندو ڏسي سگهين..... ڪاش تون سندن آهون دانهون وڻ وڇوڙا پنهنجن حواسن سان ٻاڻ ڇهي سگهين!

توکي ساري ساه اڪنديون آهون ڪري،

دل چوي ٿي ته اڄ ٿوريءَ دير لاءِ سندس انتهائي ذاتي زندگيءَ کي قلم جي ڪوڙڪيءَ ۾ ڦاسايان. پل ماضي هيڪر هڪ لحظ لاءِ حيات جي رنگ ۾ رچي ڪجھ ٽڙڪي، ڪجھ ڦٽڪي! پوءِ اهوئي سانت جو لمبو گهيرٽ! ڪمهلاتي موت جو خاموشيءَ سان ڳٽ ڳچيءَ ۾ پائيندڙ انسان! تون اهڙي قسم جي هٽ چراند کي بخش ڪري ڇڏجانءِ، ( جيڪڏهن موت کان پوءِ ڪنهن زندگيءَ جو تصور ممڪن آهي ته.) جو مٿلن سان قلمي نباه جي ناممڪن نه، ته به مشڪل ضرور آهي. سو به تڏهن، جڏهن اندر جي اساٽ ڪجھ اڪلڻ نه ڏيءَ لفظي هيٺائي مطلب جي عظمت سهاري نه سگهي.

اجهو ڪالهوڪي ڪاله جي ڳاله آ- اوير سوير صبح شام جڏهن لنگهه رستي تان ته ادو عالماڻي يا اڇي رهيو آ يا وچي رهيو آ. سهڻو ساٻيا وارو، ڪارا گاگلز اکين تي، هٿ ۾ اخبار، ڪارن سئنڊلن ۾ سندس گلابي گلابي پير پري کان پڌارا. ڪپڙن جو شوقين، هر وقت اپٽوڊيٽ ڪڏهن به لڳون يا لاٿون نه، هميشه فيٽر فيٽر، ويري فيٽر!

طبيعت جو بيحد حساس ۽ نازڪ، ٿورڙي چڪ آئي يا مٿي ۾ سور پيو ته دوائن جا درجن پٽيري ڇڏيندو ميز تي. ڪجھ ٿو پٽوٽو پوي ته ماٿس جي هينئين ۾ هڙڪ پنجيو وچي. چئي "الله نه ڪري، ڇوري کي ڪوسو واءُ جو لڳي." آءٌ ڪلندي هئي ساٿس، "جيجي جي ٿڏو واءُ وريو ته به تون رڙيون ڪندينءَ" وراڻيندي هئي، "امان ٻاٽين، پنهنجن کان پري، دشمن حي وچ ۾

وچڙي وڏو ٿيو آ. مس مس ڪا پنهنجي منڊلڙي متي اٿئون. عمر تہ سڄي ڏکن ۾ وئي. اجهو اجهو پيريءَ ۾ سکيو ساهہ پٽيو اٿم. سو الله نہ ڪري جي ڇوري ڪي....."

سالن جي ستايل مسڪين ماءُ ڪي ڪهڙي ڪل تہ جنهن لاءِ ڪوسو واءُ بہ نہ ٿي سنائين، سو ڪو ائين لُڪن ۾ لڙاتجي ويندس. جنهن ڪي مري ڇڏڻ لاءِ ماندي هئي، سو ڪو اڳ ئي اڏري ويندس اڪيري مان.

جي هٿان هوت مرن هوت تنهين جي هنج ۾!

ڪيڏو نہ ابوجهہ آهي، اجيتڙو انسان! تمام مخلوق ۾ اتم هجڻ ڪان پوءِ بہ هميشہ جو هيسيل ۽ هينو. جيڪي شيون منڙيون لڳنديون اٿس، تن ڪي "الله نہ ڪري" جي سوڻ سان ساڻي، پاڻيندو آ تہ جڻ ڪيس صدين تائين ساڻيي ڇڏيو اٿئين. جڻ سندس آئيندي ڪي لوح قلم ۾ محفوظ ڪري، بچائي ڇڏيئين ازل لاءِ.

پر جڏهن قدرت ڪلور ڪرڻ چاهيندي آ، هرويرو 'الميہ' آڻڻ لاءِ آتي ٿيندي آ، تڏهن دلين ڪي ڏڏڪا ۽ ڏرتيءَ ۾ ڏراڙون پوڻ لڳنديون آهن. دل جن جي وفا چاهيندي آ، سي بي وفا پنوڙ بنجي ويندا آهن، ڏڪونديءَ ڏرتيءَ ڪي ڇڏي آڪاش ڏي اڏري ويندا آهن. بيوسيءَ ڪان محتاط ٿي بنايل بچاءُ بند پري پوندا آهن ۽ اي بيڪس انسان! انسان مستقبل جي هلڪن ممڪن انديشن ڪان آجو ٿيڻ لاءِ جنهن "الله ڪري" ۽ "نہ ڪري" جي بہ واٽي تي هلڻ لڳندو آهي، تنهن ۾ پاڻ ئي وچڙي منهن پر ڪري پوندو آهي. پر پوءِ بہ هو ڳهلجندو رهندو آهي، ڳهلجندو رهندو آهي، محض ڪاروان هستيءَ ڪي قائم رکڻ خاطر.

شايد قلم اصل ڳالهہ تان ڪڇي ويو آ. آءٌ ڪوشش ڪريان ٿي، وکريل هنڌن تان يادن جا ڦٽا ٿيل ڦول ڪناڪري مالها ۾ پروئڻ جي. جو ادو عالماڻي ان مالها ڪان مانوس بہ هو. اڄ ڪان ٣-۴ سال اڳ.... سندس شاديءَ جي موقعي تي ۴٠٣ سال پوءِ، پنهنجي موت جي موقعي تي بہ فرق اهو آ، جو اڳ جي مالها پاڻ مرڪي ملهائي هئائين، پوءِ جي مالها سندس پوينر روئي ملهائين پيا. رئندا رهندا. ملهائيندا رهندا!.

سار جون هي ساروٽيون سندس ئي گهر جي چؤٻاريءَ سان چونديل

آهن.

جا اڄ اسان جي گهر جي سامهون اصل ۾ وڪن تي گلابي ته ماڙ عمارت آڪڙي بيٺي آ. اڄ ان عمارت جي آخري فليٽ جون ٻه وڏيون ويڪريون پروقار دريون اولهه ڏانهن مهڙ ڪيو، دعا جي درن جيان بنديون پيون آهن. ڪو وقت هو جڏهن صبح ساجهر ادي عالمائيءَ جي ماءُ، جنهن کي پيار مان اٿون جيجي چوندي هئس (۽ آهيان)، ڪين چنبڪو جو ڏيندي هئي ته سنئون سڌو آواز اسان کي اڱڻ ۾ گهمندي ڦرندي ٻڌڻ ۾ ايندو هو. چنبڻ جو آواز ٻڌندي ئي ٻڪ هوندي هئم ته هوءَ هميشه جيان دريءَ کي ٻيڪڙي، جهروڪي مان اسان جي اڱڻ ڏي به نهاريندي هوندي ۽ هوريان هوريان ڪجهه جهونگاريندي به هوندي. ٻڪ الله نبيءَ جو ڪو قصيدو يا وري پٽس جو ڪو سهرو.

ڪئين دفعا سنجهي ويلا مون ڪيس اورئين روم جي دريءَ آڏو وينو جهونگاريندي ٻڌو هو. هوءَ دريءَ آڏو کٽ تي ويهي پريان ڪان ئي پٽس جو پنڌ نهاريندي هئي ۽ نويڪلائيءَ کي تارڻ لاءِ سندس ڳيچ ڳائيندي هئي. اڪثر آئون ڪيس اڪيلو وينل ڏسي هڪ ئي ست ۾ سڀ سيڙهيون چڙهي، وچي پنيان بيهندي هئي سانس. هوريان ڪان بيهي جهونگار ٻڌي چرڪائڻ خاطر رئي جي پلاند کي جهٽي ڇڪ ڏيندي هئي سانس. پر جيجي چرڪڻ بدران سانتيڪي سانءَ سان چوندي هئي.

"ائي منهنجي امان!" پڇندي هئي سانس، "ڀلا ڪيئن ڄاتئه ته آئون آهيان؟" جواب ڏيندي هئي "منهنجي امڙ حق جي پينري پري کان ٻڌري، رستي تان ايندو ڏٺم امان کي...." چوندي هئي سانس، "ڇا پي ڳايئه جيجي؟" ورائيندي هئي، "اهي ئي ڇوري جا سهرا." گهٽون ڪري ڳائيندي هئي، "حق وري وري آ..... تنهنجي دل ڄا گل ڪڙندا.... پٽ ٻينگهن ۾ لڏندا.... گل باغن ۾ ڪڙندا...."

اڳيان جا آر ياد ڪين اٿم. پر جن جو مول مقصد هوندو هو ته سڄيءَ دنيا تي، سڄيءَ دنيا تي حق جي راڄ شاهي قائم ٿئي، فيملي پلاننگ وارن جا پروگرام پسي پٽ ٿين ۽ ان جا انبار پٽس جي ڪورن ۾ ڪڏ ٽيندا وتن. راڳ ٻڌي مون کي ڪل اچي ويندي هئي. چوندي هئي سانس، "جيجي عوامي

راج آ- ذخيره اندوزي منع ٿيل آ- ۽ ٻڌندي ناهين ريڊئي تي تہ ٿوا ٻار پيار ٿي پيار،" ڳالھ نہ سمجھي پڇندي هئي، "اڄ ڀائين ڏاڍي اوير ڪئي آ امان. پيو تہ نهيو ٻر چانور پريو پريو پيا وڃن...."

عادت هئس، سنجھي جي نماز کان واندي ٿي چانور پچائي ڇڏڻ جي. حق ڪي مهڙ کان ٿي ايندو ڏسي وڃي ڪني چاڙهيندي. پٽس ڏاڪڻ جيسين چڙهي چڙهي، تيسين داغ پيجي ڳاڙهو ٿيندو هو، جيسين هٿ منهن ڌوئي واندو ٿيندو تيسين ديڳڙو دمجي تيار!

مجال آ جو ڪاڏي م اوير يا سوير ٿئي. داغ گهٽ يا گهڻو لڳي. مرچ ٿورا يا گهڻا پون. عبدالحق عالماڻي سنڌ جو با ادب اديب ۽ مسلم ڪاليج جي هزار شاگردن جو دلپسند استاد چاھ ۽ چڱائيءَ جو چوغو لاهي ڦٽو ڪندو. بقول ماٺهنس جي: پير تي ڏونڪو هڻي الف ٿي بيهندو.

"اي ڪيا پڪا اي. اهي خيراتي لنگر مين تون نهين کاوٽا- پري ڪر اينهن ڪون. مين ڪوئي گهوڙا هان ڪہ اي داڻان کاوسان."

غرض تہ ٿانون کي ٿونا هڻندو. رڌل ڪني وڏڻ نہ ڏيندو. تو تو مين مين ڪري، هوڏ هڻي، جهڙو هوندو تهڙوئي رات جو سويل ٿي بتي بند ڪري سمهي رهندو.

صبح جو لڄي ٿي ڦلڙو ڀوت ڪري دوا جي شيشي ڪٺي اچي ماءُ جي آڏو بيهندو چوندو:

"اي دوا اکيان وچ گهتان. بيمار پٺي اين تہ مين نا ڪرسان، تہ ڪير ڪرسين؟" جيجي رنل هوندي، سو ڏکا ڏيئي هٿن کي ڏار ڪنديس ۽ هميشہ هڪڙو دڙڪو ڏينديس"تيڪون چوڙ مين چل ويسان ڳوٺ." مرڪي ورائيندو، "ها مين هان موا. ڪي تون ويسين ڳوٺ." نہ پڇندي لوڪ لڄا خاطر آخر اسان جو دڙڪو ڏينديس.

"اهي جيڪي گٽي گفتي، الائيند پيا، اهي سڀ تيڏي سامهين پيڻ ڪون اکيسان." نہ پہ چوندو، "پلي وچ سٽا پيڻ ڪون. ميڏا کهڙا اگونا پٽ چوڙيسين." اهي سڀ ڳالهيون جيجي سادگيءَ وچان پاڻ ٿي ٻڌائيندي هئي- پر مون کي مور سٺو نہ لڳندو هو، هجي ها عام ماڻهو تہ ڪٿي محسوس بہ ڪريان ها. هي هو هڪ اديب ۽ پيو استاد. پٽي ڏنڊا اڏ جڏا- اهڙا جو ڪه،

ٽئي گوڏي ۾ ته ڪنهيو مٺو، ماڻهون ماٺ ڪيو وهو رهي- سو منهنجون مٺس سچ ته ميارون هيون ٿي ڪين..... هاڻ ته هونئين ميارن جا ڪنڊ پچي چڪا آهن.

هفتي ۾ ست ڏينهن ٿيندا آهن. روز روز جي ڪٽ ڪٽ ڪري ها ته به هفتي ۾ صرف ست دفعا ڪرڻي پويس ها. پر عالماڻي هو پروچ- ستن کي ستن سان ضرب ڏيڻ وارو. ڪل ڪل ڪري جڏهن ٿي پنيرو ٿيندو، جيجي فوراً هانو هلڪو ڪرڻ لاءِ اسان وٽ ايندي (يا اسين وٽس ويندا سين.) گلا جو گلم وچندو. پاڻ ۽ امان هئي ويهي پنهنجن پنهنجن 'چورن' جون گلائون ڪنديون. هڪ چوندي 'منهنجو چورو وڏيڪ چٽو.' ٻي چوندي، 'منهنجو وڏيڪ.' ٻئي هڪ ٻئي کان گوءِ کڻڻ لاءِ وڏيڪ کان وڏيڪ پٽن جي عيبن جي اپٽار ڪنديون. سندن ڪچا چٺا پڌرا ڪنديون. خوب دليلن سان هڪ ٻئي کي قائل ڪنديون. پر آخر ۾ ٻئي هڪ راءِ تي اڪتفا ڪنديون ته جهڙا تهڙا، پر رب ڪين ڏينهن ڏيءِ جي ٿي سگهي ته سندن حياتيءَ جا باقي ڏينهن به سندن پٽڙن جي ئي ليکي ۾ 'مرچ' ٿي وڃن.

* * *

ادي عالماڻيءَ جي اها خاص عادت هئي. گهر جي ويجهن پاتين جو انتهائي خيال ڪندو، پر خشڪ نوع ۾. دل ميٺ هونديس پر مٺو نه ڳالهائيندو. من ۾ سٺو سنيرندو پر ٻوليندو هميشه ٻاڙو. هڙان گهٽو ڏيندو، پر وس پڄندي وڙان به ضرور وڃائيندو.

اهو ميڻ مراد هئي ته اهي سڀ تلخيون اوتيندو هو، پنهنجي گهر جي چئوديواري ۾. سهندڙن کي سهائيندو. جي هاڪار ڪندا تن تي حجتون هلائيندو. پر جيئن ئي گهر جون پتيون لتاڙي ٻاهر آيو، عبدالحق عالماڻي باادب اديب، باشعور استاد خرامان خرامان، مرڪندڙ ۽ موهيندڙ، زنده باد جي ڏن تي ان شان دلربائيءَ سان ويندو، جو مجال آ ڪو سمجهي ته هن ڏوتل پوتل شيءِ تي ڪڏهن ڪو غلط انگ اپريو به هوندو.

* * *

حسنه ١٢ مهينن ۾ به بمشڪل ٻه ٽي چڪر ئي ڏيئي سگهندي هئي حيدرآباد جا. جيڪب آباد جي ليڪچراري 'خط استوا' بنجي، 'هڪ' کي،

ٻن ۾ ورهائي ڇڏيو هو. جيسين حسن ڏار هونديس، تيسين ساڻس لاءِ آتو ۽ آسائتو هوندو. خط لکندس. تنوار ڪندس. موڊ ۾ هوندو ته ماڻس سان ويهي سندس ڳالهيون ٻه ڪندو. جوٽس اڄڻ جو اطلاع ڏيندس ته مرڪي اڇي ماٺهنڪي ٻڌائيندو. سندس آنر ۾ ڪڪڙ ڪهندو. وڏي ڳالهه ته پُڇندو ٻه پاڻ. سندس اتساهه ۽ اڪير مان پاڻبو ته ڇڻ موڪلن جو طويل عرصو ٻن وڇڙيل ساٿين ۾ ڪن پل ۾ ڪٻي ويندو. هو هڪ ٻئي کي ساهن ۾ سانڍيندا. هڪ طرف حيدرآباد جون هيرون ٻي طرف جيڪب آباد جا جهولا پاڻ ۾ ڳراٽڙي پائي 'اعتدال' کي جنم ڏيندا. مٺائيءَ جون مندون اينديون. شربت جا مينهن وسندا. ۽ هر طرف مٺ ميلاپ جو ڇڻ جل ٿل ٻڌجي ويندو..... پر ٿيندو ائين ڪون.

عالماڻي صرف ٻٺ، ٻيءَ مڙس هجي ها ته بطور محاوري ۽ بحيثيت گاڏيءَ جي ڦيٿي جي، زندگي کي ڪٽي گهلي به وڃي ها. پر هي هو منجهيل، گورک ڏنڌي ۾ تاتيل اديب! جنهنجي عشق ۽ عقل جي حصار ۾ قيد حيات جي تاڃي پيٽي کي جيون جا جهول ۽ وڏون تن جيان تني رهيون هيون. جنهن مان ذات، رت ۽ پونءِ جيان سمڻ لڳي هئي ۽ انهن سميل ڦٽن ڪيس اديب بنائي وڌو هو. جولان جهڪو رهيو، ڦٽن ڪڙيون ٻڌيون ته اديب ٻه عام ماڻهپي ۾ رهندو. ليکي چوکي ۾ پورو. حساب ڪتاب ۾ برابر. هڪ واڌو هڪ برابر ٽيا ٻه. سو حُسن ٻه ايندي ته ڏاڍي خوش...... نٽ شٽ، تازي تڪڙي، اصل رشٽ پشٽ! جهيڙو جهڳڙو nil.

پر جيئن ئي ڏيٽ ويٽ ۾ ڪا رهنڊ آئي، ڪا ڪڙي لٿي، ڪو چاڪ چريو، ته پوءِ حسن روز مون کان تاريخون پڇندي. موڊ آف هوندس. وار پريشان. ڪڏهن گهر جي فضا تي جيڪب آباد جون تيز لڪون حاوي رهنديون ته ڪڏهن وري حيدرآباد جون ٿڌڙيون مٺڙيون هوائون!

آهن جيڪڏهن ٻئي 'الجبرا' جي موڊ ۾ ته 'ڪاٺوءَ' سان 'ڪاٺو' کي گڏي پيا 'جوڙ' بنائيندا. ٻنهين جا پنؤن ٻارنهن هوندا. مزي جي ميز وڇندي. موج جي ماني هلندي. ٻئي ڄڻ موچارا مهمان. هو ڇٽي تون ڪاءَ- هوءَ ڇٽي تون!

* * *

سندس ننڍڙو روم بہ جڻ ڪنهن اداس ماڻهوءَ لاءِ پڪنڪ پوائنٽ هو. عجيب رومانٽڪ ماحول... سادگي ۽ سانت جي سڳنڌ سان واسيل... در جي آڏو پيل ڳاڙهي کٽ (اڪثر گلابي چادر سان) ادي عالماڻيءَ جي هئي. ٻي کٽ فراسي پيل هميشہ ٻڪئي پيٽ جيان خالي رهندي. حسن ايندي تہ اچي منهن تي پاڻيءَ ڍڪ وجهنديس، نہ تہ ويڳاڻي جي ويڳاڻي. ٻنهين کٽن وچ ۾ ٽراليءَ جيان ميز پيل، جنهن تي ڪتاب سريکا رکيل. ٽيپ رڪارڊ، ريڊيو، انڊين ڪيسٽز، هيٺ شربت جا انيڪ نمونا، موتيو گلاب، ٽاڊل. روم جي سڀ کان اهم خصوصيت هئي چوطرف ادي عالماڻيءَ جا وڏا وڏا رنگين فوٽو.... ماڻهو جيئن ئي روم جي چائنٽ تپي اندر ايندو تہ هر طرف کان سندس مرڪندڙ منهن مارو ڪري ڏيندا. آئون حسن سان کلندي هئيس، "حسن، ٻانو هتي کٽ تي ويٺي ويٺي، چئني پاسي پاڻ کي تنگيل ڏسي ڇا محسوس ڪندو هوندو؟"

چوندي هئي، "ڇا وري ڇا محسوس ڪندو. ڪندو ڪو ڪتاب، رڪارڊ يا شربت جي ڪا شيشي محسوس."

غرض تہ زندگي لڪ لڪوٽيءَ راند جيان ٻن معصوم ٻارن کي وندرائيندي رهي. پر واري ڪچي گهر ۾ تمام مٽي نم جي وڻ تي جنهن تازو ٻور جهليو هو، ٻہ پکيڙا ڪک ڪک ڪري آکيرو اڏي رهيا هئا. هيٺ ڌرتيءَ واسي جيجي هميشہ جيان دعائن ۽ نمازن جي آسري هوريان هوريان سرڳ جون سرهايون سهيڙڻ ۾ پوري هئي.

شايد مارچ ١٩٧٦ع هو.... ننڍڙو خيام طبيعت ۾ ٿورو ڪنسيل هجي، رکي رکي پيءُ کي ٿي پڇاريائين. ڇروچ جو ڇروچ کي سڌ هو. حسن کي کهڙي مجال جو پيءُ پٽ جي وچ ۾ آڏو اچي. ٻليءَ جيان وجهي ٻچڙي کي وات ۾ اچي عالماڻيءَ جي پر ۾ لڪاءُ ڪيائين.

ٻالڪ تہ پيءُ جي ٻل تي ٺون بنو ٿي ويو. پر حسن جي "ايمرجنسي ليو" لاندي ڪري وئي.

چوي "ٻائين کي پيٽ ۾ سور ٿي پيو آ، اُت اوني ۾ آرام ٿي ڪون

ايندم- دوا ڪا پرجيس ٿي ڪانه ٿي. الائي ڇو؟"

پيٽ جو سور! هرويرو ڪا فڪر جوڳي ڳالھ تہ نہ هئي!! هفتو ڏيو- ٻہ ٿيا. سور الائي ڪهڙو سرجيو، ڇڏڻ جي ڪري ئي نہ.

ڏسندي ئي ڏسندي وسن جهڙي وينجهار جا ڏرگهٽ نڪري ويا.

حسنہ ڳتيءَ ۾ ڳاھٽ- جيجيءَ ڪي هانءَ ۾ هورو- خيام ڪي ننڍڙا هٿ جوڙي الله کان ٻيءَ جي دعا پنڻ سيکاريائين. جا گهڙي ڏس ننڍڙو نينگر ٻيءَجي فوٽن آڏو هٿ ٻڌي ٻاراڻي ٻوليءَ ۾ الائي ڇا ڇا گهري رهيو آهي.

سيون ڊيز هاسپيٽل ٺئون شوشو ڇوڙيو.

"ڪينسر!"

بيمار جو سفر، سيون ڊيز اسپتال کان، سول اسپتال حيدرآباد تائين-!

آٺ. ڏھ ڏينهن نبريا.... حسنہ جيڪا ٻہ وڪون هلڻ کان لهرائيندي هئي، سا صبح شام سول جا چڪر ڪٽي ڪٽي ڪانہ ٿڪبي هئي..... محض هڪ اميد ۾ هڪ آس تي- شال سفر صاب ٺئي! امان الله مسڪينن تي مهر ڪري. ڪانئس "حالت" پڇندي هئس تہ ٻڏتر جهڙا جواب ڏيئي، ڇوندي هئي تون پاڻ هلي ڏسينس.

مون پاڻ وڃي ڏٺو- پر مون ڪي اهو عالماڻي ڏسڻ ۾ ڪونہ آيو جو مون ڏٺو هو.... روپ منيا. جاھ ۽ جواني هنڌ جي اڇي چادر جيان ڪڏهوڪو ڌوپجي پٺيو ٿي ويا هئا. "بي ٺت شين سان نينهن نہ لائيو." اکين جا ٻہ ڏيئا هئا، جي الائجي ڪهڙيءَ آس تي ٽم ٽم ڪري رهيا هئا. جنهن مان پاڻي تيپو تيپو ٿي سمي رهيو هو- جنهن ڪي حسنہ آب زم زم جيان عقيدت وچان رئي جي پلاند ۾ پائيندي رهي.

اهائي رات اجهاميل اپ سان. نڪو تيڙو نہ ئي ڪَتي، تازي ڪنهن بيوه جيان اڇي ڪفني اوڍيل، جنهن ڪي نڪو چوڙين جو ڇمڪو نہ ئي ڦلڙيءَ جي جهرمر.

وقت جڻ يتيمي انداز ۾ هوريان هوريان نيري رهيو هو. مٽي ۾ محروميت جي مٽي. بدن بي آسرائيءَ جي ڌوڙ کان پيوت. پاٺا پيل ذهن ڪي نند جهڙي هئي تهڙي نہ. ٻين اداڻي جو وڳڙو. اوچتو جڻ ڪا هيسيل رڙ آئي ڪنهن پار کان. امان رڙ تي جهٽ اٿي ڇيو، "شايد عالماڻي...." مون ڇيو،

"پڪ عالماڻي...."

هڪ ئي سٽ ۾ سڀ سيڙهيون لتاڙي مٿي وياسين. حسن در آڏو غش. خيام کي هيٺئين فليٽ جي رحمدل مائي ڪنيو پنس جي تصويرن آڏو ويٺي هجي-

خيام خالي هٿڙا ڪنيون اچان به دعا پيو گهري.

جيجيءَ کي ڏنم، خالي نپ اکيون. بي تاثر چهرو.

مون تي نظر پيس ته ڪجهه چري- پڇيائين "امان پاڻين اچ به ڏاڍي اوير ڪئي."

پوءِ اهائي گهڙي، اهائي ويل- جنهن نقطي تي انسان مري ماٺ ٿيو. اتان ريتن رسمن ڪر ڪئي جاڳ ڪئي. طرح طرح جا وسوسا- نموني نموني جا انومان- "متان بيوگيءَ کي سج نه ڏسي، متان مسڪينيءَ تي نامحرم جي نظر نه پوي!"

فيصلو ٿيو ته مڙهه سان گڏ لئيل مال ۾ مڏيون به اوڏيءَ مهل پنير کي ڪان اڳ ئي ڳوٺ روانا ٿي، اجها خالي ڪيا وڃن.

ٽڙ تڪڙ ۾ سامان هيٺ لٿو- سندس مرڪندڙ تصويرون، ڪتابن جا ٿهه، شاديءَ جي ڪٽ، ڪتون، هينگر ۾ ٽنگيل سندس ڪپڙا، بٺگون، ٽي وي، ريڊيو.... جيپ آئي. پنل پنل پريات جو جڏهن پڪي لاتيون لنون لڳا هئا، تن لئيل مسافرن جو ننڍڙو قافلو روانو ٿيو. وري ڪڏهن نه ورڻ لاءِ.

مان پنهنجن هٿن سان رومن کي ڪلف ٺڙا ڏنا ۽ اهي دريون مضبوطيءَ سان بند ڪيون، جن آڏو جيجي جهونگاريندي هئي "حق وري حق وري آ....."

جڏهن پيچ پني، تڏهن اونين اٺ پلاڻيا،
هاجو ڪري هو، آڏيءَ جو اٿي ويا!



# ثميره زرين

ثميرا زنده هئي! ثميرا مري وئي!! آهي ته بظاهر مختصر ٻه ڳالهڙي. پر ان هئي ۽ آهي جي مختصر وجوتيءَ ۾ وقت جو هڪ طويل وقفو آ- هڪ دور آ- عهد آ... تکي مٺي جيون جو رس ڪس آ...

سڄي ساري ثميرا چند ڪاغذن ۾ قيد ٿيڻي ته ناهي پر جڏهن به ذينهن اڳ مون کي سندس جندڙيءَ تي لکڻ لاءِ چيو ويو، تڏهن هيڪر هائو ڪر جي ڪر ته ڪنيم پر ڪڄ به ڪاڏم. ڀلا سالن جون محبتون ڪٿ ٿيون لفظن ۾ لاهي سگهجن....

چند جملا جوڙي هن جي سڄي جيوت جو قرض چڪائڻ آهي ته قرض تي چڻ قرض چاڙهڻ! پر محبت ۾ اهي قرض هرويرو بوجه نه ڀانئبا آهن- ۽ مقروض ٿي مري وڃڻ ۾ سڪرات به هرويرو ايڏو نه ستائيندي آهي.

بيشڪ ثميرا منهنجي دوست هئي. اول ادب جي اڻ ٽٽ ناتي. ائين جئن ٻالڪ جي مک ۽ ماءُ جي ارھ ۾ ٿڃ ناتي امر ۽ لافاني رشتو جڙي.

اهو رشتو سانس اڄ بہ قائم آ صبحان بہ قائم رهندو. پل هوءَ جيوت جا سڀ وسيلا ٽوڙي پريءَ کي پور ڪري قبر جي تنهاين ۾ وڃي پنهنجو اڳر اڏي....

پوءِ ثميرا سان دوستي ٿي سندس شخصيت ناتي. هوءَ هوءَ هئي، آئون آئون هئس. بس ان ڪري هڪ ٻئي کي سلهاڙيو آياسين ساڻ ساڻ. ڪيس جيسين نہ ڏنو هئم، تيسين سانس لاءِ دل ۾ احترام ۽ عزت رکندي آئي هئس- جڏهن سانس مليم تڏهن احترام ۽ عزت ٻين لاءِ ڇڏي سانس محبت جوڙي ويٺس.

هوءَ ڪيتريءَ قدر قابل محبت هئي لفظن ۾ نہ ٿي آئيان. ان ڪري نہ جو محبتن ۾ جيڪي ڳالهيون لکيون وڃن پنهنجي اهميت وڃائي وهن ٿيون، بلڪ انهن محبتن جي سهاري ئي تہ غار حرا جي عبادتن آڪاش عظيم جو سفر طئي ڪيو هو. دلين جون محبتون ساعتن ۾ معراج جو مزو بخشيو وڃن، پر سچ تہ آئون سندس وقفي وقفي ۽ ڏيرج ڏيرج پر ديرپا هلندڙ مزاج ۽ محبتن کي قلم جي ڪوزڪيءَ ۾ آڻي ني نٿي سگهان. مون کي پنهنجي قلم جي ڪمزوريءَ جو پورو اعتراف آ. هوءَ تہ تازي ناريل جو اڇو کير جهڙو اڻ ڇهيو پوتر پاڻي هئي.

جنهن مان چڪي چکي ئي هن جي ون ۽ واس جي مٺاس جو مزو ماڻي سگهبو هو. پانءِ تہ ڪو باغ ارم جي ميون جي مٺاس ۾ ڪا ڪمي هئي- جن جي پورائيءَ لاءِ خالق قدرت ڪيس اوچتو ئي اوچتو فرش تان کڻي عرش جي وسعتن ۾ اُڪلائي ڇڏيو.

بس هن سان ملياسين ۽ وڇڙي وياسين! آهي تہ وري بہ مختصر ئي ڳالهڙي!

پر ان ميلاپ ۾ چاهتن جا لنمبا سلسلا هئا. ادبي بحثن جو بي پايان ذڪر هو- ننڍڙين ڳالهين تي وڏڙا رسامان ۽ پرچاءَ- ڪتابن جي ڏي وٺ خيالن جي ڏي وٺ- گهرن ۾ ننڍڙيون دعوتون- فونن تي وڏيون ڪچهريون..... ذات نيات جا ڏک ڏولاڃهہ- ياد ٿم هڪ لڱان هن ڪنهن وڏي ماٺهو کان ڏکوئجي نااميدي وچان فون تي چيو هو- "يار ڪجهہ نہ ٿو وٺي- ڪجهہ نہ ٿو وٺي- هڪ دم ئي چيز بور." ان تي چيو ئو مانس-

ٿميرا نندي لاءِ ساڻن جو تماشو ڪڏهن ڏٺو هئا! وڏين وڏين گهٽين ۾ ٻارڙا انبوهه ڪيوگول دائري جي صورت ۾ ساڻن کي ورايو بيٺا هوندا هئا. وچ ۾ هزارين منهن سائيرڙن سائيرڙن پٽين سان پيلا پيلا ساڻ! هڪ ٻئي مٿان سٽ ڪيو سرندا پيا هئا.

ياد ٿم ڪٿي ڪو ساڻ احتجاج وچان ٿڙ کان ٽيڙ کائي پري سرڻ لڳندو هو. ته تماشي ڏيکارڻ وارو پيل ان کي چمٽي سان جهلي واري هندو هو وچ ۾- پاسي کان هڪ وڏي لوهه جي ڪڙهائي ٿانڊن تي دهڪندي رهندي هئي- تماشي ڏيکارڻ وارو جيترا جيترا سرندڙ ساڻ! ڪڙهائيءَ ۾ وجهي ان جو تيل چڪائيندو ويندو هو ۽ شيشون پري جواني ڀيهر ماڻڻ لاءِ خريدارن کي وڪڻندو ويندو هو. پر تڏهن اسين ان کي تماشو سمجهندا هئاسين.

هاڻ خبر پئي ته اسين پاڻ تماشو آهيون، اسين پاڻ ئي تماشائي. آهي ته وري به مختصر ئي ڳالهڙي. پر ان ۾ پيڙين کان پيڙن تائين جون پيڙائون پوريل آهن- ڪاٺي سماج جي سيٽن جو ستاءَ شامل آهي ڏک ڏولاءَ مسلسل ڳوڙها ۽ انهن جون ڳالهيون.... سماجي ستاءَ ۾ اسين ساڻن سمان آهيون- اسان جي تيل تي اسان جا وڏڪڙا بوٽ پهريل وڏا اسان جي ئي تيل تي هر دم جواني ماڻين ٿا- انهن جي ڏنڌڙن جي طاقت اسان جي ئي تيل تي آهي- سچ ته هوءَ پنهنجي ڳوڙهن کي منهنجي ڳالهين ۾ ڳهي وئي.

پر حالتن سان هلي ڪانه سگهي- سهي ڪانه سگهي..... تماشو بنجڻ هن جي ساهس ۾ ڪونه هو. تماشائي ٿيڻ هن جي سياءُ وٿان ڪونه هو-

بس ستي جتي پنيرڪي جو پاڳ هئي. رات جي ڪاران ۽ سچ جي تيز اکين کان حراسجي هڪ ئي هلي وئي!

جنن مون ٿميرا جي شخصيت تي ڪو خاص ناهي لکيو، تيئن مون هن جي ادب تي به ڪجھ خاص ناهي لکيو.

چو جو وري به وقت ٿورو ۽ قلم ڪچو اٿم- ائين ته ڪونه هو ته ڪو ٿميرا ادب کي پانيڙا پاتيندڙ پار جيان اگر کان وٺي اڳتي هلايو. ادب ـــ س پنهه تي اڳيان هلندو رهيو ۽ هوءَ هڪ موڙ تي ٿڪجي پري بيهي رهي- پر ـ هر ؛ پنهنجي مت ۽ وت آهر ان وقت جي گهرج ۽ ضرورت آهر جڏهن عام

عورتن ۾ لکڻ تہ ڇا پڙهڻ جي سمک بہ پوري ساري هئي، مردن مٿ مس نائيٽ اينگل جيان ادبي مشعل هٿ ۾ کري اونداهي واٽن تي لاٽ وکيرندي 'خاتون اول' جو لاب پائي وئي، پوءِ پل تہ روشنيون درجي بدر جي ترقيءَ جون منزلون طئي کندي، وهندڙ وقت سان گڏ پنهنجا ماپ ماٿا- ڏيئي جي ننڍڙي لاٽ کان سؤ واٽن جي بلبن تائين رسي ويون- ثميرا انهن بلبن جي چڪا چوند روشني پل پنهنجي اکين تي سهي نہ سگهي هجي- پر بہ ٻاٽ اونداهين ۾ سندس هٿن جا کڙکيتا کوڙ نور سان چيم جيان چمڪندا رهيا. اڄ سندس ڪهاڻي پڙهندي پل وڏندڙ وقت جو پتو پئي نہ پئي، پر پوئين وقت جي پوري سچائيءَ جو ساءُ ضرور اچي ٿو. هن جيڪو لکيو جيترو لکيو سچ لکيو. بقول آغا سليم سقراط تہ فقط هڪ زهر جو پيالو پيتو- ثميرا سڄي ڌرتيءَ جو زهر اندر ۾ اوتي موت ۾ املھ اکر ڏنا-

سچ تہ 'مهراڻ جون ڇوليون' ثميرا جي پورهئي جو اهو پگهر آ- جنهن مان پانت پانت اديب جي سهيڙ ۽ سيڙپ مان چڪايل عطر جي خوشبو واسي سگهجي ٿي- مهراڻ جون ڇوليون هميشہ ڇر ۾ هونديون آهن- وقت جي دز انهن کي مانو کري ميٽائي نہ سگهندي آهي. ثميرا جي اها ڪوشش هميشہ عطر ۽ عمبر رهندي- وقت هن جي سڳند کي هميشہ سانپي رکندو.

آخر ۾ آئون ايترو چوان تہ سڄي ساري ثميرا جيئن جيئن هوءَ هئي تيئن ئي مون هن کي هنن چند ڪاغذن تي ٻيهر جنم ناهي ڏنو- ڇو جو اڄ ثميرا جو جنم ڏينهن نہ، ڏک تہ هن کي هنن چند ڪاغذن تي ٻيهر جنم ناهي ڏنو- ڇو جو اڄ ثميرا جو جنم ڏينهن نہ، ڏک تہ هن جي مرتئي جو ڏينهن آهي.

ثميرا تون پنهنجي شخصيت جي باقي وصفن کي منهنجي اڻ ڇهي ڇڏي ويڻ کي بخش کري ڇڏ جانءِ. جيڪڏهن محبتن ۾ ڪو روحاني رشتو آ- پل تہ موت جي وڇوڙي توکي اسان کان ڇني پري ڇڏيو آ..... پر بہ ايترو سو ايمان ٿم تنهنجي جنڊڙي ڪٽي اسان جي آس پاس ٻرڙا هڻندي هوندي- اڄ جون هي چار گهڙيون اسين سڀ تنهنجي ئي نانءَ گڏ ٿيا آهيون- هٿ ڪو ڪير آ ڪو ڪير؟ جو سوال ڳالهہ ناهي- بلڪ هٿ توکي ڪنهن ڪيڻ محسوس ڪيو ڪنهن ڪيڻ جي ڳالهہ سو اڄ جي هيءَ شام تنهنجي ئي نانءَ رهي-



غزاله رفيق تي لکيل هڪ تاثر ١٩٧٧ع ۾.

# ”تنهنجي لاءِ.....“

بقول اياز ”ڪِن انسانن کي واقعي مرڻ نه گهرجي.....“

پر الائي ڇو..... جن کي حيات جي ځردان ۾ لپيٽي، روح جي رَحِل ۾ لپيٽي ڇڏڻ لاءِ دل چاهيندي آهي، اهي ئي ضدي انسان ”سرحيات“ جو ڪفن اوڍي اسان کان روح جا ناتا ٽوڙي بيوقتا مِنَ متي سان ويجهي نينهن لائيندا آهن..... الائي ڇو اسان جي روحاني لڳائن کي بي مانو ڪري هو متيءَ کي ويجهي مانائتو ڪندا آهن.....!

پر اسين ته ضدي آهيون..... آئينا جي، پڇي پون ته صرف عڪس ئي اندر ۾ سانپي ڇڏيندا آهيون..... جيسين جيئندا آهيون تيسين خالي اکين سان انهن واٽن کي ويهي تڪيندا آهيون جن تان اسان جي پرينءَ پير گهمايا ۽ هٿا ڪڍهن!

هو تہ الائي جو ٿا ضد ڪن، پر اسان جو تہ ضد بجا آهي نہ؟ پلا ڇاتيءَ ۾ ڇير نہ پوندا تڏهن..... جڏهن ڪلهہ جن کي ڪلي ڪيڪاريو هوسين، اڄ ساڻن مرحيات جو لفظ لايون، صرف سندن يادن جي پڙلاڻن سان ئي پاڻ کي پرچائيون ڏيندا گهمون!

ڪوئي ڇاتي تہ سهي تہ "مرحيات" جو لفظ سندس نالن پويان لائي سندن محبت جون ميخون ويتر ڪيڏو اپاٽڪو ڪيو وجهن......

مَن کي پرياڻ لاءِ اهو دلبو تہ نہ رو! ڙي ڇريا؟ سندن وڇوڙي جا ڏک جهلي 'غازي' هت اسين بہ آهيون...... هو جي هُت مٺا آهن تہ اڏ مٺا هت اسين بہ آهيون.... هو تہ وڃي هڪ هنڌ هنڌائتا ٿيا پر اسان کي تہ الائي ڪيستائين بن بن ڀٽڪڻون آهي.....

پر اهو من ئي کهڙو جو سمجهائڻ سان سمجهي وڃي!

الائي ڪيترن ڇڻن پڇيو اٿم "خيرو" توکي تہ وڏيڪ ڏک ٿيو هوندو: ايجان ڏهہ ڏينهن اڳ تہ ملي آئي آهينس!

ها. ١٠-١٢ ڏينهن ئي تہ اڳ ملي آئي هئي سانس ٿي ويءَ طرفان ٽيليگرام مليو هوم.... "سيائي ١٠وڳي پارس لاءِ پهچي وڃ" ٿي وي اسٽيشن پهچيس تہ سهڻي صورت واري ادي سلطانہ چيو "هلو، اوهان کي اوهان جي ميزبان غزالہ سان ملايان...."

پنهنجي منڙي ميزبان سان مليس، يادئم هوءَ بہ مرڪي هئي. آئون بہ مرڪي هئس.....

پتو پيم اُن ڏينهن جو موضوع "خواب" هو.... پوءِ اسان هڪ ٻئي سان ملياسين. بقول موهن جي "هن مون کي- " مون هن کي ڏٺو. اسان ٻنهين هڪ ٻئي کي ڏٺو پر هن جي چهري کي پنهنجو تصوف هو. جي سامهون ٿي نهاريائين تہ لڳو ٿي پنهنجي آهي..... جي نظر ڦيرائي ٿي ڏٺئين تہ ياناءِ ڪا اجنبي آهي" پر مون کي هوءَ اجنبي مور نہ لڳي هئي. بيشڪ هن مون ڏي ڏٺو..... بيشڪ هن مون ڏي نہ ڏٺو.... پر ٻنهين حالتن ۾ هوءَ مون کي منهنجي لڳي هئي......

ڇون ٿا علامہ آءِ آءِ قاضيءَ جي سٽ ۾ سڀ ساٿي پنهنجي پنهنجي جاءِ اٿين پائيندا هئا. "علامہ جيترو مونکي ٿو ڇاهي اوترو ٻيو ڪنهن کي بہ

نہ....“ سو مون کي بہ سانس ملي ائين محسوس ٿيو..... غزالہ جيتري منهنجي آهي، اوتري ہي ڪنهن جي بہ نہ!

ڪيس ڏسي لڳو هو.... اجهو اجهو ڪنهن ٿڌي ڇانوَ واري وڻ هيٺان ويهي آئي هجان.... الائي ڇو ڪيس ياد ڪري هرويرو نيري آسمان ۽ ٿڌين هوائن جو خيال آيو......

اتان موٽي دل ۾ صرف هڪ خيال ڪئي آيس ”پروگرام ڇڱو ٿيو يا نہ. پرللي ۽ غزالہ سان ملي تہ مزو اچي ويو. (الله پاڪ للي ۽ کي ڏينهن ڏي..... هان تہ هر منڙي مانهو لاءِ دل اهائي ٿي دعا ڪري)۔

الائي ڪيتريون ڳالهيون ٿيون هيون غزالہ سان، ياد نہ اٿم ور ور ڏيئي ڪي جملا آهن ذهن ۾ جي جهٽڪو ڏيئي مٿي اڀرن ٿا.

للي ۽ شايد پڇيو هوس ”غزالا تو رنگين ٿي وي ورتو آهي؟“ پاڻ مرڪي ورائيو هئين ”نہ پر منهنجو ڀاءُ دبئي مان اسان لاءِ ضرور موڪليندو.“ هن ڏاڍي ناز سان چيو هو.........

ڀلا ڪيس ڪهڙي خبر تہ هوءَ پنهنجي پرديس مان ڀاءُ جي موڪليل ٽي وي ۽ کي ڏسڻ کان اڳ ئي اکيون پوري ڇڏيندي!

پڇيو هئين ”ڀلا تون خيرالنساءِ خواب ڏسندي آهين؟ تون پڪ خوابن جا حل ڏسندي هوندين“ ۽ اسان ڀائي..... اسان تہ خوش ڪن خواب ڏسندا آهيون،“

اهي ۽ اهڙيون الائي ڪيئي ڳالهيون جاڳ اجاڳ جون ٿيون هيون. پر تڏهن خبر نہ هئم تہ صرف ڏهہ ڏينهن پوءِ...... هي چهرو جو هيئن مرڪي مرڪي نہ ٿو ماٺ ٿئي سو ڪو ائين مرجهائجي بہ ويندو.......

ڀلا مون کي ڪهڙي خبر..... ۽ ڪنهن کي بہ ڪهڙي خبر...... تہ هيءَ ماڪي ۽ کان مٿي هستي پنهنجن لاءِ ڪيترن عقيدتمندن کي...... پنهنجي پرديس ۾ رهندڙ ڀاءُ کي..... پنهنجي سڪين سهيلين کي...... وڏي ڳالهہ تہ سندس حصي جي ان فن، کي تياڳي اَن مٽي ۽ کي وچي مان ڏيندي..... جنهن مٿي الائي ڪيترن جواني ۽ جي موتن کي ڪانہ مڪي..... جيون جي ڪيترن رنگينين ۾ جيڪر ڪيس ڀري ڀري اکين ۾ ويهاريان ها. سندس لفظ لفظ کي هنئين سان هنڊايان ها. ڪيس ايڏو ڏسان ها، ايڏو ڏسان ها، جو

منهنجون اکيون آئنده ڏسڻ جي عادت ئي ڇڏي ڏين ها.

سچ تہ اها سوچ..... جنهن کي ڪلهہ ڏٺو هوم.... ان کي اڄ ڏسي نہ سگهندس ڪيڏي مارينڌڙ سوچ آهي.

ڪيس ٽي وي جي اسڪرين تي هلندو گهمندو ڏسي سندس عقيدتمندن جو ڪهڙو حال ٿيو هوندو. سندس سڄڻ ڪيس ڪيئن سارئيندا هوندا!! سندس سڪيون سهيليون ڪيئن ڏسنديون هونديون!!

سندس معصوم ٻارڙا، عزيز، دوست ڪهڙا ويڻ ورائيندا هوندا..... جڏهن تہ هوءَ هينئر هن لمحي رب جي رضا تي راضي رهي زمان ومڪان جي حضور مان پلاند ڇنائي، خاموش قبرستان جي مٽي کي مان ڏيو سڪون سان سُتي پئي آهي!

آئون حواسن سان ان ڳالهہ کي سوچي نہ ٿي سگهان. نہ سوچڻ چاهيان ٿي.

پر پڪ اٿم..... سندس گهر ۾ - ۽ هر گهر ۾ ڪهڙو رد عمل هوندو....... سندس پنهنجن جي دل ۾ هر دل ۾ جوتهرام هوندو هڪ سچي فنڪار جي موت تي وڏي ڳالهہ تہ ٿن معصوم ٻارڙن جي امڙ جي موت تي ڇا سڄي ڌرتيءَ تي زلزلو نہ آيو هوندو؟

پر هيءَ ڌرتي "ٻاهر ٻاڦ نہ نڪري" جي مصداق، هر سور کي هميشہ جيان پي ويندي رهي آهي.

ڪاش اسان کي هن ڌرتيءَ جيان صبر اچي اسان انهن سورن کي چپ چاپ پي وڃڻ سکي سگهون. پر اسين تہ روئون ٿا..... سچ ادي غزالہ تنهنجي لاءِ! هي سڀ روئن ٿا..... سچ تہ ادي غزالہ تنهنجي لاءِ!!



# پنجاهه هزارن جو حزب الله

شهيد حزب الله تي ٻيو مضمون اسان جي شعبہ نفسيات جي ليب
اسسٽنٽ صفدر علي جو لکيل آهي... صفدر ۽ حزب الله دوست هئا... صفدر هن
مضمون کي نامکمل سمجهي مٿس ڪتاب لکي رهيو آهي... بهرحال هي
مضمون لکيل سنڌس آهي.... ترجمو البتہ مون ڪيو آهي.... آئون مضمون ۾
ڪٿي ڪٿي ٻيائي سا ڪري وئي آهيان، ڪو ڪو جملو جت صفدر جو
ڪاڏو اٿم ات پنهنجو جملو بہ هڻي وئي آهيان.... اٿين ئي جملن جي ڏي وٺ
آئون ۽ حزب الله بہ پاڻ ۾ ڪندا هئاسين..... صفدر هميشہ جيان ضرور
خاموش ئي هوندو هو..... آئون ٻانيان ٿي هن پهريون دفعو پنهنجي
خاموشي کي احتجاج جي صورت ۾ ٻاهر ڪڍيو ۽ اپاريو آهي.....

هي مضمون مکمل ڪونهي.... جو حزب الله پاڻ بہ مکمل ڪونہ هو...
خدا يقيناً ڪيس ڪنهن مقصد جي مکمل ڪرڻ لاءِ پيدا ڪيو هوندو..... سو
خدا جو مقصد بہ مکمل ڪون ٿيو.... ۽ هو وچ ۾ ئي اسان کان هليو

ويو..... اڄ اسان جو ڊپارٽمينٽ بہ مڪمل ڪونهي.... اسان جو هڪ ساٿي هڪ دوست.... هڪ ڪليگ.... هڪ انتهائي ڪم وارو ماڻهو اسان ۾ ڪٿيل آهي.

حزب الله پنهنجي آفيس ۾ پنهنجي ميز آڏو ڪرسي تي ويٺل ڪونهي البتہ ڪانئس پوءِ ساٿس لاءِ آيل پوسٽ ميز تي ڪني تي وئي آهي. اهي ڪانفرنسون، عقيقہ ۽ شاديون.... جن لاءِ ڪارڊ ۽ دعوت نامہ آيل آهن.

اُهي بہ مڪمل ڪينهن- جو حزب الله جي شرڪت انهن ۾ نہ آهي ڪائنات خود بہ اهڙن ماڻهن جي هلي وڃڻ سان مڪمل نہ آهي.

منهنجو پنڌ بہ مڪمل نہ آهي، جو آئون روز صبح جو بس مان لهڻ شرط ڪامن روم مان ٿي هلي وڃي سنڌس آفيس جي ٻاهران دري آڏو بيهندي هئس.... اتي.... حزب الله آيو آهين.....؟ روم ۾ اندر جهاتي پائيندي.... هو ڪنڌ مان ٿورو اڳتي اچي مرڪي وراڻيندو.

"ها..... ها..... اچو..... اچو...... اچان ڪون ٿي.... بس توکي ڏٺم ٿي تہ تون وينو تہ آهين. نہ.....

پوءِ واندي ٿي وڃي حزب الله وٽ ويهندس.... چانهہ هلندي سگريٽ هلندي.... ڪتابن جي ڳالهين جي ڏي وٺ.... ادبي جملن جي ڏي وٺ.... علمي ڪانفرنس جو ذڪر..... دوستن جون تعريفون..... ڪن ڪن جون گلائون..... ڪچهري.... سنڌس ڳالهائڻ مان بردباري بہ نظر ايندي تہ بهادري بہ..... گهٽ ڳالهائيندو.... پر هر جملو توري تڪي با معنيٰ.... بي خبر ٿي حزب الله ڪڏهين ڪين ڳالهايو.

چانهہ جو شوقين Mild Seven سگريٽ جو شوقين ڏکهي وقتي سان سگريٽون پيندو تہ يڪيون پڻ..... گهڻون ڪري چپ هوندو..... ٻئي ڪي پڙندو..... گهڻون ڪري Set, Set لڳندو. پر هو Set هوندي بہ Upset هو.... جوان هوندي بہ پوڙهو هو..... استاد هوندي بہ شاگرد هو.... پاڻ ڪي مڪمل ڪرڻ جي ڪوشش هئس..... هڪ پتوڙ..... هڪ پنڌ..... جو لڳو ٿي تہ ڪٽڻ جو نہ هوس. ڪيس ڏسي لڳندو هو تہ هي شخص الاءِ ڪيترو اڳيان ويندو، ڪو معمو آهي.... جنهن ڪي هي حل ڪندو. ڪو پرائيز بانڊ آهي، جيڪو هن ڪي ملندو. تمام وڏن عزائم جو مالڪ هو، اسان جو حزب الله.....

لک ٻن جو ذڪر ائين ڪندو..... جيئن ڪي جيڏيون پاڻ ۾ رنگين

چوڙيون پائڻ لاهڻ جو ذڪر ڪنديون آهن..... ها البته رنگين چوڙين جي نزاڪت ۽ رنگن کي سمجهندو هو..... محسوس ڪندو هو، مرڪندو ۽ ماٺ رهندو.... سَوَ شاگرد ۽ شاگرديائيون سندس هٿن مان آيا ويا..... ڇوڪريون توڙي ڇوڪرا... وٽس پنهنجا پنهنجا Problems کڻي بيٺا هوندا.... هو پيو ٻڌندو ۽ نبيريندو جيڪڏهن حزب الله ڪرسي تي ويٺل ڪونهي ته پوءِ پڪ هوندي ته هو ڪنهن نه ڪنهن پرائي يا پنهنجي ڪم سان ڊپارٽمينٽ کان ٻاهر ويل آهي..... اسان جو پٽيوالو يعقوب بيمار آهي.... هو هاڻ ته اسان جي ڊپارٽمينٽ ۾ نوڪري ڪونه ٿو ڪري.... پر حزب الله سندس گهر جي در تي بيٺل نظر ايندو.... يعقوب بيمار آهي..... ان لاءِ دوائون پيو وٺي..... يعقوب (Serious) آهي ته حزب الله به تمام سنجيده آهي.....

ڊپارٽمينٽ کان ٻاهر رستي تي هڪ پڳل سوزوڪي کي حزب الله پريشان ٿي ڊوڙائيندو پيو وڃي.

حزب الله ڪيڏانهن؟

"يعقوب گذاري ويو.... ان جو بندوبست ڪرڻ.... بس اچان ٿو ڊپارٽمينٽ....."

ڊپارٽمينٽ نه آيو.... ٻي ڏينهن پٽيوالن کان خبر پئي ته حزب الله، يعقوب جي ڪفن دفن جو انتظام ڪري سندس جنازو ڳوٺ کڻائي دفنائي آيو..... پر ڳالهه پاڻ نه ڪندو..... پر اها ڳالهه ٻيا ڪندا..... پٽيوالا ڪندا.... ڪنهن پٽيوالي جي شادي آهي..... يا ڪو ٻار ڄائو آهي ته حزب الله لفافن ۾ ويڙهي نوٽ پيو ڏيندو..... خوش پيو ٿيندو.... ڪاڇن ۾ پيو ايندو ويندو.....

اسان جو پٽيوالو سومار..... تمام سنجيده، سينئر ۽ Sincere ماڻهون.... سندس پٽ به اسان وٽ پٽيوالو سياري ۾ عاليشان پنهنجي پيءُ پٽن کي ڪوٽ پيل.... آئون پڇان ٿي سومار هھڙا عاليشان ڪوٽ پنهنجي پيءُ پٽن ڪٿان ماريا آهن......

ادي سائين حزب الله اسان لاءِ اسلام آباد مان وٺي آيو آهي.....

منهنجي گهر ۾ هڪ نئين قسمن جو هٿ سان اٺيل ڪيس آهي.... ڪوئي

پچندو آهي تہ هي ڪٿان آيو آهي. آئون چوندي آهيان...... تہ هي اسان جي ساٿي حزب الله جو آندل آهي، مون کي شادي تي Present ڪيو هيئن.

پاندڻا اهڙيون ڪوڙ، اجرڪون. ڪٿا ۽ ڪيس، سوسيون ۽ حزب الله جي تخليق آهن... جو سندس پيءُ انهن شين جو بڻ بنيادي ناهيندڙ بہ آهي تہ واپاري بہ.... حزب الله جا ليک بہ انهن شين تي لکيل آهن..... پر چوندا آهن تہ لکڻي جا ليکڪ بہ ڪي عجيب آهن...... ڳالھ اجرڪن جي...... هن دفعي کان اڳئين دفعي..... اڳئين دفعي بہ دهشتگردن...... سندن پاڙي وارن سندن گودام ۽ دڪان تي حملو ڪيو هو.... سندس چوڻ مطابق تہ گودام ۽ دڪانن جي ڪا چيز نہ ڇڏي هئائون..... حزب الله سخت آپي وندو انسان هو...... آپي جو ايمان سهي نہ سگهيو...... چئي، اسين هتي جا...... اسان جا ابا ڏاڏا هتي ها....... هتي اسان جا پڻ بنيادي گهر گهاٽ...... وڻج واپار..... هي ڪلهوڪا آيل ٿا، اسان جا گهر ٽپن...... اسان جا مال ۽ مڏيون ڏاهين...... پيٽان هنن کي ڪو مڙس هيل تائين پتو ڪونهي...... نہ تہ...... اسان جي دڪانن کي لٽيو ٿن، انهن جو هڪ اجرڪ نہ ڇڏي اٿن......

ڪجھ ڏينهن کان پوءِ..... حزب الله ڏکيو مرڪندو مرڪندو مليو چئي...... سڀ سامان هٿ ڪيو مان..... هڪ هڪ اجرڪ ڳڻي ورتي مان......

حزب الله سامان جي ملڻ کان وڌيڪ پنهنجي انا جي بحالي تي مطمئن هو....

۽ هاڻ جڏهن هن دفعي سندن سامان لٽيو هو..... گهر سڙيو هو..... ۽ جڏهن حزب الله ئي نہ رهيو هو.... سامان وارن واري کي ئي ماري ڇڏيائون..... تڏهن سندس پيٽون رنيون هيون. چون..... آپا سامان تہ ساڙيئون.... گهر ساڙيئون بابوءَ (حزب الله) کي ماريئون...... اسان وٽ هڪ اجرڪ اهڙي نہ ڇڏيئون... جو اسان پچاڙي ۾ بابوءَ جي مٿان وجهون.... اسان کي بابوءَ مٿان وجهڻ لاءِ هڪ اجرڪ نہ ملي......

بابوءَ جي پچاڙي سرهي ڪرڻ لاءِ.....

حزب الله، اجرڪن جي تخليق ڪار جي پچاڙي سرهي ڪرڻ لاءِ..... هڪ اجرڪ جو سوال.....؟

اسين هڙئي سنڌي سوالي آهيون...... سموري سنڌ سمورا اسان جا

سنڌي جوان..... پنهنجي ورثي کي واپس ورائڻ لاءِ..... هڪ ٻئي ڏانهن ڏسي رهيا آهيون..... ڪڏهن هڪ ٻئي کان پڇڏي ۽ اتحاد جي ٿا خيرات گهرون. تہ ڪڏهن انساني حقن جي ڪميٽي آڏو ٿا پنهنجا لاشا ڳڻايون.... لاشا ڳڻيو!..... تازيون قبرون ڳڻيو!!..... ڪيترا سنڌي مٺا..... حالتن ۽ حڪومتن اسان جي قومي ڪردار ۽ قومي غيرت کي ماري ڇڏيو آهي..... اسين بيغيرت بڻجي ويا آهيون..... ڪڏهن لطيف کي ٿا دانهون ڏيون.

..... ڪڏهن خدا کي پيا ڏوراپا ڏيون..... اسان مان ڪجھ قومي ڪردار جا ماڻهو جيلن ۾ آهن..... ڪجھ ريلن ۾ آهن ۽ اسان جا ليڊر هوائي جهازن ۾ هٽان کان هت بيان ڏيڻ لاءِ گهمي رهيا آهن..... اسان جا پڙهيل ڪڙهيل نوڪرين وارا ماڻهو گهڻي پاڳي..... رشوتي هڏ حرام ۽ ڪائو آهن..... انهن کان وڏو بيغيرت انسان ڪنهن ماءُ نہ ڄڻيو هوندو. سنڌين جو سڀ کان وڏيڪ بيغيرت طبقو تعليم..... جي انتظاميہ ۾ آهي. ان کان وڌيڪ بيغيرت طبقو سڌو سنئون حڪومت ۾ آهي. ڪي منسٽر آهن تہ ڪي ايم پي ايز ۽ ايم اين ايز آهن.... جن ڪڏهن گڏھ گاڏي ڪون ڏٺي هئي، پڄارو ۾ ٿا سنڌين جي حقن لاءِ پڄارون ڪن.....

ڪالهوڪو آيل الطاف (جنهن سنڌين جا انب ڪائي ٻلھ ورتو) ۽ اُن جي چند چاڙتن سنڌين کي جيئري ئي آسمان جا تارا ڏيکاري ڇڏيا آهن.....! هوڪا قوم نہ هوندي بہ پنهنجو ڪردار، ناهي ويا آهن. پنهنجي دهشتگردي جي تنظيم سان ڌرتي کي لوڏي ڇڏيو اٿن. هنن کي پنهنجي ڌرتي نہ هوندي بہ هو پنهنجا پير ڄمائي ويا آهن..... ڇو.......؟ ان ڪري جو هنن ۾ ڪجھ بہ نہ آهي.... سواءِ تنظيم ۽ ٻڌي جي..... هو پنهنجي ڪني ۽ ڪوڙي ڪردار سان سچا آهن ۽ اسين پنهنجي سچ ۽ سرزمين سان بہ ڪوڙا آهيون.... جيڪڏهن اسان جي پڙهيل ڪڙهيل ۽ ڄڙهيل ماڻهن ۾ ٿورو ٿورو بہ...... حزب الله هجي ها..... ٿوري ٿوري بہ حزب الله جهڙي خودي هجي ها.... تہ ائين مور نہ ٿئي ها......

قلم منهنجو تيز ڪائي ويو..... مون ڳالھ تہ حزب الله جي پي ڪئي.... تہ حزب الله آپي وندو انسان هو..... هن جي غيرت کي للڪارڻ ڏکيو هو..... اُهو ئي سبب آهي، جو هو دشمن جي دل ۾ ڪنڊو ٿي ٿي لڳو..... اهڙا

انسان قومي اثاثو هوندا آهن.... ڪنهن قوم ڪي پورو ڪرڻون هجي ته پهرين اهڙن انسانن کي پورو ڪجي سو حزب الله به پنهنجو رت پنهنجي ڌرتي پنهنجي قوم کي ڏنو..... سندس گوشت البت ايم ڪيو ايم جي ڳجهن ڪاڻو جو بقول ڪنهن سياست دان جي ته هي اها دهشت گرد تنظيم آهي، جنهن پهرين پٺاڻن جي گوشت سان ناشتو ڪيو..... پوءِ پن پهرن جي لنچ پنجابين جي گوشت سان ڪئي ۽ هاڻ ته شام رات جي ڊنر سنڌين جي گوشت سان ڪري رهي آهي...... هي رات ڪيڏي ڊگهي آهي..... ڪنهن کي خبر ڪونهي، هي ڊگهي رات..... جنهن ۾ گوشت جي پن ڏينهن جو ڪٽ ناغون به نظر ڪونه ٿو اچي.

سنڌين جو گوشت..... حزب الله جو گوشت..... حزب الله جهڙن انيڪ انسانن جو گوشت!!!

ڪو وقت هو جڏهن چماٽ هڻڻ وڏو جرم سمجهيو ويندو هو. عيسيٰ چيو ڪوئي هڪ ڳالهه تي چماٽ هڻي ته دشمن کي اخلاق زير ڪرڻ لاءِ ٻي ڳلهه به پيش ڪريو.

اهو اسلام جو يسو مسيح دور هو.

پوءِ سنڌ تي اسلام جو تارا مسيح دور به آيو..... جڏهن پٽي کي تارا مسيح ڦاسي ڏني هئي...... ۽ هاڻ سنڌين تي اسلام جو الطاف مسيح دور آهي......

اسلامي طريقي تي سنڌين جي گوشت کي جهاٽڪو ڪري سندن گوشت کي حلال ڪيو ٿو وڃي..... ڳلن تي چماٽ هڻڻ ته ڪا ڳالهه ئي ڪونهي. حزب الله جو وزن ته الائي ڪيترو هو..... پر حڪومت سندس بدن جي قيمت في ڪلو ٥٠ رپيئي جي حساب سان ٥٠٠٠٠ هيئن ڇا حزب الله صرف ٥٠,٠٠٠ جو هو.....؟

تاريخ کي هڪ سوال آهي..... هو پل ڪٿي ٥٠٠٠٠ جو هجي. پر سندس شڪتي روح سندس رت جي قيمت.... پاڪستان کي ڏاڍي مهانگي پوندي ڪي ته سنڌ جا پٽ هوندا، هن ڌرتي تي..... يقيناً هن ڌرتي تي..... جي ايمان ۽ انصاف سان...... هن ڌرتي ۽ ان جي شهيدن جي قيمت اسان کي وٺي ڏيندا.



تحرير: صفدر علي

ترجمو: خيرالنساء جعفري

# پروفيسر حزب الله ميمڻ

شهزادو همايون بيمار هو. بچڻ جي اميد ڪونہ هئي. طبيبن نا اميدي ظاهر ڪئي تہ بابر بادشاهہ پنهنجي زندگي جي بدران شهزادي همايون جي صحتياب ٿيڻ جي دعا گهري، اُن جي کٽ جي گرد چڪر ڏنا ۽ ائين پنهنجي جان ڏيئي شهنشاهہ بابر الله تعاليٰ کان همايون جي زندگي وٺي ڇڏي!

۲۸ مئي ۱۹۹۰- حيدرآباد جي هڪ پاڙي فقير جي پڙ ۾ حزب الله جي گهر تي.... دهشتگردن جو سخت حملو ٿئي ٿو..... سامان لٽجي ٿو..... مڪان کي باهہ لڳي ٿي، مڪين جيئن تيئن ڪري پنهنجي جان بچائي پيرين اگهاڙا صدر جي گهر ۾ اچن ٿا...... پر هي ڇا! الاءِ ڪيئن حزب الله جا ٽي پٽ ۽ هڪ پٽ دهشتگردن جي گهيري ۾ اچي ويا....... ڇئن جوان ڇوڪرن جي

زندگي جي سخت نا اميدي!!..... شهنشاهه بابر وانگر شهنشاهه حزب الله پنهنجي ڀائرن ۽ پٽ جي ڪٽن جي چوڌرد ڦيرا برابر ڪين ڏنا البت هو سخت چڪرن ۾ اچي ويو..... ڪمشنر ڪي..... ڊپٽي ڪمشنر ڪي...... فوج ڪي...... رينجرز ڪي پوليس ڪي...... فونون...... پريشاني..... ناميدي ڪوشش..... ۽ پوءِ بادشاهه بابر جيئان حزب الله جي الله جي در دعا.....!!

دعا جو الله جي در تي شرف قبوليت رات جو ٩ بجي فوجي حفاظت ۾ چوڪرن جو واپس اچڻ.... البت هڪ ڀاءُ ڪي گلي تي ڇري جو زخم..... ٻئي ڏينهن.... حزب الله جنهن گهر ۾..... جنهن گهر ۾..... پلجي وڏو ٿيو..... وڏو ماڻهون ٿيو جسماني طرح ذهني طرح.... جذباتي طرح..... دل جي دنيا..... گهر جي دنيا ڪتابن جي دنيا..... سندس گهر جي نياڻين سندس ڀينرن جي دنيا سندس مثل ماءُ جي دنيا جنهن ڪي مٽي ايجان ٻارنهن مهينا مس ٿيا هئا..... ۽ حزب الله سندس ڳالهيون ۽ گهر ۾ سندس نشانيون پيرِ ڏسندو ۽ ڳائيندو هو.

ان گهر ڪي باهه! منهنجي گهر ۾ هيترا ڪمرا آهن، ههڙا اڱڻ آهن.... ڪيترا باٿ روم آهن. ڪهڙا سهاڳڙا ڏينهن آهن..... پنهنجي گهر جون سهائيتون راتيون آهن......

(حزب الله چوائي) گهر ڪي باهه گهرجي، هر شيءِ رسالن ۾..... ڪتابن جو سڙڻ.... قرآنن جو سڙڻ..... ۽ هر شيءِ سان گڏ حزب الله جي روح جو سڙڻ!!! سندس ڀينرن جو چوڻ اسان ڀاءُ ڪي ڇيو ته ادا سامان سڙيو ته خير ٿيو.... پاڻ سيئي ته سلامت آهيون. ڀاءُ جو چوڻ... خير ڪٿي ٿيو.... منهنجا صدين پراڻا قلمي نسخا.... لئبريري هڪ ڪروڙ ڪتابن جي مون ڏاڍو ڏکي طرح ناهي.... سڀ راک ٿي ويو!!! حزب الله جي متاع حيات ڪتابن سان گڏ گويا حزب جي انا بہ سڙي رک ٿي وئي....

۽ پوءِ سچي ماڻهون جي..... سچي دعا جو الله جي در قبولجڻ جو وقت!!

ست جون ١٩٩٠ صبح جو ٨ لڳي.... سچي عمر پڙهڻ ۽ پڙهائڻ وارو ماڻهو......

وقت جو پابند.... دشمن وقت جو ڪاٺو ڪري لاٿو تہ حزب الله ڪيڏي مهل ٿو گهران نڪري..... ڪيڏي مهل ٿو پنهنجي ڪينٽ واري

بنگلي تي پهچي. (جو ڪينٽ واري بنگلي تي حزب الله رپئير جو ڪم شروع ڪرايو هو، جو بنگلو سڀ کان Safe ايريا ۾ هو. (سندس پٽاندر ته جواني ۽ پيري جا اينڊ ڏينهن هو اتي Safe ٿي، پنهنجن ڪتابن ۽ باقي سڙيل سامان جو ماتام ملهائيندو) پهرين جون جمع جي ڏينهن..... آئون حزب الله جي صدر واري گهر ۾ ويس... هو تمام دل برداشت هو.... سامان سڙڻ جو ڏک نه هوس.... پر اهو خيال ته صدين کان هو جنهن گهر ۾ رهيو.... جتي علم حلم نرمي شرافت جذبات جو ديرو هو.... اتي باهيون لڳيون ڌمڪيون مليون.... ۽ ڪلاشنڪوف جا برسٽ هليا.

حزب الله چيو هو خدا جي زنده رکين ته تمام وقار ۽ عزت سان زنده رک نه ته اهڙي حياتي ڪهڙي ڪم جي جنهن ۾ ذلتون شامل هجن.....

ٽيپو سلطان جهڙا ماڻهو رڳو ميسور جي ڌرتي پيدا ڪونه ڪيا....

سندن جي زرخيز ڌرتي حزب الله جهڙا جوان به پيدا ڪيا.

۽ پوءِ..... ٧ جون تي ٨ بجي.... ڪينٽ جي بنگلي جي در تي دشمن حزب الله تي پنيرو وار ڪيو....

حزب الله دل جو وڏو هو. شهنشاهه هو دل جو، جيڏي حزب الله جي دل گهري هئي، ايڏي شايد ڪنهن جوان جي دل گهري هجي.

گولي سندس دل ۾ لڳي.... پر گولي هو پي ويو....

ڊاڪٽر عنايت سندس ياءُ گڏ هوس، سندس چوڻ موجب ته مون کي خبر ئي نه پئي ته ڪو گولي بابوکي دل ۾ لڳي آهي.... ڪلاشنڪوف جا برسٽ ته ڪيس ٽنگن ٻانهن ۾ لڳا هئا... مون سمجهو هو ته اهي گوليون سول اسپتال مان ڪڍرائي آئون جهٽ بابو کي ولي گهر ٿو اچان.....

هو دل جو گهرو هو.... گولي دل ۾ لڳي.

حزب الله شهيد ٿي ويو.....

انا لله و انا اليه راجعون!

مٺس نالو حزب الله سيد احمد شهيد رکيو هو....

سيد احمد به شهيد ٿيو....

حزب الله به شهيد ٿيو.....

حزب الله سان گڏ ڪائنات جو هڪ اهم حصو به شهيد ٿيو.

پروفيسر مهڪري آخري دفعو حزب الله کي چيو هو، تون حيدرآباد وڃين پيو.... هي منهنجا ذاتي ڪتاب به پاڻ سان کنيون وڃ.... حزب الله ڪانئنس ڪتاب ورتا.... سر مهڪري چيو، توسان ملندو آهيان ته پوءِ مزيد ڪتاب پڙهڻ جي گنجائش ئي نه رهند آهي. حزب الله هڪ ڪتاب هو... هو ڪليل ڪتاب هرگز نه هو.... بس حزب الله کي رڳو اهي ماڻهون پڙهي سگهندا هئا، جيڪي پاڻ به اهڙي بصيرت ۽ بينائي رکندا هجن. پاڻ جوان هو پر سندس دوستي هئي، مهڪري جهڙي ماڻهون سان.... نبي بخش بلوچ جهڙي ماڻهو سان.... مظهر صديقي جهڙي پياري ماڻهون سان.... سندس وقت گهڻو ڪري اهڙن شخصن جي صحبت ۾ ئي گذرندو هو... پير حسام الدين ۽ ڊاڪٽر احمداڻي جهڙن ماڻهن سندس مذهبي لڳاڻن جي آبياري به ڪئي.... فرائڊ ۽ انيڪ ماهرين نفسيات جي ڪتابن کي نفسياتي پهلو به ڏنو.... شايد اهو ئي سبب آهي جو دنيا جي عالمي تنظيم (Univercial Organisation) ۽ آئي ايس پي ايءَ جهڙن تنظيمن جو ميمبر هو.... آئي ايس پي ايءَ جو حزب الله پهريون ۽ واحد پاڪستاني ته ڇا، سنڌي ميمبر هو! هتي ڏسڻ جو شوق هئس....

حج ڪرڻ جو شوق هئس....

دلي گهمڻ جو به شوق هئس ته دلين کي گهمڻ جو به شوق هئس.

هت ڏنيئن. حج ڪيئن. دليون ڏنيئن البت دلي ڏسڻ کان رهجي ويو. نفسيات جي ڪري پاڪستان جي ڪل نفسياتي ڪانفرنسون ملڪ جي هر وسندي ۽ وستي به ڏسي آيو.

همدرد... غم گسار...

دلين جون ڳالهيون ڏيان سان ٻڌڻ وارو حزب الله..... پتلون جو پائنچو گهڻو ڪري پويان بوٽ ۾ پيل..... منهن شين ڪائڻ جو شوقين.... هميشه مٺو ماڻهون......

ڳالهين ۾ شيريني..... شاعري..... به لطيف جا شعر ڪيس فرياد...... فارسي شعر ازبر.... ڳالهين ڳالهين ۾ انگريزي مهاوره. سنڌي پهاڪا. لطيف جا بيت! ڳالهين ۾ خوشبو. جسم ۾ خوشبو.... ڪپڙن ۾ رنگ....

حزب الله ڏاڍو شوقين هو....

ليڪن واچ.... سونا ڪينلنڪس..... هيرن جون منديون.... مهانگا فريم....

گرمي هجي ڪن سردي حزب الله هڪ هلڪي جيڪٽ ضرور مٿان پائي.... گلي ۾ اسڪارف رنگين شرٽ.... فرسٽ ڪلاس عينڪ.

ڪڏهن ڪڏهن هُن مان همراه نڪري به ويندو هو.... اهڙي وقت ڊپارٽمينٽ ۾ ڪير هجي جو حزب الله جي سامهون اچي.... اهڙي وقت حزب الله ڪي ڪير سامهون ڪون ايندو هو. هرڪو پيو لنوائيندو.... البت ڳالھ خيرالنساء جعفري جي.... اهڙي سمي ڪيس سنڀالڻ جو ڪم مائي خيروءَ جو... چڙ ايندس، گهڻو ڪري شاگردن تي.... خيرو هوندي ات مهل ته... ڳاھ لهي ويندي... ڪيس حزب الله هاڻ ڪنٽرول ڪر.... پليز!

ايڏي چڙ لهي ڪون ٿي.

هن ڪي ڪڏهن به سامهون نه ڏٺيندو... پائيندو.... پيار به ڪندو.... عزت به ڪندو.... ۽ چپ ٿي ويندو....

ٿورڙي دير ڪان پوءِ چوندو آئون توهان جي ڪري ڪيچيس ڪونه.... نه ته......

نه ته مون ڪي خبر آهي.... ته حزب الله ڪنهن ڪي ڪجھ به نه ڪندو.... هو بيحد شفيق همدرد ۽ هڏ ڏوڪي انسان هو.... انسان جو بيحد پيارو ساٿي. ڏکئي وقت جو سهارو.....

گڏ ڪرڻ جو شوقين... انتهائي پراڻيون ۽ قيمتي شيون گڏ ڪندو هو.... سندس ميز تي يا ڪڏهن هُن ۾ ڪانه ڪا پراڻي نوادرات مان ڪا شيءِ ته هجيس ئي هجيس... اهڙي سمي پاڻ به انتهائي پراڻو روح لڳندو حزب الله هي ڪنلنڪز ڪڏهن ۽ ڪٿي جا آهن. حزب الله هسٽري پڙهائيندو. ۽ ان وقت پاڻ به هزار سالن جو باشندو نڳندو. البته پڙهندڙ پاڻ ڪي اوپرو اوپرو پيو پائيندو.

پراڻيون قيمتي ڪارون... پراڻا قيمتي ڪتاب.... پراڻا قيمتي قلمي نسخ.... گڏ ڪرڻ....

حزب الله شهزادو هو...

خدا ڪيس دل ۽ دولت پنهين شين سان نوازيو دل هميشه پاڻ لاءِ باقي

دولت رڳو ھِن تي خرچ ڪسن.... ڇني اهڙي طرح خرچ ڪري آءَ خدا جو شڪر ٿو ادا ڪريان.....

حزب الله پنهنجي دل هميشہ ﭘﺎڻ وٽ رکي.... دل اندر جون ڳالهيون هميشہ پاڻ وٽ رکيون اهڙي طرح اهو هڪ رازدار ۽ امانت جو محافظ ۽ امين هو.... پنهنجي پيشاني تي نماز جي داغ ڪان ٿورو ڦڪو ٿيندو متان هي داغ ٻين کي ڏيکائي ڏي تہ آءٌ بہ ڪو نماز پڙهندڙ آهيان.....

ٻہ سال پهرين جڏهن هڪ ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ اسلام آباد ويو تہ منهنجي ڀائيجي جاويد وٽ لٿو... جاويد وٽ بہ ٽي ڏينهن رهيو.... جاويد حيران رڳو ان ڳالھ تي هو تہ ڏينهن جو انگريزي سوٽ بوٽ ڪيل هي نوجوان رات جو اڌهي ويل عبادت ۾ سر بسجود آهي...... ٻہ حج ڪيائين ٽئين حج جي لاءِ ٢٥ تاريخ فلائيٽ هيس....

هو هتي اسان ۾ ڪونهي.... شايد هينئر هو ات هجي....!

هيڏين خوبين جو مالڪ حزب الله..... هيڏو وڏو حزب الله.... الله جي مارڻ سان نہ، پر دهشتگردي جي مرضي سان رڳو ان ڪري مري ويو.... جو هن جو هڪ ننڍڙو ڏوھ هو.

هن جي اهڙن ڏاڍن جو هڪ ننڍو ڏوھ هو.

تہ.... حزب الله سنڌي هو.....

حزب الله يعني 'الله جو لشڪر' سنڌي هو.

ناهي خبر تہ دنيا جو ڪو قانون انهن قاتلن کي ڪا سزا ڏيئي سگهندو يا نہ..... ليڪن مون کي يقين آهي تہ سون يتيمن بيمارن ۽ نادارن جون آهون ۽ دانهون انهن قاتلن کي ضرور سزا ڏياريندي‎ون..... دشمن ضرور ڪيفر ڪردار تائين رسندو..... البتہ حزب الله اسان وٽ هاڻ نہ ايندو.....

حزب الله جي پيءُ چيو بابا موت جي جڳھ ۽ وقت مقرر آهي..... جنهن کي ڪير بہ ٽاري نہ سگهيو آهي.... حزب الله بہ ان کي ٽاري نہ سگهيو..... ۽ هو هليو ويو.... آئون سوچيان ٿو.... ؟ ڇا ڪنهن بہ انسان کي اهو حق آهي..... تہ هو ٻي انسان کي ماري ۽ چوي تہ آئون توکي ماريان ٿو جو تنهنجي موت جو وقت ۽ جاءِ مقرر آهي.....

هڪ دوست چيو تہ حزب الله ۾ گناه ماريو ويو.... [illegible]

اڇي ويو، جنهن ڪي سنڌس دوست چيو تہ تون بي گناھ ٿو ماريو وڃين، تنهن تي سقراط وراڻيو تہ بيوقوف ڇا تون ياتئين ٿو تہ آءٌ پھريون گناھ ڪريان ۽ پوءِ ماريو وڃان.



سورھ سنڌي ادب




صاحب خان سورھ ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488



(سفر نامو)

# مارُوئڙيءَ ملير

پورا پوڻا نوَ. واچ جو ڪانٽو ڪانٽي مٿان. جڻ پويان پورا پَل ۽ ساعتون ڪانٽن جي پاڪر ۾ پڪوڙجي يڪجا ٿي پيار واري پڇاڙڪي ڳراٽڙيءَ ۾ ڳنڍجي پيا هئا. وقت هڪ نقطي تي سُسي سوڙهو ٿيو. 'سڀئي اندر ساڃن مليا.' مون سامهون سنڌڙيءَ ۽ اُتم ڏي الوداعي نظر سان نهاريو: هنن جون نظرون، جلاوطنيءَ جو سفر طئہ ڪندي جڻ سنڌڙيءَ جو آخري سِرو بہ هٿان هيٺئر ويحائي ويٺيون هيون.

هوائي اڏي تي ڊپارچر واريءَ لابيءَ ۾ شيشي جي ديوار جي هُن پار هِند ڇڏي سنڌ اچڻ لاءِ اجهو ويحڻو هئم. خدا حافظ ڪرڻ لاءِ ٻئي سڄڻ بہ سان هئا...

مون لائونج ڏي قدم وڌايو ۽ ڪانٽو ڪانٽي تان ٿڙيو. پورا سوا نوَ.

ڪاٽو ڪاٽي جي آمهون سامهون. وقت جي اِڪائي وندجي ٻن حصن ۾ ورهائي. جيتوڻيڪ ٻنهي ڪاٽن جو انسان جيان محور ۽ ماپو ساڳيو هو. معرفت ۽ حقيقت ٻہ هم آهنگ هيون. شناخت، اوريجن ۽ هستي ٻہ هڪڙي ٿي هئي.

ويرم ٿي ڪيتري! ڪلاڪ اڌ جو هوائي سفر. اٿين جو بمبئيءَ جو سانچي پان وجهي وات ۾- ٽڪ پل اچي پاڪستان جي ڌرتي بن ۾ اچلايو. پر اِن پان جي وات کان ڌرتي بن جي سفر ۾ suffer ڪيڏو ٿي ڪرتو پيو. صعوبت ڪيڏي ٿي سهڻي پئي. سنڌ کان هند جو سفر! جهڙو ٻاٻري ڪندن تي پيرن جي بدران پيٽ تي گذر. ڳالهہ درگذر خير ٿي ٻہ وڃي پر ٻہ هت تہ روح کي رشتي نباهڻ لاءِ رت کي ناتو نباهڻ لاءِ سخت قسم جو N.O.C. درڪار آهي! ڪاغذ جي اها پل صراط جنهن کي پار ڪرڻ لاءِ انسان کي آفيس جا چڪر ڏيڻي هڏ ماس ڳاري پرڻ جيان لغڙ تي لنگهڻو پوي ٿو. لغڙ جو لغام يا ڏيل جي ڏور جي مضبوط آهي تہ شاهہ واري چوائي 'مليا تہ مندياس' پٽاندر ماڻهو وڃيو هند کان سنڌ يا سنڌ کان هند پيڙو ٿئي 'نہ تہ گهوري جان جتن لڏ' چئي مانڙي ڪري وڃي قبر پيڙو ٿئي. ڪوڙ اهڙا محبتي ۽ حجتي مون سنڌ جا هند ۾ ۽ هند جا سنڌ ۾ ڏٺا. پر پوءِ ٻہ الائجي ڪيئن ريل جو رستو ۽ هوائي جهاز جو پنڌ هميشہ امرتسري، جيسلميري ۽ ڪاشميري مسافرن سان سٿيو پيو آهي. مسافرن جي جا پيهہ پيهان ۽ ڳيا گيهہ آهي تہ خبر نہ ٿي پوي تہ آخر هي مسافر آهن ڪهڙي ماڪٽ قوم مان جو لغڙ جيان پنهنجي ناني پويان ڏور پنهنجي شهر جي بڌي ملڪ جي هر وسندي ۽ وستيءَ تي ڪاهي پيا آهن- ۽ پوءِ ٻہ هو مسافر آهن!

چون ٿا خواهشون جيڪڏهن جائز هجن تہ هو پنهنجو مقام ضرور ماڻيو وڃن. قسمت جيڪڏهن سٺي آهي تہ بقول مختار مسعود جي انسان جون ڪيتريون ئي ڪاميابيون اهڙيون اتفاقي آهن جو ناڪاميءَ جا وسوسا دل ۾ اٿن- پر جي زبان تي تالا جڙيل هجن جيسين تہ انهن کي کوجهي ٿي کوجهي، تيسين ڪاميابي اڻپوري ۽ نامڪمل آهي. ڪاميابيءَ جي ڪنجي بندش جي تالن کي کولي تہ جيئن سگهہ سيڙپ جي...

ڳالهہ مون پنهنجي ٿي ڪئي پر ڳالهہ نڪتي آهي مختار مسعود جي

نڪتي. مختار صاحب ته ڪاميابيءَ جي ڪنجين جو ڇڳو ڪٺي ٿو ساڻ هلي. روئون اسين هٿ پاڻ کي جن جي حصي ۾ اهڙي ڪا چيز نه ڪٺي آئي، جو ڪٺي تالو هڻجي- سو ڪنجين جي ته پاڻ وٽ هميشه هڙتال ئي رهي.

هڙتال تي پل ڪنجيون ئي صحيح پر هڪ دور دل تي اهڙو به آيو جو بنا هڙتال ئي دل گهر جي اندر نظر بند ٿي وئي- هندستان وڃڻ ته ڇا هندستان جو ڪاغذ تي نقشو ڏسڻ ۾ ئي دل هراسجي ۽ سراپجي ويندي هئي. روم جي هڪ ڪنڊ ڪان ٻي ڪنڊ وڃڻ ڪونه ٻچندو هو، سو لکڻ ڪٿان ٿو ٻچي. لکڻ ته سالن جا سال وسري ويو هو. پر اهڙي سمي منهنجي دوست نذير ناز اچي اهڙي نظربندي جي ناڪي بندي ڪئي ڇني؛ 'ناريءَ' لاءِ انٽرويو لکي ڏي. بنديخانو ڪجهه ته ٽٽو- ڪجهه سير پئي. اُمالڪ اُن سير مان احمد آباد- انڊيا مان سائين گنگارام سمراٽ جي اُچليل هڪ ڪنجي اَچي منهنجي ڪڇ ۾ ڪري... ان انٽرويو جو نالو ادي طارق اشرف الائي ڪهڙي ڪارڻ لکيو هو 'هيل نه ڪو سنگ ڪاڏم.' اهو 'سنگ' سنڌ ۾ اديبن دوران ته جنگ جو سائرن وڄي اٿيو هو. پر هند ۾ پنهنجي اَڻ ڏٺين پياري هستين آڏو 'سنگم' جو ساز. احمد آباد مان سائين گنگا رام سمراٽ جو هڪ وجائتو پروقار تحسين گاڏڙ خط آيو نذير ناز کي ناريءَ لاءِ. نذير ناز ۽ منهنجي رفاقت ان زماني ۾ ڪجهه ان طرح هئي جو ڄڻ جيوت راند ۾ لوڏي جي چوپڻ ڪيڏندي ٻنهي جون ساريون اُتاهيون ٿي ڏاڪڻ جي پير تان ٽٽندي وڃي ٿي نانگن جي وَر چڙهيون. مون وانگيان نذير کي به هروڀرو جي ڏات پل نه سهي پر ڏانءُ سو ڪمال جو هو، جو نانگ جي پڇ تي پير ڏيئي نه فقط پنهنجي ساري پر سَڀَ جي مڻ تائين جهجهي ورتائين- جو اڄ سندس ساري مُنيو ٿي چمڪي رهي آهي. خدا ڪري ويران وير وڌ هجي. البت پنهنجي ساري هيٺ پر گسڪي گسڪي ايڏي ته ميرانجهڙي ٿي وئي جو پاڻ راند جي پچر ڦٽي ڪري ان ساريءَ کي سيرانديءَ رکي پاڻ کي sorry چئي بنديخانو بندي چڏيو... نذير پياريءَ ان ڪوٺ مان هڪ سر ڪڍي. سائين گنگا رام بروقت ئي هڪ خط موڪلي ڇنڪ ان سير مان هڪ آڪسيجن جو سلنڊر بطور بخشش اُماٽي ڏنو.

گنگا رام سمراٽ سائين کي تعريف وتنقيد ڪرڻ جو عجب ڏانءُ آهي.

سندس تعريف سرير کي ’حلال‘ ڪريو وجهي- تنقيد سان سڪون حرام ٿيو وڃي... مون کي سندس پنهي خوبين جو ذاتي تجربو آهي جو هن منهنجي تحرير جي هميشہ تعريف ڪئي ۽ تحريڪ کي قابل criticism قرار ڏنو جو تحريڪون چاهي سياسي رنگ ۾ هجن، چاهي نجي زندگيءَ ۾ اڪثر باعث ’ٽڪ ٻونڊو‘ ٿي رهيون آهن... هت منهنجي سياست سان نہ ڪا ڪٽي نہ ڪا ٻڌي. پر منهنجو مطلب منهنجي هڪ نجي زندگيءَ جي غلطيءَ سان آهي جنهن باعث مون انگريزي ڀاڪي ٻٽاندر ’دولت‘ وڃائي، ڪجھ نہ وڃايو. پر ان وقتي نقصان سهڻ تي ڪاڪا گنگا رام جا چند ڪڍي مون کي تہ ان جي چنڪار ايجا بہ ذهن ۾ وڄندي ٻڌندي آهيان.

سو ڳالھ پئي هلي ڪاڪا گنگا رام سمراٽ جي خط جي. مون ڪيس شڪراني جا لفظ لکندي مستقبل جي الائي ڪهڙي اهڃاڻ باعث ائين ئي لکي ڇڏيو تہ مان بہ انڊيا ايندس، گهمندس، اوهان سان ملندس، هلان ڪري ايندس ۽ اوهان مان ڇڪي تي ڪوپ چانھ جا بہ ڪڍندس...

جواب بروقت پهتو. ڪاڪا لکيو هو: چانھ اسان وٽ ڪونہ ملندءِ... اچجانءِ رهجان روانجانءِ منهنجي گهر ۾. جيترا ڏينهن هت هوندينءِ اوترا ڏينهن اهو گهر تنهنجو ئي هوندو...

پنهنجي قسمت جي خوبي نہ سهي، ڪاڪا گنگا رام سمراٽ جي اُن ڪنجي جي ڪرامت ئي سهي، جو الائي ڪيئن پاسپورٽ ٺهيو- ڪيئن ويزا ملي. اڪيون ڪليون تہ پاڻ کي جهاز ۾ ڏٺم. ويتر جو اڪيون ڪليل ئي رهجي ويون جڏهن پاڻ کي بمبئيءَ جي هوائي اڏي تي بنا ڪنهن اطلاع بي يارو مددگار نہ سڃاڻپ نہ ساٿيھ ڏٺم.

سنڌ مان اسهندي وقت ڪوڙ دوستن صلاح ڏني تہ بمبئيءَ ۾ ساٿڻ سنڌري ۽ سائين اُتم کي اطلاع ڪري وڃان اچڻ جو. هو نہ رڳو مون کي بمبئيءَ جي هوائي اڏي تي اچي لاهيندا بلڪ پاڻ وٽ ئي لاهيندا. پر جيڪي ان وقت منهنجي خيال موجب نہ مون کي سڃاڻن نہ ڄاڻن تن کي ڪيئن ڪريان ها اطلاع اچڻ جو. اها خبر پوءِ پئي تہ هو اُت مون کي تہ ڇا، اسان جي سڄي ادبي لڏي کي ايترو سڃاڻن جيترو اسان هڪ ٻئي کي ڪونہ سڃاڻون. چون ٿا، خدا شھ- رڳ جي قريب آهي. ضرور هوندو! پر اُتم ايترو پري هوندي

ٻـ سنڌ جي رڳ رڳ کان واقف آهي. هن جو جسم اُت پر ساهہ هِت سنڌ ۾ آهي. بقول گذدر صاحب جي: 'سنڌي اجرڪ اُتم جو اوڇڻ ۽ سنڌي ڪتاب هن جو بوڇڻ آهن.' سنڌي اجرڪ جي لاک رتائين رنگ سان ئي اُتم جي رت ۾ حدت آهي. مارئي جي لوئي سان لڳت ئي اُتم جي وفاداري ۽ ورثو آهي... اُتم ڀل سنڌ ۾ نہ سهي- سموري سنڌ اُتم جي ساهہ ۾ آهي.

پر مون کي بدن ۾ ساهہ تڏهن پيو جڏهن هوائي اڏي تان شهر وڃڻ لاءِ ٽئڪسي جهليسين. هِند جو ٽريفڪ قانون باضابطہ هو جو لائين ۾ لڳل هر ٽئڪسي مسافر کڻڻ کان پوءِ هلڻ وقت پنهنجي حد ۾ بيٺل ٽريفڪ آفيسر کي پنهنجو نالو، ٽئڪسي نمبر ۽ لائسنس نمبر لکائي پوءِ ٿي اڳيان وڌي.

بمبئي هڪ نظر ڏسڻ سان پاڻ واري ڪراچيءَ جي وڏي جوان جماڻ ڀيڻ ٿي لڳي... ڪراچي ۽ بمبئيءَ ۾ مشابهت ضرور هئي پر مناسبت ڪانہ ٿي لڳي. بمبئي ڪراچيءَ آڏو جهڙي سورنهن سالن جي الهڙ ڇوڪري، جنهن کي هڪ نظر سان نہ پر ڀرپور نظر سان ڏسي ئي سندس حسن ٿي سمجهہ ۾ آيو... ان وقت مون وٽ ڀرپور نظر ڪانہ هئي سو بمبئيءَ جي جواني بہ جڻ رُني رُني رهي. آئون ٽڪل بہ هئس ۽ ذهن تي عجب بوجهہ بہ هو اجنبي شهر ۾ اڻ ڄاڻائي ۽ نا واقفيت جو. دل ۾ سوچيم: ان کان تہ پاڻ واري ڀڄڙي ڪراچي ئي چڱي جنهن کي هنج ۾ ڪٿي ماڻهو ڀلي پيو سڄو وقت رهي وندرندو... پڳ پڳ تي هوٽلون. ڪن ڪن تي خوانچہ دان. بمبئيءَ جا وڏا ويڪرا رستا. ڀتيهہ ڀتيهہ ماڙ بلڊنگون! هئبت ۾ هيسجي پاڻ تہ ڪرونڊڙي ٿي ڪري پيس ٽئڪسي جي پويان سيٽ تي- البت ٽئڪسيءَ واري تي ڪم رکيم تہ اسان کي ڪنهن شهر جي وچ ۾ وچولي درجي جي هوٽل ۾ هلي ڇڏ جت جو ماحول اسان ٻارين ماين سان ملي اچي.

محمد علي روڊ تي 'ايشين راڄ' هوٽل... وچولي درجي جي. 40 رپيا روز جي حساب سان رهائش... پر اسان کي هڪ ڏينهن کان وڌيڪ ترسڻو ڪونہ هو جو بمبئيءَ ۾ ويزا ئي ملي هئي ڪل 24 ڪلاڪن جي. انهن 24 ڪلاڪن کي ڪيئن استعمال ۾ آڻجي سو هوٽل جي روم ۾ پلنگ تي ويهي سوچيم... هوٽل ۾ گهڙڻ کان پهرين دروازي سان لڳ هڪ مانڊليءَ تان صائما کي جو پان ولي ڏنم تہ ان پان جي قد بت هٽي هيسائي ڇڏيو. مانيءَ

جيڏو پان، نہ ڪو چن جو ليپ نہ ڪاٿي جو گارو... سائو ڊائو ۽ نيار، ٻاجهر جي مانيءَ جيڏو پان جنهن تي رنگ برنگي ٻاڄي جيترو مصالحو. پان جي ڪنڌ پيچي وڏم صائما جي وات ۾ ۽ باقي سڄو پان پنهنجي وات ۾. وات بند- گلو گهٽيل- ۽ نيار پان جو اصلي ذائقو ذهن کي ڪجھ ڳوڙرو لڳو جو پان ۽ نيار اصلي شين جا عادي نہ رهيا آهيون.

هوٽل ۾ جو گهڙياسين تہ ذهن ويتر اجا بہ منجهيل ۽ موڳو ٿي پيو. هوٽل جي ماحول جي مهڪ ئي ڪجھ عجيب نستو ڪندڙ هئي. شايد هوٽل ۾ ڪجھ اگربتي يا لوبان وانگر ڪا شيءِ ڪيوايل هئي جنهن کان اڳ ڪڏهن سنگهڻ جي حواسن کي واسطو نہ پيو هو. هئي تہ يقيناً ڪا خوشبو پر الائي ڇو من هرويرو زيربار ٿي پيو هو. ڪجھ اڪيلائي ۽ اُپاٽڪائي جو احساس ۽ ڪجھ وري هند جي ڌرتيءَ جي مخصوص مهڪ. بقول ابراهيم خشڪ: 'اوهين اڪيون ٻڌي ڌرتيءَ جي ڪنهن بہ ڪنڊ تي ڇڏي ڏسو، ان ڌرتيءَ جي مخصوص خوشبو، جو هر ڌرتيءَ کي پنهنجي سڃاڻپ لاءِ الڳ خوشبو ڏيندي آهي، پنهنجي ڌرتيءَ جو تعارف پنهنجو پاڻ اوهان سان ڪرائيندي ۽ ٻڌائيندي تہ اوهين ڪٿ پهچي ويا آهيو.'

سو هند جي ڌرتيءَ کي بہ هڪ مخصوص خاص الخاص خوشبو آهي جا پئرس جي فئڪٽرين ۾ نهيل پرفيومن جي بجاءِ ڄڻ آسمان کان لهي ٿي ۽ نڪ کان لنگهي دماغ ۾ وهي ٿي، اٿين جو بندو پهرين ان آسماني خوشبوءِ کان هيسجي ويجي ۽ پوءِ اٿين هري ويجي جو پاڻ سان آندل پرفيوم هڻڻ بدران هارڻ کان سواءِ ڪو چارو ئي نہ رهي. پر هارڻ کان اڳ جيسين هير پوي تيسين في الحال تہ حواس هراسجي، سراپجي سوڙها سوڙها ٿيندا ويا. ويتر هوٽل ۾ گهڙڻ ڪانپوءِ جو هوٽل جا بئرا ۽ مالڪ ڏٺاسين تہ تن جا حُليا ڪليا بہ قطعي مختلف. ڪن کي پجاما ۽ پهراڻ، ڪن کي ڪرٽا ۽ واس ڪوٽ سينگارن جهڙا سل ڪارڙا ڪمارڙا. چست ڦرت. دخل تي ڪمپيوٽر يا ڪيلڪيوليٽر بدران پنهنجي آگرين ۽ دماغ تي زور ڏيو لمحن ۾ حساب ڪتاب ليکا چوکا لاهيو وري ڪنهن نئين ليکي چوکي لاءِ چاڪبند. پيشانيءَ تي ڳاڙهو سندور ان سندور مٿان اڇسري ڪنهن شيءِ جو چنبو لڳل- يا ڄڻ ڪنهن پکي جي وِٺ ڪيرايل. پاڻ ۾ هندي ۽ اسان سان اڙدوءِ ۾ ٿي

ڳالهايائون مون کي 'ديدي جي' ۽ امان کي 'ماتا جي' ڪري.

روم ۾ گهڙياسين تہ پلنگن جي ويڪر ڏسي دل سوڙهي ٿي ويئي- ڪٿي اسان جي هوٽلن جا موڪرا وسيع نرم گرم پلنگ- ڪٿي هي پلنگ! اسان پاري ٿلهي متاري ماڻهو لاءِ سڌو ٿي سمهڻ بدران پاسيرو ٿي اهلڻ ئي ممڪن هو. لڳو ٿي، هت هند ۾ سمهڻ ۾ سوڙ آهر پير ڊگهيڻ وارو مقولو ئي استعمال هيٺ هو. هر شيءِ صرف ضرورت آهر ايجاد ٿيل هئي. هر شيءِ جو استعمال جائز ۽ اصراف ناجائز هو. روم شايد ڪوڙ ڏينهن کان بند هو. صاف هوندي بہ منجهس گهٽ پُوسٽ واري بوءِ پريل هئي. ماني گهرائي ڪاڏيسين پر موڊ مزي ۾ نہ هو سو ماني بہ مزي جي نہ لڳي. ڪلاڪ بہ آرام سان اهلي، ٽين بجي ڌاري تيار ٿي هوٽل کان ٻاهر نڪتاسين. مون وٽ موهن ڪلپنا، پوپٽي ۽ سندريءَ جون پراڻيون ائڊريسون هٿ ۾ هيون. پوءِ خبر پئي تہ اهي سڀ غلط ۽ پراڻيون هيون. انهن ائڊريسن کي سانڍ ڪري نڪتاسين پاڙا پڇائڻ.

محمد علي روڊ کان 5-7 منٽن جي پنڌ تي اسٽيشن هئي جتان کان لوڪل ٽرينون بجلي تي هلندڙ بمبئيءَ جو بمبئيءَ ۾ ئي هلن ٿيون. سوچيوسين سندري ۽ اُتم سان ملجي. سندن پراڻي ائڊريس 'مٽونگا' جي هٿ ۾ هئي، سو ريل پڪڙي سين مٽونگا جي. ريل تي لهڻ ۽ چڙهڻ جو ڏيک پاڻ وٽ T.V. تي تيز موشن ۾ هلندڙ ڪارٽونن وارو هو. ريل جي دٻي ۾ گهڙڻ وقت ماڻهو 'مسٽر' تي گهڙي ۽ 'مهتر' تي نڪري. اک ڇنڀ ۾ لهڻو چڙهڻو هو. ريل ڪنهن بہ پليٽ فارم تي منٽ کان وڌيڪ نہ ٿي ترسي. اندر دٻي ۾ جهڙو ڪر چوپاسي هنگ جي هڳ پکڙيل- شايد ڪنهن وٽ ٻاهر هٿا هنگ وارا يا شايد بمبئيءَ ۾ هنگ جو واهپو ئي ڪجهہ گهڻو هجي. لوڪل ٽرينن ۾ يا عام ريلن ۾ بہ مرد زالون گڏيل ڪمپارٽمينٽ ۾... اندر گهڙندي ئي ڏٺم جهڙو ڪر ڪوڙ سارا ڪوٽ هينگرن ۾ ٽنگيا پيا هجن. ڇوڪريون، مايون، نن‍ڍيون، وڏيون ڦرتائيءَ سان ڇت تي لڳل راڊ کي ٻنهي ٻانهن سان ائين جهلي بيٺيون هيون جيئن عيسيٰ صليب تي ٽنگيل هجي. ويهڻ لاءِ دٻي ۾ رڳو پاسن کان سيٽون هيون جن تي وڏي عمر جوُن مايون ويٺيون هيون- اما اُنهن سان ويٺي. مون کي راڊ تي هٿ رکڻ جي جاءِ بہ نہ ملي سو رش ۾ آئون

وري شاہ راڄ بدران ڪنهن مائيءَ جي تنگ جهلي بيٺي هيس.

'متونگا' آئي. لٿاسين ڪونہ پر لاٿا وياسين جو اسان پنهنجي هم-سفرياڻين کي سڄي واٽ اهڙيون هدايتون ڏنيون تہ شرافت سان لٿو اسان ڪان ڪونہ ٿيندو، متونگا اچي تہ اسان کي ڌڪو ڏيئي ڪيرائجو. آخر اسين هت پاڪستان جهڙي ملڪ کان آيا آهيون... اسان کي اهڙو تڪڙو لهڻ جي پريڪٽس ڪانهي. سفر جي 'مار' کان 'شل' ٿيل آهيون. اسان وٽ جلد لهڻ جو اهڙو 'لا' ئي ڪونهي...

'متونگا! متونگا ۾ سندريءَ کي ڳولهڻ!' اڄ بہ سوچيان ٿي تہ وار ڪانڊارجيو وڃن. اسٽيشن تي هڪ سنڌي همراهہ کو نواب شاهہ جو گڏيو. ائڊريس ڏنم ان جي هٿ ۾. چيم: مهرباني ڪري هن ائڊريس تي رسائي...

اسٽيشن جو ڦڙدو اهڙو سوڙهو هجي جو ماڻهو کي پاسي پاسي کان نہ پر هڪ ٻئي جي پٺيان لائين ۾ سوڙهو سنگهڙو ٿي هلڻ جي بدران ڇرتو ائين ٿي پيو جيئن سوڙهي ابدائي ۾ اڳٽ سُري... ابداڻ ۾ تہ خير 'جُون' جي گنجائش بہ نڪري سگهي ٿي، پر هت اهڙي گنجائش بہ نظر ڪانہ ٿي آئي. پندرهن - ويهہ منٽ ڦڙدو لتاڙڻ کان پوءِ آس پاس جي وائکي آبادي نظر آئي. ايڪڙ ٻيڪڙ ماڻهو. چڱي خاصي اوندهہ. چنڊ هو پر 'روشني' شايد سندري سان گڏ سمهي پئي هئي. نلي چنڊ جي چوڪيداريءَ ۾ سندري نہ لڌي سا نہ لڌي... ساندهہ ٻہ- ٽي ڪلاڪ پنڌ ڪيوسين. متونگا کان ڦري ماهم تي آياسين پڙن تي پساهہ ڪنندا- پچائيندا پنڌ ئي پنڌ. صائما جهڙو ٻارڙو ڪڇ ۾. آخر هٿي ماري وڃي سندري جو فليٽ هٿ ڪيوسين. پر واري فلئٽ مان پتو پيو تہ ٻئي جڻا- سندري ۽ اُتم ٻاهر ويل آهن ۽ ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ ورندا. مان ڪاغذ ٽڪر تي ساڻن لاءِ نياپو لکي ڏاڪڻ تان هيٺ لهي آيس.

جهڪي جهڪي روشني. ٽڪل ٽڪل ذهن. سندريءَ جي نہ ملڻ ڪري ذهن تي مايوسي. رات جا اچي نوَ لڳا.

ماهم کان متونگا، متونگا کان وري محمد علي روڊ جو واپسي سفر! ريل جو تصور... ماٺيي مان ڦري ٻيهر ڪارٽوني جنم ونڻ! اهو سڀ منهنجي لاءِ انتهائي نہ رڳو ڏکوئيندڙ، ٿڪائيندڙ بلڪ دل ڏاريندڙ هو.

هوٽن ۾ جيوت ڏوڙ ۾ فتحمند شخص کي سامهون ڦهليل شاهراهه پنهنجي ڪلهن تي چاڙهي پار ڪندي آ... شڪست کاڌل شخص لاءِ ڪو رستو ئي ڪٽ بچندو آ اڳيان پنڌ جو... ڇڻن ڪانڌين جي ڪلهن تي ته بوجهه پيو پاسندو آ...

سو فيصلو ڪيم ته بجاءِ پيرن تي زور ڏيڻ جي، پئسن تي زور ڏجي... سو هڪ ٽئڪسي جهلي واپس ورياسين 'ايشين لاج' تي... ايندي ايندي سو ايترو ڪيم جو ٽئڪسي واري کي 'بمبئي سينٽر' اسٽيشن تي روڪي بئي ڏينهن احمد آباد وڃڻ واري گاڏين جو ٽائيم ٽيبل پڇندا آياسين. پليٽ فارم تي هڪ ڪليءَ ته نه رڳو موزون ريل جو وقت ٻڌايو پر ٻئي ڏينهن ٽڪيٽون وٺي ڏيڻ- سيٽ تي جاءِ ڏيارڻ جو به واعدو ڪيو پنج رپيه خرچيءَ جي عيوض ۾... هوٽل وٽ لهي، مٿي چڙهڻ بدران ڀاسي ۾ هڪ ڪئبن نما هوٽل ۾ گهڙياسين. هال نما هڪ روم هو. ڇٽن ٽي پاسي ويکر ۾ سوڙهيون ميزون، اسان جي ڦهلاءَ جي ڊپ کان سُسل ڪرسيون ۽ ميزن جي وچ تي وڏا ٿالهه سؤنف جا، جن ۾ بطور ٽِپ ڪجهه سڪا چمڪي رهيا هئا.

نفسياتي اصول آهي ته ذهن گهٽ ۽ پوسٽ سان دباءُ هجي وات اهڙي ويل نڪاس لاءِ وينٽيليٽر جو ڪم ڏئي ٿو. گهٽو ڳالهائڻ، ٻُرو ڳالهائڻ ۽ گهٽو کائڻ جهڙي نندي وڏي ڪرت سان ماڻهو پاڻ کي کائڻ، کان بچيو وڃي. بئري مينو جي لسٽ ڏيڻ بدران آڱرين تي کاڌا ڳڻي ٻڌايا. مون ذري گهٽ سيني ڀاڄين جي هڪ هڪ پليٽ جو آرڊر ڏنو. امان ايترو کاڌو ٻڌي 'ٻل' ڏيڻ جي سوران جهڙو سوڙهي ٿيندي رهي. 'متان پوءِ ٻل جي ڊپ ۾ کاڌو دل سان نه کائي' جي ڊپ کان بئري کان ٻل پڇي اڳواٽ ئي ڏيئي ڇڏيم. سڀ کاڌي جا ڪل پنج رپيا. ڪاڇن سان دم ٿيل ٻلاءُ، ٽن ڇئن نمونن جون ڀاڄيون، پوريون، ٽي ڪوپ ڦوٽي واري دوڌ پتي چانهه. کاڌو مڙيئي اصلي گيهه ۾ رڌل. ذائقو اهڙو، جهڙو اسان جون وڏڙيون هِندُن جي هٿن جي ڀاڄيءَ جو مثال ڏينديون آهن...

صبح جو ساڳي هوٽل تان آئون چانهه جو ٿرماس ڀرائي آيس. ويهه پئسا في ڪپ 'دوڌ پتي' ۽ شايد پنڌرهن پئسا سادي چانهه... تيار ٿي بئگ بند ڪري اُسهياسين اسٽيشن احمد آباد ڪاڪا گنگارام سمرات سان ملڻ لاءِ.

ريل جي ارڙهن- اٺويهه ڪلاڪن جي سفر ۾ ڪائي رزرويشن نہ ٿي سگهي. ريل ۾ رزرويشن جي آئون هونئن بہ قائل ڪونہ آهيان جو جيوت سفر ۾ آخر ڪهڙي شيءِ آهي جا قدرت اسان لاءِ محض اسان لاءِ رِزرو رکي آهي؟ شايد ڪجھ بہ تہ نہ!

ريل جو سفر بہ زندگيءَ جي ڏکئي سکئي سفر جيان بهرحال گذري ٿي ويو. بجليءَ جي زوم تي زڪاوٽ ڪندي ريل ڪل مسافرن کي آمرانہ انداز ۾ ساڳي تيز رفتار ڪوڙن سان ڪٽيندي ڌڪندي ۽ ڊوڙيندي هلي. قرة ڪنهن هنڌ لکيو هو: 'هت زندگيءَ جي گهاٽي ۾ سموري عوام ساڳئي نموني پسجي ٿي، جت انٽليڪچوئل ۽ غير انٽليڪچوئل جي ڪائي تميز ڪانهي!' هت ريل جي گاڏي ۾ وري گهاٽي ڪان ڪهڙو گهٽ حشر هو! هت بہ مهمان يا ميزبان جي وري ڪهڙي تميز هئي! سفر چاهي ريل جو هجي ڪِن زندگيءَ جو- انسان جي ڪُل اتالي سان هر هنڌ گڙ بڙ گهوٽالو ئي آهي.

ٿين وڳي ڊاري جا ويٺل هجون ريل ۾ ... مٿان اچي سنجها وري هئي. ريل ۾ دريءَ اڏو ويٺي جو منظر نظر آيو، سو جڻ پنهنجو ئي حال پائي نظر آيو... ساڳيو جهڙو سنڌ جو نظارو! الائي ڇو ڪي منظر دل کي بود ۾ آڻن بدران بوجهل ڪري اکين کي ابر آلود ڪري وجهندا آهن. هيءَ سنجها ورتي سانوري شام! تيز ڏوڪيندي ٿڌڙي هوا! ڪنهن چيو آهي، 'مسافت ڪيڏي نندڙي ئي سهي- پر جڏن هوا درين مان ڏوڪي ايندي آ تيئن غريب الوطن جي دل بہ ڏک سان ائين ئي پرجي ايندي آ.'

سوچيم: ننڍڙي سفر جي هيءَ اٺڏهاڪ بنياد تي عارضي بي وطني ئي ايڏو سست ڪندڙ آهي دل کي- پوءِ انهن جو ڇا ٿيو جي صدين کان، سالن کان وار کان سنهي ترار کان تيز جلاوطنيءَ جي پرمننٽ پل صراط پار ڪري رهيا آهن. ڪَي ڪري رهيا آهن، ڪي ڪِري رهيا آهن. آزمائش جو هڪ لامحدود ڪوئي لانگ مارچ آهي، جهڙو ڪر 'ڪوفي' کان 'ڪربل' جو جت وڍيل ڏڙ پنهنجن وڇڙيل ڏڙن جي سڏن تي ڏڙا ڏڙ ڊوڙي رهيا آهن.

هلندڙ ريل ۾ دريءَ کان نظر ايندي هيءَ سانوري شام. پڏندڙ شفق آلود سج جو اَڏ. ترايين جي ڪناري ويٺل خاموش اَچا پکي. پنهنجن واهيرن ڏانهن ورندڙ مال. هيءَ پڏندڙ سج جو اَڏ وري سيان ساڳيو سجو ٿي

چمڪندو. هيءَ قطار ۾ ويٺل خاموش پکي وچي پنهنجي واهيرن ور ٿيندا. هيءَ سانجهين جو موٽندڙ مال به اجهو وڃي پيٺي پر ٿيندو. باقي انسان! جو هڪ دفعو اڏ ٿيو سدائين پيو پنهنجي باقي اڏ لاءِ واجهائيندو. شايد هن ڌرتيءَ تي انسان جي ڪاميڊي اِها آهي ته ڌرتيءَ جو جو ٽڪر هن کي ويهڻ لاءِ مليو ات اِتفاقن 'نو پارڪنگ' جو بورڊ لڳل آهي. سندس ٽريجڊي اِها آهي ته هلڻ لاءِ ڪيس ڌرتيءَ جي ٽڪر بدران سڄو 'ڌرتيءَ جو گولو' ڏنو ويو. اهو "شو پيس" ڪنهن مفڪر جي ڊرائينگ روم واري شو ڪيس ۾ بند آهي، جتان ڪان ٻاهر اچڻ جو ڪوئي رستو ئي ممڪن ناهي. اِن الانسان لفي خُسراً. انسان واقعي خساري ۾ آهي.

اڪيلي انسان پنهنجي خساري واري هار جي بها اجتماعي نموني تهذيب جي فتح جي صورت ۾ ماتي. هوئنن به 'تنهائي' جي شڪست 'تهذيب' جي فتح آهي. تهذيب سا به هند جي! سنڌ کان گهڻو مختلف ۽ مخصوص. هند جا رهاڪو ته هوئنن ئي پنهنجي تهذيب پريندئي سنُدور جي صورت ۾ پيشانيءَ تي چمڪائي گهمندا آهن. سندن سندور جي سڳنڌ هند جي هوائن ۾ به گهليل مليل پئي پاسندي. ماٺهو ماٺهو داٺي داٺي جيئن پنهنجي نصيب تي پنهنجي تهذيب جي مهر ثبت ڪري پنهنجي تقدير ان تلڪ جي ڇپر ڇانوَ تحت محفوظ ڪيو گهمن. ريل جو ڊبو ڪچا ڪچ مسافرن سان سٽيل هجي پر ورلي ڪو ڏسبو جو اِن سندور جي سڳنڌ کان سواءِ هجي. مون پنهنجي عمر ۾ پانت پانت جا ماٺهو ڏٺا آهن، پاڪستان جا ڪل صوبا گهمي آهيان، نموني نموني ڌرتيءَ جا حصا ڏٺا آهن: ڪا ڌرتي طباً غريب ۽ حليم محسوس ٿيندي ۽ هر ويل پنهنجي مظلوميت ۽ غربت جو احساس ڏياريندي رهندي. مثال طور شاهه نجف جي ڌرتي، جنهن تي پير رکندي روئڻ کان سواءِ رهي نه سگهجي. ڪا ڌرتي زوراور وات ڳاڙهي، خود غرض ۽ بي حيا محسوس ٿيندي. ڪنهن ڌرتيءَ جي رستن جا نالا به چڪن يا چڪلائن جهڙا هوندا، جنهن جا ماٺهو پنجن پاڻين جي ملاوت جو محلول پنج آبي هوندا. ڪا ڌرتي حيادار شرم وندي ۽ غيرت مند هوندي جا ڏارين جا ڏک سهي نه سگهندي ۽ شرم کان ائين ڦاٽي پوندي جيئن موهن جي دڙي واري ڌرتي! هند جي ڌرتي عام ڌرتين جي مقابلي ۾ ڪجهه سخت نظر آئي.

هوءَ هر ويل هر گهڙيءَ پنهنجي هوائن جي آڌار، پنهنجي تهذيب جي دوار، اوهان کي احساس ڏياريندي رهندي تہ اوهين هينئر هند ۾ آهيو. سرير پل اوهان کي پنهنجو هجي پر ساهہ لاءِ هوا اوهين هند جي کڻي رهيا آهيو. رزق پل اوهان کي پنهنجي نصيب جو هُجي پر 'روٽي' اوهي هِندَ جي کائي رهيا آهيو. هوائي اڏي کان وٺي هوٽل تائين، هوٽل کان ريل جي بند دبي تائين، هند جي مخصوص تهذيب گڏ گڏ سفر ۾ ساڻ رهندي. ايتري قدر جو وڏن ويڪرن رستن تان گهمندي، رستن تي کتل وڏا مذهبي رهنمائن جا بُت، ڪنهن آئسڪريم ڪائڻ جي ننڍڙي ڪول ڪارنر اندر چؤ پاسي ٽنگيل وڏين تصويرن ۾ ڪرشن ۽ سندس گوپين، راجائن ۽ مهاراجائن جون تصويرون اِئين آويزان هونديون جو مذهب تهذيب جو حصو نہ هوندي بہ تهذيب ۾ مذهب جو رنگ شايد محسوس ٿيندو ۽ انسان ڪن پل لاءِ هندڻ جي ڀڳواني بوتن ڏي سربسجود ٿيڻ بدران انهن هٿن ڏانهن پيو سر ٽيڪيندو جن جي ڪمال ڪاريگريءَ هنن ڀڳوانن کي تصور جا سور ڪائي جنم ڏنو. هند جو چپو چپو هوندن بہ فنِ تعمير ۾ ڪاريگريءَ جي لحاظ کان دنيا جي مقابلي ۾ آخري سَندَ آهي. شايد اهوئي سبب آهي جو هت ٻاهرين سياحن جا (ڳچي ۾ پاتل ڪئميرائن سان) ٺٺ لڳل نظر ايندا. ڪئميرائون سياحن جي ڳچين ۾ پاتل هونديون پر هت مقامي ماڻهو معمر شخص پيشانيءَ تي سندور ۽ نوجوان ڇوڪرا ڳچيءَ ۾ سنهڙيون زنجيرون ۽ ٻانهن ۾ ڪنگڻيون پاتل عام جام ڏسبا. انهن زنجيرن ۾ سنهڙا چانديءَ جا پترا اهڙا سهڻا جو ماڻهو ڏسيو ڏسي نہ ٿڪجي وارو قصو. ڳچي ۾ پاتل ننڍڙيون ميز ڪرسيون، بليڊ پالا، ڪاٽ ڪهاڙين کان وٺي ويندي، ڪرشن، راجائن ۽ مهاراجائن جا سنهڙي اُڪر سان مونو گرام. في اڪر ڏهہ رپيا. ڪي ڇوڪرا ٻٽيون زنجيرون پاتل بہ نظر ايندا. هڪ زنجير ۾ بليڊ پيو لڙڪندو تہ ٻيءَ ۾ انگريزي حرف اي بي سي هوندا جي پڪ سان سندن گرل فرينڊز يا مگيندين جي نالن جا پهريان لفظ هوندا. ڪڏهن حرف بليڊ مٿان هوندو تہ ڪڏهن بليڊ حرف مٿان، پر سچ پچ پنهنجي مگينديءَ يا گرل فرينڊ جي نانءَ تي حرف نہ آئيندا جو نيٺ تہ ٻانهن ۾ ڪنگڻ بہ هوندو آٿن. هوندن بہ هند جو مجموعي طرح ايوريج مرد طبيعتن سادو سودو ۽ اکين ۾ شرافت

پريل نظر ايندو. هند جي عورت سادڙي، سباجھڙي، سانوري رنگت، چيرولي اکين سان، سنهڙي بدن تي سوڙتي ساڙهي پاتل. اڪثر عورتن ڪي پويان بلائوزن جا وڏا گلا تراشيل. ھيءَ ھند جي عورت! ھن جي اک ڪيڏي سندر آھي! ھن جي اک حيادار آھي ان ڪري سندر آھي. عام عورت جي اک ڪان وٺي ويندي اندرا جي اک تائين. ھند جي اک جي جيڪڏھن پاڪستاني اک سان ڀيٽ ڪجي تہ ھند تہ ڏسي ٿي اندر جي اک سان پر پاڪستان ناڻ توڙي ناماچاري لحاظ کان مرداني خاني ۾ اچي ٿو. (ھت مرداني خاني کي مردا خانو يا مردارانا خانو نہ پڙھيو وڃي.) سو پاڪستاني اک کي بہ حيا آھي. اسان وٽ بسم الله وارو ڀلارو دور ڏسڻ جو شروع ٿيو ٿي ڪاٺي اک سان. سو اسان وٽ بہ حيا آھي، پر ھڪ اک ۾ اُھا جا ڪاٺي آھي. ٻي اک اڪثر لڙايل آھي، سا مشغول آھي.

’اک جو ڏءُ- ڀيٽ جي ٻک‘ واري چوڻي اسان وٽ ڀل سنئي سبتي ھجي پر ھند ۾ اُبتي ھلندي ڏسبي. ٿوري ڪٽڻي گھڻي برڪت واري چوائي، ھند ۾ ڪافي سستائي ڏسڻ ۾ آئي. ڪنھن وڏي اسٽيشن جي پليٽ فارم تي بيٺل ريل ۾ دريءَ آڏو ساوا سندرا چيلھ سان ھڏيو پنھي ھٿن تي ’روٽيءَ‘ جي ٿالھي سجايو ٻٽرا ’روٽي... روٽي‘ جا سڏ وجھي رھيا آھن. روٽيءَ جي پوري ٿالھيءَ ڪُل قيمت ساڍا ٽي روپيا. ٿالھيءَ ۾ پوريون، پٽاٽا، دال، دھي، چانور ۽ ٻيون پاڇيون ڪسٽر وغيره، پنھنجي پنھنجي جاءِ ھر ڪانچي ۾ ائين فٽ ھجن جيئن موتي منڊيءَ ۾ فِٽ. ان ڪانسواءِ پليٽ فارم تي پوريون، پٽاٽا، ڀڪان ۽ ڀيل پوريون ترڻ وارا بہ جام نظر ايندا. ڪاڏي جون شيون ايڏو عام جام پوءِ بہ اڪثريت ماٺھن جي بجاءِ مارو ڪرڻ جي جھڙي ’جام‘ ٿيل. گھڻي ڀاڱي مسافرن جو پاڻ سان آندل روٽي پاڻي تي گذارو. ڪي رڳو ڏسيو ۽ ڏسي ٿي ڏءُ ڪري ويلو ٽارڻ ۾ خوش. لڳو ائين ٿي تہ ھت ھند جا ماٺھو ڪاڏو رڳو جيئڻ لاءِ کائين ۽ مرڻ لاءِ بچائين، جو اسان ڪي جيئري تہ ڪبي پر مٺي بہ ڪبي ٿي ڪبي.

سفر ۾ سوغات بہ ڪبي پر سوغات اھڙي جا ٽائيم ۽ اسپيس جي پابندين کان مٿيري ھجي ۽ دل کي ڏيڏ ۽ روح کي راحت بخشي. اھڙي سوکڙي وٺڻ واري ھٽ جو تہ مان مٿانھون تہ آھي ٿي پر ڏيڻ وارو ھٽ تہ ھوئڻ ٿي وٺڻ

واري هٿ کان مٿيرو ۽ بلند آهي. ٿيو هيئن جو جنهن ڏهي ۾ اسين ويٺا هئاسين، اُتِ ڏهه ٻارهن پير پريان هڪ هندو ڪٽنب سفر ڪري رهيو هو. منجهن هفتي ڏيڍ جو ڇاول هڪ ننڍڙو ٻارڙو بہ هجي. ان ٻارڙي جي روئڻ جو آواز جيئن ئي صائما جي ڪنن تي پيو، جا هونئن ئي مسلسل سفر کان سخت بيزار ۽ چڙچڙي ٿي پئي هئي، تيئن صائما مائي ضد ٻاريو تہ "مون کي وٺي هلي اِهو ٻارڙو ڏيکاريو." کيس هڪ بہ دفعو ڪڇ ۾ ڪري هلندڙ ريل ۾ وچي ٻارڙو ڏيکاريم بہ سهي پر سندس هر دفعي جي ضد تي گهڙيءَ گهڙيءَ اچڻ وڃڻ ڪجهہ مناسب ڪونہ لڳم جو اُن خاندان آڏو وچ ۾ پيل سامان تي هڪ عرب سگورو اچي ويٺو هو. منهنجي هر دفعي جي اَچڻ وڃڻ ڪري کيس جو نوٽيون ۽ ٺڏا ٿي لڳا سي خود مون کي ڪين ٿي وڻيا. شايد اُن عرب کي وڻيا ٿي جو هر ٺڏي تي هڪ قدم وڌندو اُن خاندان ۾ گهڙندو ٿي ويو. مون صائما کي ٻارڙو ڏيکارڻ بدران هاڻ عرب ڏيکاري کيس سرچائڻ جي ڪوشش ڪئي: "ڏسُ امان: هي عرب مٿي تي رڏتو رکي ويٺو آهي." عرب کي مٿي تي دسترخوان جهڙو پوتڙو پاتل هجي. اُن پوتڙي مٿان اُپي اُڪريءَ جهڙي ٽوپي ائين پاتل هجيس جيئن عام طور ڙالون پٽ کي دم ڏيڻ لاءِ ديڳڙي تي آلو ڪپڙو وجهي مٿا اُڪري اُپي ڪري رکنديون آهن. ڇوڪري نہ سرچي سا نہ سرچي. سندس روئڻ جو آواز اُن خاندان جي ڪنن تي پيو. نوزائيده ٻارڙي جو پيءُ ٻار کي رهڙ تي وجهي رلڪيءَ ۾ ويڙهي اچي مون آڏو بيٺو. چيئي: "جيسين تنهنجو ٻارڙو سرچي تيسين هيءُ منهنجو ٻارڙو پل تون پاڻ وٽ رک." نہ چاڻ نہ سڃاڻ. هو هند جو رهاڪو، آئون سنڌواسي. پنهنجو ٻارڙو منهنجي هنج ۾ ڏيئي جڻ سموري هند منهنجي جهوليءَ ۾ پري ويو. ٻارڙي کي گهڻيءَ دير رکڻ مناسب نہ سمجهي ٻارڙو مون پيءُ جي حوالي ڪيو. هن صائما کي ڏسي پيار مان کيس ڀچڪاريندي چيو، "بي بي، تون هلي اسان وٽ ويهه. هيءُ ٻارڙو تون پاڻ پنهنجي هنج ۾ سنڀار." صائم ٻارڙي جي لالچ تي ساڻس هلي وئي. هن شخص پنهنجي هنج ۾ صائما کي ويهاريو ۽ صائما جي هنج ۾ پنهنجو ٻارڙو وڌو. ڪِن رکي جا وچي ڏسان نہ صائما ٻارڙي کي ڏو گبرو هنج ۾ ڪري پاڻ اُن جي پيءُ جي هنج ۾ آرام سان ستي پئي آهي.

هند جي هندوري ۾ سنڌ کي اهڙو آرام ۽ سڪون سان سمهندي ڏسي منهنجي دل جو سڪون محسوس ڪيو، سفر ۾ خوشگوار احساس جي اها مالا مال سوکڙي ساهه سان اڄ به گڏ اٿم.

هند جو وقت ۽ ڪرنسي ٻئي پنهنجي پاڪستاني وقت ۽ ڪرنسي کان مختلف آهن. هو وقت ۾ اسان کان اڌ ڪلاڪ اڳيان ۽ رپئي ۾ اسين هنن کان چار آنا پٺتي پيل آهيون. هند جي بئنڪ اسان واري رپئي جي قيمت جي موٽ ٻارهن آني ۾ ڏيندي. پاڪستاني فقير خيرات ۾ گهُر هڪ رپئي کان گهٽ جي نه ڪندو جڏهن ته ڀارت ۾ هڪ رپئي جو نوٽ جيڪڏهن ڪيسي ۾ آهي ته ماڻهو پاڻ کي امير پيو ڀائيندو. شروع شروع ۾ هند جو رپئي وارو نوٽ اسان کي سمجهه ۾ نه پيو اچي. ريل ۾ ڪا شيءِ تول وٺندي هر دفعي ڪڏهن مون کان ته ڪڏهن پنهنجي ڀر واري مسافر کان ٿي پڇيائين: "آبا، هيءَ گهٽي جو نوٽ آهي؟" اسان جي ڀر واري سيٽ تي هڪ شڪل شبيهه جو چڱيرڙو پڙهيل ڪيل سوٽيل بوٽيل شخص سفر ڪري رهيو هو. آئون احتياطن خاموشيءَ جي ڪوشش ۾ هئس جو نه ٿي چاهيم ته هرويرو هت ڪنهن کي خبر پوي ته اسين نه رڳو هت اوپرا پر بنهه اوپرا آهيون. وڏي ڳالهه ته هيڏي سفر جي سختي سهڻ کان پوءِ جنهن اسٽيشن تي لهنداسين ات اسان کي ڪوئي وٺڻ به ڪونه ايندو. هو شخص سمجهو هو، سو سمجهي ويو. نيٺ هن سڌو مون کان سوال پڇيو، "اوهين هت شايد ڪٿان ٻاهران کان آيل آهيو؟" مون ڪيس نديڙو جواب "جيءُ" جو ڏنو. پر امان ڪيس سچي هسٽري شيٽ کولي ٻڌائي: "آبا، گنگا رام وٽ ٿا وڃون ۽ اجهو هيئن ٿا وڃون." هو شخص ڳالهه ٻڌي سخت حيران ٿيو. سنڌ کان هند جو سفر! محض هڪ خط جي آڌار تي؟ هُن چيو، "هڪ ته احمد آباد خاصو پري... پوءِ سهج پور به اچا پري. هيءَ گاڏي اسُر جو اوهان کي تين چئن وڳين ڇڏيندي اوهين ڪمهلو هن جي گهر ڪيئن پهچنديون؟ وڏي ڳالهه ته جنهن شخص وٽ وڃي رهيون آهيو، ٿي سگهي ٿو اهو شخص ڪم سانگي شهر کان ڪٿ ٻاهر ويو هجي [illegible] وغيره وغيره."

مسڪينات جو رهو سچو [illegible] [illegible]

جي بدران رڳو ايمان جي آڌار تي [illegible]

پنهنجي ڪنهن مطلوب ماڳ تي لهي پيو، جو عقل تي هلندڙ همراهن کي اسٽيشنون جهٽ ملي پونديون آهن. ڳالهه هِت اسان ٻارن جي اهي جن کي ويجهڙائيءَ ۾ ڪا جنڪشن نظر ٿي ڪانہ اچي.

احمد آباد واقعي اُسر جو ٽين چئين وڳي آيو پليٽ فارم تي ڪاري رات بلبن جي روشنيءَ کان هارايل ٿي لڳي. صلاح ٿي تہ فجر جون چار گهڙيون ويٽنگ روم ۾ گذارجن، پوءِ صبح ساجهر جو سج جي ڪنهن ڪِرڻ جي ڪُنيءَ ۾ پاڻ کي اٽڪائي اُن جي روشنيءَ جي رهنمائيءَ ۾ 'مڪان' ڳولهجي.

ويٽنگ روم ۾ سامان رکي ساهي پَٽي چانهہ سان پاڻ کي چاهي ڏيئي ٿورو ڦڙت ٿي آئون پليٽ فارم جو ٿورڙو جائزو وٺڻ لاءِ ٻاهر آيس. ايجا ٿورو ٻاهر اچان تہ ڏسان هڪ ٽئڪسي وارو ٿورو ڪروندڙو ٿي پاڻ تي ڪنبل اوڍي اڳين سيٽ تي جهوٽا کائي رهيو آهي. مون ائين ئي ڪانئس ڪُني پڇيو: "آبا، سهج پور هلندين؟" وراڻيائين: "ها." ڪيس سڄي صورتحال سمجهايم تہ سهج پور اسان جو ڏٺل ڪونهي. جنهن گهر ۾ وينداسين اُهو گهر بہ ڏٺل ڪونهي. وڏي ڳالهہ تہ جنهن گهر جي مالڪ سان ملڻ وڃي رهيا آهيون، اُهو مالڪ ئي ڏٺل ڪونهي. مطلب اِن سموري ڳالهہ چوڻ جو اِهو هو تہ ٽئڪسي وارو سموري جوابداري پنهنجي سر تي کڻي اسان کي مطلوب ماڳ تي رسائي. چئين ٻنجين جو وڳڙو. رستن تي خاصي اوندهہ. ننڍاڪڙي چنڊ جي اوٻاسين ۾ آسمان ۽ تارا بہ جهڙا نيم ستل. احمد آباد جا وڏا ويڪرا شاهي رستا ڏسي دل جهڙي سسڻ پئي لڳي. مون سمجهيو هو احمد آباد ۾ سهج پور ائين هوندو جيئن حيدرآباد ۾ ٽنڊو ولي محمد آهي. پر هت لڳو ٿي تہ رستو کٽڻ جو نہ هو. ٽيڪسي اونده کي اُڏاريندي مسلسل هلندي رهي. ڪٿ ڪٿ ڪنهن مندر يا ٽڪاڻي ۾ وڏن وڏن پٿرن مان ٺهيل رنگين بُتن آڏو چمنيون ۽ ڏيئا ٻري رهيا هئا. لوبان جي مهڪ هوا ۾ رلجي ذهن کي نستو ٿي ڪيو. ڪٿ ڪٿ ڪا پوليس چوڪي نظر ٿي آئي جت پوليس وارا اسٽيشن تي مٿا ٽيڪي 'ننڊ' ۾ جاڳي رهيا هئا. اونده ۾ اوپرو ماحول جت ذهن کي ڊِچ وچان هوشيارڀندڙ هو، اُت وڏن ويڪرن رستن تي تڏڙي هوا دل کي سست ڪندڙ لڳي. رستو لڳو ٿي کُٽڻ جو ني نہ آهي، ۽ اُن وقت حالت وري اسان جي ائين هئي جو ٽيڪسي وارو جيڪڏهن پنهنجي در تي لاهي

چوي ها، 'اِهو اٿانوَ گنگا رام سمراٽ جو گهر' تہ اسين بہ ڪ سان احمد آباد جي ڪل ماڻهن جي گهرن ڪي گنگا رام جو گهر سمجهي گهڙي پئون ها.

سهج پور جي نيم ستل رستي تي هڪ چوڪيدار چلم ۾ تانڊو پاري رهيو هو. ٽيڪسي واري ڪانئس پتو پڇيو پر هن لاعلميءَ جو اظهار ڪيو. اتفاق سان اسان جي پٺيان ڪا ويگن اچي رهي هئي. اُن ويگن واري رڙ ڪري چوڪيدار کي چيو، "اڙي، پريس والا گنگا رام نهين جانتا هي؟"

ويگن واري جي رهنمائيءَ ۾، اڳيان هُو، پويان اسان جي ٽيڪسي، سڌو اچي ڪاڪا جي در تي لٿاسين. جيسين ٽيڪسي وارو در تي گهنٽي وڄائي تيسين مون ٻاهر وايو منڊل جي واٽڪ ورتي:

صبح صادق جو پهريون سلام پکين پر پکيڙي وڻن جي لامن تي لاتيون لهندي ڪيو. باقي سوا گت سوئرن ڪيو جي هت هُت ائين گهمي رهيا هئا جيئن اڪثر گهرن ۾ ٻليون ۽ گهٽين ۾ ڪتا گهمندا آهن. الائي ڇو اسان وٽ عام طور لفظ 'سوئر' بطور گار يا ڪرب ۽ ظلم جو احساس ڏيارڻ لاءِ استعمال ٿيندو آهي. پر هت سچ پچ جا ايڏو ويجهو ايترا معصوم سادا ۽ صوبر سوئر ڏسي پنهنجي اندر جو سوئر وڏيڪ ظالم ۽ زوراور نظر آيو. هيڏانهن هوڏانهن گهمندڙ سوئر اسان کي ڏسي اسان جي پيرن تي ائين ٻوٿيون رکڻ لڳا ڄڻ انسان جي اندر جي سوئر جو زهر چٽيندا هجن.

سڄو پاڙو ڄڻ ڪنهن هڪ حويلي جي چوڏيواريءَ ۾ محفوظ ٿي لڳو. وچ پيچري تي دکي سان ٻڌل نلڪو هجي جت ڪا مائي مٽڪا ڀري رهي هئي. ڪا صبح ساجهر ٿانوَ ڌوئي رهي هئي. ماين آڏو ٻارڙن جو هڪ ڌبلو هجي جي راند ۾ گولو ٺاهي گهمي رهيا هئا. ڪجهہ ڳائي رهيا هئا صبح ڪاذب جو رام جو گيت:

بن ۾ نہ وڃ رام، منهنجا نيڻ روئندا،
توکي اُڃ لڳندي، پاڻي ڪير ڏيندءِ؟
توکي بک لڳندي، ماني ڪير ڏيندءِ؟

پويان جا اکر ياد ڪين اٿم پر الل صبح جو ٻارڙن جا ٻهڪندڙ چهرا ۽ سندن پيارا ٻول ڪن کي بيحد ڀلا ٿي لڳا.

پيچري کان پريان ننڍڙي پاٽيءَ جي ڪاڻ اُن ڪاڻ ڪان ڪجهہ پريرو ريل

جون پنڙيون، لئيون، لوڙهن، وڻن ٽڻن جا جهنگلا. ڪاڪا جي در آڏو پڪين سرن سان پڌل ٿلهو هجي، جت پر ۾ هڪ ڪٽ اُپي رکيل هئي جنهن پٺيان هڪ مادي سوئر پنهنجن ٻچڙن کي تازو ڏارائي اُٿي هئي. انتهائي نج سادو ۽ جفاڪش ماحول. لڳو ٿي، هت ماڻهن کان وٺي مرڻن تائين، جيوت صبح جي ماڪ ۾ منهن ڌوئي پنهنجي فرض پنهنجي فطرت ۾ جنبي ويندي آهي فنا ٿيڻ جي حد تائين ۽ سج جي روشني ۾ وري نئين سر جنم وٺندي آهي ڪايا جي ڪرنڊل ۾ مکڙين جيان چڪڻ لاءِ. سنجهي ويل سڄي ڏينهن جو حساب ڪتاب! نپايل فرض چانديءَ جي سڪن جيان چنڊ جي روشنيءَ ۾ چمڪندو آهي. ۽ جيوت پنهنجي ڪمائيءَ تي اطمينان جو آرس پيچي وڃي بستر تي آرامي ٿيندي آهي.

ٽيڪسي واري در تي گهنٽي هنئي. جواب ۾ اندران ٻنڻ اَن ٿيو، ٻاهر در تي لڳل بلب ٻريو ۽ پوءِ در کليو. سامهون ڪاڪا بيٺو هو. سندس تيز اکين جي روشني آڏو بلب جهڙو پلڙو ٿي لڳو. الائي ڪيئن، کهڙي آڌار تي سڃاتئين! اُتان در تي ئي وراڻيائين: "اڙي گڏي!" چيم: "ها، ڪاڪا برابر آئون ئي آهيان." ڪن پل ۾ ٻاهر آيو. مون کي چيائين، "تون اندر هل، مان پاڻ سان ٿو سامان کڻي اچان."

اندر وياسين: هڪ روم هو جنهن ۾ ڪاڪا جا ٻار ۽ ڪاڪا جي گهر واري آرامي ٿيل هجن. شايد گهنٽي وڄڻ جي آواز تي ڪاڪا جي گهر واري کٽ تي اُٿي ويٺي هئي، اسان کي ڏسي اُٿي بيٺي. آئي ۽ اَچي ڀاڪرين پئي. جهٽ پٽ ڏار ستل ٻارن کي سهيڙي گڏي هڪڙي پلنگ تي ڪيائين. اسان کي ٻہ ويڪريون ڪٽون نويڪليون ڪري ڏيئي پاڻ جهٽ ويٺي چانهه جو سانبهو ڪرڻ. ڪاڪا ٽيڪسي مان سامان لاهي اچي ڀاسيرو ڪيو. مون کان سفر جو حال بہ پيو پڇي. نذير ناز جي خيريت معلوم ڪندي مرڪي بہ پيو. مون ڏي ڏسي خوش بہ پيو ٿئي. اَمان کي ڏسي چوڻ لڳو، "اڙي گڏي، تنهنجي امان کي ڏسي تہ سموري سنڌ جا سالن کان وڇڙيل هئي جهڙو اوچتو منهنجي گهر پنهنجو پاڻ هلي آئي آ. پڪي نج سنڌياڻي اٿيئي تنهنجي ماءُ. ساڳي سنڌ واري سادگي، ساڳي سنڌ واري."

جنهن روم ۾ اسان جو ديرو هو ان سان لڳ هڪ ننڍڙي ڪوٺي هجي

جنهن ۾ ڪاڪا جو پلنگ، پاسي هڪ دريءَ تي ريڊيو ۽ سامهون ميز ڪرسيون رکيون هجن. ڪتابن جا انبار سامهون ميز ۽ ڪٻٽ ۾ دريءَ تي ڪاڪا جو ٽيلهو هجي. مون کي سڌ ڪري اُن ٽيهي مان ٽي چار مهينا پهرين منهنجو لکيل خط ۽ ٻيا ڪوڙ ڪڍي ڏيکاريائين. چيائين "ڏس، هيءَ تنهنجو خط، جنهن ۾ تو ڇڙو سرسري طور انڊيا اچڻ جو لکيو هو. پر مون هٽ پنهنجن سمورن دوستن کي مختلف شهرن ۾ خط لکي ڇڏيا آهن جيئن توکي انڊيا جي ٻين شهرن ۾ ڪا تڪليف نه ٿئي."

چانهه پي حال احوال ڪري اسين ٽورو آهلي پياسين. اِن وچ ۾ ڪاڪا صبح جو سنان ڪري، اڇو وڳو اوڍي، تيل سرمون پائي ويو ياڄي پٽي وٺن، جو اِها ڪِرت ڪاڪا جي روزمره جي نيم ۾ آهي.

لاٿي ڪيڏي سهي ڪاڪا بازار مان موٽي آيو، ناشتو نهيو، ذهن کي جاڳ هوندي به حواس جهڙا نستا ٿيا پيا هجن جو هو اچي منهنجي سيرانديءَ بيٺو. چيائين: "ٿڪل برابر هوندئين، پر اُٿ، چند اديب دوست توسان ملڻ آيا آهن. ڀل ڪجهه دير لاءِ ئي سهي، تون هلي ساڻن مِل." ڪاڪا جو بازار ويو هو ياڄي وٺڻ، اُت رستي ۾ ڪيس ڀاءُ هنس راج پنجابي مليو. ڪاڪا ساڻس منهنجي اچڻ جي ڳالهه ڪئي ۽ هن پنهنجن ٻين يارن سان ۽ اهڙي طرح مڙيئي دوست اچي ڪاڪا جي گهر پيڙا ٿيا. ادو هنس راج پنجابي، ڀاءُ هوند راج بلواڻي، ڀاءُ پريم پرڪاش ۽ ادو شيام رام رکياڻي- چار ئي دوست اچي ويٺا ڪاڪا جي ڪتابن واري ڪوٺيءَ ۾ جو اِن ڪوٺيءَ کي ٻاهران رستي تان به دروازو هو. سندس گهر کي تازو چُن جي پوچي ٿي هئي جو ڏياريءَ جو ڏڻ ويجهو اچڻ وارو هو. ننڍڙو نويڪلو گهر، صاف سٿريون پٽيون. سدا سڀاجها ڀاتي: ننڍڙو ڪڪو صائما جيترو، ڪِڪي چوڏهن پندرهن سالن جي ۽ اِنهن ٻارڙن جي ماءُ. وڏو ڪِڪو پرڻائي ڌار گهر ڏئي ڪيو اٿن. گهر جي سادگي ۽ صفائي مڪينن جي ستر پوشي جي ساکي ٿي لڳي. لڳو ٿي ته هٽ بنگلن ۾ وسندڙ پِڙ پانگ اُداسي ۽ بيماري نه پر جيوت جو صحيح تصور پلجي رهيو هو. آئڊيل محبت جي چؤديواريءَ سان محفوظ گهر جت دين ڌرم، علم حلم، صحت سکيا- سڀ ڪجهه پنهنجن ڀاتين منجهه ڀاتين سان گڏ پلجي رهيا هئا. شايد جنڊڙيءَ جا

منفي رحجان جي جيوت کي سُري جيان کايو سا ڙيو ڇڏين، ڏياريءَ جي ڏڻ تي هر ڀارنهين مهيني جراثيم ڪش ڇُڻ جي ليپي سان لهيو وڃن- ۽ انسان هر ورهيہ وري ايندڙ ورهيہ تائين تازو توانو ڏوتو ڀوتو ٿيو پوي.

چار ئي دوست مڙي آيا ملڻ. نسون نستيون ئي سَهي پر مريادا بہ ڪا چيز هئي. رئو رکي مٿي تي وڃي کين ڪيڪاريم. يا ڪين الائي هنن ڪيڪاريو. ڪنهن، ڪنهن کي ڪيڪاريو، پتو ئي ڪِٿ پيو! لڳو ٿي الائي ڪهڙي جڳ، ڪهڙي جنم سيني سائين جو ضمير ساڳي مِٽيءَ مان جڙيل هو. مختلف جسم ساڳي ٻولي ڳالهائي رهيا هئا. جدا جدا ماڻهو ساڳي ئي محرڪ جي ٻَل تي تڳي رهيا هئا. سنڌي ٻوليءَ جو ٻَل! سنڌ جي ڌرتيءَ جو دَم! ادبي ڪيتر جو ڏيڍ!

پريم پرڪاش سڪن واري سونهاري ۾ سيني کان نيارو هجي. وات تي گهڙو مَٽ سو گهٽ هجيس. رکي رکي ريمارڪس اهڙا ٿي ڏنائين جو وَئي ئي دل خوش ٿيندي. ڏاڍو ذهين ۽ Witty نوجوان. شيام رام رکياڻي ائين هو جيئن آسان وٽ جسم ۾ عبدالقادر جوڻيجو ۽ مزاج ۾ عبدالجبار جوڻيجو آهن. جبار ڪڏهن ڪڏهن حرام ٻائيءَ ۾ هٽي بہ ويندو، پر رام رکياڻي اَصل رک ۾ رهندو. ٿوري ڳالهائڻ ۽ گهڻي سوچڻ وارو هيءَ ڀاءُ لڳو ٿي، انسان تہ ڇا ڪيولين کان بہ ڪيٻائيندو هوندو. هَنس راج پنجابي! جهڙو بدن جو ڳرو ڀاڻ تهڙي ڪاريائين ڳري ماني... احمد آباد جي ٻن ڏينهن واري پروگرام ۾ ڀهرين ماني جهلڻ وارو ادو هنس راج هو. سندس جسم ۾ گوشت گهٽ پر شفقت گهڻي ڀريل لڳي. سِلوموشن ۾ سندس مسڪراهٽ ڪيس تہ ٿهلايو هو پر ڏسڻ وارو بہ پيو ٿولجندو. لڳو ٿي ڀاءُ هنس راج وٽ جسم جي وزن کان وڌي ذهن جي وزن تائين صبر ۽ شڪر جهڙا گُڻ گهڻا ڀريل آهن. سندس پتني 'رجني' ۽ بہ سمارٽ ڪِڪيون سندس متاع حيات آهن جن سان ٻوءِ ٻئي ڏينهن تي احمدآباد جون گهٽيون گهمڻ وياسين. پڇاڙيءَ جو ٿڪجي هڪ آئس ڪريم جي دڪان تي سڀ نمونا آئس ڪريم جا گهرائي، اَلائي گهڻيون ٻليٽون چَٽ ڪيوسين، ڪُل بِل آيو پندرهن روپيا جو جهٽ ڏيڻ ۾ مون کي عار ڪونہ ٿيو.

هوند راج بلوائي! گنيرتا ڀريل اکين ۽ خاموش لهجي ۾ ڳالهائيندڙ

سنڌي ٻولي ۽ ڪلا جو پڪو پرتيوان. ٻارڙن جي ادبي ڪيتر جو ڪنٽهار. ادو هوند راج! ڏيرج سڀاءَ وارو منهنجو پيارو ادو جنهن کي اڄ به پنهنجي گهر جي اڱر ۾ نويڪلي ويهندي آهيان ته ياد ڪندي آهيان. ماڻهو نارمل رهڻ لاءِ ٽائيم ٽيبل تي زندگي گذاريندا آهن پر آئون پنهنجي پيار جي تشفيءَ لاءِ وقت به وقت هوند راج کي ساريندي آهيان. چٺي چپاٽي، خط پٽ جي پل ڪان سواءِ ٿي سندس پيار مون کي هند پار ڪندو آهي ۽ آئون محض ثواب خاطر ڪيس ساري ڇڻ ڀاڻ کي سيرياب ڪندي آهيان. ڪڏهن ڪڏهن هڪ ٻيو پيار به دل کي زيربار ڪندو اٿم. اُهو پيار اٿم ارجن سڪايل جو جنهنجو بسيرو بمبئي ۾ آهي. جنهن جو ڪتاب 'آ ڪانگا ڪر ڳالهڙي' پڙهي اڄ نه دل روئي روئي ويهندي آهي. ڊاڪٽر ارجن پنهنجو هي ڪتاب سنڌ جي اُنهن ڪانگڙن نالي ارپيو آهي جي ڪڏهن سنڌ ۾ سندس گهر جي اڱر جي وڻ تي اچي ويهندا هئا. ڊاڪٽر 'سڪايل' سنڌ جو سڪايل آهي. مون کي هڪ وار ڪيس ڏسڻ جي سِڪ آهي. ڏک پنهنجي سِڪ جو اٿم جا الائي پوري ٿيندي يا نه ٿيندي! الائي ڪيترو بوجهو دل تي سهي سندس ڪتاب پڙهڻو پوندو اٿم. 'ارجن سائين! تنهنجا ڪانگا ته توسان گڏ تو جيان ٿي وکري وچڙي ويا هليا. هاڻ ته تنهنجي سنڌي ٻوليءَ ۾ تنهنجي پڪار الائي سمجهن نه سمجهن باقي سنڌ جي هڪ ڪوئل اڄ به توکي پنهنجي پوري درد سان پڪاري ٿي!'

قلم الائي ڇو پيار جي ترڪڻ تي هيڏانهن هوڏانهن ترڪيو ترڪيو وڃي. ڳالهه ته ڪيم ٿي ڪاڪا واري ڪوٺيءَ ۾ چئن يارن جي چؤياريءَ جي، جن پيار جا پيلر هڻي راحت جو هڪ ٻيو روم اڏي ڇڏيو هو روح ۾! هوند راج جو ذڪر ڪندي قلم کسڪيو هو. جنهن پٺي ڏينهن صبح ساجهر ٻاهر ٿلهي تي کٽ تي ويٺي هيس جو اچي مون پر کٽ تي ويٺو هو ۽ پنهنجي يارن لاءِ سنيها ڇپيا هئا پنهنجا ويچار ورتايا هئا سنڌ لاءِ، سنڌي ادب لاءِ. ڪڏهن ولي رام کي ٿي ساريائين، ڪڏهن ظفر حسن جو ٿي پڇيائين ته ڪڏهن طارق اشرف کي ٿي پچارياٿين. چئي ۽ "سنڌ ۾ سنڌي نوجوان خاصو تخليقي ادب تخليق ڪري رهيا آهن. سنڌ ۾ تخليق تي زور آهي جڏهن ته هند ۾ ادب جو گهڻو زور تحقيق تي آهي جو تحقيق جي اڏار اِنسان تنکو تنکو

ڪٿو پنهنجو ادبي سرمايو ساڻ ڪري پنهنجي پيرن هيٺان پنهنجي ثقافت جي پَل اڏي سگهي ٿو جنهن کي پار ڪري هو پنهنجو وجود ڪٿ ٻہ ڪيئن ٻہ بچائي ۽ ميچائي سگهي ٿو.“

شايد اهو ئي سبب آهي جو مون جيترو سنڌ جي صوفين تي تحقيقي ڪم، سنڌي سورمائن تي لکيل ڪتاب ۽ سنڌ تي لکيل سووينئر جيڪي پوءِ مون بمبئيءَ ۾ پاءُ اُتم وٽ ڏٺا، ايترو ذخيرو سنڌ ۾ خود سنڌالاجي وٽ مشڪل سان ملندو.

هوند راج پڌايو، ”هت احمد آباد ۾ بمبئي کان پوءِ ٻي نمبر تي سمورا سنڌي هت ئي وسن ٿا. گجرات تہ ڄڻ سنڌين جو ئي گهر آهي.“ چئي: ”آئي آهين تہ پيڻ هت رهہ. احمد آباد جي ٻين اديب دوستن سان مل. احمد آباد گهم، گهمڻ جهڙو شهر اٿئي. هت سلطان قطب جو نهرايل تلاءُ آهي جو ڏسڻ وٽان آهي. هڪ اهڙو مُوي، منارو آهي جو هڪ مناري تي چڙهي اُن کي لوڏ تہ ٻيو منارو بنا ڪنهن اسپرنگ پاٿيهي پيو لڏندو.“ وغيره. شهر گهمڻ جو گهڻو ئي. مِلڻ لاءِ ماڻهو بہ گهڻيئي. پر سفر جي عمر تہ اُهائي ماڪ ڦڙي جيتري. ماڪ، مکڙين جو منهن ڌئاري سج ڏسيو سُڪيو وڃي پر سفر اِنسان جو اندر اُجاريو ڇڏي. عمر جي سج لهي ساڃهي ٿئي تہ يادن جو چنڊ ڪِڙيو بيهي آڪاس تي. جيتري عمر چنڊ جي اوتري يادن جي. نہ چنڊ کُٽي نہ يادون ئي ٽٽن.

هڪ ياد ڪاڪا گنگا رام سمارٽ جي، جنهن کي سچي لکڻيءَ ۾ شايد ياد ئي ڪون ڪيم. پيلا پنهنجي جسم جيءَ حصن کي بہ ڪوئي ياد ڪندو آهي؟ جسم سان ئي تہ جهان آهي. ڇڙياري وارو روم ڪٿ اڏيان ها روح ۾ جي ان ڪونيءَ کي ڇپر ڇانوَ لاءِ ڇت نہ هجي ها ڪاڪا جي عمر پل هجيس پنجهٺ، ستر ورهيہ. پر ليکو ماڪيءَ وارو جيڪا جيئن پراڻي تيئن مٺي! مٺاڻ بہ سا ڏادي وٺيس. سو آئون بہ هت سنڌ ۾ مٺاڻ جو پهريون گراهہ سندس ناڻءُ جي ورن ئي ڪاٺيندي آهيان. مٺاڻ پل وٺيس بيحد پر ڪاٺيندو احد جي حساب سان. يعني ڏينهن ۾ فقط هڪ گهمرو. هونئن بنه ويشنو آهي. مٺاڻ پل پاڻ کائي، پر جي ڪنهن ٻئي تي منيان اچيس تہ پل ٻي ڏر مٺاڻ کائي نہ کائي- پل وٽي Sugar جي مريض ٿيندي، سندس

مضمون کي دکي ٿاندي تہڻا مون اکثر ڇپيل ڏٺا آھن. اڄ ڪلھ انھن شاعرن جي درپي آھي جي شعر چوندا گھٽ، 'شوٽ' گھڻو ڪندا آھن. پوءِ ڪاڪا کي 'ھوٽ' ڪرڻ کان ڪير جھلي. ھونئن ڪاڪا پنھنجي ذھن ۽ جسم جي تندرستي ڪري ھلڻ ۽ ڳالھائڻ ۾ بہ ھڪڙ. ٻاڻ جڏھن صائما کي جانورن جو Zoo ڏيکارڻ ھليو ھو تڏھن سندس ھلڻ اڳيان منھنجو ھلڻ جھڙو سھي آڏو ڪڇونءَ جي ڊوڙ ھئي. ڪاڪا پڻ ھلڻ ۾ ھڪڙ سھي... پر تکڙ سا توري تکي سوچي سمجھي ڪندو... ان ليکي ڪاڪا جو شيطان يقيناً شڪر گذار ھوندو جو ڪاڪا ڪڏھن بہ اھڙو ڪم تکڙ باعث ڪونہ ڪيو ھوندو جنھن لاءِ پوءِ مورد الزام شيطان کي سڏي، فرشتا سندس شڪر گذار ان ليکي ھوندا جو فرشتن حوالي ڪيل ڪيترا ڪم ڪاڪا ٻاڻ ڪري فرشتن جو ھٿ ونڊايو ھوندو. جو شخص گھر سان، ٻارن سان. پنھنجو ٻاڻ سان، پنھنجي ٻاڙي وارن سان سچو ھجي، پنھنجو فرض نباھيندو ھجي، ادب جي عزت ڪري، آئي ويئي کي مان ڏي، دين ڌرم ڏي بہ ڌيان ڏي، ان کان وڌيڪ چڱائي ٻي ڪھڙي! ھو عام انسانن جيان شيطان ۽ فرشتن وچ ۾ ٻيل صليب تي لٽڪيل ناھي... ھُو خدا جي پروگرام تحت خالص خاص گنگا رام آھي. آئون فجر مھل وٽس پھتي آھيان تہ صبح مھل ٻاڻ ھڪ خط نذير کي منھنجي پھچ جو ترت اماڻيو اٿس. مون کي چيائين. "گڏي، گھر وارن کي سنڌ ۾ پھچ ڏنئہ؟" چيم، "نہ ڪاڪا." وراڻيائين، "مون تہ نذير کي لکيو آھي تہ ھوءَ خط رسندي شرط فون تي تنھنجي گھر اطلاع ڏي." سفر ڪري صائما ٿورو ڪٽسيل ھجي، گھمائڻ وني ويو تہ موٽندي ڪيس ڊاڪٽر کي بہ ڏيکاريندو آيو. گھمي ڦري ڪاٺي ٻي جو واپس گھر موٽون تہ ڏسان تہ سندس ڪِڪيءَ ستيءَ مون واري ميرن ڪپڙن جي لڏ نہ رڳو ڌوئي رکي آھي پر استري بہ ڪري ڇڏي اٿئين. ڪپڙن تان مير تہ لٿر ئي لٿو پر جو احسان ملنديءِ جو بوجھ منھنجي دل تي چڙھيو سو ايحا لھيو نہ ٿو لھي. اھڙا ئي ميرا ڪپڙا پوءِ بمبئي ۾ سندم سندريءَ بہ ڌوتا ھئا. ستي! ڪين سندري! ڌوئي ڌوئي بہ ڪپڙا ئي ڌوئي سگھيون. نہ ڌوئي سگھيون تہ اھي داغ جي دل تي سندن وڇوڙي ڪٽي ولاڙيا. آھن. ڪين ٻيھر ڏسڻ جي اُڪير! پَر نہ ڏسي سگھڻ جي مجبوريءَ جھڙو بہ

ڪوئي داغ! نہ لڏي اهڙي ڪائي لانڊري جا اهي داغ ڌوئي سگهي!

اَحمد آباد ۾ ٻہ ڏينهن ٻہ پل ۾ اُڏري ويا. اُسهڻ لاءِ ڪاڪا گهر وينئي گاڏيءَ جون ٽڪيٽون ائين ئي گهرائي ڏنيون جيئن گهر ويٺي پوليس چوڪي تان پاسپورٽن تي ٺپا هڻائي ڏنا هئائين. پڇاڙڪو هڪ ويلو ڪاڪا جي پيٽوئي جهليو هو جو ڪاڪا جي ئي گهر جي پر ۾ رهندو هو. صبح شام ڪچهريون ڪرڻ ايندو ۽ امان کي مختلف سورن جون مختلف گوريون ڪارائيندي گذاريندو. چئي: "هي گنگا رام آٺانوَ ويشنو! هن وٽ ٻاچيون ڪائي ڪائي پيٽ چراگاھ بنجي ويو هوندو. هاڻ هلو منهنجي گهر ۽ چڏيو ڪو پيٽ ۾ ٻڪر جو هلي اهو گاھ چري." سندس گهر ۾ گهڙڻ ڪان پهرين هڪ اسڪول ۾ چانهہ پاڻي پيتوسين جت ڪجهہ اديب دوستن قرب ڪري هڪ گڏجاڻي رکي هئي.

پڇاڙڪي پهر اُن 'مامي' ڪان موڪلايوسين جا ڪاڪا جي گهر پرسان رهندي هئي. وڏين اکين ۽ سانوري رنگت واري اَڇي ساڙهي اوڍيل مامي! جا وڏوا آهي. جنهن جا مائٽ ڪراچي ۾ ورهاڱي جي وقت ڪان وٺي اڃ سوڏو لاپتا آهن. مٺي جو هڪ سور- جيئرن جا سوَ سور سانڍي مامي روزانو اڪيلي سِر ٻڌي اگهہ درزين جا ٻہ درجن فراڪ روزانو چئين روپين جي اُجرت سان سبي پاڻ کي پاليندي ۽ پنهنجا وڇڙيل مائٽ ساريندي آهي. ماميءَ ڪان موڪلائي ويٺاسين ٽيڪسيءَ ۾. ڪاڪا جي ڪِڪيءَ ستيءَ ريل لاءِ رفت ٺاهي ساڻ ڏنو. ڪاڪا اسان ڪان اڳيرو اسٽيشن پهچي ويو هو. اسٽيشن تي قرب ڪري ٻاءُ هنس راج پنجابيءَ جا ٻارڙا ۽ گهر واري ٻہ آيا. هوڏانهن ڪاڪا جو وڏو پٽ ۽ ننهن ٻہ موڪلائڻ اسٽيشن تي آيا. هيڏو وڏو جلوس اچي جمع ٿيو پليٽ فارم تي پر پاڻ ندارد! پريان ريل ٻہ ايندي نظرآئي. پر ڪاڪا جو پتو ئي نہ پوي. ٽڪيٽون ٻہ وٽس هجن. ريل آئي. ڪاڪا بہ ساڳيءَ ريل جي ئي ڪنهن دبي مان لٿو. خبر پئي، هو الائي ڪهڙي طرح پريان ڪان ئي ريل ۾ سوار اسان لاءِ گاڏي ۾ ٻہ سيٽون رکڻ ويو هو. اسٽيشن تي ويٺاسين تہ ڪاڪا غور سان ڏسڻ لڳو ڄڻ اسان ۾ ڪنهن ڪميءَ کي ڳوليندو هجي. ريل ڪوڪ هنئي تہ سندس نظر وڃي ٿرماس تي پئي. پڇيائين: "اِن ٿرماس ۾ پاڻي آهي؟" چيم، "نہ." جهٽ

ست ڏيئي مون کان ٽرماس وٺي منجهس پاڻي ڀري آيو. ريل ڇُرڻ لڳي ته پنهنجي کيسي مان چند پوسٽ ڪارڊ ڪڍي منهنجي ڪڇ ۾ اُڇلايائين، هر اسٽيشن تي پهچندي ئي هڪ ڪارڊ پنهنجي خيريت جو لکي مون کي اُماڻي ڇڏج جيئن خبر هجيم ته تون هينئر ڪٿ ۽ ڪيئن آهين."

اُهي ڪارڊ اڄ سوڌو پنهنجي يونيورسٽيءَ واري ڪيٽ ۾ هڪ ڪتاب ۾ رکيا اٿم. اَڄ به جڏهن پاڻ لاءِ خيريت نه ڏسندي آهيان ته جهٽ اُنهن ڪارڊن تي ڪونه ڪو جملو لکي ڇڏيندي آهيان جو پوءِ ڪاغذ تي ڪڍي کيس اُماڻيندي آهيان اِن اُميد سان ته ورندي ٽپال ۾ منهنجي جملي جي جواب ۾ ڪا ڪا ضرور ڪانه ڪا اهڙي چوٽي، اهڙي نصيحت لکندو، جو خيريت سان زندگيءَ جا ڪجھ ڏينهن ته گذري ئي ويندا.



# مهتاب چنا کان ورتل انٽرويو

## ڪِل- جا ڪستوري

پهر- پبهر- تپهر! جيوت بہ ڪا ڊائننگ ميز آهي، جنهن تي هر پهر پنهنجي مرضيءَ جي ماني کائي سگهجي. جو گرنهہ مونکي حصي ۾ آيو، صرف اُن جي ٺي تہ آءٌ مالڪ آهيان. پنهنجي ڪهاڻيءَ ۾ ڪٿي لکيو هئم...... پر مهتاب سان ملي ڪجهہ اهڙي ريت محسوس ٿيو تہ هوءَ Time & Space ڪي من ۾ پڪوڙي، پنهنجي جيوت ميز جي، پاڻ مالڪ آهي. جو چاهي جو طلبي سوملي. سڄو مينو هن جي مرضيءَ تي جڙيل آهي. بقول سندس "اونهي جي انت جي خبر تہ ناهي. پر اِهو پتو ٿم تہ جيترو جيئندس شان سان جيئندس. زندگي جي آءٌ نہ، زندگي منهنجي محتاج ٿيندي."

واه مهتاب، تنهنجي شانِ نا رسائي!

آهي نہ optimism جي پرڙن تي آڪاش ڏي سندس انتهائي پرواز!

خوش خياليءَ جي ليب Lab اڳيان کان اڳيان اڏرڻ جي آس. جنهن ۾ کنهن ڪيمياوي ڪنٽرول جي ڪم مائيگيءَ سبب ڪنهن اسڪاءِ ليب ڪرڻ جو ڪيس ڪوئي خطرو ناهي. سندن فن مان ڪو ذهن محفوظ ٿئي ته ٿئي پر انساني آباديءَ کي ڪوئي خطرو ناهي. غارِ حرا جي عبادتن به نفسياتي ٻَلهه تي آڪاش جي عظمت جو سفر طئي ڪيو هو...... دلين جون محبتون لحظي ۾ معراج جو مزو بخشيو ويحن. مهتاب جو تعلق گهٽي کان گهٽڻ ماڻهن سان رهي ٿو...... منهنجي خيال ۾ انساني آباديءَ ۾ ٽي نمونا ماڻهن جا ٿين ٿا. ڪجهه ماڻهو هوندا آهن، جيڪي دماغ جي توسط سان دلين ۾ ايندا آهن. عقل اٽڪل جون ٻه چار ڳالهيون ڪري چڻ اندر جي اسڪرين تي ڪجهه وقت اُڀري وري هليا ويندا آهن. ڪجهه ماڻهو سامهين دل کان بنا ڪنهن توسط جي سڌو دلين ۾ ايندا آهن، ميٺ محبت جون ڳالهيون ڪري دلين ۾ دائمي مسڪن ٺاهي رهي پوندا آهن. ڪجهه ماڻهو هوندا آهن دل ۽ دماغ ته ڇا پنجن ئي حواسن کي اڻ ڇهيو ڇڏي اچڻ کان اڳ ئي هليا ويندا اهن. مهتاب جو اِن ٽين نمبر ماڻهن ۾ شمار قطعي ڪونهي، هوءَ پنجن ئي حواسن کي ڀرپور تاثر ڏئي ٿي. پر سندس تعلق پهرين Category ۾ آهي يا ٻوئين ۾، دماغ کي متاثر ڪري ٿي يا دل کي، اها خبر ڪيس يا دل وارن کي.

مهتاب ماڻهن کي مشاهدي ۾ ڪيئن ٿي اچي، ڪا ڳجهائيندڙ ڳالهڙي ناهي- Teaching ٽي وي ۽ ريڊيو هُن جي اظهار جا پورا ذريعا آهن. پر پوءِ هوءَ پنهنجي من جي مراقبي ۾ دنيا کي ڪيئن ٿي ڏسي. مهتاب کي ڏسي محسوس ٿيو ته واقعي سک آهن ته سنسار ۾، پر انهن کي ساڌڻ جو ڏانءُ به اچي........

جيوت جا سمت ۽ سلسلا، رخ ۽ ڦهلاءَ، زمان ومڪان جي ٻرڙن تي پرواز ڪندي به اچيو ويحن وَجهه ۾ جي ذات هجي ۽ ڏان هجي.

هر سمت پاڻ ۽ ڪو سائو رنگ، عزم اعتماد آس ۽ اميد. چڻ ڪنهن ميندي رنگي واس جي سرنڌي سونڌي سڳند.

هر رخ چڻ ڪوئي نيرو رنگ. سونهن ساڀيا صدائون ادائون. پاڻ ۽ ٽيءَ پونءَ تي اُيڪڪري جو وسڻ. منِي منِي منّيءَ جي سڳند.

ياد ٿم هڪواري جيون جڏهن ڪڙو ڏاڍو ڪرڻ لڳو هوم، تڏهن الله کان گهريو هوم: "رب جيئن من کي هن مٽيءَ ۽ مينڌيءَ جو واس مٺو آ، تيئن مونکي هي جيون مٺو ڪر."

ڪي ڪجهه گهرندا آهن، ۽ ڪن کي ري.گهرئي ئي گهڻو ڪجهه ملي ويندو آ. پوڻ پوڻ جو ڀاڱ آهي الاءِ ظرف جي ڳالهه، جو ڪائنس پڇيو هوم، "مهتاب نمازن ۾ الله کان اڪثر ڇا گهريو ٿئي؟ تمام اطمينان سان وراڻين "سچ ته ڪائنس گهرندي ڪجهه شرمندگي محسوس ٿيندي ٿم...... پلا پنهنجي لاءِ گهرڻ به ڪو ظرف آ.... جيڪڏهن ڪڏهن ڪجهه گهريم ته پنهنجن عزيزن لاءِ......"

ڪو گوتم ٻڌ جي نرواڻ (چاهنائون ڀاونائون ترڪ) کي پويون پٿر نه اچلايو ٿئين. بلڪ هٿ واڳهيل نه ٿيس، جو پنهنجي مت ۾ وَت آهر باغ ارم جا مڙئي ميوا ٿس هٿ ۾..........

پل پلان جو ته خير ڪوئي ڇيه ئي ڪونهي، اٿين ناهي ته مهتاب ڌرتيءَ جي اُها ڪنڊ آهي جتان وسعتون ۽ وستارون شروع ٿي، گولائي وارو چڪر پورو ڪري وري اتي ئي اچيو ختم ٿين. پر به هوءَ پنهنجي ڌرتيءَ جي عام حسن مان پنهنجو الڳ ۽ وسندو حصو ضرور نظر اچي ٿي. جنهن کي ڏسي ڪاروڃهر تي چمڪندڙ چنڊ ڪجهه ڪينجهر ۾ ڪرتا ڪيريندو محسوس ٿئي. آسماني چانڊوڪي ڌرتيءَ جي چانڊوڪيءَ سان رلي ملي لڳي. ۽ ماٺهو چانڊوڪيءَ جي ان لمحاتي حسن ۾ ڪوئجي ڪائنات جا باقي بعيد وقتي طور وساري وهي.

وقت ۽ لمحن جو ليکو اُن ڪري ڪيم، جو مهتاب علم جيوت ۾ ملي به ماٺهن سان لمحن ۽ ليکن جي حساب سان ئي....... پر جت لمحن ۽ ليکن جو حساب رهي نه سگهي، وقت ٻڌي اگهه جي حساب سان ڪلاڪن جي منهن ڇڻ پنهنجي ملڪ لڳي. مطلب ڪا پڪنڪ يا پارٽي (جت شخصيتون پنهنجي انفراديت وڃائي وهندڙ ميلي ۾ اڪائي ٿي لئي ۾ اچي لڙهڻ لڳنديون آهن) ات هوءَ ماٺهن کان الڳ ۽ خاموش ماٺهن کان موشو ڪري ويهندي آهي. ڇڻ چنڊ چڪورن بنا بوريت پائيندو هجي. اهڙي سمي ڪاروڃهر جو چنڊ ڪينجهر جي چنڊ تي ڇڻ ريس ڪرڻ لڳي، جت هو

چولين جي چوهہ ڇڻ ڪنارن سان اکيوٽ ڪيڏندو هجي. ليڪن جي ان حساب پٽاندر مهتاب وٽ ڇڻ مائنس Minus جي نشاني آهي.

ڪو وقت هو جڏهن "روشن تارا" پروگرام T.V تي خوب زورن تي هوس. واحد سنڌي پروگرام هو، جو ٻارن توڙي وڏن ۾ بيحد مقبول ۽ ڪنهن بہ تنقيد کان بالاتر هو. "امان مونکي چنڊ آڻي ڏي" هڪ ننڍڙي راما گهريو هو. روشن تارا اچا بہ مڙيئي ٻالڪ راما جيئن مهتاب سان ملي ويهڻ ۾ همڪ همڪ هبڪاريندا هئا. جڏهن هوءَ انهن ننڍڙن تارن کي ياڪر ۾ ڀري جهل مل نغماتي نور سان ايندي هئي، تڏهن سڄو پروگرام هن جي ڪلڻ سان ڪستوري ٿي ويندو هو. ڪِل جا سندس ذات کان شروع ٿي سڄي پروگرام تي مکڙي تي ماڪ جيان واري ويندي هئي. ڪيس ڏسي لڳندو هو، ڇڻ راڻي روماسا (چنڊ مک واري) نيري اُڀ مان ستارن جي ڇانئن کي هٽ سان ڇنڊيندي پنهنجو رستو ڪهڪشان مان ٺاهيندي فن و فڪر جي واڳ وٺي آڪاش تان اڏرندي اچي. اهو پروگرام بند ٿيو، پر مهتاب جا ٽهڪڙا T.V جي ٻين پروگرامن ۾ شروع ٿي رهيا........ ڪِل جي هيءَ جوالا مکي جنهن مان ٽهڪڙا ٽانڊن جيان ٻهہ ٻهہ ڪندا آهن. پنهنجي ڪل تي ڪوڙن کي ڪامائيندي آهي، ڪن کي مشڪائيندي آهي ۽ ڪجهہ کي ان ڪل تي ڪلائيندي آهي. بهرحال پاڻ جيئن آهي تيئن ئي آهي.

بهرحال هوءَ فقط ٽهڪڙا نہ آهي، منجهس اعتماد آهي. ادائگيءَ جو حسن آهي. فن آهي فڪر آهي. سندس فڪر ۾ سمونڊن جي گهرائي نہ سهي. پر گفتار ۾ دريائن جي رواني آهي. اَڄ ڪلهہ سنڌي پروگرام "موتين مالها" کان سواءِ سندس اردو پروگرام "فروزان" بہ وزن تي آهي. پروگرام آهي اردو ۾! ۽ اسين آهيون سنڌي جٽ، ايترو سو ڏسبو آهي تہ ڪٿي ڪٿي جي ذهين خلق خدا جيءَ کي ڏاڍي مان سان منهن ڏيو بيٺي هوندي آ......... حاضر دماغيءَ باعث ڪوڙن کي ڀڏائيندي ۽ ڪن کان ڀڏندي بہ آهي. پر ڀڏو- آڻ ڀڏو- جت دماغ، دماغن سان ٽڪرائين اُت ساهميءَ جا ٻئي پڙ برابر هجن اُت ڪاڻ ٽڪرندي ئي ناهي. هوئن بہ سندس ڪمپيئرنگ ۾ ڪاڪاڻ تہ چا سندس ڪمپيئرنگ سچ تہ سندس سيرن منهن سهڻي لڳندي آهي. "نذير ناز" جڏهن ساٽس انٽرويو وٺڻ لاءِ ٻيو تہ هيڪر ڪر تہ ڪنيم ۾ ڪؤ .

ڪاڻ. انٽرويو وٺڻ معني ڪنهن جو قرض چڪائڻ آهي ته سو فيصد جوابداري نه؟ ۽ هت آهي مائي مهتاب. سڀ رنگ دهارا ڪادهارا سندس ريڊيو ڏانهن ڇڪيو ويم، جت هوءَ ٻهرين سگهڙين سڻ پروگرام ڪندي هئي، ڪا T.V ڏانهن، ڪا ٽيچنگ ڏانهن، ڪا آمريڪا جي تجربن ڏانهن جتي هوءَ ٻه سال تعليم لاءِ ويل هئي. ڪا سندس تعليمي بيڪ گرائونڊ ڏانهن ڪا سندس شاگرديءَ جي زماني ۾ تقريرن ڏانهن........ سوال آخر ڪيترا ڪيترا ڪيان. بهر حال جڏهن هڪ لڳان اسٽاف بس ۾ هلندي هلندي ڪيس چيم، "انٽرويو ڏي" چيئن، "وٺ" چيم. "تون موڊ ناهه" وراڻين، "ڇا جو موڊ، مان موڊ جي پابند ناهيان" آءٌ ڪلي پيس، "پٽي مون کي ڇڙو تنهنجو ڊرائينگ روم گهمڻو ناهي جيڪو هر آئي ويئي لاءِ خوش خيرافيت لاءِ هجي........ بلڪ تنهنجي اندر انتهائي اندر جو اسٽور به ڦلائڻو آهي. جنهن جون چابيون ٻئي کي ڏيڻ ته ڇا پاڻ کي به الائي ڪڏهن سجديون آهن ڪڏهن نه......" پر هوءَ نه ڪو هيسي نه ٿي هراسي، چئي، "انٽرويو وٺندين تون.... سو ڊپ به. ٿم ڪٿي توکي Disappoint نه ڪريان پر نه- تون Disappoint نه ٿيندين. جي انٽرويو وٺڻ واري تون آهين ته ڏيڻ واري مان آهيان" سو انٽرويو جو آغاز ته رسمي جملي سان ٿي ڪيم..... "تنهنجو جنم.....؟

وراڻين، "۱۴ آگسٽ ۱۹۴۷ (نئون ديرو)"

"جنم جهڙن Time of Birth جو من وستيءَ(psychology) تي وڏو اثر پائنجي ٿو (پڙو اٿم) اُهي جهڙون، اُهي پل. جي نه هجن ها ته تون ڇا هجين ها؟"

جواب ڏنئين، "ڇو ته مون کي آڇٿو هو. اُن ڪري اُهي جهڙون اُهي پل آڇٿان ٿي هئا."

"تنهنجي اڏ ڪلي اکين ۾ آتڪيل ڪي سپنا؟"

اڏ ڪلي اکين جي انڪشاف تي هوءَ مرڪي پئي........ چئي، "شيون ته سچيون ٿي ڏسندي آهيان، انهن اڏ ڪلي اکين سان اُبت سپنا اڪثر اکيون کولي ٿي ڏٺا اٿم. اُهي سپنا جن جي سايپائي سپاويڪ هجي. جيڪي زمان ۽ مڪان ۾ پائي سگهجن. يعني ناممڪن بجاءِ ممڪن جي قيد ۾ قابو ٿين

وارا سہنا"

"سنجهي ويل پڇاڙڪن پساهن ۾ پنندڙ سج جو ڏک ٿيندو ٿئي ڪن ايرندڙ چنڊ جو چاهه"

جواب- "نہ. پڏندڙ سج جو ڏک نہ ٿيندو ٿم. ڇو جو خبر ٿم اِهو وري سپاڻي ايرندو. سندس لهڻ ۾ شڪست نہ پر شان آ. بلڪ لهڻ وقت سندس حسن اجان بہ وڌيڪ دلپذير آ........ لهندڙ سج جا پويان پاڇائي تہ شفق کي رنگ بخشين ٿا. ڍهڻ مهل Dignity ٿي تہ ڪنهن وٽ جي وقعت جي اصل ڪٿ آ......

"سچ ، سچ آ. سچ لهڻو ئي ناهي، وقتي طور ڪو منصور پل سچ جي سزا تي ڦاهي چڙهي وڃي. پر ڦاهيءَ جي رسي تسبيح جيان ڳچي ۾ عبادت جو ڳانو آ.......... سچ اهڙن منزلن سميٽي ڪوڙ ۽ ڪروڌ جي ڪاري رات کان ڪاوڙجي، پٺي ڏينهن اُيرڻ لاءِ لهندو آ..... هن جي لهڻ ۾ واقعي شڪست نہ پر شان آ.........!"

"مهتاب. پڌو هوندءِ، نانءُ بہ من وستيءَ کي متاثر ڪن ٿا. اسان جي تهذيب ۾ چنڊ سان لاڳو ڪوڙ ڪٿائون مشهور آهن. پلا تنهنجي نانءُ ڪا ڪهاڻي؟"

مرڪي مختصر وراڻيئن، "مان خود. ڪهاڻيءَ جو پڇي ڇا ڪنديندءِ. ان جي ڪردار کي ڏس."

پڇيم، "ريڊيو، ٽي وي، ادا ڪاري، صدا ڪاري، استاد، شاگرد، ڪلاس، ليڪچر هڪ مهتاب گهڻن حسن ۾ ورهايل پوءِ پل تہ چنڊ سمان تنهنجي جوت هر هنڌ سريڪي ٿي هجي. فن جي اِنهن سيني پهلوئن کي ارپيندي ارپيندي ڪجھ حصو پاڻ لاءِ بہ رکيءِ؟"

"گهڻو ڪجھ. اُهو جنهن جي ڪل ابا ڪنهن کي ڪانهي."

هن ڪرسي جي سيٽ کي ٽيڪ ڏيئي آٽت سان چيو. سندس عزم ۽ اعتماد مان پانيم ۽ ساهه جي اونهاين ۾ ابان بہ ڪي اونهيون اونهيون سپون اٿس، جيڪي سنسار سان سونجهي هوءَ مڙنئي حسن کي سون بڻائيندي اندر جي اُها تجوڙي ابان لڪل اٿس. جنهن ۾ اُميدن آسن حوصلن ۽ بلندين جا لال رتن لڪل آهن.

هن جملن کي اڳيان جوڙيندي چيو، "پر ورهايل هرگز ناهيان..... پنهنجي تمام تر ساڳيائيءَ ساڻ هڪ ئي آهيان. مصروفيتون البت مختلف آهن. ڪلاس روم ۾ شاگرد وچ ويهي پائيندي آهيان، مان صرف استاد آهيان، شاگرد مون لاءِ آهن ۽ مان شاگردن لاءِ. سندن مشڪلاتون چڻ منهنجون مشڪلاتون. ڪين پڙهڻ مهل به پاڻ کي ساڻن جيان ساڳيو سمجهي اُن Situation ۾ سمائجي ويندي آهيان. اهڙي سمي جيوت جا پيا سڀ سلسلا ڪٽيل محسوس ٿيندا آهن.

"ساڳيءَ طرح ريڊيو ۽ ٽي وي تي به، جو وقت انهن لاءِ وقف آهي، انهن ۾ پيهي فقط انهن ئي گهڙين جي گونجار ٻڌندي آهيان، جن گهڙين کي اُن وقت منهنجي گهرج آهي. ٢٥ منٽن جي هڪ پروگرام ۾ مون لاءِ اهي ٢٥ منٽ دائمي حيثيت رکندا آهن، جي ان وقت منهنجي گرفت ۾ هوندا آهن. گهڙيال جا باقي انگ مون کي تڏهن بي رنگ ۽ بي وقت ڀاسندا آهن."

هر نظر کي پنهنجو پسمنظر آ، ڪا مهر پري، ڪا قهر پري، ڪا سحر پري، مهتاب جڏهن دنياوي بکيڙن کان وانجهيل آ. تڏهن مون ان جي نظرن ۾ سحر به ڏٺو آ بقول موهن ڪلپنا: 'جڏهن مون ڏي نهاري ته لڳي پنهنجي آ. جڏهن سامهون نهاري ته لڳي ڏارين آ.' ڪا نهار رشتو جوڙيندي، ڪا نهار رشتو ٽوڙيندي آ. ساڳي ڳالهه مسڪراهٽ سان به. کل ۽ ٽهڪڙا بي معنيٰ ٿي به سگهن ٿا. پر مسڪراهٽ کي وڏي معنيٰ آ. "منهنجو توتي الزام آ. ۽ مون پارن کوڙ ٻين ماڻهن جو به ته، تون جڏهن فنڪار ٿي سامهون اچين ٿي تڏهن تنهنجون Dealing به روشن تارا پروگرام جيان بازيچه اطفال هي دنيا مري اڳي جي مصداق ڪافي قدر Superior حاڪمانا ۽ جارحانا قسم جون هونديون آهن. ڇا Feeling به سچ پچ اهڙي هوندي ٿئي؟"

چيئن، "Superior نه هونديون آهن. جارحانا نه هونديون آهن ۽ نه ئي حاڪمانا هونديون آهن. خبر ناهي ڇو عام کي ٿو اهو Impression ملي." مهتاب تقرير جي موڊ ۾ ايندي چيو، 'سچ' سادگي، ۽ originality اسان وٽ ڪيترن ماڻهن ۾ آ. هر ماڻهو کي ڏس ته هو Double standard جي هڪ هٽي هٽيو هلي. اندر ڪجهه ٻاهر ڪجهه. ڪنهن کي اخلاقي جرئت آهي به بي ريائي جي. هر سوال جو اهوئي نهيل نوڪيل هٽ ٺوڪيو جواب مثال

طرزسوال پڇ شوق جي ابتدا جو جواب ملندو بچپن سہ تها. ماڻهن الائي ڇو چاتٺيل چوٺيل ماڻ ماين ۾ تور تک سان ٿا سامهون اچن. پلا خيرو، ضروري تہ ناهي تہ اسين ماڻهن سان سندن خوبين جي ئي تعلق سان ئي سچاڻون هر ڳالهہ جهڙي خوب کان خوب تر کوشش ۾ کيل. مون کي اها بدديانتي لڳندي آ، پاڻ سان بہ ۽ ٻڌڻ وارن سان بہ. مائي پاڳي جو انٽرويو پڙهو هوندءِ، ڏنئي مون ان ۾ کيترو ڳالهايو. دراصل هن جي ڳالهين ۾ ايتري سادگي، سچائي ۽ صاف گوئي هئي جو اکر ستون بڻجي پنهنجو پاڻ اکندا ويا. ۽ مون کي ڳالهائڻ جي ضرورت ئي نہ محسوس ٿي. هن ۾ اهي in-hibitious کونہ هيون جيکي کيس اندر کان ٻاهر اچڻ تي روڪين. ان کانسواءِ مون کي ريڊيو ۽ T.V تي کيترن ماڻهن سان ملڻ جو اتفاق ٿئي ٿو. ضروري تہ ناهي تہ کو هر ميڇل ماڻهو سٺو ڳالهائيندڙ بہ هجي. ان کي قولڻ ۽ ڦلورڻ لاءِ Counterquestioning کرڻي ئي پوندي ٿي، مزاح ۽ مسخري کان کم بہ وٺڻو پوي ٿو. هونئن بہ T.V جا Game of witts Talk shows ئي آهن. منهنجو مقصد محض کين اندر کان ٻاهر آڻڻ جو هوندو آ. وقت محدود، آڻانگها ماڻهو ۽ پاليسيون محدود ان سڀ مهم کي منهن ڏيڻو پوندو ٿم. ورنہ مان هر آيل ماڻهوءَ جو احترام کندي آهيان، منهنجو مطلب ديءاءَ وجهي کنهنجي دلشکني کرڻي هرگز ناهي."

موضوع کجهہ خشک ٿيندو ڏسي سوال جي نوعيت بدلايم- پڇيم، "ڇگو پلا ٻڏاءِ رات سمهڻ ويل، ويل ڏينهن تي ويچاريندي آهين، کين ايندڙ صبح جو انتظار؟"

چيئن، "ٻئي ڳالهيون کونہ ذهن تہ اڳ۾ ئي occupied هوندو آ. جيکر ٿورو گهڻو ويل وقت تي ويچاريان بہ سهي تہ بہ هر ڳالهہ Reason out کري ويندي آهيان (يعني ليکو چوکو برابر- حساب کتاب Nil.)"

"مهتاب جسٽس کيانيءَ جي هک لکڻي آ حالات سان compromise جي باري ۾ لکي ٿو؛ ننڍي لاءِ بابا اسان سڀني ڀائرن کي عيد جا نوان بوٽ وٺي ڏنا مذاق ۾ بابا چيو تہ آءٌ اوهان کي بوٽن جا کشا ٻڌڻ سيکاريان- هک شرط تي، جي آءٌ اوهان لاءِ نئين ماءُ آڻيان تہ اوهين ان کي سلام کندؤ. کياني لکي ٿو تہ هر ٻار نئين ماءُ جي آمد تي کجهہ گوٺناٺ کئي، پر پوءِ

ڏاڳن ٻڌرائڻ جي شوق ۾ هر ٻار هائو ڪري ڏاڳا ٻڌرايا. پر منهنجي ٻوٽ جا ڏاڳا اڃا تائين ڪليا پيا آهن......" مون ڪلي پڇيس، "پلا سٽنڊل جا ڪشا؟"

مهتاب وراڻيو، خيرو Compromise جي خيال کان آءٌ ڏاڳا واپرايائين ڪونه- Compromise؛ سو بہ پنهنجي لاءِ. مگ ميڃڻ واري ناهيان. ها البت ڳالهہ جت پنهنجي انتهائي عزيزن جي اچي، اُت شايد ميڃائڻ جي بدران مڙي وڃان."

پلا ريڊيو تي اداڪاري. هينئر T.V تي صداڪاري انت؟"

هن ڪن رکي سوچي چيو، "T.V منهنجي خيال ۾ آخري ٿي Scopeآ. ان کان وڌيڪ انت پيو ڪهڙو."

جڻ آخري حدن کي آگرين جي پورن سان ڇهي ڏٺو ٿئي."

مهتاب چيو، "ها ڇُهي ڏٺو ٿم."

"يعني پنيور جي پت کي انتها واري اِها آخري ڇمي آ."

"شيخ اياز جي هڪ چوڻي- مان ڳائڻ مهل خالق ۽ جيئڻ مهل مخلوق آهيان. تون عام ۾ فنڪار ۽ اندر ۾........؟"

"اندر ۾ بہ بس مان ئي آهيان."

"پلا مهتاب تون آمريڪا ۾ بہ سال رهي آئي آهين. اتي جي عورت ۽ هتي جي عورت ۾ ڪو نمايان سماجي فرق؟"

مهتاب چيو، "هتي جي عورت! سور بہ تمام سرور سان سهي ويندي آ..... ڏوجهڙا ۽ ڏوتڙ سهڻ هتي جي عورت جي عادت بنجي ويئي آ........ ظلمن کي زوري ڪانڌي جيان ڪلهن تي کنيو جڻ الله جي راضپي تي راضي رهي ٿي. جڏهن تہ آمريڪا ۾ عورت مرد سان ساڳيءَ طرح سماجي وهنوار ۾ سمايل آ. هتي هر لحاظ کان عورت کي مرد جي مساوي حق آهي. فرق ڪو آهي تہ اقتصادي inequality جو پل ان تي عورت جو Calibor مرد جي مقابلي جو هجي، ڪم جي Capacity ساڳي هجي، پر پئسي بہ پگهار جي معاملي ۾ هن کي گهٽ معاوضو ملي ٿو. ان جي برعڪس هتي اقتصادي برابري آهي، پر سماجي سٽاءَ ۾ ڪيس اهو احترام ناهي، جنهن جي هوءَ اهل آهي. پيرن هيٺان جنت جي مبارڪ ڏيئي هن کي طرح طرح سان Exploir ڪيو وڃي ٿو. پوءِ

پڻ ان جنت کي سندس اولاد جو ڀيءُ پيرن هيٺان لتاڙي، ڀاڻ وڃي ڪنهن ٻئي عورت جي پيرن هيٺان جنت آڻڻ جو اهتمام ڪري.“

”پلا مهتاب، سياستدانن کي تقريرون ڪندي، ميز تي مڪون هڻندي ڏٺو اٿم. شاعر گلو ڪنڪاريندا آهن. تون کلندي آهين. اِها خوشي دل جي خوشي آ. چيپل پروگرام جو حصو آ. پين اکرن ۾ آمد آ ڪن آورد آ؟“

”کِل منهنجو شخصي حصو آ. کلندي آهيان جو کل ايندي اٿم. ماڻهن کي وقت پنهنجو آ. T.V پنهنجو آ. پر کِل! کل منهنجي آ. ها خوش هوندي آهيان، تڏهن کلندي آهيان. اها منهنجي Conscious effort ناهي. البت جڏهن کل تي روڪ رکيم تہ اِها منهنجي Effort ٿيندي.“

”پلا اداسي جا ڪي لمحا.....؟“

”اداسي جا لمحا.........“ هن گنڀير ٿي ورجايو، ”انهن جي تہ ڪنهن کي خبر ئي نہ پوندي آهي. چپ چاپ خاموشيءَ سان گذري ويندا آهن.“

”زندگي ۾ ڪڏهن ڪجھ ماڻهن تي رشڪ بہ آيو ٿئي؟“

”نہ....... هنن جي صلاحيتن کي ساراهيندي آهيان. باقي رشڪ ڪڏهن ڪونہ ڪيو ٿم...... مان جيڪا ڪجھ آهيان ڪافي ئي تہ آهيان......“

آخري سوال ڪيم، ”فن جي فتح فنڪار جي شڪست آ، ڪجھ پنهنجي شڪست جي باري ۾........؟“

هن وراڻيو، ”جنهن کي تون فن ٿي سڏين، الاءِ اهو فن آهي بہ يا نہ- (عاجزي آڇڻ بہ تہ اڏ فتح آهي) ان ڪري منهنجي ڪابہ شڪست ناهي. مان جيڪي ڪجھ آهيان، اٿين ئي آهيان. اِئين ٿيڻ لاءِ مون کي ڪجھ ڪرڻو ناهي پيو........“

”شڪستن کان شڪست کائي وئين؟“

”يعني؟“

”يعني شڪستن جو توڏي نہ اچڻ......“

”شڪستن کان شڪست کاڌي نہ ٿم. پر شڪستن کي شڪست ڏني ٿم......“

”تنهن اس ۾ جڏهن اسٽاف بس ڪاري ڏامر جي ٽتل روڊ تي ڏينهن جو گسرندي ويندي آهي تڏهن ٽڪل ٽڪل ذهن سان ڪهڙا خيال

ويچاريندي آهين.....؟"

وراڻين، "منجهند مهل هڪ طرف گرمي هئي ٻاسي اُس.... اسين تہ خير بس ۾ هوندا آهيون، پر جڏهن اِن ٽنهڻ اس ۾ اسڪولن جا ٻارڙا ٿيلها ڪتابن جا، ڪلهن تي لڙڪايو انبوه ڪيو رستن تي ڪنهن سواريءَ جي آسري بيٺا هوندا آهن. ڄامشوري جي ويران رستن ڪٽي ڪٽي ڪي پوڙها، ڪنڌ تي ڀري ٻڌي هوريان هوريان رڙهندا نظر ايندا آهن. ڪنهن اسٽاپ تي ڪا عورت ٻگهر ۾ شل دوائن جون شيشون هٿ ۾، ڄام شوري اسپتال ويڃڻ لاءِ هيڏانهن هوڏانهن واجهائيندي نظر ايندي آ. تڏهن خيال ايندو اٿم.... ڪاش مون وٽ ڪا ڪار هجي، ڪا سواري هجي جو انهن کي چاڙهي وڃي منزل رسايان....... پر وقت وقت ۽ حالتن جي ڳالهہ آهي..... ٿي سگهي ٿو مون وٽ جيڪڏهن ڪار هجي تہ مان بہ انهن کي ڏسي زون ڪري اڳيان نڪري وڃان. ..... ماڻهو پاڻ کي پرکي. ماڻهو لاءِ موقعو ئي ڪٽ جي ڪسوٽي آ........ باقي وقت کان اڳ ۾ هامي ڀرڻ تہ محض هام هڻڻ آهي."

انٽرويو پورو ٿيو، واچ ۾ ڏٺم تہ ساڍا ٻارنهن ٿيا هئا....... هڪ طرف هيل حيدرآباد جون سخت گرميون خاص ڪري ڄامشوري جون ٽتل ٽڪريون........ مٿان وري ڳوڙا ڳوڙا سوال جواب....... سچ تہ منهنجو دماغ! مهتاب تہ نارمل نارمل ئي لڳي، جيئين، "خيرو تنهنجي چانهن...." پر چانهن نہ، مونکي پنهنجو گلو خشڪ لڳو. تڙ تڪڙ ۾ ڪاغذ سهيڙي مٿي پنهنجي ڊپارٽمينٽ وڃڻ جي ڪيم جو بس جي وڃڻ جو ٽائيم اچي ٿيو هو....... مهتاب آرٽس بلاڪ جي هڪ ڪنڊ تي آهٰ ڀيءَ تي ۽ وچ ۾ نہ نہ تہ بہ سئو کن ڏاڪا لتاڙڻا..... هٿ ۾ انٽرويو جا ڪاغذ گلي ۾ ٽئونس- پيرن هيٺان الاءِ ڪيترا ڏاڪا لتاڙي پنهنجي روم ۾ آيس. چانهن پيئڻ جو وقت ڪونہ هو. پنهنجي هٿن ڏي نهاريم، ياٿيم ٻنهين هٿن جي ٻُڪ ۾ ڪٽان چنڊ جي ڪرڻن هاٿو سونو پاڻي ڀرجي آيو هو...... منهنجا هٿ ڪي سڀن سمان تہ ڪين هئا...... پر پاڻي پاڻ ئي نسورو سون هو.



# خيرالنساءَ جعفريءَ سان ڳالھ ٻولھ

**سانول**

- اڄڪلھ ڇا پيئي لکين؟
- ڪجھ نہ ڪونہ،
- ڇو؟

- motivation ناهي، محرڪ ضروري آهي. هاڻي محرڪ ويليو ويڃائي ويٺا آهن. انسپائريشن ناهي. ڇڪور چنڊ ڪان انسپائر ٿيندو آهي ۽ بلبل گل ڪان.... منهنجي هن Motivation جي 'سيز فائر' ٿي چڪي آهي.

- اهو هُل هليل آهي تہ توهان قلم ڇڏي ٿالهيون ڪنيون آهن؟

- ٿالهيون سيلاٽياٽيون ڪنديون آهن. مون اڳ ۾ نہ چيو آهي تہ آءٌ سيلاٽي نہ پر ڇيلاٽي آهيان. (هوئن سنڌ جي نياڻين جي هٿن ۾ ٿالهيون

سونهن ڪونہ ٿيون، ويڙهہ لاءِ) پر چيلاٽي کي بہ شريف نفس هوندو آهي. ان جي چرچ ڪبي تہ پوءِ ئي چڪ پائيندو. نانگ بہ ائين آهن، پر انسان...... ڏنگ چيلاٽن ۾ نہ- انسانن ۾ آهن.

- ڪتاب (تخليق جو موت) ڇپجڻ کان پوءِ تو ڪا ڪهاڻي نہ لکي آهي؟

- ان ڪري جو مون پنهنجو ڇهيل ڪتاب پاڻ نہ ڏٺو آهي........ هاڻ ڏٺو اٿم، بلڪ وڪيو اٿم، جوڪاين ۾! هڪ لکندڙ پاڻ پنهنجي تخليق وڪڻي، ان کان وڌيڪ بيو کهڙو آپاگ ٿي سگهي ٿو.

- ڏوڪڙ انسپائر ڪري سگهن ٿا؟

- نہ، بنهہ نہ، پئيءَ نہ پئسو پناه گاه ٿي سگهي ٿو، انسپائريشن نٿو بڻجي.

- آءٌ بيڙي پيان..........؟

- مون کي ڊپ آهي تہ تون ڪڏهن پريل بيڙي نہ پئين؟

- نہ اُها نہ اها نہ، چو تہ آءٌ پنهنجي ڏي لاءِ بہ اهو پسند نہ ڪنديس تہ هوءَ........ ۽ جيڪا شيءِ آءٌ پنهنجي ڏيءَ لاءِ پسند نٿي ڪريان سا پنهنجي لاءِ سماج لاءِ بہ لاءِ ڪيئن ڪنديس.

- پر اسان جي پسند نہ ڪرڻ جي باوجود ڪيترين ڳالهيون ٿين ٿيون؟

- ٿين پيون تہ اها الڳ ڳالهہ آهي. برائيون تہ آهن نہ ......... ليڪڪ ڪو سماج سڌار ناهي. پر تڏهن بہ ......'ياري رکڻ'بدران ان سان شادي ڪرڻ سٺو آهي. چئن شادين جي فلسفي جي حمايت ٿي ڪريان، جو مسلمينن کي نيٺ 'ائڊز' کان بچئو آهي. چو تہ مسلمين آهيان. نہ هجان ها تہ چئن کي چئن سان ضرب ڏيان ها. پر ان لاءِ نياڻ ضروري آهي. برقرار نٿا رکي سگهو، تہ ان کي دل سان بيقرار رکو.

- پلا ساهيڙپ .........؟

- ساهيڙپ....... هم جنسيت ....... منهنجو اندر اُن کي لڱو نٿو چوي، چاڪاڻ تہ اسان وٽ شاديون ڏاڍيون مهانگيون آهن، ان ڪري ماڻهون سستيءَ سولي طريقي ڏانهن لوهہ پائيندو، ۽باهر تہ اهو سڀLegalize ٿيل آهي.

- هوئن هم جنسيت فرائڊ مطابق شخصيت جي نشونما لاءِ هڪ اهم نفسياتي ڪيفيت آهي. جنهن مان هر ماڻهون لنگهي ٿو....پل ڪو ميچي نہ ميچي.

- ڊڄ ٿيندو آٿئي؟

- ڊچان رڳو امان کان ٿي. بابا جو احترام ڪندي آهيان ۽ پيار رڳو ڏيءَ سان ٿي ڪريان.
- پلا رنگ ڪهڙو ٿو وڻنئي؟
- رنگن سان چاهه نه اٿم.........
- colour blind?
- نه ........colourless less less آهيان. ۽ 'ليس' ته رون تي به نه وڻندي اٿم. هي رڳو پاڇائيءَ جو اٿم. اڇو ۽ ڪارو به رنگ ٿين ٿا.
- اڇو ۽ ڪارو به انتهائون؟
- ٻئي انتهائون جڏهن ڪنيون ٿينديون، تڏهن آءٌ پاڻ کي balanced فيل ڪندي آهيان. سنڌين لاءِ balanced هئڻ ضروري آهي؟
نه- سنڌين لاءِ رڳو ان اکر جو اڌ يعني 'ban' هئڻ ضروري آهي.
- تون balanced آهين؟
- آءٌ survive ڪري رهي آهيان، unbalanced هئڻ سان ماڻهو يا ته مري ويندو آهي يا چريو ٿي پوندو آهي. مان اڃا نه مئي آهيان نه چري ٿي آهيان.
- ته تون پاڻ کي سنتون ٿي سمجهين؟ سو! هٿ ترڻ وانگي!؟
- ها، لکڻ مهل ڏنگي ڦڏي ٿي ويندي آهيان، ڪار وهنوار ۾ سڌي هوندي آهيان ڪار وهنوار ۾ اونڌو ڏسي پڇان ونندي اٿم.......
- هڪ سرجڻهار، ساهتڪار جو ڪهڙو ڪردار ٿي سگهي ٿو؟
- هو حساس هوندو آهي، پنهنجي حقن ۽ فرضن جي سڃاڻ رکندو آهي. هو هر حالت ۾ حق شرع پاريندو آهي.
- ۽ ائين هو ڪري رهيو آهي؟
- نه، ائين هو نه ڪري رهيو آهي. سنڌي ادب ۾ جيڪي بي ادبيون آهن، اهي مون ڪٿي به ناهن ڏٺيون! هتي جهڙوگند آهي..... گند خراب ناهي، پر ان لاءِ ڪا مخصوص boundry ڪا limit هئڻ گهرجي ......... ڊسٽ بن بازار... باٿ روم.
- انهيءَ گند ڀهارڻ ۾ تو ڪهڙو رول ادا ڪيو آهي؟ يا تو به ان گند ۾ واڌارو ڪيو آهي؟
- مون گند ناهي ڪيو. ائين هجي ته مون کي احساس ڏياريو. آءٌ پنهنجي

حصي جو گند پاڻ ڪٺنديس، پر ٻين جو گند آءٌ نٿي ڪڻي سگهان، اهو حصو انهن کي پاڻ کڻڻ گهرجي.

- پاڻ ماچيس مٿايون؟

- ڪم مڙئي آپارڻ سان. لاٽتر آءٌ پاڻ افورڊ نٿي ڪري سگهان. آءٌ تہ لپ اسٽڪ افورڊ نٿي ڪري سگهان.

- ڪهڙي لحاظ کان، کيسو يا ذهن؟

- کيسي جي ڳالهہ پوءِ جي آهي، پهرين ذهني طور تي افورڊ نٿي ڪري سگهان.

- ادبي اختلاف تہ ٺهڻا اٿئون، پر ادب ۾ هي ذاتي اختلاف ڪوهہ ڪاهي پيا آهن؟

- ڪاهي پوڻ ڪپن، ڇا ڪاڻ تہ اٿين چنڊ ڇاڻ ٿيندي، ذات بہ فلتر ٿيڻ گهرجي.

- اٿين اصل مسئلا رهجي نہ ويندا؟

- ڦڪيءَ کي ڇاٽي ڪاٺبو آهي، تڏهن ٿي فرق ڪندي آهي، ادب ۾ بہ اٿين ٿيڻ گهرجي.

- ڳالهہ وري بہ اصل مسئلن جي آهي، اسان وٽ ناول ڊگهي ڪهاڻي، ناولٽ، تنقيد، اسٽيج ناٽڪ، لکڻين تي اُجوري جهڙا مسئلا، ٽولي بازيون، ٺيڪيداريون...........

- اصل مسئلن جي صحيح معنا ۾ اسان کي ڄاڻ ڪانهي، ان ۾ وقت لڳندو.

- ڪيترو وقت؟

- آءٌ نہ، تہ منهنجا ٻار، تن جا ٻار.............

- ڇا تنهنجي لکڻين کي رڳو ساراهيو ٿي وڃڻ گهرجي؟

- ساراهہ وٺندي ٿم، جيڪا ساراهہ آهي اها نٿي وٺيم، جڏهن تہ دل ۾ ان کي ميجان ٿي، ساراهہ تي مات تہ ڪري سگهان ٿي، پر ميجي نٿي سگهان.

- پوءِ ڇاهي اُها ساراهہ غلط ٿي چو نہ هجي؟

- اهو فيصلو آءٌ نٿي ڪري سگهان، گهٽ ۾ گهٽ ماٺهن ۾ تہ پٽيءَ نہ . بنهہ اڪيلائي هجي تہ پوءِ........

- بنهہ اڪيلائي آهي بہ سهي؟

- آهي ٿي ڪونہ.

- اڪيلي اڪيلي ۾ دنيا اسين،ءِ ميلي جهميلي ۾ تنها اسين!

- ها، نہ، نہ، ها.........

- توکي هوندي بہ، ۽ هيندر بہ اهو فيل ٿئي ٿو، تہ تون چٽي پٽي ناهين! پڌري پٽ ناهين؟

- چٽي تہ ڪا بہ شيءِ ڪونهي!

- تون چاڻي سمجهين تہ اهڙي ايڪانت ملي بہ تہ اهو عرصو فيصلن جو هوندو آهي يا پوڳڻ جو؟

- ها، اهو عرصو پوڳڻ جو ئي هوندو آهي!

- پلا لکڻ جو ڪو مقصد؟

- مقصد ناهي، هوندو تہ ذهن بہ چٽو ناهي! مان پاڻ بہ چٽي پٽي ناهيان. قلم سان سچي آهيان، پر ڪڏهن ڪڏهن پنهنجو پاڻ کان بہ لڪائي ڇڏيندي آهيان.

- سچ ڇا هي؟

- هڪ معمولي ڇاٽا... جنهن کي گهٽائي ميچي، ۽ محسوس ڪري.

- بور ٿيندي آهين؟

- اهي ڏاڍا اڙانگا ڪن آهن. سچ پڇ ، ڏينهن قيام تائين بور ٿيندي رهندس.

- هڪ سرجڻهار لاءِ بور ٿيڻ ضروري آهي.

- ها، تخريب ضروري آهي، تعمير لاءِ حال ۾ لکيو ٿم، ضروري ناهي تہ اهو ستائش قابل هجي. پٽين تي لکيو اٿم. جڙيل ناهي، ٽڪرا ٽڪرا ڪو بہ تسلسل ناهي انهن ۾ ...........

- سيڪوئنس ضروري نہ ناهي ٽڪرا هئڻ کي بہ تہ ڪا معنيٰ ٿي سگهي ٿي.

- آءٌ جا خود جڙيل ناهيان........ ناهيان.......... پور پور، ٽڪرا ٽڪرا. ان ڪري ئي شايد جڙيل هجڻ، تسلسل وٽندو ٿم.

- لکڻ کان پوءِ relaxed فيل ڪندي آهين؟

- آءٌ relaxed هوندي آهيان تڏهن لکندي آهيان.

- آخري خواهش؟

آءٌ وقت کي نہ moments کي enjoy ڪرڻ ٿي چاهيان...... بس رڳو ڪي ڪي پل........



# پاڻيءَ منجھ پتاشو

## نصير مرزا

### تعارف

سنڌي ٻوليءَ جي ذهين ۽ بيباڪ ڪهاڻيڪار خيرالنساءِ جعفري ستر واري ڏهاڪي ۾ اُڀري آيل ليکڪ ۾ ليکڪائن جي لسٽ ۾ سڀ ڪان ٽاپ تي نظر اچي ٿي. مولائي طبيعت واري هي ليکڪا هر ناهه نوهه ڪان لاپرواهه. پنهنجي من ۾ مست مگن، سندس شخصيت ڪليل آڪاش وانگر آهي. ڪيس ڏسي دل چاهيندي آهي ڪاش سنڌي سماج جون سڀ آئيڊيل پيٽون اهڙيون ئي هجن. گڏي سندس گهريلو نالو آهي پر هاڻي ادبي دنيا ۾ بہ انهيءَ نالي سان سڃاتي وڃي ٿي بظاهر ڏاڍي رلڻي ملڻي. پر سندس ڊائلاگ ٿري ناٽ ٿري جي گولي جيترو گهرو گهاءُ ڏيندڙ. سندس ڳالهائڻ تقرير ڪرڻ توڻي ڪهاڻي سندس اهڙا محاذ آهن جن تي دوست مائٽ ۽ پڙهندڙ ائين هوندا آهن جڻ امتحان هال ۾ ويٺل هجن. جيڪو اڏ ۾ چڙي اٿي پڳو سو ڇٽو. جنهن ڪيس برداشت ڪيو ان لاءِ هو ڪنډ پتاشي جيتري مٺي آهي. پنهنجي اينگل ڪان ڳالهه سچي ڪري ۽ منهن تي ڦهڪائڻ جي قائل آهي. ”تخليق جو موت“ سندس ڪهاڻين جو پهريون مجموعو آهي. جيڪو ٧٨ ۾ ڇپيو ۽ اڄڪلهه آئوٽ آف اسٽاڪ آهي. بيشڪ تہ سندس اِهو مجموعو سنڌي ڪهاڻين جي مجموعن ۾ هڪ اهم مرتبو رکي ٿو.

خيرالنساء جعفري بي حد ٺـڪل ۽ اُداس موڊ ۾، پنهي هٿن جي ڪشڪول ۾ مک رکي، نهايت ڌيان گيان سان منهنجا سوال پڙدي، پرسڪون انداز ۾ ننڍڙا ۽ معصوم جواب ڏئي رهي هئي. ڪنهن بہ طرح دل نہ پئي چاهيو تہ، سوالن جا ايترا مختصر جواب ملن. ڇو تہ خواهش هئم تہ منهنجي سوالن جي ريس ڪورس ۾ پيڻ خيرو (گڏي) هميشہ وانگي پنهنجي جوابن جا گهوڙا تيز ڊوڙائي. پر پوءِ خيال آيم متان گڏي اِن ڳالهہ کي سمجهي وئي هجي تہ، تيز هلڻ ۽ تيز ڳالهائڻ سان ماڻهو جلدي ڪِري پوندو اهي ايجان ان پڏ تر ۾ ئي هئس تہ، اهڙي حالت ۾ ڪهڙا سوال ڪريان ۽ ڪهڙا ڊراپ ڪيان. ڇو تہ جوابن لاءِ بهرحال سندس موڊ ٺهيو ئي ڪو نہ پئي. پرپوءِ اوچتو ٿيو هيئن جو گڏي جي ڳالهين جو تنور گرم ٿيڻ لڳو....... ۽ سندس اگرين ۽ ڇپن جي وچ ۾ پن جي پيڙي تيزيءَ سان ختم ٿي رهي هئي.

ڪوڙ سال اڳي مون، هالي ووڊ جي تيار ڪيل دنيا جي حساس ٻارن بابت هڪ عجيب ۽ نچي ڊاڪيو مينٽري فلم ڏٺي هئي. اَن فلم ۾ بنگلاديش جي هڪ حساس ٻارڙيءَ جو ڪردار ڏاڍو عجب ۽ ڏکوئيندڙ هو. هن ٻارڙيءَ وٽ کلڻ روئڻ ۽ نچڻ لاءِ هڪ شيڊول مقرر هو ۽ هو ان مطابق زندگي گذاري ٿي. روئڻ لاءِ هن جي موسم هئي ساٺوڻ!! جيئن تہ ماڻهن جي اڳيان روئندي هو پنهنجي همت جي انسلٽ فيل ڪندي هئي. ان ڪري سڀ دک ۽ پيڙائون ڊائري تي نوٽ ڪري ڇڏيندي هئي. ساٺوڻ جي رم جهم ورڪا ۾ پنهنجا سڀ دک ياد ڪري ڪليل اڱڻ ۾ بيهي بوندن ۾ پڄندي ۽ روئندي هئي. ائين هوءَ ٻرڪا سان گڏ پنهنجا دک بہ اينجواءِ ڪندي هئي. بنگلاديش جي اُها نينگري ذهن ۾ ايندي ئي مون کي الائي ڇو، ادي گڏي ڏاڍو ياد آئي. شايد ان ڪري بہ جو سڀ موسمون هن جي کلڻ ملڻ جون موسمون آهن. سال جي فقط هڪ موسم هن جي روئڻ لاءِ آهي. يعني؛ ”محرم“ جڏهن هوءَ امام بارگاهہ ۾ منبر آڏو لوبان ۽ اگربتين جي خوشبو خوشبودائرن ۾ ويهي، مولا جي مصائب سان گڏ پنهنجا سڀ دک ياد ڪري، ڪاري شفون جي رئي سان لڙڪ اگهي، بلڪل فريش ٿي ويندي آهي. گڏيءَ هن ڳالهہ ٻولهہ ۾ ڪٿي پاڻ ئي منهنجي هڪ سوال تہ؛ سدائين کلندي نظر ايندا آهيو. ڪڏهن رنو بہ

اٿو؟ جو جواب ڏيندي چيو هو: ”پائي! اِها ئي منهنجي روئڻ جي موسم آهي. نہ پلا!! (نہ پلا گڏيءَ جو تڪيہ ڪلام هو. جيڪو هن هر جواب جي آخر ۾ نهايت سخاوت سان استعمال ڪيو ٿئي).

پلا خدا کي حاضر ناظر ڄاڻي ٻڌايو تہ، اوهان ڪهاڻي ڪڏهن ۽ ڇو لکي؟ گڏي باقاعده سنجيدگيءَ سان جواب ڏيڻ شروع ڪيو. ادب جي مطالعي جو رحجان شروع کان ئي هو. مٺان يونيورسٽيءَ ۾ پڙهائيندي اهڙين سرتين جو ساٿ مليو، جن کي لکڻ سان بي حد چاهہ هو. ٿرڊ فلور جي ڪامن روم ۾ سرتين جي ڏماچوڪڙين ۾ اُهي ڊائلاگس ڳالهائينديون هيوسين جو پوءِ، ڪڏهن خيال ٿيندو هو. ڪاش اِهي ڊائلاگ وڏي ڪا ڪهاڻي ٿي پون. تنوير جوڻيجو ۽ ليليٰ بانا جي ادبي صحبت ۾ اِهو ڪرشمو ظاهر ٿي ٿيڻو هو. مون ڪهاڻي لکي ڏيکاري. ۽ خ. ج. جي نالي سان سوجهري ڏانهن موڪليم. همت افزائي جو خط پهتو تہ لکي چيو مان تہ، هاڻي! ڪهاڻي منهنجي پوري يعني خيرالنساءِ جعفري جي نالي سان ڇپيو. سو پائي! ائين ادبي سفر شروع ٿي ويو ۽ .......... (گڏي اڃان جواب ڏنو ئي پئي تہ سندس ڏيءَ صائمہ ڪمري ۾ آئي ۽ ضد ڪرڻ لڳي تہ مون کي ڪينچي ۽ ڪاغذ ڏئي تہ ويهي گل ڪتريان. گڏي اٿي ڪيس نارنگي رنگ واري ڪينچي ۽ پراڻا پڙا ڪترڻ لاءِ ڏئي واپس ڪوچ تي ويهڻ بجاءِ هيٺ قالين تي ويهي رهي هاڻي مان گڏي کان جيڪو سوال ڪيو اهو هو تہ: آغا سليم، نسيم ڪــرل، توتي جليل جي ڪهاڻين جي پيٽ ۾ اڄ جي ڪهاڻي اهڙو فيم نہ ماڻي سگهي آهي. ڇو؟ ڳالهہ تہ ڳتي جهڙي ڪئي اٿئي نہ پلا!! اُن جو ڪارڻ ممڪن آهي هي بہ هجي تہ، انهن جا تجربا اسان کان وڌيڪ مئچوئر هجن. ٻيو تہ هنن جنهن دور ۾ لکيو، اهو هر لحاظ کان هنگامي دور هو. ذهني سجاڳي بلڪل ٽئين ۽ نظرياتي ليول تي آسري رهي هئي ڪورٽون ڪيس چالان، تحريڪون ٻڌڌان سچو وايون منڊل اهڙو نهي پيو هو جو، ماڻهو پنهنجي ليکڪ ۾ دلچسپي وٺڻ لڳا هئا، اسان سان ٽرئجڊي هي بہ آهي تہ، ڪسي حالتن ۽ مئڊريڪس جي دور مان گذري رهيا آهيون. تين ايجز ڄاڻي واڻي بہ هاڻيڪار مسئلن کان منهن موڙي پنهنجي اندر (داخليت) ۾ لهي آيو آهي جيڪر انهن حالتن سان منهن مقابل ٿئي تہ، پاڳل ٿي گوريون ڦڪي

مري ويجي ۽ اڳ جي پيٽ ۾ ليکڪن جو تعداد بہ وڏيو آهي. وراثتي بہ اڇي وٺي آهي ليکڪ سورج آهن ۽ اسين فقط ترورا..... ترورا." ڀلا ڀنهنجي ڪا اهڙي ڪهاڻي سُجهيوَ ٿي جنهنجي ڪنهن ويچاري ڪردار سان انصاف نہ ڪري سگهيا هجو؟

نہ ڀائي!! ائين ڪڏهن ناهي ٿيو. منهنجا ڪردار مڪمل فارم ۾ هوندا آهن. اهي جڏهن مڪمل شيپ (صورت) وٺي ذهن ۾ لهندا آهن تڏهن ئي انهن کي لکندي آهيان مان انهن کي بس ايترو ئي سمجهندي آهيان جيترو لکندي آهيان. نہ ڀلا....... (جواب پوروئي ٿيڻ وارو هو تہ امان ڪمري ۾ داخل ٿي. آئي گڏي! ڀنسا الائي ڪٽي رکيا اٿم گڏي جواب ڏنو. امان مونکي تہ خبر ڪانهي. اتي ئي ڀيا هوندا جتي توهان رکيا هوندا) گڏي سلسلو ڳنڍيندي ڀڇو ڀائي الائي ڪهڙو سوال هو، پر هاڻي مان ٺئون سوال پڇانس ٿو. ڀلا ڪهاڻي "حويلي ڪان هاسٽل تائين" وارو موضوع ذهن ۾ ڇو ۽ ڪيئن آيو؟ ڇو جو جواب آهي تہ هرون ڀرون ان موضوع تي لکڻ جو ڪريز هو، مٿان هڪ مهنو مليم تہ سيڪس تي لکي خيرو سستي شهرت ٿي چاهي سو ان شخص کي تيز ڪرڻ لاءِ اها ڪهاڻي لکيم. موضوع توڙي پلاٽ بس اتان ئي ملي ويم. جتي روز پڙهائڻ ويحان ٿي. ڪردار بلڪل سچا ڀچا آهن بس نلهو تريٽمنٽ منهنجي آهي.

پر ٻڌايو تہ سهي توهان جي هر ڪهاڻي ۾ تي ڪردار ڇو هوندا آهن؟ انهن مان هڪ ڪردار شيعا مذهب جو پرچار بہ ضرور ڪندو آهي. اهو ڇا آهي؟ تن ڪردارن جو هجڻ محض اتفاق آهي. هوئڻ ممڪن آهي پس منظر ۾ تن سان منهنجي ڪا ذهني وابستگي هجي يونيورسٽي ۾ اسان ساهيلين جو بہ هڪ ٽڪندو هو مٿان اهو اثر هجي. باقي توکي تہ خبر آهي، مان حسين حسين چوندڙن جي گهر ۾ پيدا ٿي آهيان. مون کي اهو مذهب آسماني مذهب لڳندو آهي. ٻيا سڀ مذهب خوشي ڏين ٿا، پر هتي وري روح پٽڪي ۾ سڪون ملي ٿو، لکي چڏ تہ اهو "تيون تنل تارو" ڪردار منهنجو آهي جنهن ۾ منهنجو ذاتي رنگ مشاهدو ۽ فلاسافي هوندي آهي اتي مان گڏي کي اڌ ۾ ڪٽي ان سوال سان لاڳاپيل نئون سوال پڇان ٿو.

توهان جي هر ڪهاڻي جو اهو تيون ڪردار هر دفعي هر ڪهاڻي ۾

حوصلي جا هٿيار ڦٽا ڪري مايوس ٿي منزل کان موٽڻ لڳندو آهي ڇو؟
ها ڀائي! اهو آهي سچ! گڏيءَ سهمت ٿيندي جواب ڏنو منهنجا ڪجهه نجا ۽ ذاتي ڪامپليڪس آهن مان سمجهان ٿي ته ڪهاڻي لکندي مان صرف پنهنجو پاڻ کي پنهنجي اندر کي آرسي ۾ ڏسندي رهندي آهيان. جيئن دونهين مان هوريان هوريان منظر ظاهر ٿيندو آهي لکڻ سان خود منهنجو ذهني ڪردار منهنجي بي طاقتي ان ڪردار جي صورت ۾ منهنجي آڏو ايندي آهي اهو ڪردار منهنجو عڪس ناهي پر مان پاڻ آهيان........ مايوسي مان نجات جو ٻيو ڪو به رستو ڪونهي سواءِ خودڪشي جي پر بابا پاڻ ۾ ايڏي همت ناهي. گڏي باقاعده کلندي جواب ڏنو....... اوچتو گڏيءَ چيو (آئي ٻڌ نصير!! ڪباب کائيندين؟ آءٌ ڪو جواب ڏيان ان کان اڳي گڏي پنهنجي ڪزن ڀاءُ حميد کي ڇهن ڪبابن جو آرڊر ڏئي ڇڏيو.) ڪاڏي جي ڳالهه نڪتي ته ڪائنس پڇيم "مڪئي جو سنگ ڏسڻ سان خيرالنساء ڏاڏو ياد ايندي آهي. ادب ۾ اهي شيون لازم ملزوم بنجي ويون آهن.
واقعي مڪئي جو سنگ اوهان کي ايڏو وڻندو آهي؟ گڏي هلڪو مرڪي جواب ڏنو. ڀائي مڪئي جو سنگ مون کي ذاتي طور تي ته نه ........ ليليٰ بانا جي حوالي سان وڻندو هو ليليٰ کي سنگ ۽ ڏڏڙي ڏاڍو وڻندي هئي. (ان مهل به گڏي جي ڌي صائمه ڏڏڙي کائي رهي هئي) هاڻي ڪجهه به نٿو وڻيم (گڏي گمڀير ٿي ويئي هئي نه سنگ نه سنگتيائيون ڀائي نصير! جڏهن ماڻهو پنهنجو پاڻ کي نه وڻي نه ....... تڏهن ڪجهه به ناهي وڻندو نه ڀلا! ۽ اها حقيقت به اٿئي ته صائمه کان سواءِ مون کي ٻيو ڪجهه به نٿو وڻي. بس الائي ڇو.......
زندگي جي بوگس پلان واري ڪهاڻي ۾ گهلجندي مون ڪوڙ دفعا گڏي کي ڪول ڪارنرس تي اگلو ۽ چوڪربا آئيس ڪريم کائيندي رستن تي تيز تيز هلندي صائمه کي ڪڇ تي گهمائيندي ڏنو آهي محسوس ائين ٿيندو آهي ڄڻ گڏي جلد کان جلد ڪنهن اوچائي تي پهچڻ ٿي چاهي پڇو مانس ادي گڏي! توهان جو گهر فرسٽ فلور تي ۽ آسمان جي وچ ۾ رهڻ ڪيئن ٿيو لڳي؟
(سوال جي وچ ۾ ڀاءُ حميد ڪباب کڻي آيو ۽ جواب وري رولڙي ۾ پئجي ويو) پر ڪباب پليٽ ۾ رکندي هو جواب ڏيندي رهي؛ ڀائي!! اسان جهڙا ماڻهو وچ ۾ ئي رهڻ گهرجن. زندگي ۽ موت جي وچ واري ڪشمڪش

يعني سڪرات ۾ ئي نجات آهي. هوئن سوچان ٿي ته، مرڻ کان پوءِ پل صراط جي وچ ۾ ئي پٺي پٽڪندس نه جنت ۾ وڃي سگهندس نه دوزخ ۾ ۽ الائي ڇو اهو احساس به ڪنهن ڪنهن مهل ڏاڍو ٿيندو اٿم ته، مان بنان نتيجي ڏسڻ جي مري ويندس. (هاڻي اسان باقائده ماني ۽ ڪباب کائڻ شروع ڪري ڏنا هئا! واهه ڪيڏا نه لزيز ڪباب آهن) گرهه وات ۾ ۽ سوال ڇپن تي:- ڪڏهن ڪليل اگڻ ۾ صائمه سان گڏ ليٽي، آسمان جا ستارا ڳڻڻ جو تجربو ڪيو اٿو؟ اها آهي ته بي حد رومينٽڪ ڪرت! پر صائمه ڪڏهن ڳڻڻ ئي ناهي ڏيندي. ها! البت ڪڏهن موڊ ٿيندو آهي ته، ڇت تي چڙهي هيٺالي جا بلب ڳڻيندي آهيان ڪهڙيون ڪيفيتون اوهان کي ٽچي بنائي ڇڏينديون آهن؟ جيڪا ڪنهن نه ڪنهن اينگل کا پنچ ڪري اِن بريڪ ايبل گلاس

ڏنو اٿئي نه! بظاهر ان کي ٽٽڻ نه گهرجي پر ان کي به ڪنهن نه ڪنهن اينگل کان ڌڪ لڳي ٿو ته ٽٽيو پوي سومون ۾ به پائي! ٽچي ٿيڻ ۽ ٽٽي پوڻ لاءِ اهڙي اينگل جي گنجائش موجود آهي. ڀلا توهان جي ڇهين حس صحيح اڳڪٽيون ڪندي آهي يا......؟ گڏي هن سوال تي باقائده ٽهڪ ڏئي کلي پئي. منهنجي ڇهين حس جون تعميري خصوصيتون بلڪل بوگس آهن. چوندا آهن ته، ڏاڻي نه وڏاڻي پر منهنجي ڏاڻي بجاءِ سدائين ڪاٻي اک ڦڙڪندي آهي. ۽ سمجهي ويندي آهيان، برائي آئي ڪا آئي. سو پائي! منهنجي ڇهين حس سدائين ابتيون اڳڪٽيون ڪندي آهي.

توهان جو اسٽار ڪهڙو آهي؟ اسٽار منهنجو ليؤ Leo آهي عنصر سج ۽ نشاني شينهن پر سچ پڇين نه ته، مان پاڻ کي چانورن ۾ سرندڙ ليئو تي سمجهان (گڏي جي ڪچ ۾ ويٺل صائمه لفظ اسٽار کي جهٽي ورتو ۽ جهونگارڻ لڳي اسٽار، اسٽار، اسٽار، آسٽار سندس اسٽار واري تڪرار تي ائين لڳو ڄڻ امام بارگاهه مان آواز ايندو هجي حسين حسين، حسين)

توهان جو مهتاب چنا کان پڇيل سوال اوهان کان ئي پڇان ٿو ته اوهان کي ڪڏهن ڪنهن تي رشڪ آيو؟

ها! مون کي خود مهتاب تي ئي رشڪ ايندو آهي.

ڪهڙو نالو ہڏي ان تي لعنت وجهڻ لاءِ دل چاهيندي آٿو؟

نالو ٻڌائيندس ته هوئن ئي سنسر ڪرائي ڇڏيندو.

وري به ڪا نشاني ٻڌايو؟ هن جي اکين تي ٨٨ جا انگ چاپيا پيا آهن.

وس پڇيو تہ کھڙو وڏو ڪم ڪري ڏيکاريو؟ جيڪر سليماني ٽوپي پائي ماڻهن جي اندر ۾ گهڙي وڃان ۽ ڏسان تہ هو زندگيءَ کي ڪيئن ٽا "فيل" ڪن.

سنڌي سماج جي خطرناڪ روايت، سس ننهن ۽ نڻان ڀاڄائي واري جهيڙي بابت ڇا خيال اٿو؟

اهي هٿڻ گهرجن، سٺو ايڊونچر آهي. علامہ آئي- آئي قاضي چيو آهي تہ، جيڪا شيءِ ٿئي ٿي. ان کي ائين ئي ٿيڻ گهرجي. نہ تہ ٻي صورت ۾ ڪجھ ٿي نٿو سگهي.

پنهنجو ئي لکيل ڪو ڊائلاگ ٻڌايو جيڪو اوهان کي پاڻ بہ پسند هجي؟

پاڻ کي تہ ڀائي! سڀ ڊائلاگ ئي وسري ويا آهن.

خواب ڪهڙا ڏسندا آهيو؟ڪسي ٿيل! جن مان ڪابہ معني ناهي نڪرندي.

عورت عمومن مرد جي اڳيان سورج مکيءَ جو گل هوندي آهي. مرد کي ڪهڙو گل هجڻ گهرجي؟

مرد کي عورت جي اڳيان گوبيءَ جو گل هجڻ گهرجي.

پر ويچارو گوبي بہ نہ ٿي سگهيو گل ئي ٿي ويو.... منهنجو مطلب آهي جيئن ٻَتي گُل ٿي ويندي آهي.

ليڪ ۽ ليڪڪائن کي ڇا سارتر جي دوست سائمن دي بوا وانگر زندگي گذاري ڇڏجي؟سرھ چوندي آهي. ڪو سچو پيار ڏئي. پوءِ اُهو دنيا جي ڪنهن بہ ڪنڊ ۾ وڃي رهي. شادي ڪرڻ بنان ئي بس خالي ذهني رفاقت جي سهاري زندگي خوشي سان گذاري سگهجي ٿي.

جڏهن وارن ۾ چاندي لهندي تہ زندگي ڪيئن گذاريندؤ؟

لهندي ڇا، لهي آئي آهي. باقي جڏهن ڏندن ۽ بدن ۾ چاندي لهندي تہ، ڪٿي سنڌؤ ۾ ڏيو ڏبو. (آئي نہ نہ پاڻ ۾ خودڪشيءَ جي همٿ ناهي ڀائي)

ادي گڏي سوال تہ سڀ ختم ٿي ويا آهن. هاڻي ڪهڙو سوال پڇان؟

ڪوبہ نہ

ڪوبہ نہ

ڪوبہ نہ!!



# خيرالنساءَ جعفري

علي نواز ڦل

مون کي 'سنڌ' جي ڀيرين ٻرچي لاءِ پنهنجي مرضيءَ تي ڪنهن اهم شخصيت کان انٽرويو وٺڻ لاءِ چيو ويو. منهنجي ذهن ۾ منهنجي پسند جا ڪجهه ليکڪ ڦرڻ لڳا. عبدالقادر جوڻيجو، ماهتاب محبوب، علي بابا ۽ خيرالنساءَ جعفري. انهن چئن نالن تي سوچڻ لڳس ته خيرو سان ڳالهائڻ معنيٰ ڪکر ۾ ڪٽرو هڻڻ يا پنهنجي حاج لهرائڻ جي برابر آهي. جڏهن عبدالقادر جوڻيجي کانئس 'اديون' لاءِ انٽرويو ورتو هو ته مون پڇيو هو مانس "ڏي خبر خيرو انٽرويو دوران ڪيئن لڳي؟" ته ٻئي هٿ ڪنن جي پاپڙين ۾ وجهي چيو هئائين، "بابا اسان جي جاءِ ناهي!" سو مان به ڏڄندي ڏڄندي دل ٻڌي ويس ۽ پنهنجي حاج لهرائڻ خيروءَ وٽ وڃي پهتس، تڙ تڪڙ ۾ ان وقت جيڪي سوال مون کان سجهيا سي پڇيامانس.

خيرالنساءِ جعفري کي انهن ڪهاڻيڪارن ۾ ڳڻي سگهجي ٿو، جن پنهنجا سنڌي ادب ۾ پڙهندڙ پيدا ڪيا آهن. امر جليل، نسيم کرل، آغا سليم، ماهتاب محبوب، عبدالقادر جوڻيجو، علي بابا، غلام نبي مغل ۽ خيرالنساءِ جعفري ڪهاڻي ڪيتر ۾ اهڙا ليکڪ آهن جن پڙهندڙن جو پنهنجو مخصوص طبقو ٺاهي ورتو ۽ ان کان پوءِ موجود سنڌي ڪهاڻيڪارن مان اهڙو نالو ڪونہ ٿو نظر اچي جنهن پنهنجا مخصوص پڙهندڙ پيدا ڪيا هجن. "٦٦-٦٧- ٦٨" "تخليق جو موت" ۽ "حويليءَ کان هاسٽل تائين" خيرو جون صرف سنڌيءَ جون شاهڪار ڪهاڻيون آهن پر بين الاقوامي ليول تي پڻ انهن ڪهاڻين ۽ ڪهاڻيڪاره کي وڏي اهميت حاصل آهي.

مون خيروُ کان هيٺيون ڳالهيون پڇيون؛

▲ ماڻهو لاءِ لکڻ ڇو ۽ ڪڏهن ضروري ٿي پوندو آهي؟

جڏهن زندگي گذارڻ لاءِ صرف ساڄي ياکاٻي آڱوٺي جي نشان Right; Left; thumb impression کي انسان پنهنجي حق ۾ ڪمزور سمجهي. زندگيءَ سان جهيڙڻ يا ريڙهڻ ۾ جڏهن صرف آڱوٺي جو نشان ٿي ٿورو گهڻو حوصلو بخشي وڃي پوءِ انسان ڇو نہ ڇڙي آڱوٺي سان باقي آڱرين جو زور لائي زندگي کي پوندو ڏيڻ بدران پنهنجي پاڪر ۾ پري وٺي. جو قلم هٿ ۾هجڻ سان انسان ڪيترين ئي شيطاني بلائن کان بچيو رهي. قلم جي قوت جو اعتراف ماڻهون تہ ڇا خدا بہ قرآن ۾ قسم کڻي ڪيو آهي. جي هٿ قلم جو علم سنيالين اُهي ڌرتيءَ تي صليب ڪوڙڻ نہ ڄاڻن اهي تہ آسمان تي نقب هڻي آسمان جون دريون کوليندا آهن.

▲ ڪڏهن ائين بہ ٿيو جو اوهان پنهنجي منهن ويهي سوچيو هجي تہ مون کي ادبي ماحول ۾ نہ اچڻ کپندو هو؟

▲ نہ- بلڪل نہ- ادب کي ڪوبہ محدود ماحول نہ آهي، بلڪہ ادب تہ آسمان جي لامحدود وسعتن جو سرچشمو آهي، مون کي جڏهن بہ اِن چشمي مان چڪي پيئڻ جو احساس ٿيو تڏهن يقين ڪر تہ منهنجي اکين تان شين جي پري کان نظر اچڻ وارو چشموئي لهي ويو.......... هاڻ صرف شين کي ويجهو ڏسڻ لاءِ چشمون پائيندي آهيان. خوشي اٿم ادب ۾ اچڻ ڪري چشم بينا وڏي وئي اٿم ۽ طوطي چشم بنجڻ کان بچي وئي آهيان.

▲ ڪهڙو ڏيهي پرڏيهي ليکڪ، ليکڪا پسند اٿو؟

▲ ڪو وقت هو جڏهن نسيم کرل ۽ آغا سليم بيحد وڻندا هئا...... انهن جي تحرير ۾ اڄ بہ اُها تازگي ۽ جوت آهي جا ڪلهہ سندن لکڻ وقت اگرين جي لمس ۾ هئي. نسيم مري ويو (شايد آغا بہ جيئرو هوندي ئي گذاري ويو) پرهيئنر بہ سنڌي ادب سندن ئي ڪشش تي قائم آهي. هاڻي هن وقت عبدالقادر جوڻيجو لکي ٿو ۽ خوب لکي ٿو. اهو شخص قبر مان بہ لکندو رهندو. سندس قيامت بہ پانيان ٿي تہ "ڊالر اِنڪ" سان ڪاري هوندي.

▲ مهان ليکڪ جو اوهان وٽ معيار؟

▲ جنهن جي صرف هڪ لفظ يا هڪ سٽ سٽ ڏيئي دل ۾ گهڙي وڃي.

▲ سنڌي عورت ادب جي جا خدمت ڪئي آهي اُن مان اوهان ڪيتري قدر مطمئن آهيو؟

▲ اڄ جي عورت پنهنجي گهر، ور ۽ ٻارن جي خدمت مان واندي ئي ڪڏهن ٿي آهي جو ادب جي خدمت لاءِ وقت ڪڍي. اڄ جي عورت ڪي هن دنيا ڪي منهن ڏيڻ جون جوابداريون ڪاڏي جي ميز کان ڪٺي ريشم گليءَ جي ڪنهن ڪنڊ ۾ گم ڪريو ڇڏين......... فئمليءَ جي لڄپاليءَ کان وٺي فئملي پلينگ تائين جي رکوالي عورت جي ذمي، پوءِ ادب جي تخليق لاءِ وقت ڪٿان اچي. جو ڪجهہ ٿورو ڪي گهڻو لکجي رهيو آهي اُن ۾ تخليق گهٽ دستاويزيت گهڻي آهي..... هرو ڀرو بہ جيڪڏهن ڪا اُڙي ترڙي نئين ٽهيءَ مان ڪا نياڻي نماڻي قلم آزمائي ڪرڻ بہ چاهي ٿي تہ مون تہ ڏٺو آهي تہ اسان جي ئي ادبي لڏي مان انهن ڇوڪرين جي ناءِ ستائش جي لبادي ۾ هڪڙو عاشق جو ٽولو پيدا ٿيو پوي، پوءِ ڇوڪري ويچاري لڄائيندي شرمائيندي وتندي انهن جي رومانٽڪ فونن، خطن، ۽ سنديسن جا سرا سلجهائيندي....... جيڪي اسان ٻاريون اِنهن چرچن کان چڙهيل سي وري چربہ سازيءَ ۾ چوٽ!

▲ نئين ٽهيءَ مان ڪهڙيون اميدون رکو ٿيون؟

▲ زندگيءَ جي هر معاملي ۾ Concentration

▲ جدت جا تہ اسين سڀ قائل آهيون، پر جديديت تي اختلاف اٿئون، توهانجي پنهنجي ذاتي راءِ ان متعلق ڇا آهي؟

▲ جدت ۾ لذت آهي جڏهن ته جديديت ۾ شدت، جدت جيوت کي تازه دم ڪري ٿي جڏهن ته جديديت زندگيءَ کي بي دم ڪرڻ جو ناءُ ......... حالانڪ ڏنو وڃي ته جديديت ڪنهن حد تائين هڪ ڪمزور ڪل آهي زندگيءَ سان نياءُ جي زندگيءَ کان انتهائي محروميت جو نتيجو 'خودڪشي' آهي، ۽ محروميت کان انتهائي بچڻ جو طريقو خودفراري....

▲ ذات ۽ سچ مان اتم ڪنهن کي ٿيون سمجهو؟

▲ ذات ۽ سچ! آهي ته ٻنهي جي قسمت ۾ ماڻهن جو ميلو. ٻنهي جي هٿن ۾ ڏيئي جي لاٽ واري وٽ فرق آهي اهو جو صرف هڪ (سچ) سوريءَ سزاوار ٿيڻ وقت اِها سوٽي رس سرڪ ساهي ناهي ڳاني جيان پائي واويلا جي حزن ۾ گم ٿيو وڃي......... ٻيو (ذات) ساڳي رس ريشمي فتي جئن ڪنهن نمائش ۾ افتتاح جي رسم ڪندي ڪٽجڻ جو ميلو. هيڏانهن واهه واهه هوڏانهن واويلا.

▲ ڏکن پنيان سک مصداق اوهان به پوڙهيو هوندو. پوڙهائي کي ڪيئن feel ڪيو اٿو؟

▲ ٻڌو ته ڏکن پنيان سک اتم پر ڏٺو ته ڏکن پنيان ڏک اتم جيڪڏهن ڏکن پنيان لفظ سک به آهي ته ڪجهه اِن ريت جو هڪ ماڻهو زندگيءَ جا يڪا ڪجهه سال سخت عذاب ۾ پوڙهيا. آخر پريشان ٿي هڪ نجوميءَ کي هٿ ڏيکاريائين ۽ پڇي "ايا منهنجي زندگيءَ ۾ ڪيترا ڏکيا ڏينهن آهن؟" نجوميءَ ورائيس، "سائين اوهان جي هٿ ۾ ايا صرف ۵ سال تڪليفن جا آهن ان کان پوءِ........." بيچينيءَ وچان ماڻهوءَ پڇيس "ها ها ان کان پوءِ ......" نجوميءَ ورائيس "سائين ان کان پوءِ اوهين انهن ڏکن جا ٻنهه عادي ٿي ويندا........" گويا سک محض انهن ڏکن جي عادي ٿيڻ جو ناءُ آهي......... باقي مون پوڙهائي کي ڪيئن feel ڪيو آهي؟ جي جواب ۾ صرف ايترو چوندس ته ڪڏهن سوچيندي آهيان ته منهنجا هي خواب پريشان، هي خيال پريشان! خدا مون سان آخر انصاف ڪيئن ڪندو؟

▲ پيڙا کان پوءِ ڇا هي؟

▲ پرٿويءَ سان لاڳاپو ختم........ ٻنان پرن جي پولار ۾ پرواز، ڪشش

ٿقل تني پوڻ ڪري نہ ڌرتيءَ تي ڪري سگهجي نہ آسمان ڏي اڏري سگهجي.

▲ ڇا تخليق جو موت، ٦٦- ٦٧- ٦٨- ۾ حويليءَ ڪان هاسٽل تائين جي ليڪڪ ڪان اسين پڇي سگهون ٿا تہ ڪهاڻي ڪيتر ڪي ڇورو ڇنو ڪرڻ ۾ سندس ڪيترو هٿ آهي؟

▲ بس جو ڪجهہ لکيم اِهو مون کي لکڻو هو........ شايد اِهي ڪهاڻيون منهنجي پيدا ٿيڻ ڪان اڳ ئي منهنجي حوالي سان مٿان ئي ڪي لکجي چڪيون هيون جو ڪجهہ نہ لکي سگهيس اهو شايد لکڻ ئي نہ ٿي چاهيان...... شايد واقعي آءٌ ڪهاڻي ڪيتر جي مجرم آهيان. پر ان جرم جي سزا مون کي خاموشيءَ جي صورت ۾ slowpoison جيان ملي رهي آهي.....



# خيرالنساءَ جعفري

## انٽرويو وٺندڙ:
## عبدالقادر جوڻيجوءِ ڪرم الاهي چنه

محترمه خيرالنساء جعفري سنڌ يونيورسٽي جي شعبه نفسيات ۾ اسسٽنٽ پروفيسر آهي. تازو هندستان جي ادبي دوري تان واپس آئي آهي. اُميد ته جلدئي اتي جي سنڌي ادب جي رفتار جو تذڪرو به موصوفه اسان هن رسالي لاءِ عنايت ڪندو. هي انٽرويو عبدالقادر جوڻيجه ورتو ۽ ڪرم الاهي چنه سندس مدد ڪئي. اسين ٻنهي جا ٿورائتا آهيون. (ادارو)

ڍڳو ڀلو اهو جيڪو ڏاڍيءَ مان هر ڀڃي، گهوڙو ڀلو اهو جيڪو مُن سنو هلي، ماڻهو ڀلو اهو جنهن جي زبان، جنهن جي ڳالهه ۾ چٽش ۽ سچ هجي. خيرالنساءَ جعفري جي لکت ۾ ايترو ته چٽش، ايترو ته سچ آهي جو دل چوندي آهي ته سندس ڪهاڻين جو ڪتاب پاڪيٽ سائيز ۾ ڇپيل هجي ۽

اهو ڪوٽ جي کيسي ۾ ڪنيءَ هلجي ۽ جتي بور ٿجي اتي ويهي پڙهجي.
سندس ڳالهين ۾ ايترو چِش ۽ سچ آهي، جو دل چوندي آهي ته سندس سامهون ويهي ڇاڙيءَ تي هٿ ڏيئي رڳو ويٺو ٻڌجي.

سڀ ماڻهو چون ٿا ته سچ ڪؤڙو هوندو آهي، ان ڪري ٻُرڪائڻ ڏکيو ٿيندو آهي، پر خيروءَ جو سچ لوڻائيو ۽ ٻُر ٻُر هوندو آهي ان ڪري ٻُرڪائڻ ته ڇڏيو پرپيٽ ڦاٽجڻ جو انديشو هوندو آهي.

'اديون' وارن ڇيو ته خيرالنساءِ جعفري ڪان انٽرويو وٺي ڏي. انڌر الله ڪان گهري هڪڙي اک 'اديون' وارن بـ اکيون ڏيئي ڇڏيون ۽ ننڍا وڏا، اهم، غير اهم سوال ڪٽي، مٿو ڪنهندو پهتس خيرالنساءِ وٽ. مٿو ان ڪري ڪنهندو ويس جو پڪ هيم ته سوال پلا هن، جواب پلا هوندا، رنگ پاڻ ۾ مٿج ڪري ڪونه سگهندا.

ڪرم الاهي چنه گڏ هو، ان کي چيم ته تون دعائون پڙهج، آئون سوال ڪندس، نوراحمد فوٽو ڪڍندو، سو بير فقير ياد ڪندا خيرالنساءِ وٽ پهتاسين، پر خيروُ خود وڏو پير فقير آهي، ان ڪري پيا وسري ويا، پڙ تي رڳو آهي خيرالنساءِ جعفري. سو هن انٽرويو ۾ خيروئي خيرو آهي، اسين نه آهيون، تنهن ڪري اسانکي ڳنپ ۾ نه آڻجي ته چڱو آهي. (عبدالقادر جوڻيجو) هاڻي سوال جواب شروع ٿا ٿين:

س: لکندي ڇو آهين؟

ج: جڏهن بـ جک محسوس ڪيا اٿم (پاڻ تي يا ٻين تي) تڏهن قلم ڪوڙي جيان ڪاغذ تي وهائيندي آهيان. ڪاغذ جي پٺ تي ڪوڙن جا نشان منهنجي اذيت پسنديءَ جي انتها آهن.

(ضياءُ دور ۾ ڏنل انٽرويو- جڏهن ڦاسيون ڦٽڪا عام هئا.)

س: جڏهن نه لکندي آهين، ته ڇو نه لکندي آهين؟

ج: لکڻ جوڳو گهڻو مواد ته سوچڻ ۾ وڃايو ڇڏيان. قلم جهليان ته سوچ جا سرا ڪو نه سجهنم. البت هلندڙ بس ۾ سوچيان. باٿ روم ۾ سوچيان، بستر تي سوچيان. پر اهڙين جاين تي لکڻ جي سخت

ممانعت آهي.......... حالانڪ هاڻ اسان کي لکڻ جي پوري آزادي ڏني وئي آهي. پر! جنهن جائز دائري ۾ ويهي لکڻ گهرجي، اهي دائرا مون کي، منهنجي موڪر باعث ڪافي تنگ لڳا آهن. ٿورو بہ هِت هُت گسڪڻ سان دائرا ڇڇيو پون. ڇنل دائرن ۾ ويهي ڪوئي لکي تہ ڪيئن لکي.......

س: جي نہ لکين ها تہ ڇا ڪرين ها؟

ج: ڏڏ ولوڙيان ها!

ڏڏ تہ هاڻ بہ ٿي ولوڙيان. مون ان ڏڏ ولوڙڻ واري رسيءَ سان، رات پنهنجي قلم کي ڦاهي چاڙهي ڇڏڻ جواٽل فيصلو ڪري ڇڏيو آهي.

س: ڇا ڇا پڙهندي آهين ۽ ڇو پڙهندي آهين؟

ج: اڄڪلهہ رڳو آيت الڪرسي ئي پڙهندي آهيان...........

س: لکڻ پڙهڻ جي باوجود ڪهڙي کوٽ محسوس ڪئي اٿئي؟

ج: خود پنهنجي کوٽ! زندگيءَ کي جڏهن بہ روان دوان اڳيان هلندي ڏٺو اٿو اُن ۾ هميشہ مون کي هڪ ڪمي محسوس ٿي آهي....... اها آئون آهيان.

س: تنهنجي Inspiration جا ذريعا؟

ج: perspiration پگهر! ها جڏهن پگهر ڇٽا آهن، تڏهن ئي ڪجهہ لکيو اٿم.

س: جيئن ڳالهائڻ ۾ حقيقتن کي همٿ سان ڇهندي آهين، تيئن ڪڏهن عملي دنيا کي همت سان ڇهي سگهندي آهين؟

ج: تنهجو سوال بيحد وڻيم. البتہ جواب ڏيڻ نٿو وڻيم. سچ پڇين تہ همٿون رڳو في سبيل الله پاڻ وٽ رکندي آهيان. (شايد ڪنهن ڪمزوريءَ کي ختم ڪرڻ لاءِ) شايد ذهني مزي لاءِ يا محض دوست جي دوست کي دوست ميڻ لاءِ دوست جي دشمن کي دشمن سمجهڻ لاءِ.

باقي علمي دنيا کي همٿن سان ڇهي سگهڻ.......... (سچ تہ منهنجي ڪمزوريءَ کي جهليو ٿئي) اُهي همٿون! جن سان هٿ وڌائي اڳيان ڪو

مطلوب ڪٽي ونجي...... جن سان مرضيءَ مطابق ڪا چونڊ ڪري سگهجي. ان معاملي ۾ آئون ڪيتريLooserآهيان، مان نٿي ٻڌايانءِ........ پيو ته نهيو، پر بازار ۾ منهنجي مرضيءَ هوندي به دوڪاندار جي مرضيءَ جيshopping ڪندي آهيان. هو جي باقي رهيل پيسا موٽائي ڏئي ته ڪڏهن به ان جي سامهون ڳڻي مان پيسا پرس ۾ ناهن وڌا........

نس جي سٽي جي ڊاڪٽر هٽي ته چڱو پر اخلاقاً (يا بي همٿن) هٽائيندي سامهون بيٺل ڪمپائونڊر کان آهيان. ڪڏهن ڪڏهن ائين ٿيندو آهي، جو پرس ۾ صرف هڪ روپيو هوندو اٿم. بس اسٽاپ تي بيٺي هوندي آهيان. سامهون سجاتل فقير کي ايندو ڏسي، هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ شروع ڪندي آهيان (دراصل فقير شايد منهنجي فقيريءَ کي ايجان سڃاڻي نه سگهيو آهي. بهر حال آئون ڪيس پاڻ کان وڏو ماهر نفسيات مڃي چڪي آهيان) فقير جيسين سامهون اچي ئي اچي (هن جي Demand رپئي کان گهٽ نه هوندي آهي) تيسين آءٌ واحد رپيو پرس مان ڪڍي، مٺ ۾ جهلي هيڏانهن هوڏانهن کسڪڻ جي ڪوشش ڪندي آهيان فقير جي همٿن جي ڳالهه خيرو جي ناهمٿين جي ڳالهه!

همٿون ناهمٿن تي بهر حال سوپ پائينديون آهن. منهنجي هٿ وارو رپيو، فقير جي هٿ ۾Shiftٿي ويندو آهي. پر ان هڪ رپئي سان گڏ ٻوٽ جو پنو به لهي ويندو اٿم. هو ته ان پني ۾ رپيوويڙهي هليو ويندو آهي. (منهجي ٻوٽ تي نهارڻ بنا)

دراصل همٿن سان، پئي جي ٻوٽ جا پنا ويڙهيا ڏسي مونکي همٿون ڪڏهن ڪڏهن ڪوڙ به وٽنديون آهن.

ڊوڙان ڊوڙيءَ جي هن دؤر ۾، جتي هر ڪو همٿن سان اڳيان هلي رهيو آهي آءٌ هڪ قدم اڳيان ڪنديآهيان ٻه قدم پٺيان پوندي آهيان.

س: گهڻا پيسا هٿ اچي وڃنيئن ته ڪر ڇا ڪرين؟

ج: هيئنر ٿورڙا پيسا آهن ان ڪري صرف صائمه (منهنجي ڌي) کي اگلو

آئسڪريم وٺي ڪارائيندي آهيان. جواباً بيمار ٿئي ته ٻيتي ٿوٽ ٻه پريان.

گهڻا پيسا ملنم ته تنهنجي ڏيءَ کي ٻه اگلو ڪارايان.

س: پنهنجي گهر جي اڱڻ ۽ Arts Faculty جي ڪاريڊار ۾ توکي ڪهڙو فرق نظر آيو آهي؟

ج: گهر جي اڱڻ کي ڏوئي ڏوئي پنهنجي هٿن جا ليڪا ٻه ڏوئي ڇڏيا اٿم. البت Arts faculty جي ڪاريڊار جي پٿين تي لکيل آهي نعرا ۽ نياپا نه مٽائي سگهي آهيان جيڪي لکندڙن جي ذهن تان ڪڏهوڪو مٽجي ٻه ويا هوندا.....

س: رشتن جي باري ۾ اڳ ڇا سوچيو هئي. ۽ هاڻ ڇا ٿي سوچين؟ ايندڙ وقت ۾ ڇا سوچيندين؟

ج: رشتا ڪي ٻه نوس نه آهن. ڦرندڙ حالتن سان گڏ، وقت آهر رشتا ٻه چڪر کائيندا، چڪر ڏيئي ويندا آهن. البت اگر ڪنهن رشته دار جي ڳالهه پڇين ته مونکي اڄ اهو رڪشا وارو وڏو مائٽ محسوس ٿيو جنهن صبح هلندڙ رڪشا وچ ۾ بيهاري پنهنجي لاءِ هڪ پان ورتو. ۽ موٽندي مون سان گڏ ويٺل منهنجي ننڍڙي صائمه لاءِ هڪ ڪٽمٺو ٻه وٺيو آيو. "بيبي موج ڪر" منهنجي ٻه تو جيڏڙي ڏيءَ آهي.

باقي "رت جا رشتا" ۽ رت دانگيءَ تي ٻه وري واريون چوٽيون بس اٿين کٽي آهن، ان ۾ نڪا رت جي خوبي آهي ۽ نڪوئي دانگيءَ جي رت کي ٿورو ڇر لڳي ناهي ۽ رت ڪارو ٿيو ناهي.

ها! باقي دانگيءَ کي اگر شرافت جي اصولن تي استعمال ڪجي ته ان جو ڪم مانئي پچائڻ آهي. ورنه دانگي گهڻو ڪري ملڻ لاءِ ئي استعمال ڪبي آهي اڄڪلهه جيئن ته 'پڪي پڪائي' جو رواج آهي. ان ڪري دانگيءَ جو استعمال اهو پويون وڃي رهيو آهي.

باقي جذباتي وابستگيون، محبتون، نفرتون، پيار ۽ برماريون سڀ ذاتي خلشفار ئي آهن. جن کان جند ڇڏائڻ چاهبي آهي، پر ڇڏائي نه سگهبي

آهي! ڪٿي ڪٿي انسان الائي ڪهڙي ڳالهه ڪان مارڪائي ويندو آهي.

س: اڪيڊمڪ نفسيات جيڪا توهان پڙهائينديون آهيو، اها توهان کان ڪيترو پري آهي ڪيترو ويجهي آهي؟

ج: دوري ۽ ويجهڙائپ وارا Dimensions محض پرڻ ۾ پاٽي آهن. نفسيات پڙهائيندي پڙهائيندي ۽ پاڻ کي ان تي پرورڻيندي ڪڏهن ايڏو گم ٿي ويندي آهيان، جو ٻاهر نڪرڻ لاءِ ڪو رستو ڪونه سجهندو اٿم......

پاڳل خاني وارا چريا عقل وارا لڳندا اٿم. گهٽ ۾ گهٽ هو هڪ چؤديواري ۾ محفوظ تہ ويٺا آهن. ۽ اسان پارا اڌ چريا! ڪڏهن ڪڏهن ويچاريندي آهيان تہ ڪيڏانهن وڃن.

س: پنهنجي ڪهاڻين کي ڇا سمجهندي آهيو؟

ج: جيڪو پاڻ کي سمجهندي آهيان.

س: پنهنجو پاڻ کي ڇا سمجهندي آهيو؟

ج: جيڪو ٻيا مون کي نہ سمجهندا آهن.

س: تو غير روايتي ٿي ڇا پاتو آهي. ڇا وڃايو آهي.......؟

ج: جنهن کي توهان غير روايتي هجڻ ٿا سمجهو، اها منهنجي روايت آهي. اهائي مرضي اٿم. اهائي منهنجي چونڊ آهي، باقي پائڻ ۽ وڃائڻ.....؟ تہ جڏهن بہ ساٿ ڪنهن پاڻ جهڙي غير روايتي ماڻهو سان ٿيو تہ گهڻو ڪجهہ پاتو اٿم، گهڻي محبت ۽ گهڻو اتساه، گهڻو ويساه. پر دنيا جيئن تہ اڃڪلهہ روايتي ٿي آهي، ان ڪري موٽ ۾ ڪوٽ ٿي ملي آهي. جنهن جو ڏک صرف اڪيلائين ۾ ٿي ڪندي آهيان. باقي هڪ ڳالهہ ٻڌايانءِ تہ ڪوٽي دنيا جا پاڻ ڏي اڇلايل پٿر مون ڪڏهن بہ سانڀي ڪونہ رکيا آهن. تڪبير وجهي قصو آئون پاڻ ئي حلال ڪري ڇڏيندي آهيان، پر ڪڏهن ڪنهن جو قرض اگر رهجي وڃي تہ وجهہ وٺي سندس 'امانت' سير جي سوا سير ڪري ڪيس موٽائي ٻوٽ تي ٺهڪائيندي آهيان.

س: پراڻين لکڻين ۾ ڇا ڇا وٺيو اٿئي، ڇا ڇا نہ وٺيو ٿئي؟

ج: جيڪي لکڻيون ڪلهہ وٺيون هيم، اهي اڄ بہ وٺنم ٿيون. تن کي پراڻو نہ

ٿي سمجهان، نين لکنين ۾ جيکي ماڻهو وٺندا اٿم، انهن جون تحريرون به وٺنديون اٿم. (اها منهنجي پنهنجي ننڍڙي بي انصافي پاڻ ۾).

س: ادب شاعريءَ کي ڇڏي، فنون لطيفه ۾ ڇا ڇا وڻندو ٿئي؟

ج: فنون لطيفه جي مون ۾ ٽيسٽ ڪونهي. لطيفي جي ٽيسٽ لطيف ماڻهن ۾ ٿيندي آهي آئون 'موٽو ماڻهو' آهيان. البته راڳ ۽ سر وڻندا اٿم. سواءِ دهل تي ڪڏڻ جي راڳ جي چڙ لڳندي اٿم. جڏهن ڪنهن شادي براديءَ جي موقعي تي دهل ڪٽي "آئي موسم رنگيلي سهاني" ڳائيندا آهن ۽ وچ ۾ عادت مطابق تان هڻي "شابي" ڪندا آهن. اعتراض نه اُردو راڳ تي اٿم ۽ نه ئي سنڌي لفظ شابي تي. البته انهن ٻنهي جي سنگم تي. پر ويچارا مڙهيءَ جا ماڻهو، مٿن ڪهڙي ميار.

س: تو گذريل ڏهن سالن ۾ ڪهڙي ارتقا ڪئي آ. پنهنجو پاڻ ۾ ڇا ڇا تبديل ٿيندو محسوس ڪيو ٿئي؟

ج: تبديليون سال نه بلڪه ساعتون آڻينديون آهن ڪو هڪ لمحو! ڪا هڪ ساعت! باقي سالن جي ارتقا، يا صدين جي ارتقا؟ پنڀان مڙي نهاريان ٿي ته مونکي ڪو پولڙو نظر نه ٿو اچي، جنهن تي اعتبار ڪري، هام هڻي آئون چئي سگهان ته خيرالنساء جعفري جو اصل نسل اجهو اهو آهي.

ها ڏهن سالن واري پابندي سهڻي هڻين ٿئي،........ ڏهن سالن جي ڳالهه ڏهن لفظن ۾ ٿي سمجهه روزانو رات جو ننڊ ۾ هڪ خواب ۾ اها خيرؤ ڏسندي آهيان، جا اڄ کان ڏهه ورهيه پهرين هئي. صبح جو رات جي اُن خواب کان اها 'خيرو' ڪسڻ چاهيندي آهيان، پر!!

س: صرف ٽن سٽن ۾ پنهنجي سوانح بڌاءِ.........؟

ج: صرف آڱوٺو ڏيکاري ماڻهو پنهنجو سڄو شجرو ته ڪڏهن سگهي ٿو. باقي ٽن سٽن ۾ ساه جا سمورا رشتا پوري سچ سان ٻڌائن........ مون لاءِ ڏکيا آهن. سو وڏيک مونکي آزمائش ۾ نه آڻ.......

س: ذاتي طرح ڪهڙين شين کان الرجڪ آهين. ڪهڙيون شيون وٺنديون ٿئي؟

ج: چانديءَ جو روپيو! جيڪڏهن منهنجي هٿ ۾ آهي ته وٺيم ٿو. جيڪڏهن تنهنجي هٿ تي آهي ته الرجڪ آهيان.

س: تون پاڻ کان ڪهڙا سوال پڇين اگر پنهنجو پاڻ کان انٽرويو وٺين؟

ج: سڄي زندگي پاڻ کان سوال ڪندي ۽ انٽرويو وٺندي گذاري اٿم. فلاڻي بين ڪنهن کي ڏنم. فلاڻو ڪتاب ڪٿ رکيم. فلاڻي هيءَ ڳلهه ڪيئن ڪئي. ڇو ٿيو ڪيئن ٿيو. ڇا ٿيو. وغيره وغيره.

باقي انٽرويو اٿين نه وٺان جيئن تو ورتو. تو همٿ ڪري، ڪين حجت ساري اُهي سوال پڇيا. مونکي پنهنجو پاڻ تي ايڏي هجت ڪانهي. بهرحال 'مون ۾ آهين، متان تنهنجو ني توکي لڳي.'



# هَيل نہ ڪو سنگ ڪاڌم........

نذير ناز

## (نئين ٽهيءَ جي سڃاڻ ڪهاڻيڪار خيرالنساءِ جعفريءَ سان ڳالهہ ٻولهہ)

تنهنجو انٽرويوءَ تي اِسرار آ ۽ منهنجو دماغ ڏيالٽ. ڪو وقت هو جڏهن دماغ تيز ڌارا جيئن تيز ڌارا تي وهندو هو، هلڪو سلڪو اَهڙو اُهڙو Talk پاڻ ۽ ٻہ پنڌ پهڻ تي لڙهي ويندو هو ۽ هاڻ حالت اِها آهي جو بيشمار احساس ذهن ۾ هِٽ هُٽ وڪريا پيا آهن، جيڪڏهن ڪنهن احساس کي ٽي لفظن جي لباس ۾ آڻيان تہ لفظ ڪين ٿا لين، جي لفظ آهن تہ احساس تسبيح جي ڇڳل داڻن جيان هِٽ هُٽ وڪريو وڃن ۔ پلا اگهاڙن احساسن جي ادب ۾ اَهميت ئي ڪهڙي. منهنجي حالت هن وقت ائين آ جيئن ڪو

انتهائي عقيدتمند سچي عمر الله جي عبادت ۾ گذاري ۽ سڪرات ويل زندگي جي آخري سمي خدا خواب ۾ چئس: 'تنهنجي عبادت اجائي وئي.'

مون بہ ادب کي عبادت جي حدن تائين پوڄيو هو. جيڪي ڪهاڻيون لکيون هئم، سي ڪنهن پر ڪوڙيون نہ هيون. سچن موتين جيان سموروئي سچ........ لفظ لفظ سٽ سٽ تي زهر پيتو هوم. سقراط سچ جي سزا تي هڪ دفعو وهہ وٺو پي تاريخ ۾ جاءِ والاري ويو- پر آئون جيئن تہ بنهہ عام ۽ رواجي ماڻهو آهيان. اُن ڪري پڪ اٿم تہ، منهنجي قبر تي ڪو ڪتبو ڪونہ هوندو. شايد ان ڪري بہ جو آئون طبعي موت مرڻ جي قائل نہ آهيان. منهنجي آڏو جسم ۽ روح ۾ فرق نہ آهي، تيئن موت وحيات ۾ بہ فرق نہ آهي. بہ forms هڪ ئي continunm پاڻ ۽ ڪا اڪر يوري جي راند...... هڪ forms' فتح' جو اعلان آهي. ٻي شڪست جو اعتراف.

مون کي اعتراف آهي، اعتراف آهي، اعتراف آهي، پنهنجي شڪستن جو. موت جي مرحلن مان 'وجوديت' جي لذت مايوسين جي صورت ۾ ملي آٿم. پاڻ کي سرچائڻ لاءِ پنهنجي مَن جي مقبري تي انيڪ ڪُتبا ڪنا ڪيا اٿم، ڪپيل آگرين سان (جو هڪ لڳان تنوير لکيو هو، ادي خيروءَ جون آگريون ڪپي ڇڏ جن جڏهن هوءَ لکي ٿي) ڪنهن تي ڪجهہ ڪنهن تي ڪجهہ لکيو اٿم. بقول ڪنهن جي منهنجون جيون آسن اُميدن جو مقبرو آهي، جتي هر روز اَمن، آزادي ۽ اُلفت کي اهتمام سان دفنايو ويندو آ"..........

اِنهن سيني سوچن کي سيري سريڪو ڪري، جي ڪو جسم پارايانس تہ ڪارو ڳانو ڳچيءَ ۾ پائي (سرڪ ساهي سما) چئي ڪري ناڻ ۽ رڪانس خيرالنساءِ جعفري. منهنجو ڪو بيو ناڻ ۽ تي نہ ٿوسگهي، منهنجو ناڻ ۽ خيرالنساءِ جعفري ئي آهي. عام ماڻهو نالن پويان سچاتا ويندا آهن، پر جيئن تہ آئون بہ عام ماڻهن جيان ڪجهہ 'عام' جهڙي ڪجهہ اُنهن کان "مختلف" ۽ ڪجهہ اُنهن کان بنهہ مختلف آهيان، تنهنڪري منهنجي ذات منهنجي نالي اڳيان. جيئن انٽرويو ڏيڻ جو ڏاڻ ۽ نہ اٿم، تئين زندگي گذارڻ جو بہ ڏاڻ ۽ ڪونہ اٿم. جي اسٽاف بس ۾ ڪريل ڪي اُن جا ڊيرا ليڻ- انڪم ٽئڪس Late Date سان ڏنل هجي. ڪنهن خاموش محفل ۾ ڪو ڪل جو ڪوڪريو مچي- يا ليليٰ سان هر وقت فلسفيانہ ويڙهہ وڙهندو رهي.

ڀري شاديءَ ۾ ڪاڏيءَ جو وڳو ڀھريل ھجي. سياڻا وارا سمجھي ويندا، ھوندي نہ ھوندي ڀڪ اِھا خيرالنساءِ جعفري ھوندي.

اِھا Roughness ئي منھنجو شناختي ڪارڊ آھي. تڏھن تہ ھڪ لڳان ھڪ محترمہ فيشن واري سينٽر ڪليگ کي چيو ھوم جنھن چيگم چٻاڙيندي منھنجي ڪنھن ڳالھہ کي نظر انداز ڪيو ھو. 'ڀل آيا ڀل'- توھين ڀھرين ميٺ چٻاڙي وٺو.

ڀنھنجي اِن رجحان ڪري ئي 'عام' ماڻھن کان 'تختو' مليو اٿم، جو تخت نہ ڪو ھئن وٽ آھي نہ ئي آئون سنبران. اِن تخت ۽ تختي واري اصول ڪري پاڻ ۾ ھميشہ تنتي ڀوڻ جو احساس رھيو اٿم- شايد جنڊڙيءَ کي جٽاءُ ڏيڻ لاءِ ڪجھہ لچڪ ضروري آھي. پر جيندا تہ عقل وارا آھن.

مون ھميشہ دنيا کي سوچيو دل سان آ ۽ محسوس دماغ سان ڪيو آ.

تون ئي پڇين تہ مان بھترين ڪھاڻيڪار آھيان. پوءِ مون لکڻ ڇو ڇڏيو؟

'بھترين' مان نہ- بلڪ تنھنجي يا ھر اُن جي سوچ آھي. جنھن مونکي بھترين ڀانيو آ. مونکي منھنجي دوست فرحت جو ٿو چوڻ ياد اچي؛ جڏھن لکڻ واري ۽ پڙھڻ واري جا ذڪرا مشترڪ ھجن، تڏھن ڪھاڻيون بازي کٽي ويندڙيون آھن. خاموشي؟ شايد اُن ڪري جو مون کان منھنجو 'آئون' رسي ويو ھو..... ڀاڻ ۽ تہ ڀاڳ کي منھنجي 'ھجڻ' ۾ ڪو ڀوءُ نظر آيو، جو ھن اوچتو ئي اوچتو خيرالنساءِ جعفري بطور جسم ڇڏي اُن مان جياپو کسي ورتو، چاڻنڻ جي چؤديواري بطور 'شيءِ' ڇڏي اُن مان 'شڪتي' کڻي ورتي. منھنجي ڀيڻ ڀلا چاڻنڻ تي بہ ڪڏھن ڪنھن ادبي سجده گاھن سجايا آھن.......... جو آئون جيوت جي سلسلي ۾ 'جبر' Determination جي قائل آھيان. جيون کي جيئن گذرڻو آھي ائين ئي گذري ٿو. اسين تہ مقدر جي ھٿان مارڪائي ڏاھپ جي ٻانھن تي منھن رکي سڏ کي سمھي رھندا آھيون. Free will آسان ڏاھن ٻارڙن لاءِ ھٿ مان کسڪي ويل ھڪ کينھون ئي تہ آھي.

ھيءَ ڏس منھنجي ھٿ تي، دل دماغ حياتي ۽ قسمت جي لائين، ھر لائين ڪيڏي سني Develop ٿيل آھي. پر ڪاتوءَ جي صرف ھِن ھڪ نشان

منهنجو بسيرو پيچي ڇڏيو آهي. الائي ڇو انسان جو ڀاڱو اُن جي مٺ ۾ محفوظ هوندو آ. پوءِ بہ ان کي خراب ڪرڻ وارو شخص سامهون نظر ايندو آ.....

ماڻهن جو خيال هو مون لکڻ چاهيو پر مونکي لکڻ نہ ڏنو ويو. پر پيڻ، ڪلا کي بہ ڪڏهن ڪو ڪلاڪار ڪان ڇني سگهيو آهي، آڙي- فن تہ ماءُ جي اُرهن مان اپرندڙ ٿيڄ دهارا آهي. جا بانبڙا پائيندڙ ٻار کي ريج ۽ تيج بخشي ٿي. ڪلا جي روڪ سيني جو ڪينسر آهي. آئون پاڻ کي ڪينسر جي حوالي ڪرڻ ڪونہ ڏيندس، منهنجو اهڙن جابر جراثيمن سان جهيڙو آهي.

ها موجوده سنڌي ادب جي رفتار ڪان مان مطمئن نہ آهيان. رفتار جي ڪٺ تہ ماحول جي مناسبت سان ڪبي آ..... اسان وٽ سنڌي ادب جو سفر هڪ اديب جي لکڻ ڪان شروع ٿي ٻئي اديب جي پڙهڻ تائين ختم ٿيو وڃي. مونکي امر جليل جو هڪ خيال ٿو ياد اچي جنهن چيو هو: اڄ اسان وٽ اديبن جو ڪم سٽڻ ۾ اڳٽ وجهڻ وڃي رهيو آهي. جنهن تي ڪنهن لکيو هو اهو ڪم، هو پنهنجي اوگهڙ ڍڪڻ لاءِ ڪري رهيا آهن.

منهنجي خيال ۾ پنهنجي سٽڻ سان پنهنجي اوگهڙ ڍڪڻ چڱي ڳالهہ آ- پر پرائي گندي ڇڪي پنهنجي گوڏ ڪرڻ البت........... منهنجي نظر مان اديبن جا بہ ٽي قسم لنگهيا آهن. هڪ اهي جي پنهنجي نظرين سان سچا آهن. جنهن ڪري پڃري ۾ پوريل آهن، اندر پرواز جي ڪين پوري آزادي آ....... پر سياست جي سيءَ- تپ سبب هڪ ڪنڌ ونيو پيا آهن....... ٻيا اُهي- جيڪي ادب جو پاسپورٽ هٿ ڪري تنقيد جو ويزا وٺي، ٻين جو ذهني سرمائي جي سمگلنگ ۾ مشغول آهن. پرايون شيون پنهنجي نالي ڪٺڻ اجايون سجايون وڏون ڪڍڻ- ذاتي نياءُ انياءُ جي پل تي تمغا ڏيڻ ۽ ڦرڻ.

– ڀلا رجعت پسند اديب؟

▲ اهو جو ادب جي لنڊي بازار مان پراڻا خيال ڪٺي پنهنجو نہ صرف پيرهن ڪري، پر عام کي بہ اُن ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪري.

– ادب براءِ زندگي آ- يا زندگي براءِ ادب؟

▲ ادب بندگي آ- ڇو جو ان ۾ ئي زندگي آ.

– ڇا موجوده ڪهاڻيون سنڌي تهذيب جي ترجماني ڪري رهيون آهن؟

▲ سنڌ سيپتا کي صحيفو بنائي في الحال تاکن تي رکي ڇڏيو اٿئون. اڄ جي اديب کي تہ survival for the fittest جيان جاکوڙ ڪرڻي آ.......

- پلا سنڌي ڪتابن جي مقابلي ۾ اردو ڊائجسٽ گهڻو ڇو ٿا هلن؟

▲ شايد ان ڪري جو اهي 'پيٽ' لاءِ زود هضم آهن.

- اسين سنڌي ڪتابن جي وڪري لاءِ ڇا ڪريون.....؟

▲ مفت ۾ ڏيون. هاڻ تہ پئي هر ڪتاب تي 'هديو' رکي هلائي سگهجي ٿو.

- تفريحي ادب؟

▲ جيڪو ريلوي اسٽيشن، ويٽنگ روم يا ڊرائنگ ۾ پڙهيو وڃي.

- هڪ مبلغ ۽ ڪهاڻيڪار ۾ فرق؟

▲ جيڪو رنگين ۽ بلئڪ اينڊ وائيٽ ٽي ويءَ ۾......... ڪهاڻيڪار زندگي کي جنهن رنگ ۾ ڏسي ٿو ان ئي رنگ ۾ لکي ٿو. جڏهن تہ مبلغ هر ڳالهہ White&Black يا بُري ۽ ڀلي ۾.

- اوهان جي نظر ۾ عظيم ادب؟

▲ جيڪو پڙهي محسوس ٿئي 'هيئن مون ڇو نہ لکيو'

- شاعريءَ جي باري ۾ اوهان جو خيال؟

▲ شاعر تہ پيغمبر ٿيندا آهن. پر هان شايد پيغمبر پراڻا ٿي ويا آهن لطيف سائين ہي جوڻ مٿي وري اچي ڪو وسڪارو ڪري....

- سنڌ ۾ عورت جي مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ.........؟

▲ عورت ۾ اهو عزم جاڳائڻ تہ عورت بهرحال عورت آ....... سون جي سڪي جيان هنجي Value دنيا جي هر خطي ۾ valid آ. ان جي برعڪس مرد يا تہ مرد آهي يا نامرد!

- ادب ۾ جنس ڪيتري قدر مناسب آ-؟

▲ 'جنس براءِ جنس' بيشڪ بيهودگي آ..... جيئن رستن کي بسترا بنائڻ- باقي ادب جيڪڏهن عام جيوت کي قلم سان ڪٽي ڪاڳر تي ڪيرائڻ جو نالو آهي. جنس بہ تہ جيون جوئي حصو آ..... ادب ۾ ان ڪان ڇرڪڻ ۽ لنوائڻ محض جنسي بيماري.

بقول ڪنهن جي، اگر جنس فحش آهي تہ اسين سڀ فحش آهيون، جو اسين انهيءَ ئي عمل جي پيداوار آهيون. جن کي فحاشي نظر آئي اهي

شايد پيدا ئي نہ ٿيا هوندا. باقي ڪنهن ادبي تخليق کي محض جنس جي ڪري فحش قرار ڏيڻ- ادبي نامردي آهي.

- دنيا اوهان آڏو؟

▲ ڪوڙ ۽ سچ جو سنجوڳ- پاس مان آس جو اُسرڻ.....آس ۾ پاس جو نسرڻ.....

- سڀ کان سچو رشتو؟

▲ ماءُ ۽ اولاد جو.

- سڀ کان ڪوڙو رشتو؟

▲ زال ۽ مڙس جو.

خدا کي هن دنيا کي جڳن کان جاري رکڻ جو بہ فقط شايد اهو هڪ ئي جواز آهي. (ڪوڙن رشتن مان سچا رشتا سونهن....) واقعي هر ٻار جي پيدائش تي الله اُن ڏي اُميد جي اک سان نهاريندو هوندو. هينئر مونکي ٽئگور جا ڪجهہ اکر ٿا الجهن ذهن ۾، جنهن چيو هو؛ سانجهي ويل لهندڙ سج ڌرتيءَ تي نمي نهاريندي چيو: ڪيرآ جو مون کان پوءِ هن ڌرتيءَ تي سوجهرائيءَ سان واسو ڪندو؟ پرپان هڪ ٽمڪندڙ ڏيئي چيو؛ مان- مان هنکي پنهنجي ننڍڙي جوت سان جياريندس...... (مون کي بہ هونگڙيون ڏيندڙ ننڍڙا ٻار ماءُ جي هنجن ۾ وڻندا آهن. پر اُهي ئي ٻار جڏهن هسپتالن ۾ لڇندا ۽ يتيم خانن ۾ رڻندا آهن- تڏهن.....)

- شادي؟

▲ پيرن هيٺان جنت پائڻ جي آرزوءَ ۾ 'دوزخ' مٿي تي ماٺڻ....

- پنهنجون ڪهاڻيون پڙهي؟

▲ پاڻ تي پتڪڙو سو پيار..... ۽ دل ۾ آڻ لڪي خواهش تہ ايڏو پتڪڙو پيار ڪوئي ٻيو بہ مون سان ڪري.

- پلا سجي ڪهاڻي هڪ ئي سيٽنگ ۾ لکيو يا......؟

▲ نہ هڪ سيٽنگ ۾ نہ سچ پچ جي اديب ناهيان نہ اُن ڪري آري تي ويهي هڪ سٽ ۾ سڀ ڪجهہ لکي ڪو نہ سگهان.slow poison سمان هوريان هوريان- آهستي آهستي جي اُٿرن ۾ اٽڪيل آهن منهجون سڀ ڪهاڻيون. قتل گاهن ۾ ڳهڙي هٽ نرم هجي ۽ ڇري تيز جو ثواب مون ڪڏهن ڪونهي ڪمايو. آئون قطري قطري- قسطن قسطن ۾ قتل ٿيڻ

جي گناهگار آهيان (مون آڏو قاتل ۽ مقتول ٻئي گناهگار آهن ۽ هڪ قتل ڪري ٿو ٻيو قتل سهي ٿو)
- ليليٰ لنڊن ويل آ- اُن جي جدائي؟

▲ هيڪلائپ جي شديد احساس ۾. جو اظهار جي دسترس کان آجو آ. ڪيس ڏڏڙي ۽ مڪيءَ جا سنگ ڏاڍا وڻندا هئا.... رستي تي هلندي هلندي ڏڏڙي ۽ مڪئي جي سنگن جا گڏا ڏسي بيهي رهندي آهيان. هيل نه ڪو مون سنگ کاڌا نه ئي ڏڏڙي، وات آڏو ٻه داڻا آڻيو وري واپس رکيو ڇڏيان. ڪيس ياد ڪندي الائي ڇو اياز جون سٽون سرجي ايندين اٿم اندر ۾-

"الوداع اي پيارا پکيڙا- تون ڪٿي به پٽڪندو هجين، بسنت موٽي ايندو ۽ توکي ورائي آڻيندو، پنهنجي ولر ڏانهن ۽ تون موٽي ايندين پنهنجي هر سال واري واهيري ۾. پر مان پنهنجي اُجڙيل اُکيري مان جلاوطن ٿي چڪو آهيان. پٿر پٿر ٺيڙ کائيندو رهيو آهيان. ڪنهن آڪاش ۾ پٽڪندڙ پکيڙي جيان، پنهنجي بيچينيءَ ۾ هر انهيءَ چپ سان ريس ڪري رهيو آهيان. جا اسٽر ۽ اڏول آهي. هر چپ پنهنجي جاءِ تي اٽل بيٺي آهي، پر مان پنهنجي جاءِ تان پٽڪي طوفان سان ڦيريون کائي رهيو آهيان. هر پنڇي پنهنجي اکيري ڏانهن رستو ڳولهي سگهي ٿو. پر مونکي گم سم اونده ۾ رلڻو آهي......"

شايد انهن ئي سٽن کان متاثر ٿي ڪيئي سال اڳ مون پنهنجي ڪنهن ڪاپي ۾ لکيو هو.

زندگي! طويل سفر، اونچائيءَ کان- نيچائيءَ تائين پاڻ ولر کان وڇڙيل ڪو پکيڙو، تقدير مٿان باز پيحائي، ڪاپار کان ڪري پاتار ۾ پيهندو اچي.

سفر جاري آ، ڪاپار کان ڪرڻ جو.
سفر! پاتار ۾ پيهي وڃڻ جو سفر.
دک پيڙا ۽ درد جو سفر.....

ڪوئي سمجهائي هن ارڏي پکيڙي کي- هينئر تون ولر سان واڳيل آسماني سفر تي ناهين. مورک تنهنجو واهيرو ته ڌرتيءَ جي دکن ۾ آ......

ڌرتي! جتي من موهڻان ماڻهو ڪِن پل ۾ ڪِيي ويندا آهن جت هيرن جون
هڪارون گرم لڪن ۾ لڙاتجي وينديون آهن، جت ساريون اُميدون سرءُ
جو پن بڻجي وڪري وينديون آهن.

اَننت روح جا اَي پيارا پکيئڙا! توکي ڌرتي جا اِهي دک سهڻا پوندا، توکي
انهن پيڙائن سان پرچاءُ ڪرڻو پوندو. اِن الميہ کي ڪُلي دل سان قبول
ڪندي. تہ بسنت ڪڏهن موتي ڪونہ ايندو- لهسيندڙ لڪون ڪڏهن بہ
هيرون ڪونہ بڻبيون، چپن تان ڇڄل مرڪ ڪڏهن بہ موتي ڪونہ ملندي.
توکي تنهائي جو سفر هيڪلو طئي ڪرڻو آ. زندگيءَ جي خاموشي گذرگاهن
۾ هڪ آجنبي بڻجي ۽ مسافر بڻجي..........



# سنڌي ساهت ۾ عورتن جو حصو

عزيز سائيو:

منهنجو عنوان آهي، سنڌي ساهت ۾ عورتن جو حصو- ادب جي حساب ڪتاب ۾ اها حصي رسي ڪنڌڙ يا حصي پٽي ڪنڌڙ آهي، سائين خان محمد پنوهر.

سائيو: منهنجي حساب ڪتاب جو ليکو ننڍي هوندي کان ئي ڪچو آهي. مٿان وري سائين خان محمد ڏينهن ڏنم ڪُل ۴. جڏي انهن چئن ڏينهن ۾ سڄي ساري ادبي ساگر مان عورتن جو حصو ائين چونڊي ڪڍان جيئن الله سائين حضرت آدم جي پاسراٽين مان بي بي حوا کي چونڊي ڪڍيو.

جيئن سائين خان محمد پنهور هن ڌرتي تي الله جو خاص خليفو آهي، تيئن آئون به خيرو بندي هن ڌرتيءَ تي پاڻ کي خاص خليفي ئي سمجهان. سو ذهني زندگيءَ جي ڪنهن به ڏس ۾ عورتن کي مردن کان الڳ سمجهڻ نٿي چاهيان. جو پاڻيان ٿي ائين اگر سمجهيم ته حضرت آدم عليه السلام نيٺ دل ۾ ڇا چوندو.

Physiological Function

پنهنجن جنسن جا ڏار سهي. پر ذهني Conribution ۾ هڪ ٻئي کان ڏار ڪرڻ نٿي چاهيان، جو بنيادي طرح نفسيات جي شاگرد آهيان. نفسيات ۾ فرائڊ اسان وٽ نفسيات جو ابو ڪري ليکيو ويندو آهي. پر ان ابي جي نظرين جي تيستائين ڏوهه رهي جيسين هڪ ڇوڪري نالي K.Horney سندس ئي شاگرديائيءَ اچي سندس سيني نظرين تي پاڻي نه ڦيرايو تنهن ڏينهن کان وٺي اڄ ڏينهن تائين مائي K.Horney ۽ فرائڊ جي پاڻ ۾ سرد جنگ جاري رهي جا اڄ ڏينهن تائين ويندي هن مهل تائين جاري آهي.

ساٿيو پهرين ئي ٻڌايو اٿم ته حساب ڪتاب ۾ انگين اکرين ڪچي آهيان. پر غلام حسين خاصخيلي صاحب کان پڇي ڏسو ته هڪ کان وٺي ١٠٠ تائين ڪوڙن ۾ عدد 69 جي اهميت ڪيڏي نه ڀڪي آهي. تصور کي ٿورو تيز ڪريو. پهرين سنڌي اکر 9 سڌو ٻهاري پاسي کان انگريزي عدد 6 ليٽايو. بظاهر پل پنهين عددن جو حليو ڪليو مرد عورت جيان ڏار سهي، پر ٻه ٻه ته ١٢ جي مصداق، ٻئي لفظ حيثيت جي لحاظ کان گڏجي ليکي چوکي ۾ ڪيڏي نه اڻ ڦٽندڙ ۽ اهم جاءِ والارين ٿا.

انگريزي عدد 69ئين جيئن بند ٿيل دٻي ۾ ٻوٽن جو نئون جوڙو. ٿورو تصور کي تيز ڪريو. ٻوٽ جا ٻئي پادر پيرن ۾ پل سوان سبتا سهي، پر ڪاش! ڪوئي دٻي جي بند ٿيل Privacy ۾ ڏسي انهن تي غور ڪري.

ساٿيو: منهنجي هٿ ۾ هيءَ سائنسي Discovery آهي. هن ۾ عورت ۽ مرد جي بنيادي طرح خود ميڄالي ۾ ئي فرق ٻڌايل آهي. مضمون جو عنوان آهي. The Brain His and Hers عنوان تحت مختلف سائنسي مشاهده پڙهندي مون کي الاءِ ڇو نظريه ارتقاءِ يعني ڊرون جي "Evolutiont Theory" يا آئي. ڊارون هڪ ڪتاب The Desent of Men لکي پنهنجي مخالف جنس يعني مرد تي وڏو احسان ڪيو، جنهن ۾ هن ترقيءَ ۽ ارتقيٰ جي مڙني ڪلن جو ڪنجيدار مرد کي سڏيو. پلو ٿئي ڪنهن مائي جو جنهن ان شڪوه کي جوابي شڪوه ڪندي The Desent of Women لکيو ۽ عورتن جي حقن جي حفاظت ڪندي هن عورت لاءِ ترقي جو نئون شاهره کولي ڇڏيو..... هن ڪتاب ۾ عورت کي درياه جي مثل ڪُل لهرن تي قادر ڄاڻايو ۽ مرد کي

صرف ڪناري تي ويهي محض هڪ تماشبين جي حيثيت ڏني.

سائين هيءَ ڳالهه ڪري آئون هت ڪو گهريلو جهڳڙو يا خانه بربادي ڪرائڻ نه ٿي چاهيان نه عورت کي مرد کان اُتم سمجهان ٿي نه ئي مرد کي عورت کان وڌيڪ محترم ڀانيان ٿي. اهي ٻئي جنسون زندگي جي هڪ سنگين حقيقت آهن پر الاءِ ڇو گهر جي Bedroom کان وٺي ويندي T.V جي Screen آپ پر الزام هي، تي ٻنهين کي ڪٽي به سنگ ميل نظر ٿو اچي.

اگر غور ڪري ڏسجي ته ادبي تعمير گهر جو روشن دان بظاهر پل مرد سهي پر ان گهر جي بنياد ۾ آتش دان عورت آهي. جنهن تي هٿ سيڪين هٿن جي گرمي ماٺي هو، يعني مرد قلم جهلڻ جي قابل ٿئي ٿو. ان ۾ ڪو شڪ ناهي ته هڪ هاريءَ جي ننڍڙي گهر کان وٺي ويندي، شهري سماجي سياسي ادبي توڙي روحاني ترقي جو دارو مدار انهن ٻنهي جنسن جي باهمي رسي؟ توازن تي آهي.

ها انسانن ۾ ٽين جنس هُن جي به آهي. يعني تاڙ هڻڻ وارا فقير! پوءِ به ساٿي آئون سوچي ڪونه سگهي آهيان ته زندگي جي وڏي سفر ۾ هي ٻئي جنسون الڳ الڳ قطارون ٺاهڻ جون ڇو قائل آهن. ڇڻ زندگي ناهي پر ڪائي G.T.S جي بس آهي. جنهن ۾ اڳيان اڳيان (ڪنهن Accident جي ڊپ سوران) صرف چند سيٽون عورتن لاءِ حلال آهن. باقي پويان پويان سموري بس تي محافظ مردن جو قبضو آهي.

الاءِ ڇو ڏک ٿيندو اٿم، جڏهن ڪنهن اهڙي بس ۾ آئون به چڙهندي آهيان. عورتن جي سيٽن جي مٿان تصويرون عورتن جون لڳل هونديون آهن. پر ٿيندو ائين آهي ته انهن زناني تصويرن جي هيٺان سيٽن تي ويٺل هميشه مرد حضرات ئي هوندا آهن. خير پنهنجي پنهنجي داڻي پاڻي قسمت جي ڳالهه آهي. مون کي داڻي پاڻيءَ جي ڳالهه تي ان بيروزگار مرد جي ڳالهه ياد آئي، جنهن لاشعوري طور شايد عورتن جي نمائندگي ڪندي چيو هو. "اسين اهي بدنصيب بيروزگار آهيون. جيڪي روزگار ڳولڻ لاءِ اگر ڪنهن قبر ۾ وڃي ڪنن وڪڻڻ جو دڪان به کوليون ته يقين ڪريو ساٿيو ماڻهون مرڻ ڇڏي ڏيندا."

جي ها، پر جي عورتون اِهي ڪنن جا دڪان کولين مرد مرڻ لاءِ تڪڙا

تڪڙا ايندا. پر شايد مرڻ لاءِ نہ. ابابيلن جيان دڪان تي پڙهن جو وسڪارو ڪرڻ لاءِ.

سڄڻ ساٿيو! اڄ حساب ڪتاب جو ڏينهن آهي، سو ڪجھ نہ ليڪو چوڪو بہ لاهڻون آهي. سائين خان محمد پنهور مون کي "سنڌي ساهت ۾ عورتن جو حصو" وارو عنوان ڏيئي هڪ تنبيهہ ڪئي اُها هيءَ تہ آئون مضمون ۾ هڪ ڳالھ ورويرو نہ وساريان. هن مرد مجاهد چيو تہ اسانوڻ سنڌيءَ ۾ ڪيترائي وڏا وڏا توڙي جو وڏيون وڏيون ليکڪ موجود آهن، جن شروع شروع ۾ قلم ۽ قرطاس جا ڪافي جوهر ڏيکاريا. پر رٽائر ٿيڻ کان پوءِ پوپ جو خطاب وٺي ويهي رهيا. يعني هو ڪنهن عمل جو عتاب سهي نہ سهيا. ساٿيو اِهو برابر ٺيڪ آهي، حرڪت ۾ برڪت آهي هئڻ تہ ائين کپي جو پنهنجي پراڻي علم مان نئون عمل عام ۾ ورهائڻ کپي. ڪو ڪم ڪرڻ کپي. واقعي صرف پوپ ٿي ويهڻ مان ڪي ڪونہ ورندو. ان کان تہ پوءِ اِهو فلم اسٽار گوپ چڱو هو، جنهن زندگيءَ جا پڇاڙيءَ پساهہ فلم جي اسڪرين تي ٽوڙيا.

بيشڪ! ساٿيو خان محمد سچو آهي. پر ڪوئي هجي جو ان سچ کي سمجهي ۽ ساراهي. هڪ ڏند ڪٿا موجب پڌو اٿم تہ خود خان محمد جي گهرواريءَ کي بہ سندس گهوٽ کان شڪايت آهي تہ بيماري سيماري وقت سندس گهوٽ گهر ۾ نهي ٿي ڪونہ. خان محمد پاڻ، سول اسپتال ۾ پنهنجن دوستن مريضن کي پڇڻ وارن مان، پيئل قطار جو آخري شخص آهي. خان محمد پنهنجي جاءِ تي سهي آهي، جو مزاج پرسي هڪ اخلاقي فرض آهي. خان محمد جيڪڏهن اسپتال ۾ پيل ڏهن مريضن کي پڇيو ۽ صرف هڪ گهرواريءَ کي نہ پڇيو تہ مڙئي خير آهي. هوڏانهن خان محمد جي گهرواري بہ سهي آهي. پل سچو اوڙو پاڙو پڇي، بار ٻچو پڇي، پر هڪ گهروارو نہ پڇي تہ خير ڪٿي آهي. خير تہ منهنجو بہ ڪونهي جو خان محمد آڏي، اِڪ سان مون ڏي نهاري رهيو آهي.

ساٿيو: اڄ قيام جو ڏينهن آهي ۽ حساب ڪتاب سر تي آهي. سوال آهي تہ مردن تہ هميشہ لکيو آهي، لکندا رهندا، پر عورتن ڇا لکيو آهي؟ جيڪڏهن مردن گهڻو لکيو آهي تہ پوءِ عورتن گهٽ ڇو لکيو آهي؟ آيا تہ اهو مواد مردن

جي گهٽائيءَ واري مواد جي تڪر جو بہ آهي يا نہ آهي. هت مقدار جي ڳالهہ نہ آهي، يعني گهٽ ۽ گهڻي جي. ڪاش ٻنهين جنسن جي تحرير جو معيار پرکڻ لاءِ ڪو اوزار بہ ايجاد ڪري سگهجي!

عزيزو! مون کي تنوير جوڻيجہ جو هڪ مضمون ساڳي عنوان سان يعني سنڌي ساهت ۾ عورت جو حصو، بيحد وڻيو. جنهن ۾ هن عورت جو ادب ۾ گهٽ هجڻ جو بنيادي سبب تعليمي فقدان ٻڌايو.... ساڳي ڳالهہ سائنسي طور ثابت ڪندي تازو هڪ اسٽڊي دوران هڪ موجد بہ ٻڌائي؛

پاميلا وينٽ رب سندس نالو آهي.... هن چيو تہ نسلن کان نسلن تائين اها ڳالهہ ميچي وئي آهي تہ مرد عورت بنيادي بناوٽ جي لحاظ کان نہ صرف مختلف آهن، بلڪ لڳي ائين ٿو تہ نفسياتي لحاظ کا پڻ مختلف آهن. غصو يا a aggression مرد جو بيادي لاڙو آهي. جڏهن تہ گهر ۽ گهرداري عورت جو بنيادي لاڙو-

آزاد ذهن!

پابندين جي پنجوڙ ۾ پيل ڪنهن عورت کان ڪنهن ذهني حاصلات جي اميد ڪهڙي رکي سگهجي ٿي.

ادب جو مکيہ ڪارج آهي جتن ۽ سچ جو ڦهلاءُ.

آزاد ذهن سان.

آزاد قلم سان.

ڪاش سنڌي عورتن کي ايتري ذهني آزادي ملي جو هو بہ ڪڏهن "سندس ساهت ۾ مردن جو حصو" ملهائڻ جي قابل ٿين!!

سنڌي ساهت سال ڪانفرنس نومبر ٨١ع ڪراچي ۾ پڙهيو ويو.



# منهنجو تخليقي سفر

گهڻي ڀاڱي ڀانيان ٿي تہ هر اديب جو آغاز پهرين ٻالڪ پڻيءَ ۾ اڪاٿي ٻڌڻ ۽ پوءِ اڪاٿي پڙهڻ سان ٿيندو آهي. هونئن بہ عام طور ٻارڙا ڪهاڻي ٻڌڻ جا شوقين ٿيندا آهن. پهرين ڪهاڻي ٻڌندا آهن، پوءِ ٿورو وڏو ٿي ڪهاڻي پڙهندا آهن ۽ پوءِ انهن مان ڪي سرواڻ ڪهاڻي سرجڻهار جي روپ ۾ آئين سامهون ايندا آهن، جو انهن جا نالا دلين جي ڌڙڪن، تاريخ جي ورقن ۽ ادب جي شهہ پارن ۾ هميشہ لاءِ محفوظ ٿي ويندا آهن.

آءٌ جي ان حوالي مڙي پنيان پنهنجي ٻالڪپڻي واري دؤر ڏانهن نهاريان ٿي تہ ياد ڪونهيم تہ ڪو مون ڪي ڪا ڪهاڻي پڙهڻ جو عام ٻار جيان Craze هو.

سو ليکڪ جي حيثيت ۾ پنهنجي ٻالڪپڻيءَ واري دؤر ڪي مون پنهنجي حياتيءَ مان هڪالي ڪيڻ وقت اٿين جو (ايڪسڪيوز) ڪرڻ بہ مناسب نہ سمجهيو.

جيتوڻيڪ لمحي لمحي زندگي ۾ جي اڪثر موقعن تي پاڻ سان معذرت ڪندي گذري اٿم.

يونيورسٽيءَ ۾ پنهنجي ٻارڙن کي پڙهائڻ ۾ حالانڪ ٻالڪپڻيءَ جي دؤر تي گهڻون زور ڏيندي آهيان. خصوصاً ٻار جي مک يا وات تي! سوچڻ وارا سوچيندا تہ بحيثيت هڪ قلمڪار جي عام قلمڪار يا قلم، جو ٻار جي مک يا وات سان ڀلا ڪهڙو ڪم!

مون پنهنجي ڪنهن لکڻي ۾ لکيو هو، جيئن ڌرتيءَ جي عبادت آسمان جي نقيب آهي. تيئن وات، جسم ۽ جسم جي اندر روح جو نقيب آهي.

ٻالڪپڻيءَ ۾ ٻن هفتن جو ٻار ماءُ جو اُره وات ۾ وجهي خدا واري جنت کي ماءُ جي ڪڇ جي ڪوس ۾ محسوس ڪندو آ. ١٢- مهينن جو ڏندياتو ٻار ڏند اچڻ ۽ ماءُ جي ٿڃ ڇڏائڻ تي جنهن غم ۽ غصہ پيڙا ۽ پڇتاءَ جو اظهار ڏند ڪرٽي ائين ٿو ڪري جو پائين تہ ماءُ کي يا آس پاس واري دنيا کي ماني جي ٽڪر جيان چٻاڙي چيٿاڙي ڪائي ڇڏيان.

پاڻلي جي ٻن پاسن جيان غم ۽ غصہ اذيت ۽ عتاب جو پيو رخ نرم گرم پيار ۽ پاٻوه آهي. جيئن پاڪستان جي گادي جو هنڌ اسلام آباد آهي، تيئن هر جسم جي گاديءَ جو هنڌ وات آهي. ٻارڙي جو وات سان هڪ طرح تہ چمڻ چٽڻ وارو چشڪياتي موه! تہ ٻي طرف انهيءَ وات سان ئي غصہ جي حالت ۾ چٻڻ چيٿاڙڻ ڦاڙڻ ۽ ڦٽائڻ جو انبوا عام آدميءَ جي چوٽي پنهنجي پسند يا ناپسند جي اظهار خاطر مثلاً فلاڻي شيءِ ايتري تہ وڻيم ٿي جو پائيان چمي ڏيانس- يا فلاڻون ماڻهو ايترو ٿو زهر لڳيم جو پائيان ڪائي وجانس.“

پسونءَ جي دل اندر وينل روز اول کان پيار جي ديوي هن دنيا ۾ ايتري ئي ٻار جو خير مقدم ڪري ٿي! ٻالڪ جي شڪتيءَ ۾ اها ممتا يا محبت جي ديوي آهي جا سندس غم ۽ غصہ جي انبار کي پنهنجي دل جي دٻلي ۾ سنڀاليندي ۽ سانڍيندي آهي. ڪاله جو ٻار اڄ جو وڏو، جيڪڏهن جيون جي لاهين چاڙهين سان سهمت نہ ٿي ڪو محبت جو گيت لکي وٺي تہ ان ۾ حيرت ئي ڪهڙي.

”تخليق جو موت“ منهنجي ڪهاڻين جو مجموعو اهڙي ئي اپ ڪندڙين

جو چار آهي، پهرين ڪهاڻي لکي هيم 'سوجهرو' ۾، پيڙا جي پڙلاءَ جي
نالي سان- اها ڪهاڻي پنهنجي نالي جي صرف پهرين حرف سان لکي هيم.
لاشعور جي ان دٻ ڪان متان سچو نالو ڪڻ منهنجي سچي نفسيات کي پڻ
آڏو نہ اچي ڪري.... پهرين ڪهاڻي جي ماڻهن ۾ پسند، جنهنجي ايڏي
همت افزائي جو شايد ان سال 74- ۾ ئي مون لاڳيتيون ٻہ ٽي ڪهاڻيون
لکيون، الاءِ ڪيئن ان هڪ سال جي عرصي ۾ ئي مون پنهنجي مستقبل جا
ايندڙ سال ۽ انهن جو پوڳنا سال 74- ۾ ئي جهٽي ورتي، جو پوءِ هڪ
ڪهاڻي لکيم سال ٦٧- ٦٨- ٦٩. ڪهاڻي جو عنوان تہ اهوئي ٦٧- ٦٨- ٦٩
هو، پر اڄ ٨٦- ۾ بہ پاڻ کي ساڳي ڪيفيت جو شڪار محسوس ڪندي
آهيان ۽ ها شايد مون ۾ ڪهاڻي لکڻ کان علاوه مضمون لکڻ جي بہ ٿوري
گهڻي صلاحيت هئي.....

عبدالحق مرحوم پنهنجي بي وقتي موت جو موقعو ڏيئي منهنجي ان
صلاحيت کي اڀاريو ۽ عبدالحق تي مضمون منهنجو پهريون مضمون هو.

ليکڪ جي هر لکڻي سڌي يا ان سڌي طرح مٿن لفظن ۾ جيوت سان
احتجاج آهي يا پاڻ سان معذرت!

مون ڪابہ ڪهاڻي ادب ۾ انقلاب آڻڻ لاءِ ناهي لکي. بلڪہ جڏهن جڏهن
دل ڏڪو ڪاڌو. جيوت سان سهمت ۾ اچڻ جو ساهس نہ سارياڻين دل اندر
وينل دالي ٻارڙي پچاڙ ڪاڏي- تڏهن تڏهن ڪونہ ڪو لفظ سرجيو ڪانہ
ڪا سٽ هري ۽ ڪانہ ڪا ڪهاڻي اسري- اهڙي طرح زندگي سان
ايڊجسٽمينٽ جو هڪ نئون سرو لڌو- گويا منهنجون مڙيئي ڪهاڻيون
پنهنجي دل کي دلبا ڏيڻ جو هٿڪنڊو آهن.

بحرحال جيوت کي جيئڻ گذرڻو آهي، ائين ئي گذري تي. البتہ ماڻهو کي
زندگي جي زگ زيگ جي مختلف لاڙن تي مختلف طريقن سان گذرڻو
پوي ٿو.

پنهنجو پاڻ کي معذرت ڏيڻ جي اذيت! ۽ ان جي ايذاءَ مان گذرڻ، پنهنجي
وجود جو لاشعوري پڇتاءُ!! جهيڻي جهيڻي ڏک جو پڙلاءُ!! زندگي نہ هجي ها
تہ بهتر هو. جي آهي تہ پوءِ ائين نہ هجي ها. وڌيڪ بهتر هو.

منهنجون اڪثر ڪهاڻيون ڏگهي رات جي پيڙائن ۾ سرجنديون- ۽ اسر

جو ان ويل انجام تي پهچنديون آهن، جنهن وقت عام طور جيون سان غداري ڪيل قيدي ڦاهي چڙهندا آهن. اهڙي وقت اسر جو آذان جي آواز تي ڪنهن نہ ڪنهن قيدي سان گڏ منهنجي ڪهاڻيءَ قلم جي صليب تان لهندي آهي.

ان وقت آءٌ پنهنجن ڪاغذن کي سيني سان لاهي اڻ ڏٺي موت کان اکيون ڦيري پاڻ کي ايندڙ ڏينهن جي مبارڪ جي رسم (هئپي برٿ ڊي ٽو مي) پوري ڪندي آهيان.

مان جي ليکڪ نہ هجان ها تہ يقيناً ڦاهيءَ جي سزاوار قيدي هجان ها. جڏهن تہ زندگيءَ جا ڏينهن بہ راتين جهڙا ڪارا، خاموش ۽ ڊيچاريندڙ لڳندا آهن. شايد اهوئي سبب آهي جو منهنجون ڪهاڻيون گهڻي ڀاڱي (پيسيمسٽڪ ايپروچ) هونديون آهن. هر ڪهاڻي جو ڏک ڀانءِ تہ پنهنجي ٿي دل جو ڏک آهي.

ان ۾ شڪ ڪونهي تہ ماحول مان مليل ڏک تندرست شڪتي واري انسان لاءِ چئلينج آهن. ماحول سان وڙهي يا ماحول کي مٽائي پنهنجي ڏکن کي رانهين سگهجي ٿو.

پر ڪي ڏک.... الاءِ ڇو اڪثر محسوس ٿيندو اٿم تہ منهنجي رت جي ڳاڙهن جزن ۾ شامل آهن. منهنجو حياتياتي نظام پيڙا ڳاڏڙ انهيءَ رت جي وهڪري تي هلي ٿو. جيتوڻيڪ وقت بدلجندو رهي ٿو. 'راتين پويان راتيون، ڏينهن پويان ڏينهن،' مٿبا ۽ سٿبا رهن ٿا. ساڳي طرح منهنجو بلڊپريشر بہ مٿبو ۽ گهٽبو رهندو آهي. جڏهن بي پي عام ليول کان گهٽجندو آهي، تڏهن ذهن ۾ جسم تي عجب جهڙي نيستي ڪيفيت ڇائيندي آهيان.

نسن جي نستائي- ڏڳهن ساهن جي گهري اونهائي جا منهنجي انتهائي اندر کي ڇهيندي آهي.

لاشعوري طرح مون کي منهنجي اها ڪيفيت نہ چاهيندي بہ الاءِ ڇو وڻندي آهي. منهنجون هڙيئي ڪهاڻيون منهنجي انهي ڪيفيت جو محاصل آهن. ٻين لفظن ۾ اهي ڪهاڻيون منهنجي جسم جو اظهار آهن يا منهنجي جسم جا مختلف حصہ آهن. ۽ ها بلڊ پريشر ڪڏهن ڪڏهن هڪ ٻي Phase تي بہ جهٽڪو کائيندو آهي، جو صرف ڪڏهن ڪڏهن محسوس ڪندي

آهيان. جنهن کي لفظن ۾ آڻي نہ پئي سگهان. جتي رهندي آهيان اهو گهر انتهائي airy آهي، سانجهي مهل گهر جي پنجين ماڙيءَ تان جڏهن هڪ نظر هيٺ وجهندي آهيان تہ سرهائي شام ۽ هيٺالي ۾ رهندڙ غريبن جي بستي لاتعداد بلبلن جي روشني ۾ مون کي خدا جي بستي نظر ايندي آهي. ڪافي دير تائين دل جي هستيءَ تي اهو ڇٽ ڇٽن کان پوءِ جڏهن هوا جي هلڪورن تي آءٌ ڪٽ تي اهلندي آهيان تہ الاءِ ڇو پنهنجو پاڻ بلڊ پريشر وڏيڪ نارمل، بلڪ سپرنارمل لڳندو آهي. دل جي دنيا ۽ ٻاهرين دنيا ۾ هم آهنگي. ترنم ۽ عجب جهڙي تڪميل محسوس ٿيندي آهيم- اهڙي ويل پيراندي ۾ پيل رلي ۾ مونکي سڄي خدائي وڇايل محسوس ٿيندي آهي. سيرانديءَ پائيندي آهيان، منهنجي طراط مستقيم جي صورت آهي.

دل ۾ تڪميل ۽ ڪمال جي اهڙي ڪيفيت پائڻ ڪو ڪنن ۾ منهنجي هوريان "اليوم اڪملت لڪم دينڪم" جو ورد ڪري رهيو آهي. ڪوئي چئي رهيو آهي، اڄ هن وقت اسان توکي تنهنجي دين کي دنيا کي مڪمل ڪري ڇڏيو آهي، هاڻ هن ۾ مزيد ڪمي پيشيءَ جي گنجائش ناهي.

طمانيت ۽ سرور جي اها ڪيفيت جا دنياوي سمونڊ ۾ جسم جي جهاز کي اڳيان رستو ڏيکارڻ لاءِ انڊيڪيٽر جو ڪم ڏيندي آهي.

آءٌ اهڙن احساس کي لفظن جو روپ ڏئي نہ ٿي سگهان، مڃان ٿي. جنهن ماڻهو کان ڪنهن سچوئيشن ۾ لفظ ادا نہ ٿي سگهن ان ماڻهو جي زندگي؟ شڪست جو اعتراف آهي. آءٌ شايد پنهنجون پوريون ڪهاڻيون پڙهي وري ڪا نئين ڪهاڻي لکي سگهان. تيستر مون پنهنجي ان ڪهاڻي واري بند باب کي تعويذ جيان امام ضامن سمجهي ٻانهن ۾ ٻڌي ڇڏيو آهي.

شايد ڪڏهن بند جا بادل پڇن لفظن جي جل ٿل ٿئي ۽ روشني جا مينهن وساڻان وري ٻيهر پسي سگهان.

جي ائين ٿيو تہ من واه واه جي ائين نہ ٿيو تہ دنيا کي ڪو خاص يا عام ڏوڏو ڪين ايندو. البتہ اهو پينگهو جنهن ۾ آءٌ پليس ۽ جنهن ۾ ويهي مون ڪهاڻيون لکيون منهنجي بدن جي لهسي سان ڪڏهن ڪين لڏندو. هوندئن بہ هندورن ۾ ٻارڙا ۽ آسرا پالبا آهن. قبرن ۾ پلي ڇڏبا آهن!



# تنوير سان ملهايل شام ۾ هڪ تقرير

الائي ڇو هيڪر وري صدارت جا سنج مونکي سونپيا ويا آهن. ڪجھ ڏينهن اڳ ثميرا جي ورسي جي موقعي تي، ڪجھ ڏينهن پوءِ اڄ تنوير سان شام ملهائڻ جي موقعي تي، حاضرين! سنج سونا ٿيدا آهن، نہ پائنجو تہ ڪو دعوت انڪري قبول ڪيم- پر سچ تہ دعوت ڏيڻ وارا مون لاءِ سون ورتا آهن. نہ تہ سونا سنج تہ غريب گڏهن کي پارايا ويندا آهن.

ماڻهن کي انعام ۾ سونا تمغہ ڏبا آهن. هتي جانور ماڻهو کان بازي کٽي ويل ٿو پائنجي، جو سنجن ۾ سون سيرن منهن ۽ تمغن ۾ تولن منهن ٿيندو آهي. اُميد تہ ماڻهو ويچارو ڳچهن جيان هِتان هُتان لامارا هڻي هڪ جاءِ هنداڻو ٿيندو. پوءِ ان جانور سان ضرور مقابلي لاءِ وڙهندو...... الاءِ ڇو ڪنهن سگهڙ هن جانور کان نااميد ٿي هريرو ڇيو هو. 'ڪتابن جي لڏ ڪنهن گڏھ تي ڊويل ڏسي نہ پائنجو تہ ڪو عالم وڃي رهيو آهي.'

پر سائين منهنجا هرويرو ويچارو اِهو جانور ئي ڇو؟ ڪو ماڻهو لڏ

ڪتابن جا پڙهي موٽ ۾ ليٽڙيون هڻي عمل جي دوران لڏون لاهيندو وڃي ته اُهو وري ڪهڙو عالم وڃي رهيو آ.....

سو ڳالھ مون پنهنجي ٿي ڪئي ته مون اَجان ڍڳ ڪتابن جي پڙهڻ جي دعويٰ ناهي ڪئي، پر پاڻ ۾ ڪيفيت اُن غريب جانور جهڙي ئي محسوس ڪري رهي آهيان، جنهن کي سونا سنج ته ڏنا ويا آهن، پر هُو موٽ ۾ ماٺهن کي مسڪيني، ماٺ ۽ مصلحت کان سواءِ ڪجھ ڏيئي نه سگهي. پنهنجي پنهنجي نڪ ۽ چمڙيءَ جي پڪائي ۽ ڪچائي جي ڳالھ آهي، نه ته ضروري ناهي ته ڪو سونو تمغو پائڻ وارو ٻه پاڻ کي اِن ڪيفيت ’۾‘ محسوس ڪري.

نه ته سون ته برابر سون آهي.... سنج هجي يا تمغو سون ٻنهين ۾ ساڳيو آهي، خدا مون جهڙا سنج ڪنهن کي به نه پارائي، ۽ مون جهڙي ڪيفيت سان ڪنهن کي دوچار نه ڪري.

اڄ معاملو آ تنوير سان شام ملهائڻ جو ته مون کي ڪجھ مٿس لکڻ ئي گهرجي. سنڌس فن تي سنڌس شخصيت تي. دل چوي ٿي اڄوڪي شام لاءِ آءٌ مٿس فقط هڪڙوئي جملو لکان: ’تنوير جنهن سٺيءَ سان سنڌي عورت جي ڦاٽل دل کي تحريرون ڏيئي سبيو هو. اَڄ سنڌس ماٺ آهي ٽانڪا توڙي رهي آهي. پاڻ جنهن روانيءَ سان سماجي اَنياءُ ۾ عورت جي تصوير عام آڏو آندو هئين، اوترو ئي اڄ سنڌس ماٺ مٿي جيان ان تصوير کي لٽي رهي آهي.

ڊپ اٿم ته سنڌس خاموشيءَ جو اِهو طويل سلسلو سنڌس تحريرن کي مٿي جيان تهن مٿان تَهه چاڙهي ڪٽي موهن جي دڙي جي تاريخ ۾ نه چڪي وڃي، هو بيحد خاموش آهي، ايتري قدر جو ٻڌم ته پاڻ سائنس شام ملهائڻ تي به راضي نه پيي ٿي. چئي: ’شام وڃي ملهايو ادي خيروءَ سان، جيڪا لکي ٿي مان اڄ ڪلھ لکان ٿوروئي ٿي.‘ مون ٻڌو ته خوش ٿي ويس.

چيم ٺيڪ آ- اڌ شام مون سان اڌ تنوير سان- يعني fifty fifty (اَڌو اَڌ).

پر هي ففٽي ففٽي (اڌو اڌ) ٻه پائر ٽيون ٽيڪو واري ففٽي ففٽي نه بلڪ پيور چڪن سوپ واري ففٽي ففٽي آ. چون ٿا ته ڪنهن مت جي موڙهني خالص مرغي جو سوپ وڪڻڻ واري کان سوپ سجھ ڪجھ وڏين ٻوٽيون ترندي ڏسي پڇيو ته: ’چا هن سوپ ۾ ڪجھ وڏو گوشت مليل آ.‘ سوپ

واري نهايت ئي نهنائيءَ سان وراثيو، 'سائين ايمانداري سان fifty fifty'.
يعني سوپ آهي ته ڪڪڙ جو پر ملاوت ۾ ايمانداري آ- هڪ سڄي ڪڪڙ
تي هڪ سڄي مينهن. اڌ ڪڪڙ تي اڌ مينهن، سو منهنجي هتي اهميت به
چڪن سوپ ۾ ملاوٽ جيان ففٽي ففٽي آ.......

ورنه سائين صدارت ڪرڻ وارا ته پيا به ڪوڙ، ڪوئي فني نقاد هجي جو
تنوير جي تحريرن کي فني ڪسوٽي تي پرکي.....

ڪوئي عبدالقادر جونيجو هجي، جو تنوير جي حيثيت جو هوبهو فوٽو
اسٽيٽ ڇڪي ٻڌائي......

آءٌ آهيان پنهين مان ڪونه.

پَر مڙيئي پورائي ڪرڻ لاءِ ففٽي ففٽي ئي سَهي.

بهرحال تنوير لکڻ تڏهن شروع ڪيو، جڏهن ادبي لحاظ کان مون شايد
قلم جهلڻ به ڪونه سکيو هو.

هو عمر ۾ مون کان منهنجي قد جيان ڪوڙ جونيئر- بہ ادب ۾ پنهنجي قد
جيان خاص سينئر آهي.

مون سندس ڪهاڻيون فني اک سان پرکيون ناهن، بلڪ محض عام ڇڳي
پڙهندڙ جي حيثيت ۾ پڙهيون آهن. اڪثر سندس ڪهاڻين جا پلاٽ مضبوط
سٽن جي اوسار سريلي ۽ لفظي لب لڻ صفائي سادگي ۽ سيبتائيءَ سان ٽيل
آ...... اُن ڪري ڏسڻ ۾ سندس تحريري گهر ڪنهن آفيسر جي لڪايل
پئسن مان ڪلفٽن تي نهرايل ٺاٺ باٺ وارو بنگلو نه پر پڪين سرن سان
بڌل هڪ وچولي طبقي جو گهر لڳندو، جنهن ۾ گهمندي ڦرندي ڪڏهن پاڻ
۾ فريده جو ڪردار پيو سرايت ڪندي باسندو جا حقيقتن جي تلخين کان
منهن موڙي نري آس تي سماج کان نا اُميد ٿي الله ۾ اُميد رکيو ويئي آ....
ڪڏهن زرينه جو روپ جا مجازي خدا جي مرضيءَ تي پنهنجا آدرش مٽي-
پنهنجي ٻارن جي ٻن مٺن ۾ جيئڻ جا جواز ڳولهي رهي آهي.

سندس ڪهاڻيون گهڻي ڀاڱي سماجي انياءَ ۾ پلجندڙ هڪ عام گهر جون
ڪهاڻيون آهن. جي هوريان ڇاتل سيحاتل وهيل واپيل درد جو، ڇر ڪائيندڙ
نہ، پر اُن لکو تاثر ڇڏين ٿيون.....

سندس ڪهاڻين جا مڙيئي ڪردار هڪ هڪ ڪري آواڳون جي سلسلي

سمان نئين چڪر سان نئين ڪهاڻيءَ جو روپ وٺي جڻ هڪ ساڳئي ئي ساهه تي گذرندي محسوس ٿين ٿا.

هر ڪهاڻي پڙهي ماڻهو محسوس ڪندو. ها ائين ئي ٿيندو آ.....

مون کي اعليٰ ادب لاءِ ڪنهن مفڪر جي هڪ وصف ٿي ياد اچي- جنهن چيو ته: ادب اهو جو پڙهي محسوس ٿئي ته مان به ائين لکي سگهان ٿو- پر جڏهن لکڻ وهي ته لکي نه سگهي.

سو اِن وصف پٽاندر تنوير واڱون جيڏي وڏي اديب نه سهي- ميڃيل اديب ته لاريب آهي.

حالتن اسان کي هاڻي وڏن اديبن کان مايوس ٿي، اهو سيکاريو آ ته ڪنهن وڏي اديب کي پرجهڻ ۽ پرکڻ جي ڪسوٽي هاڻ ائين نه ٿيڻ کپي ته هُن اسان کي پڙهڻ خاطر اکرن ۽ اچارن ۾ ڇا ڇا ڏنو؟ قلم جي قلابازي ڏيئي اکرن جو کهڙو ڪاڪ محل جوڙي ڏنو- وري وقت، آزمائش ۽ ويجهڙائپ ڪيس ڇا کان ڇا ثابت ڪري ڏيکاريو؟

اسين پري کان لفظن جي سحر ۾ وڪوڙجي اکرن جي سوداگر کي مَن جو مسيحا ۽ وقت جو هيرو ڀانئي ويهندا آهيون.

اکرن اچارڻ لاءِ هُن جو وات کلي ته اُن کي جنت جون دريون کليل سمجهي ويهندا آهيون. پر جڏهن آزمائش جو وقت ايندو آ...... ويجهڙائپ کان ڪيس پرکڻ جو موقعو ملندو آ. تڏهن لفظن جا لبادا لهي ويندا آهن. اکرن جا ڪاڪ محل پري پوندا آهن، ويجهڙائپ مان جنت جي درين مان ٿڌي واءُ نه پر دوزخ جي گرم لهس لبيٽي وجهندي آ. تڏهن اسين مايوس ٿي سوچيندا آهيون ته ڇا اسان جي من جو مسيحا ۽ وقت جو هيرو فقط شيطاني قوتن جو ميڙ هو؟ اهڙي سمي گڏهه جا سنج ۽ عالم جا تمغا هڪ ئي پيتي ۾ پوريل لڳندا آهن. وقت آزمائش ۽ ويجهڙائپ قصن کي قضين ۾ بدليو ڇڏي، لفظي علم کي جي عمل نه هجي ته چڙو علم الم ۾ بدلجيو وڃي. ڪائنات جي سڀ کان وڏي سچائي عمل آهي.

سو بهتر ڇا ائين ناهي ته بجاءِ اونچا آدرش ڏسڻ جي، وڏيون ڳالهيون ڪرڻ جي پنهنجي سادي، کري ۽ سپتي ڪردار مان ڪا جٽادار جهوپڙي ئي ڪنهن جيءَ ۾ اڏي ڇڏجي.

سچ پڇو تہ آءٌ تنوير جي ادبي خدمتن جي شڪرگذار آهيان جن جي توسط سان سندس عام ڪردار اسان جي آڏو آيو. جيڪي سندس ويجهڙا هوندا تن کي خبر هوندي تہ سندس عمل ۾ اونچائيءَ جي حامر نہ پر سادگي ۽ سچائي جو اظهار آ. پاڻ عمر جي جنهن دور ۾ آ، اُن ۾ نڪو جوانيءَ وارو جهول اٿس، نہ ئي سندس ٻولن ۾ ٻچاپڙائي.....

نہ تہ ماڻهو تہ جواني گذاري پڇاڙي ۾ ويندڙ وَهي کي هٿ ڪرڻ لاءِ، ڪنهن جوانڙي جي چوسيءَ جو ڦندڻ، شهزادي گل منير جيان نڪ تي رکي گل جيان سونگهيندي گهر ناهڻ جي ڪوشش ڪندا آهن-.

هوءَ سڌي سادي آهي، سڌين سيبتي. نہ ڪو ڳالهہ ۾ ور وڪڙ نہ ئي انداز ۾ ور وڪڙ.

جيڪي سندس اوڏا هوندا تن کي خبر هوندي تہ سندس دوستي بلڊ گروپ جيان هر اُن رَتَ ۾ رَچي ويندي، جو رت رنگ نسل کان پري، ڪنهن بہ ڪنهن نموني سندس ٻولي جو ڳالهائيندڙ ۽ سندس ئي ڌرتي جو رهندڙ هجي- هوءَ عالم اديب پوءِ، هن ڌرتيءَ جي ڌيءَ پهرين آ. ڌرتيءَ ۽ ٻوليءَ لاءِ پيار جو ڪڏهن ڪُن نئون سر باري واري نعرو ناهي هنيو. وات سان ڪجهہ ڪچندي ڪونہ. پر ماٺ ماٺ ۾ اها مَنَ ڏيئي ويندي، جا الاءِ ڪيترن زبان جي ڪاريهرن جي ڪاٺ ثابت ٿيندي. مان جڏهن پنهنجي اوٺري ڌيءَ کي ڪاڪڙي گوري گهوٽي ماکي ۾ ملائي ڏيندي آهيان، تڏهن چوندي آهيانس؛ پيءُ آمان ماسي تنوير جي امرت منجهہ ڪڙان. ۽ دل ۾ دعا ڪندي آهيان؛ شال وڏي ٿي تون ساڻس جيان ٿئين.



# ”اُمِيري کان فقيريءَ تائين“

## خيرالنساءَ جعفريءَ جي طنز ۽ مزاح جي چاشنيءَ سان رچيل هڪ دل افروز تقرير.

خاتون دانشور ۽ منفرد ڪهاڻيڪار محترمه خيرالنساءَ جعفريءَ جو نالو سنڌي ادب جي افق تي روشن ستاري جيان جرڪي رهيو آهي.... هيءُ مضمون اصل ۾ سندس اها تقرير آهي، جيڪا ڊاڪٽر قمر جهان مرزا جي Ph.D جي ٿيسز ”حيدرآباد ٽالپرن جي دؤر ۾“ جيڪا مهورت جي موقعي تي پيش ڪئي هئي. خاتون ليکڪا هن مضمون ۾ جنهن انداز سان اجتماعي شعور ۽ حميت کي جاڳائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، انهيءَ سان مرحوم جسٽس ڪيانيءَ جون ڏاهپ طنز ۽ مزاح سان ڀريل ۽ ذهن ۾ چهنڊڙ تقريرون ياد اچڻ لڳن ٿيون.] ادارو.

عزت ماب حاضرين، ٢٣- مارچ ١٩٨٧ع کان اڳ، يعني اڄ کان ٻه مهينا پهرين، مون سڄي زندگي، هر ان شخص تي رشڪ ڪيو، جنهن جي نالي پويان لفظ Ph.D لکيل هوندو آهي.

٢٣- مارچ ١٩٨٧ع کان پوءِ، رات جو ساڍي ٨ لڳي کان، جڏهن منهنجي ماءُ اوچتو مري وئي، ويندي، هينئر تائين هانءِ هر ان شخص تي رشڪ ڪندي آهيان، جنهنجي ماءُ زنده آهي ۽ جيئري ئي ماءُ جي پيرن هيٺان جنت ۾ آهي.

جنت جهڙي پيئي ۽ ماءُ جهڙي پرجهلي جي هلي وڃڻ کان پوءِ، مون مان ڪهڙي اميد ڪري سگهجي ٿي؟ اها ڳالهه مون قمر کان پڇي هئي، جو ته هن جو اسرار هو ته آئون سندس ڪتاب تي ڪجهه لکان... قمر جيڪو جواب مون کي ڏنو ان جو مطلب هيءُ هو ته، "هينئر رمضان آهي، عام توڙي خاص لاءِ جنت جا دروازا کليل آهن... انهن لاءِ به جن جون مائون زنده آهن- اُنهن لاءِ به جن جون مائر مون وانگيان مري ويون آهن!"

صاحبو! هي اسلامي دؤر آهي، ۽ پاڪستان جا دروازا ٻاهرين اچ وڃ لاءِ هميشہ کليا پيا آهن.

هر شخص جيڪو جنت لاءِ سخت فڪرمند آهي، اهو ٻئي کي اسلام جي پارت ڪندو گهمي. ڪو وقت هو جڏهن اهڙي هڪ پارت، اسان به هڪ لڳان، سائين شيخ اياز جن کي ڪئي هئي. پاڻ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ وائيس چانسلر هئا. سندن وقت ۾ يونيورسٽيءَ جا ست استاد نوڪرين مان اينئن ڏڪجي ويا، جيئن الله سائينءَ حضرت آدم کي جنت مان ڏڪي ڪڍيو هو. پوءِ جيئن الله آدم جي پاسراٽين مان بي بي حوا کي چونڊي ڪڍيو. تيئن اسان آپا امينہ خميسانيءَ کي ڪل ماستريائين مان چونڊي ڪڍيو. تہ پاڻ باقي ماستريائين سان گڏ وڃي شيخ صاحب کان استادن جي اوچتو نڪري وڃڻ جو سبب معلوم ڪري. شيخ اياز صاحب جو جواب مون کي اڃان به ياد آهي. چيائين، "انهن استادن کي مون ناهي ڪڍيو... انهن کي سڌو سنئون گورنمينٽ ڪڍيو آهي." اسان پڇيس، "سائين چو...؟" جواب ڏنائين "انهن مان اسلام کي خطرو هو..."

اسلام کي خطرو... معنيٰ جنت کي خطرو! اسين مانڙي ڪري موٽي آياسين...ويندي ويندي، سندس پرسان لنگهندي مون آهستي اياز صاحب کي چيو هو، "سائين هانءِ اوهان کي اسلام جي پارت هجي."

هو معنيٰ خيز مرڪ مرڪيو جڻ چوندو هجي تہ "اوهان کي بہ اسلام جي پارت هجي."

سائيو- هيءُ رمضان جو مهينو آهي. چوڏس جنت جا دروازا کليا پيا آهن. هڪ هيءُ ڊاڪٽر قمر جهان آهي، جيڪا خوشيءَ جا لمحا اينجواءِ ڪري رهي آهي، هڪ هوءُ قمر واحد آهي جا آمريڪا جا دورا ڪري رهي آهي... بڌو اٿم ته مهتاب چنا به ادبي وفد سان چين ويل آهي... بس ٿورا ڪي اپاڳا ٿي آهن، جي مون وانگيان ذهن جي حويلين کان ويندي، يونيورسٽيءَ جي هاسٽلن تائين، چوڏيوارين ۾ بنديا پيا آهن!

دوستو! سنڌ يونيورسٽي هجي يا علم جو ڪو به ادارو، پل مٿس چوڏيواريون چڙهيل ٿي سهي... پر جت هڪ به علم وارو انسان پير رکي ٿو، ات پنهنجو پاڻ جنت جا دروازا کلي پوندا آهن.

جيوت شاهراه تي ننڍا ننڍا سنگ ميل ايندا رهندا آهن... جن سان مطلب اهو ناهي ته هلڻ وارن لاءِ اهو رستو اتي ختم ٿي ويو... بلڪ سنگ ميل بجاءِ دل جي ڊاهڻ جي، دل کي ڏڍ ڏيندا آهن ته اڳيان ٿورو اڳيان ڪا چڱي اسٽيشن اچڻي آهي، جت ساه جو سمورو سامان لاهي، ٽڪ پيجي، آرام سان آهلي سگهجي ٿو... اهو سبق مون کي قمر واحد کان Ph.D ڪرڻ کان پوءِ مليو. نه ته اڄ کان ١٠-١٢ سال پهرين، قمر واحد جي اکين مان وهندڙ لڙڪن جي آلاڻ آئون اڄ به پنهنجي ذهن ۾ محسوس ڪندي آهيان. ڪيڏي هن همت ڪئي! ڪيڏي هن اعتماد gain ڪيو ۽ Ph.D پرائي! ايڏو اعتماد جو اڄ هن جي ماني سنڌي چوڻيءَ موجب "ڪتا به نٿا کائن!"

سو دوستو ڳالهه ٿي ڪيم ته هوءُ قمر واحد آهي ..... هڪ هيءُ قمر جهان آهي.... اسان جي يونيورسٽيءَ ۾ گرلز ڪامن روم آهي، جتي اردو ڳالهائيندڙ خاله ويهندي آهي... هڪ دفعو جي. ٽي. ايس. جي بس ۾ مونکان ان خاله پڇيو "آپ قمر ڪو جانتي هئين؟" مون چيومانس، "خاله ڪونسي قمر؟ هماري پاس قمرين دو هئين؟"

هن پڇيو، "ڪيا دونون اُستانيان هين... جواب ڏنو مانس "هان خاله دونون ماسترنيان ڀي هئين، ڊاڪٽر ڀي هين... يعني دونون، توانَ ون Twoin one هئين...

خاله وري مون کان پڇيو،

"اور بيٽا تم...؟" مون اداسيءَ مان چيومانس، "خاله مين نن اِن وَن

none in one هون..."

سو ڳالهه ٿي ڪيم ته ٻئي قمرون Ph.D آهن. Ph.D ته ٻيا به ڪوڙ آهن... پر هنن ٻنهي سان منهنجي مشترڪ زخمن واري دوستي آهي. بقول قرت العين حيدر، "ڪجهه ڳالهين جا مطلب رڳو ساڳئي زخمن جي حوالي سان سمجهه ۾ ايندا آهن!!"

زخم پنهنجو پاڻ قدرت heal ڪندي آهي، پر هنن جي دوستي زخم لاءِ ڪنهن انٽي بايوٽڪ دوا جو اثر رکندي آهي...

سائيو!

قمر کي مون پهريون ڀيرو وي. سيءَ جي آفيس ۾ تڏهن ڏٺو، جڏهن سليڪشن بورڊ جي ميٽنگ هئي. منهنجو منهن ڀڳهر سان پسيل هو پر قمر کي چڱو خاصو پائوڊر لڳل هو. ان پائوڊر جي مهڪ اڄ به آئون روز اسٽاف بس ۾ محسوس ڪندي آهيان... ڪيس ڏسي، ڪنهن شرارت جي موڊ ۾ آهستگيءَ سان پڇيو، "هيءَ پائوڊر پٽلي ڪير آهي؟" الاءِ ڪنهن جواب ڏنو، "هيءَ ڊاڪٽر آهي!"

پائوڊر ۽ ڀڳهر جو فرق تڏهن مون کي اتي پهريون ڀيرو محسوس ٿيو. ڀڳهر سان پسيل هٿن ۾ جڏهن ڪاميابيءَ جي سرٽيفڪيٽ سان هجي... گهٽ ۾ گهٽ، اهو چهرو ڀڳهر سان پسيل نه هئڻ گهرجي.

خوشبودار پائوڊر شايد قمر جي ڪمزوري آهي... شروع ۾ اڪثر هوءَ هلندڙ بس ۾ پرس مان ننڍڙو آئينو ڪڍي، پنهنجو پائوڊر ڏسندي هئي... دراصل چڱي جيئڻ لاءِ انسان کي پنهنجي صحت ۽ صورت جي حفاظت ڪرڻ گهرجي، نه ته حشر اهڙو ٿيندس جهڙو منهنجو ٿيو هو.

ٿيو ٿيا، جو اسٽاف بس هلي رهي هئي ۽ قمر آئينو ڏسي رهي هئي، منهنجي هڪ ننڍڙي ڪليگ مون کان طنزيه انداز ۾ پڇيو "ڇو اڄ بستري مان اٿي سڌو بس ۾ چڙهي آيون آهيو ڇا؟" مون حيران ٿي وري ڪائنس ئي پڇيو، "منهنجي ڀُنن تي ڇو ايجان به رلي چنبڙي پئي آهي ڇا؟" چيئن، "رلي ته خير ڪونهي پر اوهان کي ٿورو ٽپ ٽاپ رهڻ گهرجي."

هن قمر ڏي اشارو ڪري چيو، "ٿورو هن ڊاڪٽر صاحب کي ڏسو" چڻ چوندي هجي، "اسان کي ڏسو، ڪيئن!؟"

مون پنهنجي ڪليگ کي ڏنو. ڪيس واقعي زبردست ميچنگ پيل هئي. انبن جيئن اڄ ڪلهه جا ماڊرن ڇوڪرا رنگين بيل بوٽا يا بيل باٽم پائيندا آهن. سندس اڇي رنگ جي بوٽ تي ٽن رنگن جا پتا هئا. ساڳين ئي رنگن جا ٽي پتا سندس اڇي شرٽ تي سيني وٽان اڪريل هئا. رنگن جي اها هم آهنگي واقعي محنت جوڳي ڳالهه هئي!

پر مون پنهنجي ڪليگ کي ساراهڻ جي بدران حيرانيءَ ۽ همدرديءَ سان ڏٺو. ڏک وچان پڇيومانس، "هي صبح ساڻ توکي تنهنجي پيرن مان لاهي، سيني تي ڪنهن سٽيا آهن، جو پادرن جا رنگ پوپٽ جي رنگن جيان تنهنجي شرٽ تي چنبڙي پيا؟"

ساٿيو، اهو ڪو وقت هو ۽ هاڻ به ڪو وقت آهي. قمر هوريان هوريان ماحول سان هري، هاڻ آئينو ڏسڻ چڏي ڏنو آهي... ۽ مون آئينو ڏيکارڻ چڏي ڏنو آهي. واقعي وقت ماڻهوءَ لاءِ قدرت جو سڀ کان وڏو ظالم ۽ صبر آزما تحفو آهي.

جڏهن وقت جي ٿي ڳالهه ڪريان، ته واقعي حيدرآباد جو به دؤر هو ... پاڻ پنهنجي ٿيسز جي پهرئين واليوم جو نالو رکيو اٿئين "حيدرآباد ٽالپرن جي دؤر ۾" سندس ڪتاب جو رڳو پيش لفظ پڙهيو اٿم. باقي ڪتاب جي في الحال رڳو ورق گرداني ڪئي اٿم. قمر جو رڳو مقدمو پڙهي ئي چانور چکي، ديگ جو اندازو ڪيو اٿم ته مواد جتي انفارميٽو آهي، اٿ قمر جي ٻولي سٺي سولي، ساڳيءَ وقت ادبي ذوق سان به مالا مال آهي... آئون رڳو اهو چوڻ خاطر نه پئي چوان، پر رڳو مقدمو پڙهي ئي سچ ته سندس ڪتاب تي ايمان آندو اٿم. سندس ڪتاب جا سچا سارا جملا آئون هت دهرائڻ کان مجبور آهيان- جن ڪتاب پڙهيو هوندو، اهي چاٽي ويا هوندا ته سانوري سلوٽي، بظاهر عام قمر پنهنجي اندر محنت جو ايڏو خاص ثمر رکي ٿي، جو هن هڙئي ميرن کي پنهنجي ڪتاب جي مٺ ۾ ايئن پوري رکيو آهي، جو سموري ميرن جي صاحبي ۽ سموري حيدرآباد جو حسن هن جي هٿ جي ترِيءَ ۾ بند جي ويو آهي... جنهن کي سندس ڪتاب جي Vi-dio Cassete تي ڏسي سگهجي ٿو.

ڪلهه جڏهن هوءَ دعوت ڏين ڪامن روم ۾ آئي، تڏهن هن هڪڙي ننڍڙي

ڳالھ ڪئي... جنھن مون کي الاءِ ڇو Move متاثر ڪيو... جينن، "سموري زندگيءَ ۾ مون صرف هڪ ننڍڙي خوشي محسوس تڏهن ڪئي، جڏهن منهنجي Ph.D جي رزلٽ آئوٽ ٿي... ھي ننڍڙي خوشي هاڻ محسوس ڪرڻ جي ڪئي آهم جڏهن ڪتاب جي وي سيءَ جي هٿان مهورت ٿي ڪرايم..." ايئن چئي چڻ ھوءَ ڪجھ گھڙيون چپ ٿي وئي ۽ پوءِ ٿورو سنجيدگيءَ سان چئين، "عام ماڻهن کي خوشيءَ جي موقعي تي مٺايون، مبارڪون ۽ گل ملندا آهن. پر اسان کي مٺائي ۽ مبارڪ جي بدران ٺڪ پوندو ملندو آهي..."

مون چيو، "ڇڱو ٿيو جو Ph.Dاسان ڪون ڪئي، نہ تہ اسان کي مٺائي ۽ مبارڪ جي بدران مار موچڙو پوي ها:"

ڪي ڪي ماڻهو فرشتہ آهن!

ڪي ڪي ماڻهو شيطان آهن!!

Mostly 'اڪثر' ماڻهو پڪا مسلمان آهن!!!

پر انسان الاءِ ڪٿي آهي؟

اهي رڳو سکن گلن سان گڏ قمر جي ڪتاب ۾ ملندا.

جيتوڻيڪ انسان جيڪي ڪنھ هئا، اڄ بہ اهي ئي آهن. هسٽريءَ ۾ رڳو انهن جون تاريخون بدليل آهن. ننڍي هوندي تاريخ ۾ پڙهندا هئاسين تہ. "ميرن جي حڪمرانيءَ ۾ سنڌ ۾ ڏاڍا سڌارا آيا... ميرن کان اڳ تاريخ ۾ شيرشاه سوري آيو، ان جيان ميرن بہ ڏاڍا سڌارا آندا.کوھ کوٽايا ۽ رستا ٺهرايا."

ڇا اڄ بہ حيدرآباد شهر جا سمورا رستا ڪوٽيل ناهن؟ جنهن گهٽيءَ پند وجهو، سمورا رستا ڪوٽيل نظر ايندا. شيرشاه تاريخ ۾ هڪ دفعو آيو ۽ مري ويو، البت سوري اڄ بہ هر رستي تي ٽنگي پئي آهي.

بقول قمر جي، "اسلام سنڌ جي ماڻهن ۾ تازي خون مثال ڪم ڪيو. ميرن سنڌ کي ورهائي، هڪ ئي خاندان ۾ پنهنجون ٽي جدا حڪومتون قائم ڪيون. ملڪ ۾ امن امان بہ هو تہ ماڻهون سکيا ستابا بہ ٿيا."

سندن حڪومت راڇوني هئي... پر پوءِ ميرن جي پنهنجي ئي گهر مان لڳي. بين لفظن ۾ حڪومت ڪندڙ حڪمران پاڻ ۾ ايئن ڳنڍيجي، بلڪ

ڳتر جي پيا، جو اڄ جي دؤر وانگر خبر نہ ٿي پئي، تہ ملڪ ۾ مارشل لا آهي يا جمهوريت! نيٺ انگريزن اچي سندن صاحبيءَ تي آخري قل پڙهيا!

ميرن جي صاحبيءَ جون عقل وارن لاءِ اڄ بہ نشانيون موجود آهن... سنڌي قوم جي هڪ اهم سيجاتپ پل ختم سهي، پر ميرن جي قبن وٽان لنگهندي، محسوس ٿيندو، تہ غيور قوم ڪنهن بہ وقت قبرن مان اٿي سگهي ٿي! جو ڪنهن تاريخ دان چيو هو تہ، "هيءَ ڪائنات هڪ وسيع دسترخوان آهي... جنهن تي هر قوم پنهنجو پنهنجو حصو کائي رهي آهي....." جيڪڏهن اهو واقعي سچ آهي، تہ پوءِ، اسان جي قوم ڪٿي آهي؟ اها پنهنجو حصو ڇو نہ کائي رهي آهي؟ ان کي پنهنجو حصو ڪيتريقدر ملي رهيو آهي؟اهو هڪ سوال آهي، جنهنجي جواب جي تلاش آهي..... جي ٿي سگهيو تہ ان تي Thesis وڏي ٿي، انشاءَالله منهنجي ڌيءَ لکندي.... جو قوم قربانيون ڏيندي ٿي ان ڪري آهي تہ عوام جو رت وهي ۽ ادب تي بهار اچي....

بهرحال دوستو!

حيدرآباد ميرن جي دؤرن ۾ قمر کي ڏاڍو وڻي هئي..... (جيئن هن لکيو آهي.) ۽ مون کي حيدرآباد منهنجي ماءُ جي دور ۾ وڻندي هئي...

ميرن جي نشانين، يعني باغن ۽ مقبرن کي ڏسي، ماڻهو ميرن کي هميشہ ياد ڪندا ۽ سندن نشانين تي مقالا ۽ مقدما لکندا.

آئون پنهنجي ماءُ جي سندس گهر ۾ پاڻ واري جتيءَ تي سندس پيرن جا نشان ڏسندي آهيان. ڪاش آئون ان مقدس جتيءَ جي نشانن تي ڪا ٿيسز لکي سگهان!



# تاج بلوچ جي ڪتاب 'خوشبو جو زهر' تي ڪيل تقرير

دوستو ۽ ساٿيو!

اڄ ڪان مهينون ڏيڍ اڳ مون هڪ تقرير ڊاڪٽر قمر جهان جي رونمائيءَ وقت، منهنجو مطلب آهي سندس ڪتاب جي رونمائي وقت ڪئي هئي ڪئي ته چا ته، پر ڏڪي ڏڪي پڙهي هئي. تقرير ڪي نه رڳو چيچڻ جو حُسن مليو پر چاهڻ واري اداري پنهنجي طرفان حُسنِ سلوڪ روا رکندي نه رڳو تقرير ڇاپي بلڪ اُن ذهن تمريني جُملن جي هڪ ننڍڙي ڏاڪڻ ناهي مون کي هيٺ ڪان ڪني مٿي اُن ڏاڪڻ تي ويهاري ڇڏيو. حالانڪ ماٺ ڪري ويهڻ منهنجي وَس ۾ نه آهي. آئون ماٺ ڪري هڪ هنڌ ويهي به نه سگهندي آهيان. هينئر به منهنجا هٿ پير ٺري رهيا آهن، ۽ مٿو ڦري رهيو آهي. مطلب ته منهنجي جسم جو هر حصو اِن نيڪ ڪارِ خير ۾ حصو وٺي رهيو آهي.

دوستو ائين نه ڀانئجو ته ڪو آئون ايڏي بيمار آهيان، بلڪ اسٽيج جي

ڊائس تي چڙهندي ئي منهنجي حالت غير دوا جي اُن بند شيشيءَ جهڙي ٿي ويندي آهي جنهن تي لکيل هوندو آهي.

Shake well before use ! لوڏي پيئڻ دوا هونئين ترت شفا جي ضامن ٿيندي آهي. ڏک جو منهنجي ڪابہ تقرير ڪو بہ لفظ مون لاءِ ڪنهن ذهني شفا جو متحمل نہ ٿي سگهيو آهي.

سو ساٿيو، ڳالھ ٿي ڪيم تہ اداري طرفان چند جملن ۾ بہ بہ جملا اهڙا هئا. جن مون کي هرويرو خوش ڪري ڇڏيو.

اداري لکيو آهي تہ خيرالنساءِ جعفري جي تقرير مان جستس ڪيانيءَ جي ڏاهپ جي ٿي خوشبو اچي- پنهنجي نالي سان گڏ جستس ڪياني جو نالو پڙهي منهنجو روح خوش ٿي ويو. باقي ڪيانيءَ جي روح تي قبر ۾ ڇا گذريو اهو آئون نہ ٿي ڄاڻان. بس هڪ ڳالھ ڄاڻان ٿي ڪاش! آئون ڪيانيءَ جي قبر تائين پهچي وتانئس ڪا دعا ئي گهري سگهان.

ٻي ڳالھ تہ اداري منهنجي نالي ڪان اڳ مون کي دانشور ڪري ڪوٺيو آهي. سو ان لفظ کي آئون بہ حسن ۾ پيچي پنهنجي لاءِ قبوليان ٿي....

دان معنيٰ خيرات + شور معنيٰ اهو جو خيرات نہ ملڻ تي گوڙ ڪري! پر جڏهن تہ مون کي بلڊ ۾ blood 360 جي حد تائين شگر ٿي پيئي آهي ۽ جڏهن بلڊ (خون) ۾ شگر وڌي ويندي آهي تڏهن بلڊ جو پريشر هميشہ هيٺ لهي ويندو آهي. ۽ جن جو بلڊ پريشر Down (هيٺ) هجي اهي گوڙ ڪري خيرات ۾ ڪا وڏي چيز تہ ڇا پنهنجي ڳالهائڻ جو حق بہ گهري ڪون سگهندا آهن...! هونئن جڏهن تہ بلڊ پريشر هتي اسان سڀني جا ڊائون (هيٺ) آهن سو اسين جيئڻ لاءِ خيرات ۾ آئي لپ بہ گهرڻ جو ساهس نہ ٿا سنڀاليون، حقن جي تہ دوستو ڳالھ ئي رهي پري!

بلڊ پريشر ڊائون پل اسان جو ئي سهي پر هاءِ بلڊ پريشر high blood pressure رڳو اُنهن جا ٿيندا آهن جيڪي ماٺهون مٿي منهنجو مطلب آهي پهاڙ جي چوٽيءَ تي رهندا آهن. اِن لحاظ ڪان آئون پاڻيان ٿي تہ اسلام آباد جا هڙيئي همراه اِن مرض جا ورتل آهن، جو اسلام آباد جو هڪ ننڍڙو فقير بہ آئي لپ بدران اوهان کان خيرات ۾ گهر فاسٽ فوڊ Fast food جي ڪندو جڏهن تہ اسان پا... down ماٺهون منهنجو مطلب آهي تہ

ڊنل ماٺھون ھائي بلڊ پريشر وارن کان ڊپ ۾ اَئي لَپ جي گھڻ بہ ڪون ڪري سگھنداسين جو متان غصي ۾ اَچي ھو اسان جو راشن پاڻي بندي نہ ڇڏين!

ساڃيو ڳالھ تہ آئون تاج بلوچ جي ڪري رھي ھئس پر ڳالھ اَچي مون پنھنجي ڇيڙي. ڪيانيءَ کي تہ ڳالھ مان ڳالھ پيدا ڪرڻ جو خوبصورت ڏانءُ ھو... آئون ڳالھ کي ڳالھوڙي ۾ بدلائڻ جي ماھر آھيان. ڳالھوڙي مان بہ لفظ 'ڳ' ڪٽون پاڻ لاءِ own تي ڪريان باقي اُھا لوڙھ اُھا لڳن مون ۾ ڪٿي جا ڪڏھن ڪيانيءَ ھاڻ اَسان جي تاج ۾ آھي!

سو ڳالھ ٿي ڪيم تہ تاج اسان جي گھر آيو، تہ گھر جي در تي صائمہ سندس سواڳت ائين ڪيو جئن مون لکيو ھو تہ انڊيا ۾ اَسان جو سواڳت سوئرن ڪيو ھو. جن لاءِ مون لکيو ھو تہ انڊيا جا سوئر ھتي جي سوئرن کان وڌيڪ شريف ۽ sobor آھن. ھو اسان جي پيرن تي ھوٺيون رکي اَسان جا پير ائين چٽڻ لڳا ھئا جھڙو انسان جي اندرئين سوئر جو زھر چٽيندا ھجن! (جو انسان جي اندر جو سوئر ھتي سوئرن کان وڌيڪ ظالم ۽ فاشسٽ آھي.) تاج کي در تي ئي صائمہ ٻڌايو "ماما ماما، اَمان اوھان تي مضمون لکيو آھي!" تاج چيس، 'پلا ڇا لکيو اٿس - مون کي مضمون آڻي تہ ڏيکار!'

مون چيس 'اِجان تون منھنجن رف ڪاغذن تي ڇڙو ڇڙ آھين- جڏھن رف مرحلي مان لنگھيو - تہ آئون توکي اُلم جي بيرڪ وانگر فيئر ڪاغذن تي چاڙھيان.

سو تاج ھاڻ فيئر پنن تي فيئر فيئر بلڪ ويري فيئر موجود آھي ھو رفوگري، مان نکري چڪو آھي، منجھس ڪو بہ عيب تن داغ يا رفينس ناھي- اگر منجھس ڪو تن يا داغ رھجي بہ ويو ھوندو - تہ اُھو مون کي نظر ۾ نہ ايندو جو چوندا آھن تہ محبت مڪمل شخصيت سان اُنھن جي خامين جي باوجود بہ ڪٺي ويندي آھي!"

سو دوستو- ھاڻ تيار ٿيو! سنجيدگيءَ جو سين شروع ٿيڻ وارو آھي آئون تقرير ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وئي آھيان- اوھين بہ ٻوڌ ٿيڻ لاءِ تيار ٿي وڃو!

دوستو- ڪنهن بہ ڪتاب جو لکندڙ بيشڪ وڏو ماڻهون ٿيندو آهي- اُن ڪتاب جي رونمائي ڪندڙ اُن کان بہ وڏو ماڻهون! دوستو هڪ مصنف جو قول آهي تہ هن قدرت جو سچو نظام اصولن جي تابع ٿيندو اهي- وڏن ماڻهن جي پيدائش جا بہ يقيناً ڪي اصول ئي هوندا... مختار مسعود لکي ٿو تہ وڏا ماڻهون ڪنهن بہ قوم کي انعام طور ملندا ۽ سزا طور ڪسي ونبا آهن... ساٿيو مون کي ڪنهن بہ طرح اِمو روائي ڪونہ ٿو تہ آئون اَڄ جي ليکڪ يا مهورتڪار لاءِ ڪجهہ چئي سگهان... جو منهنجي تہ ڪنهن ڪتاب جي ڪڏهن بہ ڪائي رونمائي نہ ٿي آهي ۽ نہ ڪڏهن ٿيندي آئون تہ پنهنجي روءِ تي بہ رليءَ وجهي گهمندي آهيان-

تاج جو ڪتاب خوشبوءِ جو زهر گلن جي ٿالهي مان نڪري چڪو آهي- تاج جي گويا تاج پوشي ٿي چڪي آهي- هينئر جڏهن مٿس گلپاشي ڪرڻ جو وقت آهي تہ آئون الاءِ ڇو پاڻ کي موڊ ۾ نہ ٿي پانيان- جو مون کي sugar جي پهرئين ۽ اوچتي حملي هنئي بدحواس ڪري ڇڏيو آهي- آئون ان مرض جو ذڪر ڪري اوهان کي بيزار ڪرڻ نہ ٿي چاهيان- پر ٻڌائڻ جو مطلب رڳو اِهو اٿم تہ آئون مڃان- محبت- ميٺ يا شگر کي پنهنجي شڪتي ۾ Balance ڪرڻ ۽ ڪنٽرول ڪرڻ جي صلاحيت وڃائي ويٺي آهيان- اُن ڪري اگر ڪڏهن ڪٿ منهنجو قلم قابوءَ مان نڪري وڃي تہ دوستو مون کي معاف ڪجو!

تاج بلوچ مون سان جا ڳالهہ ڪئي اُها هئي تہ ڪتاب خوشبو جو زهر ايجا پريس ۾ آهي- پر ڪتاب جي رونمائي جي تاريخ طيءِ ٿي چڪي آهي. تاج جو چيو خيرو اوهان جي وائس چانسلر سائين مظهر صديقيءَ سان ڳالهايو اٿم. هو ڪتاب جي رونمائي ڪندا.... مزيد جيئن خيرو اوهان جو وائيس چانسلر مظهر صديقي بہ چا.... 'چا' چمي هن مٿي هٿ هوا ۾ بلند ڪري پنهنجي ڳالهہ اڌ ۾ ڇڏي ڏني جئن پل ٻڌڻ وارو/ واري پل پنهنجو پاڻ اِن ڇڏي ڏنل خال ۾ چار چنڊ پري ڇڏي... هڪ دفعو هن عام رواني سان - ٻيو دفعو دل جي گهرائي سان ٽيون دفعو دماغ جي روشني سان تالو وئي ڳالهہ کي مڪمل ڪون ڪيو شايد ڪيس مظهر صاحب لاءِ سخت ڪنهن مناسب ترين لفظ جي ڳولها هئي... پر هو جذباتي پڻي ۾ ڪنهن لفظ جي

انتخاب نہ ڪري سگهيو جو ڪڏهن ڪڏهن جذبن جي سچائي ۾ اُچي ماڻهون لفظن جي هار ڪان مار کائي ويندو آهي!

اِهو جملو آئون پانيان ٿي هر سچي ماڻهو تي صادق ٿو اچي سواءِ ادي عبدالجبار جوڻيجي جي. جو سراپا سچ هوندي بہ مٿلن جيترو محتاط هوندو آهي- هت آئون اوهان کي هڪ لطيفو ٻڌائيندي هلان ۽ سندس Ph.d جو راز بہ فاش ڪندي هلان- ڪو وقت هو جڏهن يونيورسٽيءَ جي استادن تي هڪ گره آيو... اُستاد سخت پريشان هئا، اَسان جا استاد تندرست توانا جيئرا حـاڳندا C.O.T جي اسڪالرشپ تي ٻاهر ٿي ويا پر سندن لاشا ٿي موٽيا. ڊاڪٽر ادو وڏل شاهه ويو- اُن جو لاش آيو... ڊاڪٽر نور محمد ويو. ان جو لاش آيو. استاد هڙئي پريشان ٿي ويا. يا تہ اسڪالرشپ تان هٿ کڻجي يا تہ استادن تان هٿ کڻجي. هيءَ اسڪالرشپ هئي الاءِ ڪهڙي جيئرن جاڳندن کي ماري ٿي موڪليائين- پوءِ گڏيل فيصلو اِهو ٿيو تہ نہ اسڪالرشپ تان هٿ کڻجي ۽ نہ ئي وري استادن تان هٿ کڻجي... هتان ساڳئي موڪلجي ٿي کنهن لاش کي... اِن merit تي عبدالجبار جوڻيجو پورو لٿو... سو پاڻ Ph.d لاءِ ٻاهر ويو- جهڙو ويو تهڙو Ph.d ڪري آيو.. هو هو ئي مٿل... سو وڏيڪ مري ڇا مٿندو! اِها ڳالهہ ٻي آهي جو عبدالجبار جوڻيجو ذهانت جي لحاظ کان ڪنگ سائز فل برائيٽ آهي...

شايد قلم منهنجو قابو مان نڪرندو وڃي يا شايد ادو جبار هينئر آپي کان نڪرندو وڃي سو بهتر آهي تہ آئون بجاءِ 'فل برائيٽ' ماڻهن تي ڳالهائڻ جي- اِن اسٽيج تي ڳالهايان جنهن تي اَسان جي مجلس جا مير موجود آهن.

چون ٿا تہ انڊيا جي عليگڙهہ شهر ۾ هڪ يونين هال آهي ان هال جي اسٽيج مٿان ڇت تي عين اُن جاءِ جي مٿان هڪ شگاف نهيل آهي- جتي هيٺ 'ڊائس' رکيل هوندو آهي اهو هال رڳو ڪتابن جي مهورتڪاري لاءِ مخصوص آهي... جڏهن ئي 'ڊائس' تي اِن ڪتاب جو ليکڪ يا مهورتڪار تقرير لاءِ ايندا. تيئن اِڳم ئي ڇت تي گلن ۽ موتين جا ڍير سٽي ڇڏبا هئا... جيئن ئي صاحب تقرير ڊائس تي تشريف فرما ٿيندا تيئن ئي اُن شگاف مان پهرين آهستي آهستي پوءِ ٿورو تيز تيز- ۽ آخر ۾ اهڙو گلن ۽ موتين جو وڏ- ڦڙو

وَسندو مقرر تي جو ڏسندي ئي ڏسندي سچو هال گلن ۽ خوشبو سان واسجي ويندو.

دوستو مختار مسعود جو چوڻ آهي تہ جو هڪ دفعو انهن گلن جي ورڪا ۾ ورتو اُهو سڄي عمر اِن خوشبوءِ ۾ پنل رهندو ۽ جيڪو هڪ دفعو اِن خوشبو ۾ پنل رهيو سو تا حيات اِن خوشبوءِ ۾ دفن رهندو! سو يقين، اَڄ هتي اسان جا اسٽيج تي مان وارا ماڻهون بہ اهڙا ئي آهن سچن گلن ۽ موتين جو مينهن تہ هر مَن ۾ وَسي رهيو آهي- پر ڏک جو هِند جي يونين هال جي ڇت تي شگاف پيل هو هِت اسان جي حالتن ۾ شگاف پيل آهن- جو بروقت اهڙن گلن جو اهتمام ائين پنهنجي ليکڪ ۽ مهورتڪار لاءِ ڪري نہ سگهيا آهيو!

سائيو- ڪو وقت هو- جڏهن مون تاج کي ڏٺو ڪون هو ڪيس رڳو ’سوجهرو‘ جي حوالي پڙهيو ۽ ٻڌو هوم. مون پنهنجي پهرين تحرير جي ابتدا بہ سوجهرو سان ڪئي ۽ آئون چوندي آهيان تہ ادب ۾ منهنجي حلالي وجود جو خالق تاج بلوچ آهي. سوجهرو جي حوالي سان تاج نہ رڳو مون کي پر مون پارن ڪوڙ ٻين اديب ۽ اديبائن کي جنم ڏنو- اِن لحاظ کان ’سوجهرو‘ هڪ اُميد جو ڏيئو هو- جيڪو روشني جي لاٽ لائي ٻيٺو هو- تاج بحيثيت ’سوجهرو‘ جي سهيڙيندڙ جي ڪيتري ئي مون پارن سيڪڙاتن کي سيڪاريو ۽ سنواريو بقول ڪنهن جي تہ ’خيرو تاج جي جنميل آهي- تنوير تاج جي جنميل آهي- هيءُ هوءَ هي ۽ هُو هڙئي تاج جا جنميل آهن- سنڌي ڊپارٽمينٽ وارا تاج جي ادبي خدمتن کي ميڃيندي زباني امتحان ۾ پنهنجي شاگردن کان هڪ سوال هميشہ پڇندا آهن ’ڇا تاج بلوچ جي رهڻ جو هنڌ ڪراچي آهي؟‘ شاگرد ورائيندا آهن ’نہ تاج بلوچ جي رهڻ جو هنڌ سول هسپتال جو ليبر روم Labour room آهي‘ جتي هو هميشہ عوامي اديب ڄڻيندو آهي.

تاج ڀل ڪئي ادبي دنيا ۾ ڪنهن ’ميٽرنٽي هوم‘ جي حوالي نہ سڃاتو وڃي- پر هي اُهو خلقڻهار آهي جنهن سوجهرو جي سهڪار سان سنڌ جي هر وستي- وستي جي هر گهر، گهر جي هر فرد جي هنج ۾ هڪ هڪ ادبي لحاظ کان اُميدن جو ٻارڙو ويهاري ڇڏيو آهي- اِها ڳالهہ ٻي آهي جو تاج پاڻ بہ هڪ گول مٿول پنهنجي پيدا ڪيل مخلوق جيان ميڇي مِلڪ ٻيبيءَ جهڙو آهي!

رهيو جيئن تہ دنيا جي لاهين چاڙهين يا Labour room ۾ آهي ان ڪري

سندس ذهن جي Maturity خيالن جي آڌار اُنهن سڪيڙات شاعرن کان وڌيڪ mature آهي جيڪي شاعريءَ کي Modern ڪرڻ جي موڊ ۾ پنهنجي جسماني Maturity جي Scale تي ماپيندا آهن- Bath rooms ۾ گهڙندا آهن ۽ شاور هيٺان بي لباس ٿي بهڻ وقت مٿن شاعريءَ جو نزول يا نزلو ٿيندو آهي!

اهڙي ئي هڪ شاعره جو ذڪر جنهن هڪ لڳان جسماني وٹ سٽ ڪائي- شيخ اياز جي آڏو ٿي پنهنجو ڪلام پڙهيو، ڳلي ۾ اڇي رنگ جي موتين جي مالها پيل هجيس ناز وانداز، هجيس اياز کي ڏسي ڪڏهن اُن مالها جا موتي وات ۾ وجهي ٿي چٻاڙيئن ڪڏهن اياز ڏي اشارا ڪري پنهنجي چمڻ چٽڻ جي شاعري ٿي ڪيئن-

تنوير کان مون پڇيو هو"تنوير هي ڳلي ۾ اَٽس ڇا اَڇو اَڇو جو وات ۾ ٿي وجهي چٻاڙي"؟.... تنوير چڙ ۾ جواب ڏنو هو ادي خيرو- اهو اَڇو اَڇو اِڳٹ ٿي وات ۾ وجهي چٻاڙي...

تاج بلوچ چوي ٿو- مان هلندس مان جو حال ۾ هلندس ٿين راهه جي هر اڪيلي مسافر سان هلندس - مان هلندس —— سچائي جي جوهر کي ماڻڻ جي خاطر- ڪئن رهگذارن تي جو هلندو هلي- اُنهيءَ ساڻ هلندس- مان هر حال ۾ هلندس- ان شعر ۾ 'سچائي' تاج کان پنهنجي سموري قيمت وصول ڪري ڇڏي آ سندس 'هلندو' رهڻ جو اُتساهه سچ- چنڊ ۽ تارن جي تيج کان اڳيرو آ ته سوجهرو جو بند ٿيڻ T.V. کان ريڊيو تائين- ڪراچيءَ کان حيدرآباد تائين Promotion کان Demotion تائين .... زندگي جو اُبتو سفر- تائين تاج هميشه Suffer ۾ رهيو آ.

هو جتي 'سچو' اهي اُت ٿورو طبيعت ڪنئورو به آهي باقي آهي اڪيلو مرد - مجاهد- هزارن تي ڀاري- هو صابري قوال ۽ همنوا جيان ڪو همسفر رکندو هجي يا نه رکندو هجي- باقي همنوا رکي ڪون ڄاڻي!

اڪيلو ئي پنهنجي ذات ۾ انجمن آهي بينجمن سسٽر جيان 'ڪورس' قطار يا همنوائي ۾ ڳائڻ ڄاڻڻ جو قائل ڪونهي! ڳالهائڻ ۾ لکڻ ۾ سندس ننڍڙا سادا لفظ- جيڪي صدين جي تاريخ روشن ڪندي لڳندا آهن هو بيشڪ genius انسان آهي باقي ڳاله رهي جي اگر رواداريءَ جي ته تاج

ڪڏهن ڪڏهن ڏڪ ڪائي ويندو آهي چون ٿا تاج اگر ڪنهن دوست، يار ڀاءُ ۽ ڀيڻ جو روادار ۽ رازدار بنجي - ته نه رڳو اُن ڀاءُ ۽ ڀيڻ کي ڇپيندو ۽ ڇپائيندو- بلڪ پنهنجي خرچ تي لکي به پاڻ ڏيندو- سو ڳالهه ٿا ڪن ته هڪ لڳان تاج ۽ سندس هڪ ٺهيل 'ڀيڻ' جو جهيڙو ٿي پيو- 'ڀيڻ' ڪاوڙ وچان ڪراچيءَ ۾ هڪ سيل ٿيل مَس ڪپڙي ڏياري موڪلي- اُن ڪپڙي، سان گڏ نياپو به اماڻيائيس ته آئون اُها ڀيڻ ناهيان جو هرويرو جو احسان ڪنان- مون کي هيل تائين جيترو جيڪو مواد لکي ڏنو ٿئه اُن ۾ وڌ ۾ وڌ هڪ ڊالر انڪ جي ڪپڙيءَ جو ئي استعمال ٿيو هوندو- سو وٺ پنهنجي ڪُپڙي! چون ٿا ته ڀيڻ اُن ڪُپڙي ۾ پنهنجي ٻاهن تان راڪي لاهي ڪاري ڪري ڪيس واپس ڪئي!

خير- تاج اِن ڀيڻ لاءِ نه ته وري ڪنهن ٻي ڀيڻ لاءِ لکندو ۽ ضرور لکندو- آئون ڀانيان ٿي ته هو قيامت تائين قبر ۾ به لکندو رهندو- سند قيام به اِن ڊالر اِنڪ جهڙي ڪاري ئي ٿيندي- جوتِنَڻ وقت آسمان مان روشني ڇڏيندڙ هر تارو ڪنهن انڌيري جاءِ جو انتخاب ڪندو آهي!



# ليڊيز ڪلب ۾ آپا خورشيد طرفان Talented Ladies سان ملهايل شام ۾ هڪ تقرير.

دوستو! معاف ڪجو منهنجون مائون ڀيڻون! ماءُ چوڻ تي چڙجو نه. دراصل مون کي ته پوڙها نوڙها به ماسي ڪري سڏيندا آهن- اِن ڳالھ تي آئون پوءِ ٿي اَچان پهرين 'دوستو' چوڻ تي اوهان کان معافي ٿي وٺان- منهنجو دراصل ڏوھ ڪونهي- هي دراصل منهنجو پهريون فنڪشن آهي جنهن ۾ رڳو Ladies آهن- اِن کان پهرين آئون عورتن سان گڏ مڙسالن جي فنڪشن ۾ ڳالهائيندي آهيان- سو دوستو چوڻ جي عادت پئجي ويئي آهم- اسان وٽ عبدالقادر جوڻيجو آهي. جو چوندو آهي ته جنهن فنڪشن ۾ چار زنانيون يعني چار سينڌون نه هجن اُن فنڪشن ۾ مون کي مزو ئي ڪونه ايندو آهي- آئون وري چوندي آهيانس ته جنهن فنڪشن ۾ چار ڏاڙهيون نه

هجن اُت وري اسان کي مزو ڪونہ ايندو آهي هونئن زالن ۽ مڙسالن کان مايوس ٿي حليم بروهيءَ قانون ۾ هڪ ٻي ترميم بہ آندي آهي تہ هڪ مرد عورت کان ايڏو اعليٰ آهي جو ان جي هڪ شاهدي ٻن عورتن جي شاهدين جي برابر هوندي آهي - ڪائنس مون پڇيو تہ پوءِ ڀلا ٻن مردن جي شاهدي ڇا جي برابر هوندي آ؟

هن جواب ڏنو تہ ٻن سنڌي مردن جي شاهدي ڇڻن ڪدڙن جي برابر هوندي آهي- ڀلا ڇڻن ڪدڙن جي شاهدي ڇا جي برابر هوندي آ؟

"ڇڻن ڪدڙن جي شاهدي وري برابر ٻن مڙسالن جي ٿيندي آ.... تڏهن جڏهن هڪ مرد اردو ۽ هڪ مرد سنڌي هجي! ڀلا اِن هڪ سنڌي ۽ هڪ اردو مرد جي شاهدي ڇا جي برابر هوندي آ"

"اِها شاهدي ٿوري ڳري ٿيندي آ... اُها وري ڇڻن جي بدران ٨ ڪدڙن جي برابر ٿيندي آهي- ۽ ان شاهديءَ تي ڪو بہ سرڪاري فيصلو سرانجام ڏيئي سگهجي ٿو- دوستو! حليم ڪڏهن ڪڏهن ڏک ڳاڏڙ لهجي ۾ چوندو آهي تہ هن دنيا ۾ بہ سچا ساٿي ڪونہ ملندا آهن- آئون چوندي آهيانس تہ نہ ملندا آهن بلڪ هن ڌرتيءَ تي ملندا آهن- ڏس ڄام صادق علي ۽ الطاف حسين ڪيئن نہ مِلي ويا آهن.

هو وري گهڻون رنجيده ٿي پڇندو آهي 'تہ پوءِ هن دنيا ۾ ٣-٣ ساٿي ڪونہ ملندا آهن' يعني ٽن مردن جي جوڙي- ٽن عورتن جي جوڙي...

آئون چوندي آهيانس تہ ٽن - ٽن جي جوڙي بہ ملي ويندي آهي. ڏس بينجمن سسٽرز جي جوڙي الطاف- ڄام ۽ جتوئي جي جوڙي! اِنهن ٽنهين مڙسالن جا سُر ايئن ساڳيا آهن - جيئن بينجمن سسٽرز جا سُر ساڳيا آهن- بلڪ اِهي ٿيئي ڄڻان .T.V تي پري کان بينجمن سسٽرز لڳنديون آهن-

هو پڇندو آهي تہ پوءِ ڀلا انهن ٽن جي شاهدي ڇا جي برابر آهي؟ آئون چوندي آهيانس تہ اِنهن ٽنهين جي شاهدي دنيا جي سمورن ڪدڙن جي برابر آهي جيڪي ڳائي وڃائي سموري سنڌ جو قانوني فيصلو هڪ پاس ڪري سگهن ٿا!

(معاف ڪجو دوستو! حليم بروهيءَ اهڙي ڪا واحيات ڳالھ نہ ڪئي آهي هيءَ سڀ منهنجي من گهڙت جدول آهي) فرق پنهنجي جوڙين جو اِهو آهي جو بينجمن سسٽرز جي جوڙي قدرت روح کي خوش ڪرڻ لاءِ ٺاهي آهي جڏهن تہ هنن جي جوڙي قدرت انگريزيءَ ۾ بين، وجهڻ ۽ اردوءَ ۾ بين ڪرائڻ لاءِ ٺاهي آهي!

دوستو! رات نذير ناز جنهنجو ادبي نعرو هميشہ ’ناري‘ يعني ’عورت‘ رهيو آهي ۽ جا ’ناري سنگت‘ پاران هميشہ مختلف ادبي گڏجاڻيون ۽ ڪانفرنسون ڪرائيندي آهي جنهن ڪان آئون مذاقاً هميشہ ڇڪيندي آهيان تہ تون هميشہ ناريءَ جو نعرو هنيو آ اڪثر اِن ڏس ۾ فنڪشن ڪرايا آهن- تقريرون ڪندي ۽ ڪرائيندي آهين پوءِ هيل تائين تون ڪيترين ناريون ’نرن‘ ۾ بدلائي سگهي آهين؟

نذير هميشہ عورت جي اُتم پڻي جي ڳالھ ڪندي آهي هن جو چوڻ آهي تہ عورت جيتري چڱي آهي اوتري چڱائي هن سماج هن کي ڏني نہ آهي- عورت ڪيڏي اعليٰ آهي، مرد ڪيڏو اعليٰ تر آهي- اِهو بحث تہ وري ڪنهن سيمينار ۾ ئي ڪري سگهجي ٿو- پاڻ تہ هِت هڪ ٻئي سان شام ملهائڻ آيا آهيون- سو پهرين آئون اوهان کي پنهنجي ’ماسي‘ چورائڻ جي ڳالھ تہ ٻڌائيندي هلان- ڀاجي ڀُتي ونڻ لاءِ بازار ويندي آهيان تہ اڪثر بازار ۾ رش هوندي آهي، ١٢-مهينا اڳ ان رش مان نڪرندي هُئس تہ پويان ايندڙ ماڻهون جاءِ نہ ملڻ ڪري چوندا هئا. ”آي خالہ ذرا جگہ دي...“ پوءِ ٽن مهينن ڪانپوءِ چوندا هئا... ”اي امان ذرا جگہ دي....“ ۽ هاڻ ٽڪڙو ٽڪڙو جيئن پاڪستاني رپئي جي قيمت ڪِرندي وڃي ٿي تيئن منهنجي عمر بہ ڪجھ اٿين وڌندي وڃي جو چوندا آهن....”اي بڙهيا! ذرا جگہ دي...“

آئون دل ۾ تہ سڙي ويندي آهيان پر دل ۾ جاءِ نہ هوندي بہ رستي تي جاءِ ڏيئي ڇڏيندي آهيان- اِهو اخلاق سڏجي يا مصلحت.... مون کي ناهي خبر باقي اهڙو ’اخلاق‘ پاڻ کي ڪونہ اچي جهڙو اَڄ ڪلھ جا پيارا مرد حضرات روا رکندا آهن.... مون ڪجھ وقت اڳم پنهنجي ڪنهن تقرير ۾ غلام رباني

آگري صاحب جي هڪ مضمون ۾ مينارام هاسٽل ۾ ڪيل هڪ جوڪ، جو ذڪر ڪيو هو اِن مذاق جو عملي جامو ڪيئن ٿا اَڄ ڪلھ جا "ٻارڙا" پيش ڪن اهو بہ پنهنجي جاءِ اَهم مذاق آهي... منهنجو هڪ مرد اسٽوڊنٽس مون وٽ آيو... چئي مئڊم هاسٽلن جو حال ڪونهي! درين جا شيشا ڀڳل آهن ۽ ديوارن تان پلستر لٿل آهي- "پوءِ ان جو تدارڪ ڪيئن ٿا ڪريو بابا...؟" چئي مئڊم اسين وري گهٽ آهيون ڇا. اِهوئي رباني صاحب جو هدايل نسخو... سامهون ديوارن تان جتان جتان پلستر لٿل آهي گوتم ٻڌ جا فوٽو هٽي ڇڏيا ٿئون- پل آيو ويو پيو سبق وٺي-

باقي ڇت جا رڱو ليٽي ليٽي مون ڪي نظر ايندي آهي ان تي وچ ۾ هڪ مارلن منرو جو فوٽو هٽي ڇڏيو اٿم پل ههڙيءَ گرميءَ ۾ آئون بہ ٿورو ٿوري واٺڪ وٺان.ٿوري ٿوري واري ڳالھ تي مون کي وري رات واري ڳالھ ياد آئي آهي... اسان جيstaff bus (اسٽاف بس) روز صبح جو چار شوري ڦاٽڪ وٽان لنگهندي آهي- فوجي ۽ رينجرز اڪثر اِن بَس ۾ (۽ هر بس ۾) گهڙندا آهن ۽ جڙ تي وٺندا آهن- سو ڳالھ ٿي ڪيم تہ رات اَسان جيstaff dinner هئي- مرد توڙي زالون ٿورو ٿورو يا ٿوريون ٿوريون مڙيئي 'تيار' ٿي آيا هئا... هميشہ جهڙا حال ڪونہ هئا. سو هميشہ جيان شام بہ جيئن ئي اسان جي بس ڦاٽڪ وٽان لنگهي هڪ فوجي اندر آيو... سيني کي چڪيل مڪيل ڏسي ڪجھ سجاڻيئين- ڪجھ ڪون سجاڻيئين... سامهون واري ليڊيز سيٽن ڏي هڪ نظر وجهي هڪ نظر پويان وڌئين.... پوءِ ٿورو حيران ٿي پڪ ڪئين "يہ صبح والا سرڪاري ئي مال هي-؟"

'سرڪاري مال' جي ڳالھ اسين هينئر ڪونہ ٿا ڪريون- جو اِهو سرڪاري مال تہ جامءِالطاف حسين آهن. باقي اسين ڳالھ ڪريون ٿا اُنهن جي جيڪي ذهني ادبي لحاظ کان مالا مال اهن- جن جي مالا مال هئڻ سان ڪجھ عوام کي هن سماج کي ڪا روشني ملي... باقي 'سرڪاري مال' جو تہ اسلامي طريقي سان 'عقيقو' ٿين کپي... ڪنهن سرڪاري آفيسر يا آفيسرياڻي جون ڪيتريون پٽيون ڪجن اٿين جو اسلام جي ڳالھ بہ رهجي

آچي سماجي ڀلائي ۾ ٿي وڃي جيئن عقيقي جي رسم ۾ ٻڪرين واري مال تي ڀتيون ڪبيون آهن ڪهڙي ۽ ڪيتري ڀتي غريبن جي - ڪيتري ڀتي مائٽن جي- ڪيتري ڀتي گهر وارن جي!

آپا خورشيد مون کي چيو هو "تون اديب آهين- تو ۾ اسان جي ڀتي آهي پنهنجا ڀ- تہ ڪلاڪ ڏي تہ توسان شام ملهايون-؟"

مون چيو هو مانس آپا! رڳو هڪ ڀتي ڇو؟ منهنجو سڄو ڀتو بلڪ ڀتو ئي اوهان کي حصي ۾ آيو... جو اسين اديب رڳو قلم جي گهوڙا گهوڙا ڪندا آهيون اوهين سماجي ڪارڪن ۽ استاد آهيو.... "اوهين تہ وڌيڪ ابر ڪرم آهيو...." سچ پڇو تہ مون کي هر اهو انسان وڌيڪ افضل وڌيڪ قيمتي لڳندو آهي جو پنهنجي عمل يا علم سان ڪجھ عوام کي ڀ ڏي.... آپا خورشيد سان منهنجي ڪا دوستي ڪونهي- پر الاءِ ڇو جيئن چقمق چاندي کي چڪيندي آهي.... چنڊ جي چاندوڪي سمنڊ جي لهرن کي چڪيندي آهي- ( جو هِن عورت جي بلندي ۽ حليمي هُن جي مسڪراهٽ مان ئي ظاهر ٿيندي آهي)- تيئن آئون هرويرو ڀ هن ڏانهن ڇڪجي ويندي آهيان- هوءَ اڪثر ڪنهن نہ ڪنهن هنڌ ڪنهن نہ ڪنهن چڱائي ۽ ڀلائيءَ جي ڪم ۾ ئي Busy هوندي آهي...

چڱائي جي لهر پکيڙيندڙ اِهي عورتون آهن- ۽ هاڻ هنن جو ٻج وڌيڪ پکڙجي رهيو آهي جو ڪلھ شام نذير ناز هڪ وري تازي شام ڀيڻ ارشاد قمر سان ملهائي - جو هوءَ عورت جي ڀلائي لاءِ هڪ ماروي فورم کولي رهي آهي- ان شام جي صدر آپا مريم نوحاني هُئي!! نذير فون تي حڪم ڪيو هو "اچج ۽ ڀ اکر ڳالهائج..."

مون نذير کي Excuse ڏنو هو پڇيو هوم ڀلا مائي ماروي جو ڀيڻ ارشاد سان ڪهڙو تعلق! ماروي جي مٽي ۾ ڇيڙ هو- لوئي قائل هئي- هوءَ حفظانِ صحت جي اصولن کان ڀ واقف ڪونہ هئي هن ڪڏهن مٽو ڌوئڻ لاءِ شيمپوءَ جو استعمال ڀ ڪون ڪيو- جڏهن تہ مون ڀيڻ ارشاد قمر کي هڪ ڀ دفعہ سندس ڀيڻ جي گهر ڏٺو آهي- مون کي هن جو نالو صحيح وڻ

ڪونہ ايندو آھي- مون کي ھن جي رڳو خوشبو ايندي آھي ڪيس جڏھن بہ ڏسندي آھيان ھميشہ بدحواس ٿي پڇندي آھيانس" ادي قمر ارشاد تون خوش آھين؟ ۽ سندس گھر واري کي جڏھن بہ ڏٺو ھوندم ھميشہ خوشيءَ وچان اُتاولو ٿي چيو ھوندومانس "ادا ارشاد قمر توھان خوش آھيو؟"

نذير ان ڳالھ جو سختيءَ سان نوٽس ورتو ھو. چيو ھئائين "قمر شھباز ھڪ ميجيل ميجايل مرد اديب آھي- ھن جو ادبي قدبت آسمان جيڏو آھي ھن جو اخلاقي قدبت آسمان کان بہ اوچو آھي جو ھو ھڪ سٺو پيءُ وفادار گھر وارو آھي."

جيئن ھر وڏي انسان جي پويان ھڪ چڱي عورت جو ھٿ ھوندو آ- تيئن ھر چڱي قمر شھباز جي پويان ھڪ چڱي ارشاد جو ھٿ آھي - جنھن تي قمر شھباز جواب ڏنو ھو تہ ھر وڏي عورت جي پويان بہ ھڪ مخفي مرد جو ھٿ ھوندو آ - ويچارو جو ڏسڻ ۾ ڪونہ ايندو آ-اِن شام جي صدر... آپا مريم نوحاڻي......ھڪ انتھائي حسين ۽ مڪمل عورت، ھڪ باعلم ۽ باڪمال انسان- جنھنجو نالو قرآن ۾ بہ آھي منھنجي دل ۾ بہ آھي ھڪ ڪتاب اگر قرآن آھي تہ ھڪ دل بہ آخر ڪعبو آھي- اُھو نالو 'مريم' آھي جو منھنجي دل جي دڙڪن ۽ قرآن جي رواني ۾ آھي. ھڪ مريم حضرت عيسيٰ جي ماءُ آھي ھڪ مريم ھيءُ نوحاڻي آھي- علم عمل- ڪمال ۽ رحمت جو حسين ترين اِمتزاج- ڪاش ھر عورت ماءُ ٿيڻ جي خوش نصيبي حاصل ڪري سگھي! ڪاش ھر عورت 'اھڙي' مريم جي بہ تخليق ڏيئي سگھي!! ڪاش آئون مريم ٿِي سگھان!!ڪاش آئون ڪنھن مريم کي جنم ڏيئي سگھان!! ــــ ھيءُ عورت ڪيڏي نہ حسين آھي. ھيءُ عورت ڪيڏي Mature آھي.

ڪائنات ھن ۽ ھِن جھڙي ہي عورتن سان ڪيڏي نہ مڪمل ۽ پر اُميد آھي..... ھِن شام جي حوالي سان مون پنھنجي رواني ۾ انھن عورتن تي ڳالھايو آھي جيڪي 'ابرڪرم' آھن ۽ اتفاق سان منھنجي سامھون آھن... جن جي ھجڻ سان ماحول بہ معطر ٿِيي ٿو ۽ جن جي ھجڻ سان ھر عورت جو ڪنڌ بہ اوچو ٿيئي ٿو.

اهڙي عورتن تان نظر لاهڻ جي خاطر... آئون ضروري ٿي سمجهان تہ
ڪجھ پاڻ تي ڳالهايان.ـــــ

اِها Justification ڏيان تہ آئون چڙهن Stage تي ويٺي آهيان منهنجو
ادبي سفر! ڪڏهن ڪيئن ۽ ڇو شروع ٿيو؟ مون ڪا بہ ڪهاڻي ادب ۾
انقلاب آڻڻ لاءِ ناهي لِکي. زندگيءَ جي زگ زيگ ۾ جڏهن بہ دِل سيني جي
بدران پيرن ۾ ڌڙڪندي محسوس ٿي - دل ڌڙڪو ڪاڏو Compromise
جو ساهس نہ سنڀالياٿين - تڏهن ڪونہ ڪو لفظ سرجيو ڪانہ ڪا
ڪهاڻي سرجي- پنهنجو پاڻ کي Excuse ڪرڻ! معذرت جي ايذاءَ مان
گذرڻ! زندگي نہ هجي ها تہ چڱو هو... پر جي آهي تہ اِيئن نہ هَجي ها. وڌيڪ
چڱو هو. اِها هميشہ منهنجي approach رهي.... منهنجون اڪثر ڪهاڻيون
ڊگهي رات جي پيڙائن ۾ سرجنديون ۽ اُسر جو ان ويل انجام تي پهچنديون
آهن- جنهن وقت حالات سان غداري ڪيل قيدي ڦاهيءَ چڙهندا آهن... اُسر
جو اَذان جي آواز تي ڪنهن نہ ڪنهن قيدي سان گڏ منهنجي ڪهاڻي بہ قلم
جي صليب تان لهندي آهي آئون جيڪڏهن ليکڪ نہ هجان ها تہ پڪ پوءِ
ڦاهيءَ جو سزا وار ڪو قيدي هجان ها ـ

جيڪڏهن ٽيچر نہ هجان ها تہ پڪ پوءِ ڪا ٽيچر 'فقير' هجان ها- جو
رستي تي پنڌ هلڻ ۽ فقيرن کي ڏسڻ منهنجي دلچسپ hobby آهي.

مهيني جي شروع واري ڏينهن ۾ آئون فقيرن کي خوب ڏيندي آهيان -
مهيني جي وچ واري تاريخن ۾ ڪين رڳو روپيو ڏيئي ٽرخائيندي آهيان- مهيني
جي آخري تاريخن ۾ فقير مون ڏانهن ۽ آئون فقيرن ڏانهن ہٿي هڪ ہٿي
ڏانهن ڏسندا آهيون- منهنجي هٿ ۾ بچيل هڪ روپيو منهنجي ڪنهن ضرورت
کي پورو ڪري نہ ٿو سگهي... جڏهن تہ اِن هڪ رپئي مان فقير جو هڪ ويلو
ٽري سگهي ٿو. سو بعضي بعضي آئون فقيرن جي بہ فقيرياڻي هوندي آهيان.

عملي طرح ڪنهن ڪان بہ ڪجھ گهرڻ، منهنجي نفسيات جي خلاف آهي -
آئون خيرالنساءِ جعفري آهيان- اڄ ڪان ١٢ سال پهرين مون هڪ تقرير ۾
چيو هو آئون پاڪستاني ٻچو آهيان. پر حالات هني پوڙهو ڪري ڇڏيو

اٿم... منهنجي مقابلي ۾ هو اَڇن وارن وارو ابراهيم جويو، وڏيڪ جوان آهي.... قاضي خادم منهنجي نالي ڪو وقت هو جو چوندو هو تہ خيرالنساءِ سان هٿ چراند ڪرڻ سخت جوکم جو ڪم آهي- هوءَ ويڙھ ڪرڻ ۾ بلڪل 'سيلاني' آهي- آئون چوندي هئي سانس تہ آئون سيلاني نہ پر چيلاني آهيان- البت منهنجو ڏنگ 'تنوير جوڻيجو' ڪڍي ڇڏيو آهي-

آئون اَڄ ڪلھ لکڻ يا پڙهڻ جي موڊ ۾ بلڪل ناهيان- اخبار پڙهڻ بہ هاڻ منهنجي وس ۾ نہ رهيو آهي... اخبار پڙهان ان کان بهتر آهي تہ آئون تسبيح پڙهان ۽ ڪنهن ڪنڊ ۾ ويهي رام رام ڪريان- پر هيءَ سامهون اخبار پئي آهي اُن جي سرخيءَ مون کي ہاڻ ڏانهن متاثر ڪيو آهي- اردو اخبار وارا ڄام صادق جي نالي رڳو 'جام' لکندا آهن- اَڄ اخبار ۾ مٿان 'جام' ۽ هيٺان "Wine" وائين جي نالي سان هڪ خبر آئي آهي تہ 'جام' ۽ 'وائين' گڏجي سڄي سنڌ جي عوام جي 'پاڻي' جو مسئلو حل ڪري ڇڏيو آهي.

البت اخبار ۾ لکيل آهي تہ هاڻ سنڌين کي پاڻي گهٽ ملندو- 'جام' ۽ 'وائين' گڏجي پاڻيءَ جي بدران عوام کي 'پيگ' پياريند!.....

سنڌي عوام جيئي! پاڻيءَ جي بدران پيگ پيئي. ڄام جيئي!!!



# سنڌ يونيورسٽيءَ جي آڊيٽوريم ۾ شاگردن سان ملهايل هڪ شام ۾ ڪيل تقرير....

دوستو، عبدالقادر جوڻيجو هڪ دفعو 'اديون' لاءِ انٽرويو وٺندي مون کان پڇيو هو... توکي گهرجي اڳڻ ۽ آرٽس بلاڪ جي ڪاريڊور ۾ ڪهڙو ٿو فرق نظر اچي؟ مون کيس جواب ڏنو هو ته گهرجي اڳڻ کي ته ڌوئي ڌوئي هٿن جا ليڪا به ڌوئي ڇڏيا اٿم... باقي آرٽس بلاڪ جي ديوارن تي لکيل اهي نعره ۽ نياپا نه مٽائي سگهي آهيان... ۽ نه ئي مٽائي سگهبا نه ئي مٽجي سگهندا!... حالانڪ لکڻ وارا فاني آهن ۽ فاني ئي رهندا... دوستو! فاني هجڻ انسان ذات لاءِ هڪ فطري اَمر آهي... باقي "فنا ٿي وڃڻ" اسان جي قومي غيرت جو سوال آهي... جنهن کي ٽلڪارڻ مشڪل آهي... تاريخ جا ورق... ڇام شوري جون ديوارون بلڪ چئو ديوارون شاهد آهن

تہ مڪليءَ جي قبرن ڪان وٺي ويندي مٺن جي دڙي تائين اهي قبرون بہ اسان جي مٺلن کي خاموشي سان سمهاري نہ سگهيون آهن.. حضرت يسوع مسيح جي ڪا قبر ڪانهي... جو هو زنده آسمان ڏي کنيو ويو... اُهو اسلام جو يسوع مسيح دور هو... هي اسلام جو تارا مسيح دور آهي! (ضياءَ جي دور ۾ ڪيل تقرير).

هينئر قبرون بہ ڪُنجي وانگر وڃنديون آهي... ساٿيو! ٻڌندڙ سج جي آخري پساهن سان گڏ شام جو تصور هلندڙ چلندڙ ماڻهون جي حياتيءَ ختم ٿيڻ سان گڏ قبر جو تصور (جو ٻڌو ٿئون پنو جيل ۾ جيئرو ئي هو جو ۲۴ ڪلاڪ اڳ سندس قبر کي کوٽڻ جو اهتمام اڳ ئي ٿي چڪو هو) بيشڪ سياويڪ آهن... پر بہ اِنهن تصورات سان ذهن تي اُداسا ئي، نراسائي، ۽ شڪست خوردگي جو تاثر طاري ٿئي ٿو. جيتوڻيڪ نئين سج اُبرڻ لاءِ شام جو وقفو تمام ضروري آهي. ڪنهن نئين اُميد جي سرجڻ لاءِ پراڻي شڪست خورده خيال جو قبر ۾ پوڻ بہ ضروري آهي... پر بدنصيبي سان حالات ڪڏهن ايئن پاسو بدلائيندا آهن جو ڪنهن قوم جي نصيب ۾ شام جا وقفا ڪجهہ ڊگها... وڌيڪ ڊگها ٿي ويندا آهن... شامون، نماشامون ٿي ويندون آهن... اسين ئي ڏسو... ۴۰ سالن کان رڳو شامون ئي ملهائيند! پيا اچون... پيري پل تہ قبر ۾ پير پساري وڃي... پر جڏهن جوان ۽ نوجوانن لاءِ جيئري ئي قبرون کوٽبيون آهن، تڏهن ڌرتي تي خاموشيءَ جو بوجهہ وڌي ويندو آهن، آسمان ڦاٽڻ لڳندو آهي... ۽ تڏهن ماڻهون بيزار ٿي يا تہ هڪ ٻئي سان شامون ملهائيندا آهن... يا وري ڪاريون پٽيون ٻڌي شهيدن جا ڏينهن ملهائيندا آهن!

پر ساٿيو، اڄوڪي شام ۽ هن شام ۾ چوڪرن جو ولولو زندگي ۽ زنده دلي ڏسي لڳي ٿو تہ هاڻ آسمان ڦاٽڻ جو ڪوئي انديشو ڪونهي... هونئن موسم جي اڳڪٿي ڪرڻ وارن جو بہ خيال آهي تہ في الحال، آسمان ڦاٽڻ جو امڪان گهٽ آهي، جو خاموشيءَ کي بہ اشارن جي زبان ملي وئي آهي. ويتر جو ٽي وي تي 'اشارون کي زبان،' جو پروگرام شروع ٿيو آهي تہ خاموش ۽ بينل ماڻهون بہ هاڻ اشارن ئي اشارن ۾ هلڻ لڳا آهن اِن پروگرام کي هلائڻ وارو افتخار احمد ٻڌو اٿم تہ گونگي عوام کي اشارن تي هلائڻ

جي سکيا آمريڪا کان ولي آيو آهي!

ڏسو نہ؟ پلا اِها چڱي نشاني ناهي تہ ہيو ڇا آهي جو سالن کان الاءِ ڪيترن سالن کان سائين جي ايم سيد نظر بند رهي هڪ هنڌ هلڻ ٿي وساري ويٺو هو... هاڻي اهو بہ هلڻ لڳو آهي. نہ رڳو هلڻ لڳو آهي، بلڪ گهمڻ بہ لڳو آهي. ڪڏهن سنڌ ٿو گهمي... ڪڏهن هند ٿو گهمي- هاڻ وري جوان بہ ٿي ويو آهي... نوڪري ڪرڻ لاءِ تيار بہ ٿي ويو آهي... بلڪ شام شاتي ڪرڻ لاءِ بہ تيار ٿي ويو هجي. آهي نہ سٺي Improvement سنڌين لاءِ! اِها ڳالهہ هروڀرو دشمن جي اَڏايل آهي تہ 'اشارون کي زبان،' جي تمام ڊگهي عرصي دوران اگر T.V تي سنڌي کرو تباہ! جو ٽريلر اچي تہ ڪو هروڀرو سنڌين کي تباہ ڪرڻ جي سازش ناهي وٺي آهي... ڪا طاقت اهڙو ڪو لارسيبن جو ڦوهارو ناهي ٿي نہ سگهي آهي... جنهن جي هڪ ڦوهاري سان سمورن سنڌين کي ختم ڪري سگهجي!

ساٿيو. جڏهن شامن ۽ تماشامن جي ڳالهہ نڪتي تہ اتفاق ڪجھ ائين ٿيو جو هِن مهيني ڏيڍ اندر جيڪي بہ شامون ملهايون ويون آهن... اُنهن ۾ اتفاقاً مائي خيرالنساءِ جعفري تہ آهي ٿي آهي! مون حنيظ قريشي کان پڇيو تہ هن ٿي مهيني ۾ هي ٻہ- ٽي پڪيون شامون! رڳو مون سان ملهائڻ؟ آخر مطلب ڇا؟؟

حفيظ جو جواب مون کي ڏنو اُهو هِي تہ مُئدم هي شامون اتفاقاً اوهان سان ڪون ٿا ملهايون... هي شامون بي معنيٰ ۽ بي مقصد ناهن... هي شامون با معنيٰ ۽ با مقصد آهن... مون پڇيو مانس تہ پلا منهنجي حوالي سان انهن شامن جو ڇا مطلب ٿي سگهي ٿو؟

جواب ڏنيئن تہ مُئدم هڪ تہ اوهان اردو ۾ لکي اردو ادب جي خدمت ناهي ڪئي... ٻيو تہ اوهين ڪڏهن بہ اَهل قلم ڪانفرنس ۾ شريڪ نہ ٿيا آهيو اوهان جي رڪارڊ بلڪل صاف آهي...."

مون جواب ڏنو مانس تہ اَهل قلم ڪانفرنس ۾ هيل تائين شريڪ نہ ٿي سگهي آهيان. جو زندگيءَ جون گهڻيون چمڪ ۽ ڏمڪ واريون شيون مون کان گهڻون ڪري MIS ٿي ويندڙيون آهن. ان ۾ منهنجي ارادي کي دخل ڪونهي! مون پنهنجي گلي تي هٽ ڦيرائي ڏيکاريو مانس تہ ڏس منهنجي گلي

۾ ته منگل سوتر به ڪونهي-. حفيظ جيئن ته شادي شدو ڪونهي. سو منگل سوتر جي تصور کان به واقف ڪونهي. ٿي سگهي ٿو ته اوهين به واقف نه هجو هيل اهل قلم ڪانفرنس ۾ رڳو بريف ڪيس ورهايا ويا... ان کان اڳ صدر ضياءُ صاحب پاڻ سيني اَهل قلم کي گلي ۾ ميڊل پارائي هٿ ملائيندو هو. هٿ شايد ٿورو روز سان دٻائيندو هو. جو پوءِ ماٺهون ڪنهن سان اک ملائڻ جي قابل ئي نه رهندو هو. سو ڳالهه ٿي ڪيم منگل سوتر جي ته هي هڪ زيور آهي جو انڊيا جي سهاڳڻن جي نشاني آهي.گذريل سال اهل قلم ڪانفرنس جو اکين ڏٺو احوال آل انڊيا پنهنجي پروگرام ۾ زبردست خراج تحسين سان ڏنو هو. پر جيئن ته انڊيا ۾ ميڊل پائڻ يا پارائڻ جو رواج تمام گهٽ آهي سو سندن زبان تي به اِهو لفظ تمام گهٽ آهي. سو خبر ڪجهه ايئن ڏنئون ته اس سال بهي پاڪستان مين اهل قلم ڪانفرس بڙي عقيدت اور احترام سي منائي گئي. صرف سنده سي آئي هوئي ڍيڙه سئو اديبون کو جناب صدر ضياءُ صاحب نه اپني هاته سي منگل سوتر پهنائي!

منهنجو مطلب اِهو هرگز ڪونهي ته اسان جا مڙيئي اهل قلم صاحب صدر صاحب جون سهاڳڻيون آهن پر ڳالهه مڙيئي آهي زبان جي غلطي جي... يا محض مزاح ۽ مسخري جي...

اهل قلم ڪانفرس ۾ شريڪ ٿيڻ وارا... يا اَهل قلم ڪانفرنس ۾ نه شريڪ ٿيڻ وارا... اسين سيئي هڪ آهيون. جيئن ٿوري ٿوري جمهوريت يا ٿورو ٿورو محمدخان جوڻيجو سيني جو آهي تيئن ٿورو ٿورو حق هر ڪنهن کي آهي ته هو پنهنجو انفرادي حق ۽ نظريو رکي... پنهنجو فيصلو پاڻ ڪري... اسان کي ڪوئي حق ناهي جو اسين ويهي هڪ ٻئي جي گلا ڪريون... هڪ ٻئي جون ٽنگون ڇڪيون جيڪڏهن ڇڪڻ جو ئي موڊ سوار آهي ته پوءِ الله جي رسي کي مضبوطيءَ سان ڇڪيون. جو ان ۾ ئي طاقت آهي... باقي هڪ ٻئي جي ٽنگن کي الله جي رسي سمجهي ڇڪڻ مان ڪوئي فائدو ڪونهي! اهڙن فنڪشنز ۾ وڃڻ وارن کي پنهنجي Justification آهي. اِها هر ڪنهن جي شخصي آزادي آهي.. هُن جو چوڻ آهي ته سجو سال زندگيءَ جي هڻ هڻان... ٽڪ ٽڪا... ۽ بوريت کي لاهڻ لاءِ جيڪڏهن ٻاهر

وڃڻ جو موقعو مليو... دل بہ خوش ٿئي ۽ خرچ بہ پرائو هجي تہ اِن ۾ اربع خطا ڪهڙي آهي؟ يا ايئن ڪئي چئجي تہ ڪافر جو تہ هونئين مُنهن ڪارو آهي ٿوري دير لاءِ اسان جو موڊ موچارو ٿي وڃي تہ آخر حرج ڪهڙو آهي!

باقي رهي اِها ڳالهہ تہ مون اردو ادب جي خدمت ناهي ڪئي تہ ان جو هڪ سبب هي آهي تہ منهنجي دماغ جي Development Romantic Ce ntre جي پوري ٿي نہ سگهي آهي بنيادي طرح آئون جيئن تہ ٿورو چوت ڇات جي قائل آهيان. اوهان کي خبر آهي تہ دماغ جي رومانٽڪ سينٽرن جي نشونما لاءِ اردگرد جو ماحول ۽ موسيقي اهم رول ادا ڪندي آهي. مون کي اهڙي ڏاڻ جو ماحول ۽ اهڙي موسيقي نہ ملي جو منهنجا اِهي سينٽرز نشونما پائي سگهن! مثلاً ڇلي يا ڇلڙي جي تصور سان ذهن جو ٿورو نرم گرم گوشو جاڳي ٿو... پر جڏهن ڇلي يا ڇلڙي جو گيت ريڊيي تان ٻڌجي تہ ڇلو ڪاڏي ڪيئي او ڇوري ڇلو ڪاڏي ڪئيءِ؟... ڇلي سان گڏ ڇوريءَ جو لفظ ۽ آجائي پڇا ڳاڇا جو ڊپ... هٽي سڄي رومينٽڪ موڊ جو ٻيڙو تاريو ڇڏي.

وري جو مٺان گيت ٻڌجي... !ولاڏا بوند ڪِرئي شل بوڇڻ تي سو پسيل پوڇڻ واري لاڏي جي تصور سان منهنجي رومينٽڪ پهلوئن جي نشونما جتي هئي ات رهجي وئي... آئون اردوءَ کان اک ملائڻ کان رهجي ويس... عبدالقادر جوڻيجو اردوءَ کان اک ان ڪري بچائي نہ سگهيو جو روحي بانو سانڍهيءَ جي مٺان بوڇڻ ڪون ٻڌندي آهي!



# ذوالفقار سيال جي ڪتاب ”لفظن جا رانديڪا“ جي مهورت جي موقعي تي ڪيل تقرير.

دوستو! آئون ذوالفقار سيال جي مان ۾ ڪو مرثيو لکي ڪونہ آئي آهيان، نہ ڪوئي سندس چاهت ۾ ڪو ادبي چٺو يا ڪچو چٺو، لکي آئي آهيان. منهنجا اڳوڻا دفتر سڀ ڪتا ڪٽي ويا آهن. منهنجو اهو مطلب هرگز ڪونهي تہ اڄ ڪلهہ ميونسپالٽيءَ جا هڙئي ڪتا اديب ٿي ويا آهن، منهنجي دفترن انهن کي ادب سيکاري ڇڏيو آهي.

نہ دوستو! ڪتن کي ادب سيکارڻ اعليٰ انسانن جو ڪم آهي..... آئون تہ ادنيٰ ماڻهو بلڪ هاڻ تہ اڌ ماڻهو وڃي رهي آهيان جو نظر بنهہ گهٽجي وئي اٿم ۽ ڪنهن کي نظر هڻڻ جوڳي بہ نہ رهي آهيان. پنهنجي شناختي ڪارڊ تي رڳو پنهنجو ڪپو آڱوٺو ڏسي سگهندي آهيان، پوءِ بہ الاءِ ڇو بيخبر ڇون ٿا تہ هن سماج ۾ عورت کي اهميت ڪانهي! اڙي پائي جتي عورت جو آڱوٺو

ٿي وزن دار آهي تہ پوءِ سڄي ساري عورت پاڻيو ٿا تہ ڪيتري نہ اهم ۽ ڀرپور هوندي! ڪو وقت هو جو ان آڱوٺي جي زور تي ويزا وٺي سڄي سنڌ تہ ڇا هند بہ گهمي آئي هئس. دوستو پوءِ بہ اڄ جي ماحول ۾ هر سنڌي عورت جي شناختي ڪارڊ تي، ڀل هوءَ ڊاڪٽر هجي يا پروفيسر هجي، فوٽوءَ جي جاءِ تي اهو ضرور لکيل هوندو "پرده نشين" ۽ صحيح جي جاءِ تي نشان ڪهو آڱوٺو مسمات فلاڻي يا فلاڻي.... ان آڱوٺي جي ذڪر فڪر ۽ اهميت تي پاڻ روشني پوءِ وجهنداسين.

دوستو! ذوالفقار پنهنجو ڪتاب مون کي پنهنجي گهر ۾ نہ بلڪ مهينو کن اڳ سول اسپتال جي دل واري وارڊ ۾ ان وقت ڏنو، جڏهن مون کي هارٽ جو اٽيڪ ٿيل هو..... ات اسپتال ۾ مون کي خبر پئي هئي تہ ڪي انسان مون پارا اهڙا ٿيندا آهن، جن کي اٽيڪ ڪلمر ڪلا پوري درد سان پوندا آهن، ۽ ڪي انسان اهڙا هوندا آهن جن کي دورا خاموشيءَ سان پوندا آهن ۽ انهن دل جي زخمن جا نشان رڳو اي سي جيءَ ۾ ايندا آهن، يعني دل جي دفتر ۾ دل جي زخمي هجڻ جا خاموش نشان- انهن خاموش نشانن تي ڪو اَگر رکي تہ اهو ڊاڪٽر آهي..... انهن خاموش نشانن تي ڌيان ڏيئي ڪو قلم کڻي تہ اهو اديب آهي!

ذوالفقار ڊاڪٽر بہ آهي ذوالفقار اديب بہ آهي. ان ڳالهہ جي تہ پوري پڪ اٿمر..... باقي سو شڪ اٿمر تہ ذوالفقار الاءِ پرڻيل آهي يا ڪنوارو آهي، جو ڏيڍ ٽولي جي منڍي پائي نرسن کي رعب ۾ مڪون ڏيکاريندو آهي! دوستو، ڳالهہ ٿي ڪيمر تہ منهنجا ادبي دفتر تہ ڪتا کٽي ويا. باقي ذوالفقار ماشاءالله جوان آهي، تندرست آهي، سو لفظن جا رانديڪا ٺاهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو آهي. ان جي برعڪس آئون ڪاغذ ۽ قلم جي راند هارائي "بان" ڪري ويهي رهي آهيان. ٻيٺي بہ اڃهو هاڻ آهيان نہ تہ مهينو ڏيڍ اڳ تہ ديوان مشتاق ۾ ليٽي پئي هوندي هئس ۽ منهنجي چوطرف ديوان مشتاق جا ڊاڪٽر گوتم ٻڌ وانگر ايئن بيٺا هوندا هئا، جيئن ڪنهن زماني ۾ مينارام هاسٽل ۾ غلام رباني صاحب جي ڪمري جي ڇت تي فوٽو ۾ مارلن منرو ليٽي پئي هوندي هئي ۽ چئن ئي پٽين تي مارلن منرو جي پاسي کان گوتم جا فوٽو ٽنگيا بيٺا هوندا هئا!

دوستو! آئون مارلن منرو نہ سهي، مون کي تہ اهو نالو وٺڻ بہ صحيح ڪون ٿو اچي، باقي سو دل جي وارڊ جا نئيا وڏا ڊاڪٽر سچ تہ گوتم آهن. اهي شفا جو در آهن، ڪو منجهن يوسف جي نالي سان آهي، ڪو غلام حسين آهي ڪو بيکها رام آهي. مطلب تہ هڙئي اوتار آهن. خدا کين ڏينهن ڏي.

دوستو! ڳالهہ ٿي ڪيم تہ ذولفقار جنهن وقت ۾ مونکي ڪتاب ڏيڻ آيو هو، ان وقت هڪ نرس منهنجي پاسي کان بيٺي هئي. ذوالفقار ان نرس کي منهنجي پارٽ ڪئي هئي ۽ چيو هئائين تہ "نرس ديکو يہ مريض اپنا هي، اسکا خيال رکنا ورنہ" ورنہ چئي ذوالفقار هڪ ٽڳڙي مڪ نرس کي ڏيکاري جنهن ۾ کيس منڊي بہ پئي هئي. مڪ ڏسي نرس ٿورو هيسجي وئي... مون مذاق ڪندي نرس کي چيو تہ پنهنجي منڊي ٿو ڏيکارئي- مون حسينہ معين جي ڪنهن رومانٽڪ ڪردار جيان پڇيو مانس "توکي ڪيئن لڳي هن جي منڊي؟"

ذوالفقار نرس کي مڪ ڏيکاري سامهون ڪاريڊور ۾ هليو ويو. جتي ٻري کان ڪا ٻي نرس ٻي آئي.

مون سامهون ڏٺو.... ٻريان کان ذوالفقار ڪنهن ٻي نرس کي مڪ ڏيکاري رهيو هو نرس ٿورو نراس ٿي چيو تہ "يہ أسي ڀي انگوٺي دکا رهي هين- يہ تو سڀي کو اپني انگوٺي دکاتي هين، ليڪن دين گي پتہ نهين ڪِس کو؟" مون چيو مانس تہ "يہ دينگي أسکو جس ني انگوٺي تو ڪيا خود ذوالفقار کو ڀي ڪَڀي نهين ديکا هوگا، يہ هم لوگون کي شريفانہ ريت هي."

مطلب تہ ذوالفقار کي پنهنجي ڏوري مٺ مڪ ۽ منڊي تي پورو اختيار آهي، سندس رعب تاب سول جي مريضن تي گهٽ نرسن تي وڌيڪ آهي، سو لڳي ٿو تہ هو سول جي انتظاميہ بہ چڱي سنڀاليندو هوندو جو نيٺ تہ آر ايم او آهي.

دوستو، آئون جيڪڏهن مڪ کي مٺ پڙهي وجان مَنڊي کي مَنڊي چئي وجان ڀاڄي کي ڀڄو پڙهي وجان تہ دل ۾ نہ ڪجو. جو پروف ۾ اهڙيون غلطيون پڙهي پڙهي هاڻ صحيح پڙهڻ جي هير ئي ڇڏائجي وئي اٿم. شايد اهو ئي سبب آهي جو چڱو نہ پڙهڻ ڪري چڱو لکڻ بہ ڇڏي ڏنو اٿم. بهرحال ڳالهہ ٿي ڪيم تہ ذوالفقار کي پنهنجي مڪ ۽ منڊيءَ تي پورو حق

آهي، اهي ۽ِي شيون، ۽ِي تي وار ڪرڻ لاءِ هڪ اهڙو اسلحو آهن، جنهن کي پوليس تلاشي وٺڻ لاءِ ڊاڪٽرن جون هاسٽلون بہ خالي ڪرائي نہ ٿي سگهي. اهي ۽ِي اسلحہ بنا لائيسنس جي پاڻ وٽ نہ رڳو رکي سگهجن ٿا، بلڪ ڏيکاري بہ سگهجن ٿا.

هڪ مڪ ذوالفقار جي، ٻي مڪ ان ٻار جي جنهن کي سنوارڻ ۽ وندرائڻ لاءِ ذوالفقار هي ڪتاب لکيو آهي..... ان ٻار جو ذڪر بہ آئون اوهان کي ٻڌائيندي هلان. منهنجو هڪڙو ڀاڻيو آهي، عمر اٿس ڪل ٦ سال! جڏهن منهنجي عمر ٦-٧ سال هئي تہ مون کي ياد آهي تہ اسان کي طوطي ۽ مينائن جون ڪهاڻيون ٻڌنديون هيون،لاشعوري طور طوطي کي ڀائي ۽ مينا کي مائي سمجهندا هئاسين. ذهن جي حالت اها هوندي هئي جهڙي اسلام کان پهرين عربن جي حالت هوندي هئي. اسڪول ۾ گهڙياسين تہ استاد جو رتبو ذهن تي ائين ڇانيل هوندو هو، جيئن ڪنهن پيغمبر جو رتبو سندس پوئلڳن تي ڇانيل هوندو آهي..... اخلاق ادب صبر شڪر چڱي ڪاريءَ جا سبق اسان ڪتابن کان ۽ ماڻهن کان سکيا..... شاہ لطيف کان وٺي علامہ قاضيءَ تائين. علامہ قاضي کان وٺي ذوالفقار سيال تائين هن پنهنجي شاعري، نظم ۽ نثر ۽ شرافت صبر شڪر جا درس ڏنا زندگي جي حسن کي بچائڻ ۽ برقرار رکڻ جا درس ڏنا.....

سوال آهي تہ اڄ ڇو اسان وٽ برقراري جي بدران بيقراري آهي؟ ڀاڪرن جي بدران ڀالا آهن! گهر تہ ڀاتين سان ڀريل هوندا آهن، پوءِ گهر ڇو سڃاءِ ويران آهن، جيل اسان جي جوانن سان ۽ اسپتالون مريضن سان ڀريل آهن. اسپتال ۽ مريضن جو ذڪر ڪندي مون کي ڳالهہ وري پنهنجي ننڍڙي ڀاڻيي جي ٿي ياد اچي..... عمر ڇهہ سال اٿس، اڄ ڪلهہ ٻارن ۾ گيسٽرو جي وبا ڦهليل آهي، سو هي ٻار بہ ان وبا جي ور چڙهي ويو. ڇوٽڪي گهڻي واري ڊاڪٽر شريف وٽ وٺي وياسين.

ٻار جي ماءُ ڊاڪٽر کي ٻار جي شڪايت ڪندي چيو تہ ڊاڪٽر صاحب هي ٻار دوا پيئڻ ۽ گوريون کائڻ کان لهرائي ٿو. ڊاڪٽر ٻار کي ديڄارڻ لاءِ دڙڪو ڏنو تہ هاڻ جيڪڏهن گوريون ۽ دوا نہ پيئندين تہ سرنج هڻندو سانءِ. ٻار لفظ "سرنج" تہ سمجهي نہ سگهيو باقي ڊاڪٽر جو مطلب سمجهي ويو تہ

سرخ هوندي ڪا ڪلاشنڪوف جهڙي چيز، سو ڊاڪٽر کان پڇڻ لڳو تہ ڊاڪٽر تو وٽ ڪلاشنڪوف آهي؟ "ڊاڪٽر چيس تہ يار ڪلاشنڪوف مون وٽ ڪونهي!" ٻار چيس تہ "پوءِ تو وٽ مون کي هڻڻ لاءِ ڇاهي؟"

"تو وٽ ڪلاشنڪوف آهي- پر تون مون کان لڪائين ٿو! پر ڊاڪٽر مون وٽ بہ هيءَ مڪ آهي.....!!" هڪ مڪ ذوالفقار جي-! هڪ مڪ هن ننڍڙي ٻار جي!

وچ ۾ سچا ڪين، ڪٻا آڱوٺا اسان عورتن جا.... اهي سڀ ٿي هٿ ۽ مڪون جي پاڻ ۾ پيڙجي پون تہ.....!

ذوالفقار جي لفظن جا رانديڪا يقين جڙي پوندا ۽ دشمن جي ڪلاشنڪوف جهري پوندي.....

دوستو، آئون مايوس تہ ناهيان پر مون کي الاءِ ڇو ڏک سان شيخ اياز جي هڪ لکڻي ياد اچي رهي آهي.... اياز پهرين غالب جي هڪ شعر کي ڪوٽ ڪيو آهي. "بازيچہ اطفال هي دنيا ميري آگي!" واقعي دنيا تہ ٻارن جي راند آهي، پر هو جو پريان فاشي سپاهي منهنجي ٻار جي سيني تي بندوق تاڻي بيٺو آهي... ڇا ان کي بہ آئون رانديڪو سمجهان! مون کي اڄ کان ويهہ سال کن پهرين پڙهيل هڪ ڪهاڻي خواجہ احمد عباس جي ٿي ياد اچي.

ڪنهن ملڪ ۾ فاشزم جي خلاف وڏن سان گڏ ننڍڙن ٻارڙن بہ هڪ جلوس ڪڍيو، ٻارڙن جي مائن سندن ڇاتيءَ تي ننڍڙا بينر هڻي ڪين جلوس ۾ موڪليو هو. هڪ بيوه عورت کي صرف هڪ ننڍڙو نينگر هو...... ماءُ الاءِ ڇو ٻار کي جلوس ۾ شامل ڪري نہ سگهي، بينر بہ ٺاهي نہ سگهي..... ڪرسچن ٻار پنهنجي ساٿين کي ڏسي اسڪول جي ڪتابن مان بائيبل ڪڍيو سيني تي رکيو ۽ جلوس ۾ شامل ٿيو.

دشمن جي پهرين گولي نڪتي بائيبل کي وچان جت لکيل هو تہ: "هڪ انسان جو رت ٻي انسان تي وهائڻ حرام آهي." چيريندي ٻار جي دل جي ڦُن پار هلي وئي.

دوستو، اوهين بہ پنهنجي گهرن ۾ ويهو پهرين پنهنجا ٻار ڳڻيو ۽ پوءِ قرآن شريف تان غلاف لاهي ڏسو! ڪٿي اوهان جا ٻار ڪٽل ۽ اوهان جي قرآن جا

غلاف رت سان پريل ته ڪونهن!

زرينه بلوچ ذوالفقار جي ڪتاب جي پهرين پيش لفظ ۾ هڪ اهڙي نندڙي نور خاتون جو حوالو ڏنو آهي- اوهان يقيناً پڙهيو هوندو!

دوستو آئون شاعره ته ڪونه آهيان، پر زرينه ذوالفقار جي شاعريءَ جي هڪ لڪل خوبي ٻڌائي آهي- ته سندس شاعريءَ کي ڳائي سگهجي ٿو، ٻارن کي موسيقي جي ذريعي ٻڌائي سگهجي ٿو. ها ته ڳالهه ٿي شاعر جي رديف قافئي يا ٽيڪنيڪل خوبيءَ جي. يقيناً ذوالفقار شاعري جي لحاظ کا پنهنجي پر معيار به اهڙوئي باڪمال رکيو هوندو، پر هڪ ڳالهه جا مون کي محسوس ٿي اها هيءَ ته ذوالفقار اسان سيني اديبن مان اسان سيني شاعرن مان آڪاس جي انتهائي بلندي واري مقام تي آهي، جو هن وڏن کي ڇڏي ننڍن ٻارن لاءِ پنهنجو ڌيان ۽ گيان وقف ڪيو آهي. ذوالفقار پنهنجي شخصيت جا ڪامپليڪس، پاسيرا رکي، پنهنجي اندر جي ٻار کي اندر مان ڪڍي ڪچ ۾ ڪري وهاريو آهي. ۽ پوءِ ان جو نفسياتي جائزو ورتو آهي. ٻار جي شخصيت جي مڙني گهرجن کي هڪ هڪ ڪري ڏنو ۽ سامهون آندو آهي.

مثلاً پڪي پڪڻ کي پيار ڪرڻ ۽ پالڻ ٻار جي جبلي ضرورت آهي، ان (Motive) جي اڳيان هلي نشونما اٿين ٿئي ٿي جو هو وڏو ٿي پنهنجي پريوار ۽ ٻارن کي نه رڳو پيار ٿو ڪري، پر پاڻين به ٿو ذوالفقار ٻار جي ان (Motive) جو ذڪر منهنجو آهي، پيارو ڪڪڙ، ۾ يا طوطو منهنجو طوطو آهي ۾ ڪيو آهي. اهو ٻار جي پرپور چاهت جو اظهار آهي. ۽ ٻار جي نفسياتي ضرورت به آهي. ذوالفقار ٻارن لاءِ شاعري ڪندي نه رڳو هن جي فطري ضرورتن جو اظهار ڪيو آهي، پر ساڳي وقت اڄ جي هلندڙ هوا سان به روشناس نه رڳو ڪرايو آهي، بلڪ هوريان هوريان ٻارن کي ڪمپيوٽر واري نظم وسيلي گهڻو ڪجھ سيکاري به ويو آهي. ڪمپيوٽر جو تعارف هڪ ڏکيو موضوع آهي، پر ذوالفقار ٻارن کي سڄي ڪمپيوٽر جو ڪمال هڪ صفحي ۾ ئي سيکاري ڇڏيو آهي. دوستو، هڪ ڳالهه آئون پنهنجي ڌيءَ کي ڪڏهن ڪونه سمجهائي سگهي آهيان، ذوالفقار اها ڳالهه پنهنجي شاعريءَ وسيلي صائمه کي به سمجهائي ڇڏي آهي. اها آهي سندن نظم "بيدري" صائمه جو ذهن اڄ جي ماحول جي پيداوار آهي، اڄ جو ماحول، جنهن ۾ هڪ

طرف تہ ”نور خاتون“ اھڙن ٻين ٻارن جو قضيو آھي، ٻئي طرف دنيا جي سطحي بناوٽ جا قصا آھن.

ھر ٻار کي ٽي چار لفظ انگريزي جا ضرور ايندا آھن. مثلاً ھڪ 'ھيپي برٿ ڊي ٽو يو' ٻيو 'باءِ باءِ' ۽ گڊ لڪ'! صائمہ کي مون ذوالفقار جا لکيل رڳو چار جملا پڙھايا ۽ سيکاريا آھن.

ستم اھو آ. منجھن ڇپر کي سبيو ويو آ، ھاٿي دعا بہ گھري نہ سگھبي. ان کان وڏي ڪھڙي آ بدبختي، بيڊ لڪ!!



# اياز لطيف سان حيدرآباد ۾ ملهايل شام جي موقعي ڪيل تقرير

(ڊسمبر 1991)

دوستو، جيئن هڪ ناليپوريان سچي شخصيت ۽ هڪ محبت پوريان سچي جيوت جي ڪهاڻي هوندي آهي... تيئن هڪ اياز لطيف جي، هن شام جي موقعي تي ورهايل ڪارڊ ۾ سندس سموري شڪتي، سندس سچي شخصيت جا مختلف پهلو سمايل آهن....

دوستو! اوهان پاڻيان ٿي ته اياز تي ڪو وڏو مضمون لکي اڪ ڪارا ڪرڻ بدران اِهو هڪ ننڍڙو ڪارڊ ئي ڪافي آهي. جنهن ۾ لکيل آهي ته هو اديب آهي، شاعر آهي، اداڪار آهي ڪلاڪار آهي، ڪالم نگار آهي ۽ الائي ڇا ڇا آهي. هڪ وڏيڪ خوبي، جنهن جو سندس ڪارڊ ۾ الائي ڇو ذڪر ڪونهي ته هو چڱو خاصو مقرر به آهي. تقرير جي فن جي لحاظ کان هيل تائين رڳو رسول بخش پليجي جو رڪارڊ وڃندو رهيو آهي، پر سال ٻه رکي اوهان پاڻيان ٿي اڳيان هلي هو شايد پنهنجي ئي جو رڪارڊ به پيچي

ڇڏيندو.....۽ اِها خبر نه پوندي ته پنهنجي مان ڪير ڪنهن جو پيءُ آهي... تقرير جي ان ڏانءَ مان ثابت ٿيو ته بهرحال هو پنهنجي پيءُ جو حقي حقي پٽ آهي ۽ هاڻ قيامت جي ڏينهن پڻ ماڻهن کي خدا عزت رکڻ لاءِ پنهنجي ماءُ جي نالي سان اُٿاري پر اياز لطيف کي هو پيءُ جي نالي سان پڪاري سگهي ٿو، جو آسان ڪي ۽ خدا ڪي منجهس ڪو به شڪ نه آهي!

دوستو! منهنجو ذاتي خيال آهي ته اياز لطيف کي خدا پڻ پنهنجي ماءُ زرينه جي نالي ٿي اٿاري، جو اِها ڳالهه وڌيڪ قابل قدر ۽ عزت جوڳي ٿيندي.... جو اياز پڻس جو منهن ته سياست جي ڪري ڪڏهن ٿي ڏسندو هوندو، صبح شام سياڳو منهن ته زرينه جو ٿي ڏسي ڏسي وڏو ٿيو آهي، جو هو پنهنجو ته زرينه جي ئي سائي ۾ آهي... (زرينه البت اڪثر يا ڪڏهن ڪڏهن قمر واحد جي سائي ۾ نظر ايندي آهي، جو قمر اهڙو چنڊ آهي. جنهن تان ذاتي طرح ڪڏهن آئون ته ڪڏهن زرينه چنڊ جي روشنيءَ جا ڪجهه ترورا وٺي جيئرا آهيون... پر ساڳي وقت ڊڄندا به آهيون ته هوءَ ڪاوڙ ۾ اچي، چنڊ تي هٿ رکي روشني جا اهي ترورا آسان کي ڏيڻ نه روڪي ڇڏي- حالانڪ قمر، قمر آهي... چنڊ جو ڪم روشني ڏيڻ آهي... پوءِ ڪو به اِن روشنيءَ مان فائدو وٺي نه وٺي)

ها سو دوستو! ڳالهه ٿي ڪيم ته علامه قاضي پنهنجي ذاتي ڪچهريءَ ۾ چوندو هو ته حضرت عليءَ کان حضرت بي بي فاطمة جو ڪردار هزار دفعا بلند آهي. اگر پليجو صاحب Mind نه ڪري ته آئون پيانيان ٿي ته زرينه جو ڪردار پليجي جي ڪردار کان وڌيڪ Powerful آهي. زرينه ستن پائونڊن جي اياز لطيف کي پيٽ ۾ پالي ۽ ڄڻي ڏيکاريو....

پليجو جيڪڏهن اِئين چاهي ته به نه ٿو ڪري سگهي، سو زرينه پليجي کان بهتر آهي. هونئن به اياز جي جنت پليجي جي پيرن ۾ نه بلڪ زرينه جي پيرن ۾ آهي. زرينه هونئن به پنهنجي گهر پنهنجي جنت جي مالڪ آهي، جڏهن ته پليجو ويچارو اڪثر جيل يا پنهنجي اوطاق ۾ گذاريندو آهي.

دوستو! اياز جي جنت پڻ زرينه جي پيرن ۾ سهي پر پڌو اٿم ته هو اِن جنت جي ڳولا ورياُن رستي تي ڪندو آهي جو رستو مسعود نوراني جي گهر تي ختم ٿئي ٿو، جو پڌو

اٿم تہ هو تازو نوراني ۽ جي نياڻي ۽ سان مڱيو آهي. دوستو، هي نوراني اُهو ناهي جنهن لاءِ نعرا لڳندا هئا تہ نوراني نور هي - ڪرسي بهت دور هي. هي نوراني ياڻ وارو نوراني آهي ۽ ڪيس ڪرسي بہ بلڪل قريب آهي. بلڪه هو ڪرسي تي ئي ويٺل آهي.

ساٿيو، جيئن عقلمند ماڻهو پنهنجي future جي پلاننگ سال اڳ ڪري ڇڏيندا آهن، تيئن اياز بہ (جو مڱيو آهي سو نيٺ بہ پرڻبو) شادي شده ٿيڻ جي Practice هاڻ کان ئي ڪرڻ شروع ڪري ڇڏي آهي. هُو، Adhoc بنياد تي هينئر کان ئي ڇوڪرين سان لِهه وچڙ ۾ اچڻ شروع ٿي ويو آهي... هونئن جيئن تہ باادب ڇوڪرو آهي سو هر عورت کي ماءُ، ڀيڻ، آمان، جيجان ڪري ڳالهايندو آهي پر اِهي تعظيم وارا اکر بہ سندس وات مان مٿا چرا ٿي نڪرندا آهن. بلڪل ائين جيئن T.V تي صدر اسحاق کي قرآن کي مٿا چري چمي ڏيندي ڏيکاريندا آهن. صدر اسحاق ويچارو هونئن تہ Flying Kiss جو قائل ڪونهي پر سندس عينڪ اٽڪڻ سبب هو قرآن شريف کي پري کان ائين flying kiss تائين پاسيرو ڪندو آهي، جو مون واري ڏي صائمة مون کان پڇندي آهي؛ امي هي قرآن کي چمي ٿو يا سُنگهي ٿو؟

سو اياز ويچارو بہ آهي تہ عينڪ جو ستايل، پر صدر اسحاق جي برعڪس هو وري ائين Mature ۽ گهرو آهي، جو جنهن شيءِ کي سنگهڻو هوندس اُن شيءِ کي چمي ڏيئي چوندو تہ چکي ٿي ڏٺم تہ سامهين ڌر جو ذائقو ڪارو آهي يا مٺو!

اِهي ڳالهيون تہ خير اٿون مذاق ۾ ٿي چوان پر چوڻ جو مطلب اِهو اٿم تہ هو مٿا چرو ڇوڪرو ناهي. چيزن، ڪتابن ۽ انسانن جي آخري حد تائين گهرائي ۾ گهڙڻ جو قائل آهي. جن چيزن کي سنگهڻ گهرجي اُنهن کي چمندو آهي، جن کي چمڻ گهرجي اُنهن کي چکندو آهي، ۽ جن کي چکڻ گهرجي اُنهن کي رکندو آهي. باقي غيرضروري Formalities جو هو قطعي قائل ڪونهي!

دوستو، هن سماج ۾ هڻ هتان واري دور ۾، اٿون ڏسان پئي تہ هاڻ سماجي -For malities جو دور گهٽبو وڃي. 'هيڏا انهن ڪم نٿو هوڏانهن ڪاغذ ڦاٽو!' سنڌي جي چوڻي اِها پراڻي آهي پر هاڻ بہ ساڳي طرح Toilet paper جو دور آهي ۽ -dis

posable شين جو زور آهي!

جيئن جيئن سماج ۾ اخلاقيات ۽ Formalities گهٽبيون وڃن ٿيئن ٿيئن اندروني ذهن، ۽ جمالي Formalities وڌنديون وڃن. اگرين کي گهڙي گهڙي موڙڻ جسم جي هڪ Formalty آهي، منهن کي موڙو ڏيڻ، منهن جي هڪ Formalty آهي. (آئون به انهن ماڻهن مان آهيان)، جيسين منهن کي موڙو نه ڏيان تيسين ڪا ڳالهه ڪري نه سگهان. منهنجي ڏي چوندي آهي ته ممي تون پنهنجي منهن جي اِن موڙي کي لڪائڻ لاءِ اهڙو موڙ ٻڌنڌي ڪر جهڙا موڙهو گهوٽ 'هٿين گل ميندي' ۾ ٻڌندو آهي.

خوشيءَ جي ڳالهه اِها آهي ته اَياز جسم جي اِنهن Formalities کان آزاد آهي. اهو اُن ڪري دوستو! جو اياز ذهني طرح Mature آهي. جيڪي ماڻهو ذهني طرح Mature هوندا آهن اِهي انهن جسماني ڪمزورين ۾ پناهه ڪونه ڳولهيندا آهن. 'هٿين گل ميندي' ۾ به هو اداڪاري ڪندي جسماني طور ڪابه اداڪاري ڪونه ڪندو آهي. لڳي ٿو ته هو T.V تي به اداڪاريءَ کي رڳو پري کان في الحال سنگهڻ آيو آهي، باقي چمڻ، چڪڻ، چٽڻ ۽ رکڻ جي اسٽيج تي اَڃان نه اَچي سگهيو آهي.

دوستو، جسم جون کي deformalties ظاهري ٿيندڙيون آهن ته ڪي باطني ٿينديون آهن. منهنجي هڪ دوست هئي فرحت. اردو ڳالهائيندي هئي.... اَڄ کان 16-17 سال پهرين هڪ گانو تمام مشهور هو جيڪو يقيناً اوهان به ٻڌو هوندو، 'جيئو ڊولا جيئو ڊولا.' اُن زماني ۾ جيئي سنڌ جو رواج ڪونه هو، سو منهنجي دوست هڪ ڏينهن مون کي چيو: "يار خيرو! آج مين ني بس مين جيئو ڊولا گانا سنا هي. پته نهين کيا بات هي يه گانا ميري اعصاب پر چڑه گيا هي، اور ميرا ڪسي ڪام، ڪسي سوچ مين دل نهين لگتا" مون سندس ڏيان هٽائڻ لاءِ چيو: "فرحت اُچها هي يه گانا تمهاري اعصاب پر چڑها. اگر ميري اعصاب پر چڑهتا تو بات اور مشڪل هو جاتي" فرحت پڇيو، "ڪيون" مون چيو مانس ته: "اردو مين ڊ- ڊولا بولنا تو آسان هي، ليڪن سندهي مين ڊ- ڪو ڏ- ڏيڏر بولتي هين، سو اگر سندهي مين اگر مين يه گيت اندر هي اندر بولون تو بولون گي: جيئو ڏولا جيئو ڏولا- ڊ- ڪي مقابله مين ڏ- ڪو بولني مين جسماني قوت زياده خرچ ڪرني

پڙتي هي "ڳالهہ تہ خير آئي وئي تي وئي.

ٻي ڏينهن فرحت جو منهن ڏٺم تہ لٿل هو. چپ چاپ هئي. چيئين: "خيرو! کل سي تو ميري جان هي نکل گئي هي. ميرا گلا. ميري تمام اعصاب تهک گئي هين. کل سي جو مين ني نمازين پڙهي هين. سجدي کئي هين. ايک نماز. ايک سجدي مين بهي خدا کا نام نهين ليا. هر نماز هر سجدي مين ميري گلي سي صرف ايک صدا اُبرتي تهي: جيئو ڏولا جيئو ڏولا – اي باڑه مين جائي ايسا ڏولا جو بندي کو خدا سي جدا کري. تمهاري سندهي مين تو صرف ايک ڏکيا لفظ هي بندي کا حشر نشر کرديتا هي"

اَڄ آئون دل ۾ سوچيان ٿي تہ هڪ لفظ 'ڏ' جو ٿي ماڻهو کي اهڙو مهانگو ٿو پوي تہ سڄي سنڌي ٻولي ڳالهائڻ لکڻ ۽ پڙهڻ لاءِ ماڻهو کي ڪيڏي قيمت ادا ڪرڻي پوندي.

سو اياز لطيف بہ سنڌ جو سنڌي ڳالهائيندڙ ٻيبڪ سڄڻ آهي. هو سنڌي ڳالهائيندڙ، سنڌي پڙهندڙ ۽ سنڌي لکندڙ آهي. باقي پنهنجي ڪتاب ۾ غير ملڪي اديبن جا نالا رڳو آسان پارن کي ڏيکارڻ لاءِ لکندو آهي.

اهوئي سبب آهي، جو هڪ هي ننڍڙو اياز ۽ ٻيو هو وڏو اياز، ٻئي مون کي ڪونہ وڻندا آهن، جو هو غير ملڪي اهڙن اديبن کي پڙهندا آهن، جن اديبن جي نالن جي صحيح Pronun ciation يا تلفظ آسان پارن کي ڪونہ ايندا آهن. منهنجو ذاتي طرح تہ حشر اهڙو آ جو آڄان تائين بہ ڪو ڏکو نالو صحيح طرح نہ پڙهي سگهندي آهيان. ستن اٺن سالن جي عمر تائين تہ سنڌي ۽ اردو کي بہ عربي زبان ۾ پڙهندي هئس. ننڍي هوندي کان وٺي ويندي ٻاويهن سالن جي عمر تائين مون حبيب بئنڪ لميٽيڊ کي تيسين صحيح ڪونہ پڙهيو جيسين ويجي منهنجي نوڪريءَ جي ٻهرين پگهار اُن ۾ شامل نہ ٿي. ننڍي هوندي هميشہ حبيب بئنڪ جي در آڏو بيهي قرآن جي حِجيِ ڪندي هئس: حب يب بئنڪ لم يٽڊ.

سو اسين تيسين ڪنهن بہ شيءِ کي صحيح ڪونہ پڙهندا آهيون نہ پروڙيندا آهيون، جيسين اسين سنڌي طرح پاڻ نہ ڪنهن ڳالهہ سان واسطو رکون يا ملوث ٿيون.....هميشہ پري کان بيهي فتويٰ ڏيڻ جا عادي آهيون... حالانڪ جيڪي حبيب آهن، انهن کي حبيب ٿي رهڻ ڏجي. پنهنجي تنگ نظرن جي باعث پنهنجن حبيبن کي هرويرو حب يب نہ هئڻ گهرجي...

اياز لطيف پنهنجن دوستن ۾ مقبول آهي، سنڌي عوام ۾ مقبول آهي، اُن کي مقبول ٿي رهڻ گهرجي.

منهنجي خيال ۾ شهرت ۽ عزت اهڙيون شيون آهن، جن کي ڪنهن به ريت Toilet paper جيان disposable نه ٿيڻ گهرجي.

اَڄ اياز T.V جي حوالي سان، ادب جي حوالي سان ماڻهن جي ذهن تائين پهتل آهي پر منهنجي دعا اِها آهي ته هو عام ماڻهن جي، پنهنجن پيارن ماڻهن جي دلين تائين پهچي سگهي ۽ اتي به دائمي رَهي disposable نه رهي.

دوستو! جڏهن مسعود ميمڻ مون کي سندس دعوت جو ڪارڊ ڏيڻ آيو ته مون هن کان پڇيو، "اياز ڪيئن آهي ۽ ڪٿي ٿو گهمي؟" هن جي پر واري بار جواب ڏنو، "آپا اياز زور آهي ۽ شيراڊ گاڏي ۾ ٿو گهمي"

شيراڊ گاڏي منهنجي چڙ آهي، ان ڪري نه جو آئون ان کان متاثر آهيان، بلڪ انُ ڪري جو اَڄ کان مهينو ڏيڍ اڳ يعني 1991 ۾ مون هڪ پراڻي F X ورتي، ۽ وٺندي ئي جيئن مون پهريون پيرو هن کي رستي تي آندو، هڪ گڏه گاڏي ڪيس زوردار ڌڪ هڻي ڌڪي ڇڏيو. مون وارو ڊرائيور هيٺ لٿو ۽ اچي مون کي خبر ڏنائين، چئي: "امان پاڻ واري گاڏي ۽ کي شيراڊ ڌڪي وئي آهي" مون چيو مانس "ابا رستي تي ته سواءِ هن گڏه گاڏي جي ٻي ڪنهن شيراڊ جو ته وجود ئي ڪونهي" ڊرائيور گڏه گاڏي ڏانهن اشارو ڪيو. گڏه گاڏي سهڻي نندڙي ۽ نئين نهيل هئي. مٿانئس لکيل هو، Charde Advance Model 1992، سو اسان واري FX، شيراڊ 1992 جي Advance Model کان مار کائي آئي ۽ ڊپ اٿم ته ڪٿي هو ۽ ٻيهر وري اياز واري شيراڊ کان به نه مار کائي. جو هو نئن به آئين ڪمزور بيمار ۽ وڏي عمر جا ماڻهو پراڻي ۽ ڪمزور ڪار ۾ آيل آهيون. اياز نندو چست ۽ جنوني ڇوڪرو آهي. هُن جي قلم، ڪار ۽ ڪرسي ٽنهين ۾ طاقت آهي. آئون پنهنجي هار ميحان ٿي، نه رڳو گاڏي جي حوالي سان، بلڪ علم، قلم هر حوالي سان.....

هن جو رستو نوراني جي در تي ختم ٿئي ٿو، منهنجو رستو البت ڪٿي به ختم ٿيڻ جو ناهي!

ٽاٽا اياز!

جيئي لطيف

# منهنجو تخليقي سفر



خيرو اسان ويهڻ. ڳالهائڻ ٻولائڻ ۾ عورت جي بجاءِ مرد وڌيڪ لڳندي آهي.
گهري به ڳالهه اڪيان اچيس ته ڪن تار نه ڪندي ۽ نه وري وتي ستبي. عام
جو ڪرين وانگر ذهني تحفظات نه صفا نه رکندي آهي، سچ سان اک
ملائيندي جنبيندي به ڪونه. انڪري ڪنان به اٿي ويندي ته پويان 'حيرت'
جا نشان ڇڏي ويندي......
سنڌي افساني جي ارتقا ۾ ماڻڪ جي نئين روپ ۾ مشتاق شوري جي ٽالي
ڪانيوءِ ڪجهه وقت ماٺار اچي وئي ۽ ڪو اهڙو نئون ٽالو ڏسڻ ۾ نٿي آيو،
جنهن کي سنڌ ڪهاڻيڪارن ۾ ڳڻائي سگهجي. ڪهاڻي ۾ نيون فڪري راهون
کولي لهڻ پهچڻ جاءِ، ٿي ته هڪ تازي توانائي ٽالي جو وجود ۾ اچڻ، جيڪو
هن پيڙهيءَ ۾ پڙهندڙن کي پليون ڪهاڻيون ڏيڻي سگهي، وڏي خوشيءَ جي
ڳالهه آهي. پوءِ چاهي ڪنهن به ڪهاڻيڪار نيون فڪري راهون کولي نه
لڌيون هجن، پر سنڌس فن ۾ زندگي، نواڻ ۽ مستقبل ڏانهن سجيل اکر هجي.
سنڌي افساني جي اها ڪمي خيرالنساء جعفري پوري ڪئي. جيتوڻيڪ هوءَ
ڪافي وقت اڳ کان ڪهاڻيون لکندي اچي، پر سنڌس اندر ۾ ويٺل آرٽسٽ
سنڌس تخليق ”تخليق جو موت“ ۾ پڌرو ٿي پيو......

**عبدالقادر جوڻيجو**



سنڌيڪا اڪيڊمي



نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محله، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

اڻ ڇپيل ڪتاب

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برهه منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

